# اڪيلا ناهيون

ناول



عوام جوءِ منهنجو سلام
غريبءِ سماجي زندگي جي
قدرن جي خدمت ڪندڙن کي





موسيٰ منظور

عالمي سياست جي معتبر شخصيت

## ذوالفقار علي ڀٽو

تي لکيل پهريون سنڌي ناول

# اڪيلا ناهيون

افسانوي انداز ۾

## موسيٰ منظور

اڪيلا ناهيون، اوهان ڪاڻ پيا ميلا مچايون، اڪيلا ناهيون
اسين تہ اوهان جا ماضي ساڳيا آهيون، اڪيلا ناهيون.

سچ پبليڪيشن
قاسم آباد حيدرآباد، سنڌ

| | |
|---|---|
| ڪتاب جو نالو: | اڪيلا ناهيون |
| موضوع: | ناول |
| ناول نگار: | موسيٰ منظور |
| ڇپائيندڙ: | سچ پبليڪيشن، قاسم آباد، حيدرآباد، سنڌ |
| ڇاپو پهريون: | 1000، سال 2006 |
| ڇاپو ٻيو: | 1000، سال 2007 |
| ڇاپو ٽيون: | 4 اپريل 2007 |
| تعداد: | 1000 |
| قيمت: | **200/-** |

سچ پبليڪيشن جو ڪتاب نمبر- 3

# ارپنا

## شهيد ذوالفقار علي ڀٽو نالي

جنهن دنيا جي امن ترقي ۽ رونق لاءِ عملي جدوجهد ڪئي ڀٽو صاحب جو نالو صدين جو بحث ۽ زندگيءَ جي عظيم نظريات آهي، جنهن جي رهنمائي هن وقت محترمہ بينظير ڀٽو جي هٿن ۾ آهي، ۽ عوام جي پڪارن ۾ آهي.

اڄ 4 اپريل جي ڏينهن تي اسان سيني پ پ پ جي جيالن توڙي مرڪزن کي اها اميد آهي تہ هي ڏهاڙو هن سال جي تبديلي جو ڏينهن ثابت ٿيندو اسان کي گهرجي تہ اسين شهيد ذوالفقار علي ڀٽو جي شهادت جي ڏينهن لاڙڪاڻو ۾ گڏ ٿيون ۽ عقيدت جي ڀيٽا ڏيون ۽ اهو شهيد ڀٽو جي پارٽي سان وچن ڪريون تہ اسين دنيا جون سڀ رڪاوٽون ختم ڪري محترمہ بينظير ڀٽو صاحبہ ۽ سندس ور آصف علي زرداري کي واپس آڻينداسون ۽ هنن آمر حڪمرانن جا بت ڊاهينداسون. آئون پنهنجي طرفان پاڪستان پيپلزپارٽي جي ليڊر صاحبان ۽ ورڪرن ۽ عهديدارن کي گذارش ڪندس تہ اهي پنهنجون ذاتي رنجشون ختم ڪن ۽ هڪ پليٽ فارم (پاڪستان پيپلزپارٽي) جي جهنڊي هيٺ متفق ٿين ڇو تہ اسان جي نااتفاقي جي ڪري ٻيا فائدو وٺندا آهن. اڄ بہ پاڪستان پيپلزپارٽي پاڪستان جي وڏي مان وڏي پارٽي آهي ۽ اسان اڃا بہ هن پارٽي کي مضبوط ڪرڻ چاهيون ٿا.

ايشيا ۽ فڪر عظيم شهيد ذوالفقار علي ڀٽو تي لکيل پهريون سنڌي هي ناول اڪيلا ناهيون ڀٽو صاحب جي 4 اپريل 2007ع واري ورسي جي حوالي سان رنگين خاص ايڊيشن طور ڪڍيو ويو آهي، جنهن ۾ ناليوارن سياستدانن جا تاثرات شايع ڪيا ويا آهن.

4 اپريل جو هي واحد ڏينهن آهي جنهن ۾ ملڪ جي شهرن ڳهٽين رستن شاهراهن ڳوٺن ۽ محفلن ۾ سياسي ميلي جو سماع هوندو آهي. جنهن ۾ عوامي جذبن ۽ جمهوريت جا نعرا بلند ڪري آمريت کي پوئتي ڌڪڻ لاءِ مجبور ڪيو ويندو آهي ۽ عوامي بنيادي خدمتن لاءِ ثواب جي دوڙ اڄڻ جو وچن ڪيو ويندو آهي.

**ادارو**

نثار احمد کهڙو
سينيئر اڳواڻ ۽ اپوزيشن ليڊر سنڌ اسيمبلي

# سياسي جدوجهد جي علامت

ذوالفقار علي ڀٽو جو نالو ۽ ان جي مهذب سياست ۽ سنڌس دور انديش فڪر عظيم جدوجهد. عالمگير ڏاهپ جي اها مڃتا هئي جنهن ۾ ڀٽو صاحب جديد سياست جي ميدان ۾ شعور جي آواز سان شخصي پراسراريت سان ڪاميابي جي اها اوچائي ماڻي جنهن ۾ وڏين طاقتن کي پشيماني ۽ حيرت جي شڪست جا سامان ميڙڻا پيا. ڀٽو صاحب جي شخصيت ۾ اهو ڪهڙو راز هو؟! اهو هو عام ماڻهن سان محبت جو! جنهن احساس کان هٽي ڀٽو صاحب ڪنهن بہ دائري ۾ داخل نہ ٿيو. جيڪو دائرو بي رحميءَ جو محدود سانچو هوندو آهي!

لاڙڪاڻي جي ماڪ ڀنل مٽيءَ مان جنم وٺندڙ هن افسانوي ڪردار جڏهن ٻاروتڻ ۾ پير پاتو هوندو تڏهن هن جي خوشحال والدين کي معصوم زلفي جي خوش بختيءَ جي خبر نہ هوندي تہ هي معصوم جيڪو گهر جي اڱڻ تي راند رهندي بي سمجهي ۾ هيڏانهن هوڏانهن ڊوڙندي آچار ۽ مربي جي برتڻن مان ڪٽاڻ ۽ مناڻ ڪدي ڪائيندي ۽ اڳريون چٽيندي رڳو زلفي ئي رهندو يا اڳتي هلي پارلياميني سياست جو معتبر ڪردار بہ ٿيندو!؟. رڳو ايترو تہ پر هي خوشحال گهر ۾ اوچو ۽ سادو ڪائڻ سان گڏ ٻين انسانن لاءِ همدردي جو جذبو فطري رکندڙ هو. ننڍي عمر ۾ پنهنجي آس پاس جي گهٽين مان لگهندي هن ضرور غريب ٻارڙن کي الجهيل حالت ۾ زمين تي ساٿو ويٺل ڏسي پنهنجي کيسي مان چاڪليٽ ٽافيون ۽ ڪڍهن پئسا بہ ائين ڏئي انساني همدردي جي ارتقا جي عادت ۾ اضافو ڪيو هوندو. جنهن نيڪ عادت ئي هن لاءِ اڳتي هلي لکين ڪروڙين همدرد پيدا ڪيا.

ڀٽو ڪينجهر، ڪارونجهر ۽ ڪراچي کان ڪمون شهيد تائين، لاهور کان اسلام آباد تائين، پختونستان کان ٻروچستان تائين سرحدن جو محافظ، عالمي اسلامي ڪانفرنس جو باني ڀٽو شاهہ عبداللطيف ڀٽائي جو اهو ڪاهوڙي جنهن جي زندگي جاکوڙ ۾ رهي.

ڪهڙو اتئي ڪام گنجي ڏونگر گام ۾، پسي تنهن پهاڙ کي اڃي نہ آرام متان ڏونگر ڏورئين اجهين ڪهہ عام، هئڻ ڪر حرام ڪام تہ ڪاهوڙي تئين 70 واري ڏهاڪي ۾ ڀٽو صاحب ملڪ کي هڪ اهڙي جمهوري ڇٽي هيٺان مضبوط ڪرڻ شروع ڪيو جو ان جو اثر نہ صرف پاڪستان بلڪ سڄي دنيا جي اسلامي ملڪن تي پيو. هو هڪ عالمي صلاحيتي اڳواڻ هو. چين کان وچ اوڀر ۾ رهندڙ مظلومن جي تحفظ واري صورتحال تي نظر رکندو هو. هن اسلامي ملڪن جي سربراهن جي ڪائونسل ٺاهي ثابت ڪيو تہ مسلمان عالمي ساک رکندڙ قوم آهن. هن پنهنجي جذباتي ۽ نڪري

تقريرن تحريرن ۾ پاڪستان لاءِ جن خطرن جي نشاندهي ڪئي اهي اڄ اسان جي مٿان لامارا هڻي رهيا آهن. هن آمريت ۽ بنياد پرستي جي ڳنڍيل طوفان کان ان دؤر ۾ ئي آگاهه ڪيو هو. جيڪو طوفان اڄ اسان جي ملڪ ۾ اهڙي تباهي ڦهلائي چڪو آهي جو اڄ اسين عالمي طور تي سفارتي شڪست کائي چڪا آهيون. اسان جي مقبول سياسي قيادت جلا وطن آهي. قومي ادارا نام نهاد نجڪاري جي پاليسي تحت معمولي قيمتن تي سرمائيدارن کي وڪرو ڪيا پيا وڃن لکين اڻپڙهيا مزدور بي روزگار ڪيا ويا آهن. بدامني ۽ لاقانونيت جو اهو حشر آهي جو عام ماڻهو پنهنجي گهرن ۾ به محفوظ ناهن. اسٽريٽ ڪرائم سبب هر شهري ۽ ڳوناٺو بئي ماڻهو مان خوف محسوس ڪري رهيو آهي، سون، موبائل ۽ گاڏيون ڦرڻ عام رواج ٿي ويو آهي. بجلي ۽ گيس مهنگو. بي روزگاري جو راڪاس خاندانن جي خاندانن کي پيو ويران ۽ برباد ڪري جو ماڻهو پنهنجي جگر جي ٽڪرن کي وڪري لاءِ بورڊ پيا هڻن!.

تعليم ۽ اسپتال رڳو عمارتن جا کنڊرات آهن. ۽ آمريت جا ڊراڪولا خون چوسڻ ۾ مگن آهن. عوامي حقن جي ترقي ۽ پلائي بجاءِ ذاتي ۽ مفادي ترقي جاري آهي، جنهن ۾ عام ماڻهن لاءِ ڪجهه به ناهي.

ڀٽو صاحب اڳيان ترقي جو معيار عام ماڻهو جي ترقي آهي جنهن ۾ ان جي گهر جي چلهه ٻريل رهي جڏهن ته آمريت جي ترقي اميرن وزيرن جي ترقي آهي جنهن ۾ عام ماڻهو جو موت آهي!. آمريت سيٽڙپ ڪاري جي نالي تي قومي ادارا سرمائيدارن حوالي ڪرڻ کي ترقي چوي ٿو. جمهوريت ۾ ترقي جو مقصد قومي ادارا ورڪرس حوالي ڪرڻ آهي، آمريت ڊائون سائزنگ. رائيٽ سائيزنگ جي نالي ۾ لکين محنت ڪشن کي بيروزگار ڪرڻ کي ترقي چوي ٿي. جمهوريت قومي ادارن جي پيداواري سگهه ۽ صلاحيت کي وڌائڻ ۽ نوان محنت ڪش ڀرتي ڪرڻ واري عمل کي ترقي چوي ٿي.

شهيد ذوالفقار علي ڀٽو لکين ڪروڙين ماڻهن کي ڪنهن به فرق کان مٿانهون ٿي روزگار ڏنو. علم ڏنو. سچ ڏنو. سڀ کان اهم ته هن ماڻهن کي شعور ڏنو جنهن سان پنهنجي حق جي سڃاڻپ ۽ اهميت سمجهه ۾ اچي ٿي. تڏهن ته اڄ به ڀٽو صاحب جي نظريات جي سرواڻ ڀيڻ بينظير ڀٽو جي قيادت ۾ اهي ڪروڙين ماڻهو اڄ به پاڪستان پيپلزپارٽي سان گڏ آهن پوءِ چاهي اهي ماڻهو جلسن جلوسن جي شڪل ۾ ميدان ۾ هجن يا ڪن مجبورين ڪري پاسيرا ۽ محدود هجن. ڀٽو صاحب جي حاڪميت جي ان دؤر ۾ ملڪ جا سڀ ادارا سڌريل ۽ مضبوط هئا ۽ عوام ان خوشحالي گهر جي ملڪ ۾ داخل ٿي چڪو هو جنهن ۾ زندگيءَ جي سهولتن جو "بڻ بنياد روزگار جا" حاصل هو. ۽ عالمي مارڪيٽن جون شيون اسان جي پورٽن تي لهي چڪيون هيون. ان عظيم تاريخ کي شيطان صفت ضياءَ وڪوڙي سڪوڙي تهه خانن ۽ قيد خانن جي اوندهه ۾ بند ڪري مٿان بارود جا ڍير رکي لڳو پاڻ کي خون خوار شينهن سمجهڻ! هي هئي عوامي قيادت. ڪٿي ماڻهن جي مشڪلاتن لاءِ جدوجهدن جون محنتون ۽ حاصلاتون ڪٿي قيد ۽ بارود جا ذخيرا نمائش ۾ آڻڻ! جمهوريت ۽ ترقي پسند ملڪ ائين ناهن ڪندا. هي هٽلري ذهن پنهنجي ماڻهن کي مڙسي ڏيکاري سچي قوم کي ڏچي ۾ وجهي ويو آهي، سچي مهذب تاريخ خراب ڪري ويو آهي. فقط هڪڙو غير سالم ذهن ضياءَ. آمر ضياءَ!. جو نتيجو

آهي، جنهن پنهنجي نيڪ محسن ذوالفقار علي ڀٽو کي ڦاهيءَ چاڙهيو!، ڇا ٿيو!؟ بس حسينيت جو پرچم بلند کان بلند تر ٿيو.

جيستائين هن خراب تاريخ ۾ قاتل عوام اجهي، لٽي ۽ اٿي لاءِ جدوجهد ڪندي، جستيائين آمريت جي سرڪشي نئين شڪل ۾ موجود رهندي، جيستائين ڪچي آبادين کي ڊاهي ميدان ڪرڻ لاءِ بلڊوزر هلندا. جيستائين بک، بيروزگاري ۽ غير مهذب رويا رهندا تيستائين جيئي ڀٽو جا نعرا بلند آواز ۾ هلچل ٻڌجي، انڌير جي هن نگري ۾ چمڪاٽ پيدا ڪندا رهندا.

**ڀٽو:** عوام جي پيڙائن ۽ امنگن جو ترجمان

**ڀٽو:** آمريت لاءِ خوف جي علامت

**ڀٽو:** مظلوم ماڻهن جو سهارو ۽ ترجمان

**ڀٽو:** مهذب ۽ انصاف پسند سياسي جدوجهد جي علامت جو اعلان

---

## سيد قائم علي شاهه

پ پ پ صدر سنڌ

عالم، دانشور، اديب ۽ ناول نگار اهي اوچا آهن جن ۾ ريا لالچ ۽ سمجهوتو ناهي، انهن جي سماجي ڪوجنا فڪر ۾ تاريخي تجربن جو نهيل اهو نچوڙ هجي جيڪو اڳ ان وضاحت سان پيش نہ ٿيو هجي، منهنجي نظر ۾ هي ناول اڪيلا ناهيون ۾ اهي اڳيرايون ۽ سچائيون آهن جنهن کي ليکڪ موسيٰ منظور تحرير ڪيو آهي. جيڪو شهيد ذوالفقار علي ڀٽو صاحب تي لکيل آهي. ڀٽو صاحب جيڪو عوامي پلاٽي ۾ انساني تاريخي اهو ڪردار آهي جيڪو صدين ۾ معجزاتي طور پيدا ٿي اهڙا معجزا ڪري ويندو آهي جو ان دؤر کي سنهري بنائي حيرت ۾ بہ وجهي ويندو آهي. اسين سندس نظريات جي پيروي ڪندي ان دؤر جي تاريخ کي واپس آڻڻ جي ڪوشش ۾ سرگردان آهيون، اميد تہ عوام سان گڏ اسان جون ڪوششون پنهنجو رنگ لائينديون ۽ 2007ع کي جمهوريت جو سال ڪري ملهائيندو. شهيد ڀٽو ادب ۽ اديبن جي همت افزائي ڪندو هو، منهنجي طرفان بہ موسيٰ منظور کي واڌايون هجن ۽ خدا هن جي علم ۾ اجان بہ واڌارو ڪري.

---

جيئي ڀٽو سوچ　　جيئي ڀٽو نظريات　　جيئي ڀٽو فڪر

## موسيٰ منظور

ناول نگار حيدرآباد

ذوالفقار علي ڀٽو کي ڦاسي ڏئي شهيد ڪيو ويو، جيڪو قتل هڪ عظيم ۽ روحاني ڪردار بڻجي مزار ۾ تبديل ٿي ويو. ان ۾ هاڻ خاص ڳالهہ هن تي ڌيان ڏيڻو آهي تہ ڀٽو صاحب جي آفاقي سوچ ۽ فطري نظريو بار بار عوام ۾ دهرايو وڃي، تاڪ

اهو سلامت ۽ مٿانهون رهي، جو تہ اهو نظريو ۽ سوچ عوامي آهي، انساني ڀلائي ۽ ان جي حقن جي تحفظ لاءِ آهي، مظلومن جي رهنمائي آهي ۽ ارتقا جي رنگن جي نشاني آهي، سوچ، خودمختار ۽ آزاد زندگيءَ لاءِ سگهو ۽ وڏو بحث آهي جيڪو جواز بڻجي ماڻهن جي شعور کي توازن ۾ آڻي انهن کي اعليٰ خيالي ۽ عملي شاهي سوسائٽي جو شخص بڻائي خدا جي سموري دنيا ۾ خير ۽ شر جي ساڃاهہ کي پرکڻ جي توانائي فراهم ڪندو، جنهن سان هو دنيا جي جنگي سازشي ۽ غلاميءَ جي حادثن کان بچي پنهنجو رستو حاصل ڪرڻ ۽ منزل طرف وڃڻ لاءِ خود فهم بڻجندا.

ظاهر ۽ خفيہ جي اڃاڻ ۽ ڪاراڻ کي سمجهڻ لاءِ ۽ ان جي نتيجن کي پرکڻ ۽ استعمال ڪرڻ لاءِ اسانکي سمجهڻ جو اهو دستور ملندو تہ دنيا جي مٿاڇري تي رهي اتي جو سڄو سامان اپنائي صاف رهڻو آهي نہ ٿي دنيا جي هيٺان اڇي پاڻ کي موت جي بحرانن ۾ آڻي خراب ۽ ختم ٿيڻو آهي، هي خدا جي دنيا آهي ان کي سهي سڌي طريقي سان هلائڻو آهي ۽ ان ۾ هلڻو آهي جيئن خدا اسان کي سڌو ناهيو آهي ان ۾ ڪوبہ خراب ڦيرو اسان کي ڦيرائي بدحال بڻائي غرق بہ ڪري سگهي ٿو. ۽ اهو غرق ٿيڻ اسان جو سوچ، نظريات ۽ فڪر جي اخلاقي ۽ ڪمزور حالتن جي ڪارڻ ٿي سگهي ٿو. شهيد ڀٽو نظريہ پاڪستان جي بنياد تي ملڪ ۽ رياست کي مضبوط ڪرڻ سان گڏ عوام جي خوشحالي کي بہ اوليت ڏني ان عمل تي سچائي جي بنياد تي ڪوششون ڪري ڀٽو صاحب پنهنجي ڪردار کي سنهري بڻائي اهو ثابت ڪيو تہ سچائي جو عمل ڏکيو هوندو آهي ۽ اهو ئي تاريخ بڻبو آهي ۽ ڀٽو صاحب پنهنجي عظيم تاريخ پاڻ ناهي اسان کي دنيا جي ترقي لاءِ روحاني طريقو ڏنو جنهن تي عمل ڪري اسين منزل حاصل ڪري سگهون ٿا.

---

**پير آفتاب حسين شاهہ جيلاني**

ايم.اين.اي صدر پ پ پ ڊويزن ميرپورخاص

## پيغام

شهيد ذوالفقار علي ڀٽو هن ملڪ جي غريب عوام کي شعور ڏنو. انهن کي ڳالهائڻ جي سگهہ ڏني، ۽ غريب عوام جي حقن لاءِ آمريت سان ويڙهہ ڪاڏي مزدورن، هارين، شاگردن، عورتن ۽ ملڪ جي پسمانده طبقي جي ماڻهن کي حق ڏنا ۽ آمريت سان وڙهندي پنهنجي جان جو نذرانو ڏنو. شهيد ذوالفقار علي ڀٽو ۽ سندس نياڻي محترمہ بينظير ڀٽو عوام جي حقن لاءِ مسلسل جدوجهد ڪري عوام جي دلين ۾ هميشہ لاءِ پنهنجي جاءِ ناهي ڇڏي آهي، شهيد ذوالفقار علي ڀٽو جي 28هين ورسي جي موقعي تي شهيد جي عوام لاءِ ڪيل جدوجهد تي ناول لکي دوستن وڏو ڪارنامو سر انجام ڏنو آهي، جنهن جي لاءِ کين مبارڪباد ڏجي ٿي، شهيد جي زندگي تي ناول دستاويزي فلمون ۽ ان قسم جو ٻيو مواد ڇپجڻ ضروري آهي، جيئن نئين نسل شهيد جي ڪارنامن ۽ سندس جدوجهد سان ڀرپور زندگي بابت آگاهي حاصل ڪري سگهن.



ڪجھ رايا آهن تہ هن مصروف ۽ اليڪٽرانڪ ميڊيا دؤر ۾ ادب ۽ پرنٽ ميڊيا ڏ ٻجي ويا، جيئن چئجي تہ شهرن ۾ رنگين بلبن جي تعداد وڌڻ ڪري آسمان ۔ ي تارن جي اهميت گهٽجي وئي!!
ادب جي ترقي جو ڪو غير معروف رڳو پراڻو دؤر هو چا...!؟ نہ، بلڪ اهو خوشامدي ۽ نندي پڪيڙ جو منجهائيندڙ ۽ مخصوص ادب هو. سو اهو ختم ٿي ويو. جيئن پيپلز پارٽي جي اڳيان غير فطري ۽ ڦرلٽ واريون پارٽيون وسامي بي جان ٿي ويون، انهن ۾ سچائي جو جگر نہ هو.
سين ڏسنداسين ٻاهر جو ادب اڄ بہ ترقي تي آهي! جو تہ سنو ادب ٿي شرافت، سچائي ۽ انصاف مهيا ڪندو آهي جيڪو سڌي، ڏکهي ۽ محنت واري رستي ۔ي ڏکهي ڪوشش جو اثرائتو سفر آهي، ان جو اصل تعلق روحاني جذبن جي احساسن سان آهي، اهو شارٽ ڪٽ جي لالچ لاءِ آساني ناهي. اليڪٽرانڪ ميڊيا جو بنياد بہ اهو ادب آهي، ذخيرو آهي ڪچي مال جو، فرق معيار جو آهي.
اسين ڪالهوڪي خراب دؤر سان ٻڌل ناهيون، اسين پنهنجي اڄوڪي نئين دؤر سان ۽ نئين زندگيءَ جي چاهہ سان ۽ ڪم سان ٻڌل آهيون. اسين ۽ دنيا جو سڀ انهن سان ٻڌل آهيون. جيڪي نئين روشن زندگي ۽ نئين هلچل جي ساٿ ۾ عملي يقين رکن ٿا.
مخدوم خاندان جو گهراڻو علمي ۽ ادبي گهراڻو هئڻ ڪري هن هميشہ سنڌ جي علم ۽ ادب جي ڪوششن کي همٿايو آهي. مهذب ۽ دور انديش ذهنن لاءِ هي ناول اڪيلا ناهيون نئين زندگي جي جستجو ۽ نئين دنيا ۾ هلڻ لاءِ سٺي رهنمائي آهي.

**محترم سائين مخدوم جميل الزمان**

ڪوآرڊينيٽر سنڌ

پ پ پ سينئر اڳواڻ

## سيد خورشيد شاهه
ٻ پ پ سينئر رهنما ۽ ايم اين اي سکر

اهو ملکي تاريخ جو بدترين ۽ تاريخي ڏهاڙو هو، جنهن وقت ملڪ جي عوام ڀٽو ته ڀٽو صاحب جي اقتدار جو تختو اونڌو ڪيو ويو آهي. اهو ان دؤر جي غير ساجاهه وند حڪمرانن طرفان ڪرسيءَ جي لالچ ۾ اچي تڪڙو ۽ غلط قدم هو. ۽ ان کان وڌيڪ خراب ڳالهه اها تي جو ڀٽو صاحب کي نيٺ ڦاسي ڏيڻ جو به فيصلو ڪيو ويو ۽ ڦاسي ڏئي ڇڏيائون!!.

هي رڳو شهيد ذوالفقار علي ڀٽو لاءِ ڦاسيءَ نه هئي، بلڪ ملڪ جي ڪروڙين عوام جي جذبن کي ڦاسي چاڙهيو ويو. جمهوريت جي آزاد فضا کي ڦاسي چاڙهيو ويو ۽ جدوجهد جي نيڪ عملن کي طاقت جي زور تي گهيري بيهاريو ويو ۽ ملڪ جي ارتقا جا سمورا منصوبه به جبلن جي ڪاهي ۾ اچلي فنا ڪيا ويا. ۽ ڪارو دؤر شروع ٿي ويو پر ان کان پوءِ وري اها به تاريخ لکجي وئي ته پاڪستان پيپلزپارٽي نياڻي بينظير ڀٽو جي سرواڻي ۾ به دفعا پرپور شور زور سان برسر اقدار آئي، ايستائين ملڪ ۾ ڪي به عالمي خلل پيدا نه ٿيا. ڇو ته ملڪ کي سياسي ذهن هلائي سگهندا آهن ۽ هلائيندا آهن. ان جي نسبت اڄ ملڪ بدبخت حالتن جي سائي ڪاري دؤر ۾ داخل ٿي چڪو آهي، جنهن جي نجات وري به سياسي رهنمائن جي سائي ۾ حاصل ڪري سگهجي ٿي. اسين اڄ به دوراندیشي سوچ واري نظريي تي قائم رهي. جيڪو ڀٽو صاحب طرفان عوام کي مليل آهي. ان جي بنياد تي اهوئي مشورو ڏينداسين ته خدارا غير سالم ۽ سستا ذهن ۽ غير جمهوري طبقا هٽائي عوامي قيادتن کي اڳيان آڻيو ۽ انهن کي سياسي ڪردار ادا ڪرڻ ڏيو. جنهن ۾ اسان جي ملڪ ۽ عوام جو ڇوٽڪارو آهي ۽ ان کان وڌيڪ ٻيو ڪوبه رستو ناهي.

---

جيئي ڀٽو　　　جيئي ڀيڻ بينظير ڀٽو　　　جيئي غريب عوام

## پير مظهر الحق
ٻ پ پ ڪارڪن ۽ سينيئر اڳواڻ

سڄي دنيا جي مظلوم ۽ مسڪين عوام جي آئيڊيل ليڊر، ٽين دنيا جي عظيم قائد ۽ پاڪستان جي غريب، پيڙهيل ۽ ڏاڍ جي شڪار عوام جي عظيم ترين رهبر قائدعوام شهيد ذوالفقار علي ڀٽي کي اڄ به هيترن ورهين گذرڻ کان پوءِ اسان ائين ياد ڪيون ٿا جيئن هو اسان جي وچ ۾ موجود آهي ۽ اسان جي رهنمائي ڪندو رهي ٿو. موسيٰ منظور پنهنجي ناول ۾ جيڪي ڪردار پيش ڪيا آهن انهن کي حقيقت جي ايترو ويجهو ڪري ڇڏيو اٿس جو هر پڙهندڙ انهن ۾ حقيقي ڪردارن کي پروڙي وٺي ٿو. ايتري قدر جو جيڪڏهن سرورق تي شهيد جي تصوير نه به هجي ها ته به هر پڙهندڙ آساني سان سمجهي وجي ها ته ناول جومک ڪردار سواءِ شهيد ڀٽي جي ٻيو ڪوبه نه ٿو

تي سگهي. موسيٰ منظور جي ڪاوش تي داد ڏيڻ کان سواءِ نہ ٿو رهي سگهان پٽي شهيد ء سنڌس بهادر نياڻي ۽ سياسي وارث محترمہ بينظير ڀٽو سان سنڌس والهانہ عقيدت تي مان ڪيس سلام پيش ڪيان ٿو. پاڪستان پيپلزپارٽي جي هڪ ادنيٰ ورڪر جي حيثيت ۾ مان ڪيس هن ڪان وڌيڪ ڪهڙو خراج تحسين پيش ڪيان جو سنڌس ناول سنڌ جي عوام ۾ هٿئون هٿ ڪپي ويو ۽ هاڻ نئون ايڊيشن شايع ڪرڻو پيو اٽس ڪيس اها صلاح ضرور ڏيندس تہ ان جو اردو ترجمو ڪري شايع ڪرائي سڄي پاڪستان جي پڙهندڙن لاءِ پڻ پاڻ پتوڙي. ان سڄي ڪاوش ۾ سنڌس ياٽر عاشق علي ۽ احسان الله سمون پڻ ياڱي پائيوار آهن جيڪي پڻ جس لهن.

---

## سيد نور شاهہ هاشمي

سينئر رهنما پ پ پ. ضلع مٽياري

مٽياري شهر جو هاشمي خاندان پنهنجي پروقار حيثيت رکي ٿو. جيڪو سنڌ جو ڪلاسڪ پيراڻو گهراڻو آهي جنهن جو سلسلو پيڙهين ڪان هلندو اچي، ان جو معيار اهو آهي تہ اتي جي عوام پنهنجي عزت نفس، مال ۽ امن جي حوالي سان ڪابہ شڪايت نہ ڪندو. جمهوري قدرن جي ڪليل ارتقائن ۾ هو خوذتار آهن. مختلف برادرين ۾ اتفاقي تڪرارن جا فيصلا هاشمي هائوس مٽياري ضلع ۾ وڏي نيڪ نيتي ۽ فڪر جي بنياد تي ٻڌا ۽ آخر ناهيا وڃن ٿا. جنهن ۾ ٻئي ڌريون ڪير ڪنڌ تي مبارڪن جو مينهن وسايو ڏين.

۽ هي بہ هڪ اتفاق آهي تہ جڏهن بمبئي ڪراچي سان گڏ هئي تہ ان وقت سيد نور شاهہ هاشمي صاحب جن جو والد گرامي مرحوم سيد بقادار شاهہ صاحب حيدرآباد ضلعي مان ايم اين اي جي سيٽ حاصل ڪندا هئا تہ وري لاڙڪاڻي مان شهيد ذوالفقار علي ڀٽو صاحب جو والد شاهنواز ڀٽو ايم اين اي جي سيٽ حاصل ڪندو هو. ان ۾ خاص ڳالهہ هي تہ اهي ٻئي شخص وري هڪ ٻئي جا بهترين دوست بہ هئا. ۽ وري هي بہ ڳالهہ حيرت جي ٿي تہ جڏهن ڀٽو صاحب پاڪستان پيپلزپارٽي جو بنياد وڌو تہ سيد نور شاهہ هاسمي ڀٽو صاحب کي لبيڪ چئي ان ۾ شامل ٿيو ۽ چار دفعا ايم .پي.اي جي سيٽ تان ڪاميابي حاصل ڪئي. ۽ جڏهن بہ ڀٽو صاحب حيدرآباد مٽياري ايندو هو. سيد بقادار شاهہ جي گهر جي ماني تاريخي واسطن جي حجت سان کائيندو هو ۽ سائين بقادار شاهہ کي چاچا ڪري چوندو هو. اهي محبتون، صحبتون ۽ اعتبار اڄ بہ پنهنجي حيثيت ۾ چٽا آهن جو هاشمي خاندان پنهنجي اِنا کان ڌار ٿي اڄ پيپلز پارٽي سان وابستہ آهي، جنهن ۾ هن وقت سيد نور شاهہ هاشمي جو نوجوان فرزند سيد امير علي شاهہ هاشمي صاحب مٽياري ڊسٽرڪٽ ۾ پ پ پ جا صدر آهن.

اسين سچ پبليڪيشن اداري وارا جڏهن بہ سائين وٽ هاشمي هائوس تي ويا هونداسين اتي پاڪستان پيپلزپارٽي جو جهنڊو ڦڙڪندو نظر آيو. ۽ اوطاق تي هر وقت ماڻهن جي رش نظر آئي، رڳو ايترو نہ. بلڪ فراخدلي جي حد ڏسو اتي چانهہ. پاڻي، ماني، آئسڪريم ۽ ان کان وڌيڪ سائين جو فڪري انداز ۽ اندر جي محبت اهڙو گهائل ڪيو جو پ پ پ جي جهنڊي جا تصور جهڙو وڌيڪ چٽا ٿيو پون ۽ ٻين ٻي رخي ماڻهن

جي ڪٿ بہ جهڙو ان وقت دل تان لهيو وڃي ۽ ماڻهو هلڪو ٿيو پوي. هڪ طرف درگاهہ فضيلت ۽ نگر نياز ۽ عقيدتمند ٻئي پاسي اوطاق سماجي ۽ سياسي وابستگي ۽ واسطيدار ۽ اتي بہ ساڳيو نگر نياز ۽ فرادخلي. بحرڪيف خدا جنهن کي ڏي اهو ان کي ٿاهي هلائي ۽ نرم دلي جي قدرن سان پيش اچي اهو هن دؤر ۾ هر جڳهہ تي نظر نٿو اچي.

جڏهن اسين سائين نور شاهہ هاشمي وٽ پهتاسين ۽ ڀٽو صاحب تي لکيل پهرئين سنڌي ناول جي نئين رنگين ايڊيشن لاءِ ڀٽو صاحب جي ڪردار تي تاثر ڏيڻ جو عرض ڪيوسين تہ ان وقت اسان کي جيڪا محبت ملي اها تہ الاهي پيچ ڪائي ويندي پر هن وقت مختصر سائين جي زباني پيش ڪجن ٿا.

نور شاهہ هاشمي: اها ٻي ڳالهہ آهي تہ ذوالفقار علي ڀٽو صاحب بنگال جي ٽٽي وڃڻ کان پوءِ ملڪي اڳين رهنمائن جو ڪريل حوصلو پاڪ ڌرتيءَ تي جهڪي ڪنيو هو ۽ ان کي مٿي ڪيو هو. بلند ڪيو هو. جيڪو حوصلو هڪ عظيم سانحي ۽ تاريخي واقعي کان پوءِ بوڪلائجي شڪست جي گهٽين ۾ وڃائجي ويو هو. ۽ ان وقت سڀ رهنما ساڪت جو شڪار هئا. ڪجهہ سمجهہ ۾ نہ پئي آين تہ ڇا ڪن. ڀٽو صاحب ڇيو جيڪو ڪجهہ جتي وڃايو اتئون اتيئي ڳولهڻو پوندو. ۽ ڳولهڻ لاءِ خدا اسان کي سچي دنيا جي سرزمين بہ ڏني آهي. پر سرزمين پاڪ کي وري وقار ۾ تبديل ڪبو. جنهن تي ڀٽو صاحب سٺن ذهين ۽ معياري ساٿين سان گڏجي ملڪي وقار بحال ڪرڻ جو ڪم شروع ڪري ڏنو. ۽ هڪ زبردست ۽ پهريون آئين تخليق ڪيو. جيڪو ملڪي ڪاروهنوار هلائڻ جو هڪ عظيم تصور هو. جنهن کي عملي شڪل ڏيڻ لاءِ هن وڏن عالمي رهنمائن سان رابطا شروع ڪري ڏنا. ۽ ملڪ لاءِ ڪرڻ شروع ڪري ڏنو.

۽ اها بہ ٻي ڳالهہ آهي تہ ان وقت پاڪستان جي پلاٽي لاءِ وفاق کي ترجيح ڏئي وڏيڪ مضبوط تہ ڪيو ويو. پر ملڪي خود داري. استحڪام ۽ هلچل کي نئون روپ ڏيڻ لاءِ ننڍن صوبن جي رهنمائن کي بہ اهميت ڏئي ارتقا جي ان ٻيڙي ۾ پاڻ سان گڏ ڪنيو. جنهن ۾ سپيئي همت شجاعت ۽ اميد سان گڏجي هن عظيم سفر کي اڳتي وڌائڻ لڳا. جنهن جي منزل. واپس پاڪستان کي وڌيڪ اڪيڙڻ کان بچائڻ ۽ ان جا گهانچا پرڻ هو. جنهن ۾ عوام جي گهرن جا چلهاَ ٻارڻ لاءِ تيل يعني روزگار بہ ميسر ڪرڻو هو تہ وائڙپ جي زندگين جو ڏيئو بہ ٻارڻ هو. اهو شملہ معاهدو ڪري ڀٽو صاحب ملڪ تان ٻي جنگ جو ٽينشن لاهي ترقيءَ جو رستو آسان ڪري ڇڏيو. ۽ وڌيڪ سون تي سهاڳو اهو ٿيو تہ ڀٽو صاحب سمورن ملڪن سان دوستاڻا تعلقات وڌائڻ شروع ڪيا. ان دوران ڀٽو صاحب ملڪي رهنمائن ۽ خاندانن سان بہ بهتر رويا قائم ڪيا. ان وقت منهنجي والد گرامي مرحوم سائين سيد بقادار شاهہ هاشمي صاحب جا سائين شاهنواز ڀٽو سان پائراڻا لاڳاپا هئا. ان بنياد تي ذوالفقار ڀٽو صاحب بابا کي چاچا ڪري چوندو هو. ۽ عزت ڪندو هو. ۽ مٽياري جڏهن بہ ايندو هو تہ بابا سائين وٽ اچي رهندو هو ۽ اسان جي سيد برادري سان دل جي گهراين سان ڪيڏو نہ نفيس ۽ شفيق نموني پيش ايندو هو. اهوئي تہ ڀٽو صاحب جو جادو هو جيڪو هو پيار جي نرمي سان پيش اچي مهذب رويي جي پيش ڪرڻ جي انتها ڪري ڇڏيندو هو. اخلاق جي ان ڪردار جي اثر ڪري ڪيڏا

ماڻهو ڀٽو صاحب جي گرد ميڙ ناهي چاهه سان پيا ان کي چاهيندا هئا! پنهنجائپ جي ان ڪشش ڪري بابا سائين ڪان پوءِ ادا وڏا سائين سيد زمان شاهه هاشمي صاحب ڀٽو صاحب سان گڏ جدوجهد ۾ رهڻ لڳا. ان وقت بابا سائين حيدرآباد مان ايم اين اي چونڊبا هئا ته شاهنواز ڀٽو صاحب لاڙڪاڻي مان ايم اين اي چونڊبا هئا. ان دؤر ڪان ايستائين حالتن ڪيڏا موڙ ڪاڌا پر پاڪستان پيپلزپارٽي سان اڄ به مٽياري ضلع جو هاشمي خاندان پنهنجي عقيدت مندن دوستن احبابن سان ان جوش جذبي ۽ سچائي گڏ نباهيندو اچي اسان جون هي جدوجهدون، قربانيون ۽ وفاداريون ڀٽو صاحب جي ان عوامي رهنمائي واري ٻيڙي ۾ جيئن پلئجي داخل ٿيون هيون تيئن اڄ به ڀٽو صاحب جي شهادت ڪان پوءِ به ان سفر جون ڪوششون جاري رهنديون اچن. جنهن ۾ ڀٽو صاحب جو رهيل مشن مڪمل ڪرڻ لاءِ اسان دل جان سان هر رڪاوٽ ۽ مايوسي کي نڪرائي عوام جي منزل ڏانهن گامزن آهيون. اسان کي اميد آهي ته انشاءَ الله اهو وقت پري ناهي جڏهن عوامي راڄڌاني ۾ عوام جائي مسئلا حل ڪيا ويندا ۽ عوام جا ئي نعره بلند هوندا. اسين يادگار 4 اپريل جي هن موقعي جي روشن ڏينهن تي اهو وچن ٿا ڪيون ته ڀٽو ازم جو رهيل عوامي مشن عنقريب مڪمل ڪري خود مختار عوام کي پنهنجي خود مختار منزل ضرور ڏينداسين. پيڻ بينظير ڀٽو جي قيادت ۽ حڪمت عملي سان عوامي حق ضرور حاصل ڪنداسين. الله حافظ

---

**فرحين مغل**
پ پ پ ايم .پي.اي

# سياست جي دنيا ۾...!!

دنيا مان امن جو پکي پکڙي، ان کي ڪيئن ته گهٽيو ويو ۽ ماريو ويو ۽ ان جو آکيرو ڊاهي برباد ڪرڻ لاءِ پورو زور لاٿو ويو ان جي وضاحت تحرير ڪرڻ ڪيڏي نه ڏکي آهي. ۽ ظالمن جي ظالمانه زور آوري جو نقش ڇٽڻ به ڪيڏو نه ڏکيو آهي، اها ته ان وقت انهن کي پنهنجي اذيت جي خبر هوندي، جن سان اهو سڀ ڪجهه، ۽ ايترو ڪجهه ٿيو. ۽ ڦاهي تائين پهچڻ ۽ ڦاهي جي اذيت برداشت ڪرڻ ۽ پوءِ به سمجهوتو نه ڪرڻ، سهي اصولن تي قائم رهڻ ۽ ظلم جي اذيت سهندي سهندي آخر هڪ ئي سٽڪي ۾ ساهه ڏيڻ، اهو ته ڀٽو صاحب کي ان اذيت جي خبر پيئي هوندي. جنهن نفيس انسان دنيا جي طاقتور ۽ بااصول حق ۽ سچ ۽ عواميت لاءِ ۽ قيامت جي ڏينهن شرمسار نه ٿيڻ ڪاڻ اهو ڪجهه برداشت ڪيو جنهن سچائي جو عظيم مثال اڄ به دشمنن کي ڊيڄاري ٿو. ۽ ڀٽو صاحب جي فيملي کي ان ڳالهه ان اذيت جي خبر هوندي جنهن جي آکيري ۾ سوين سوراخ ڪيا ويا، سوين ڏار وڏا ويا پوءِ به هو سنڌ درياهه وانگر فراخدل ۽ وهندڙ ندي آهي نه ته نديءَ جو سانچو ته آهي، جنهن ڪمال کي هن دنيا جا ۽ ايندڙ دنيا جا ماڻهو هڪ عظيم تهذيب طور حيرت مان ڏسندا ۽ اچرج جو مظاهرو ڪري ٿيوريون ۽ PHD لکندا رهندا، جيئن موسيٰ منظور ناول لکيو آهي ۽ ٻيا ڪيترا

قلمڪار پٽو جهڙي عظيم شعوري خزاني مان مختلف نموني موتي ميڙيندا رهندا آهن ۽ ميڙيندا رهندا. جنهن پٽو عظيم حق ۽ سچ جي قدرن ڪاڻ ۽ طبقن جي جنگ ۾ اٽل رهيو ۽ سچ جو مينار ناهي ورتو. جيڪو پٽو صاحب جي مزار وانگر ايڏو اوچو آهي جيڪو هميشه قائم رهندو.

حالانڪ ٻيا بہ سياسي ڪردار هئا ۽ آهن پر پنهنجي نالي جي غرور ۾ اچي، محدود خراب ۽ قرلٽ جي سوسائٽي تائين رڪجي، شراب جي نشي جي مدهوشي وانگر ائين ڊبجي رهجي ويا آهن جهڙو هو هئا ئي ڪونہ. يا هن دؤر ۾ آهن ئي ڪونہ.

پر پوءِ بہ پٽو صاحب جو نالو اڄ بہ رات جي چنڊ جيان جرڪي رهيو آهي. سمنڊ جي لهرن ۾ شور اٿن تا هوائن ۾ رڙم اپرن تا تنهنجي شهادت اي پٽو ۽ هٿ مهنديءَ وارا وٽن تا هاڻ اڳتي ڪجھ مختصر وضاحت ڪندي هلان....

سياست جي ابتدا ڪڏهن ڪئي اهو ٻڌائڻ ڏکيو آهي ڇاڪاڻ تہ ٻئي درجي ۾ پڙهندي هيس تڏهن اسين نئين ديري ۾ رهندا هياسين ڇاڪاڻ تہ ڊيڊي لاڙڪاڻ سگر ملز نئون ديرو ۾ انجنيئر هيو ۽ پ پ پ جو عهديدار بہ هيو.

اسان جي گهر جي بلڪل سامهون عيدگاھ هئي ۽ پرئين پاسي پٽو صاحب جو بنگلو هيو. اسين اڪثر راند ڪيڏندي يا اسڪول مان واپسيءَ تي پٽي صاحب جي بنگلي تي ويندا هياسين جتي بيگم شيرين امير رهندي هئي جيڪا ٻارن کي تمام گهڻو پيائيندي هئي. عيد جي ڏهاڙي پنهنجي ڊيڊي سان گڏ عيد نماز پڙهڻ لاءِ عيدگاھ ويندا هئاسين. پٽو صاحب تڏهن وزيراعظم هئا ۽ ساڳي ئي عيدگاھ ۾ عيد جي نماز پڙهڻ ايندا هئا. پٽو صاحب اڄڪلھ جي حڪمرانن وانگر ايترو پروٽوڪول ڪونہ استمال ڪندا هئا. عوام ۾ گهلي ملي ويندا هئا عيد نماز پڙهي هر خاص و عام سان ملندا هئا. انهيءَ طرح جڏهن ڊيڊيءَ سان عيد ملندا هئا تہ اسان بہ ساڻن هٿ ملائي تمام گهڻو خوش ٿيندا هئاسين. مون کي ياد آهي تہ هڪ ڀيري اسان کي ڊيڊيءَ سان گڏ ڏسي پٽو صاحب چيو هيو تہ ٻارن کي بہ سياستدان بڻائيندين ڇا؟

مون کي ننڍي هوندي کان ئي سياست جو شوق هوندو هيو. ڊيڊيءَ سان سياسي گفتگو ڪرڻ ۽ بحث ڪرڻ معمول هوندو هو.

منهنجي ڏاڏي 1972ع کان مسلسل پيپلزپارٽي شعبہ خواتين سکر جي رابطہ سيڪريٽري هئي جنهن جو نالو نواب بيگم مغل هو ۽ بيگم ڊاڪٽر بشير احمد نارو سنڌ جي صدر هئي جيڪا پڻ سکر ۾ رهندي هئي.

جڏهن سکر ڏاڏيءَ جي گهر ويندا هئاسين تڏهن ڏاڏي پاڻ سان گڏ جلسن جلوسن ۾ وٺي ويندي هئي. پوءِ ڊيڊيءَ جي Promotion تي ۽ اتان Transfer تي پاڪ سعودي فرٽيلائزر فيڪٽري ميرپورماٿيلو (هاٿوڪي ضلع گهوٽڪي) ۾ ٿي تہ اسين لڏي اچي ميرپو ماٿيلو ۾ رهياسين. تنهن زماني ۾ ڊيڊيءَ پيپلز ليبر بيورو سنڌ جو آرگنائزر آفيسر مقرر ٿيو. 1977ع جي اليڪشن کان پوءِ 5 جولاءِ تي پٽو صاحب جي حڪومت ختم ڪئي وئي ۽ جنرل ضياءَ الحق جي ڊڪٽيٽرشپ ۽ مارشل لا جو دور شروع ٿي ويو اهو دور پيپلز پارٽيءَ جي ورڪرن لاءِ ڏکيو ترين دور هيو. پٽي صاحب سميت پيپلز پارٽيءَ جي تمام ليڊرن ۽ اهم ماڻهن کي گرفتار ڪيو ويو. تڏهن ڊيڊيءَ کي بہ Arrest

ڪيو ويو. انهيءَ زماني ۾ سکر ۾ پ پ پ عورتن ۽ مردن جا جيڪي بہ احتجاجي جلسا، جلوس ۽ مظاهره ٿيندا هئا تنهن ۾ مان ضرور شريڪ ٿيندي هيس. اهو پرائمري اسڪول جو دور هيو. 1978ع ۾ جڏهن ڪوٽ لکپت جيل ۾ پنو صاحب تي ڪيس هلي رهيو هيو ۽ ملڪ ۾ مارشل لا ۽ 144 لڳل قلم لڳل هئا انهيءَ ڪري ورڪر ڪنهن مزار ۾ جمع ٿي قرآن خواني ڪندا هئا ۽ پوءِ اتان اوچتي جلوس جي شڪل ۾ نڪري پوندا هئا ۽ احتجاجي مظاهرو ڪندا هئا ۽ ريليون نڪرنديون هيون.

اهڙي ئي هڪ مظاهري ۾ مان بہ پنهنجي ڏاڏيءَ سان گڏ شامل هيس بيگم بشيراحمد نارو ۽ بين اڳواڻن سان گڏ منهنجي ڏاڏي کي بہ گرفتار ڪيو ويو تہ مان بہ گرفتار ٿي ويس. انهيءَ طرح چوٿين ڪلاس ۾ پنهنجي زندگيءَ جي پهرين جيل 2 مهينا ڪٽيم.

انهيءَ دوران ڊيڊي بہ جيل ۾ هيو. هڪڙي ڪيس ۾ ضمانت ٿيندي هئي تہ ٻي ۾ گرفتاري ٿيندي هئي. 7 فيبروري 1979ع ۾ ڊيڊيءَ کي آرمي مرڊر (شهيد) ڪري ڇڏيو 35 سالن جي عمر ساڳي ئي سال پني صاحب جي شهادت جهڙو تاريخي الميو بہ ٿيو. جڏهن محترمہ بينظير پنو 1986ع ۾ پاڪستان آئي تہ آئون فرسٽ ايئر ۾ پڙهندي هيس شاهہ لطيف ڪاليج لطيف آباد ۾ ۽ انهيءَ وقت پيپلزپارٽيءَ شعبہ خواتين جي حيدرآباد سٽيءَ جي جنرل سيڪريٽري مقرر ٿيس.

انهيءَ طرح سياست هلندي رهي گرفتار بہ ٿيندا رهياسين. 14 آگسٽ 1986ع تي مارڪيٽ پوليس خواتين کي مظاهرو ڪندي گرفتار ڪيو تڏهن حيدرآباد جي تمام ورڪر خواتين کي پر تشدد طريقي سان گرفتار ڪيو ويو آئون بہ انهن سان گرفتار ٿيس پر پوءِ شخصي ضمانت تي سيني خواتين کي رها ڪيو ويو.

1987ع ۾ ڪراچيءَ ۾ مشهور معصوم سسٽرز جي ريپ وارو واقعو ٿيو. جنهن ۾ ٻن ڀينرن سلميٰ ۽ اسماءِ کي اغوا ڪري ريپ ڪيو ويو انهيءَ سلسلي ۾ پيپلزپارٽي خواتين ونگ طرفان ڪراچيءَ ۾ سنڌ اسيمبليءَ ٻاهران هڪ وڏو مظاهرو ڪيو ويو. انهيءَ مظاهري ۾ آئون سنڌ اسيمبليءَ جو گيٽ ٽپي اندر پهتم ۽ انهيءَ وقت جي وزيراعليٰ غوث علي شاهہ تي رئو اڇلائيم ۽ چوڙيون ڦٽي ڪيم پوليس عورتن تي تشدد جا تمام ريڪارڊ ٽوڙيندي اسان کي گرفتار ڪيو انهيءَ گرفتاريءَ کان پوءِ 1990ع ۾ وينا حيات جهڙو مشهور ڪيس ٿيو اتي حيدرآباد پوليس تمام عورتن کي گرفتار ڪيو ۽ اسان کي حيدرآباد سي آءِ اي سينٽر ۾ رکيو ويو.

1987ع ۾ ئي پيپلز پارٽي شعبہ خواتين حيدرآباد ضلعي انفارميشن سيڪريٽري مقرر ٿيس، وري 1987ع ۾ ئي حيدرآباد ضلع جي جنرل سيڪريٽري ٿيڻ کان پوءِ 2003ع تائين حيدرآباد ضلع جي جنرل سيڪريٽري رهيس هينئر حيدرآباد ڊويزنل جي جنرل سيڪريٽري آهيان ۽ پ پ پ جي ٽڪيٽ تي سنڌ اسيمبليءَ جي ميمبر بہ آهيان. 16 اپريل 2005ع تي آصف علي زرداريءَ جي استقبال جي لاءِ لاهور وياسين جتي پوليس گرفتار ڪيو. 1996ع ۾ PIA ۾ گروپ 7 ۾ انڊسٽريل ريلشن آفيسر جي نوڪري ملي پر جيئن پيپلز پارٽيءَ جي حڪومت ختم ٿي تہ نوازشريف اڇڻ شرط سيني سنڌين ماڻهن کي بيروزگار ڪيو انهن ۾ سرفهرست آئون هيس. 3 مهينا حڪومت جي انهيءَ قدم

خلاف PIA آفيس کان تحريڪ هلائيم ۽ 450 سنڌي نوجوانن کي ڪورٽ جي ذريعي بحال ڪرايوسين پر مون کي PIA انتظاميہ ڪنهن بہ صورت ۾ واپس وٺڻ لاءِ تيار نہ هئي.

30 مارچ 1997ع ۾ امتياز احمد راڄپر سان شادي تي جيڪو انهيءَ وقت SDM هيو پر سندس تعلق بہ سياست ۽ سياسي گهراڻي سان اٿس. امتياز پاڻ سپاف جو مرڪزي ڊپٽي سيڪريٽري هيو ۽ سندس والد انهيءَ وقت پ پ پ جي ٽڪيٽ تي نوشهرو فيروز مان MPA هيو ۽ هينئر بہ نوشهروفيروز ضلع جو صدر آهي.

2001ع ۾ جڏهن بلدياتي اليڪشن ٿيا تڏهن ضلع ڪونسلر جو اليڪشن وڙهي ضلع ڪونسلر حيدرآباد ٿيس ۽ خواتين جي لاءِ سنڌي عوام جي بهبود لاءِ تمام گهڻي جدوجهد ڪيم. انهيءَ زماني ۾ جنرل مشرف ريفرنڊم ڪرايو. سڄي ضلع ڪونسل حيدرآباد انهيءَ ريفرنڊم جي حمايت ڪئي ۽ قرارداد پاس ڪئي جنهن جي مان اڪيلي سر مخالفت ڪئي. انهيءَ ڏوهہ ۾ منهنجي خلاف ڪيس بہ درج ڪرايا ويا. انهي کان پوءِ محترمہ بينظير ڀٽو جي واپسي جي قرارداد وڏي جهيڙي کان پوءِ ساڳي ئي ڪائونسل مان پاس ڪرائيم. جنهن تي انهيءَ وقت جي يو سي ناظم ۽ اڄوڪي روينيو منسٽر عِرفان گل مگسيءَ منهنجي خلاف نااهليءَ جو ريفرنس داخل ڪرايو جيڪو اڄ سوڌو پيو هلي.

2002ع ۾ جنرل اليڪشن ٿيا جنهن ۾ محترمہ MPA بڻايو. سنڌ اسيمبليءَ ۾ 2003ع جو بجيٽ ساڙڻ تي منهنجي خلاف ڪيس تہ ڪيا ويا پر منهنجي گهر واري امتياز راڄپر کي جيڪو نوابشاهہ ۾ DDO هو تنهن کي Suspend ڪيو ويو.

2004ع ۾ سنڌ اسيمبليءَ جي اسپيڪر جي خلاف Vote of no Conficlnce پيش ڪرڻ تي وري امتياز کي تڏهن معطل ڪيو ويو جڏهن هو DDO ريوينيو ڊگري هو. انهيءَ طرح مختلف طريقن سان سياسي انتقام جو نشانو بڻايو ويو پر اسان جي PPP سان محترمہ سان ۽ عوام جيڪا Comentment آهي انهيءَ تي قائم دائم آهيون ۽ رهنداسين.

---

## محمد رفيق جمالي

پ پ پ ايم. اين. اي دادو

آمريت جڏهن بہ ملڪ ۾ هولڊ قائم ڪيو آهي تہ سماج ۾ هر طرح جو زوال شروع ٿيو آهي ۽ آمريت جو سرڪش دؤر شهيد ذوالفقار علي ڀٽو صاحب جي حاڪميت جو تختو اونڌو ڪري ضياءَ شاهي قائم ڪرڻ وارو ڏکهو دؤر هو. ان دؤر ۾ بہ ۽ هن غير جمهوري دؤر ۾ بہ پاڪستان پيپلزپارٽي عوامي راڄ قائم ڪرڻ لاءِ پاڻ ملهايو آهي. پوءِ چاهي ڪوڙا هنيا وڃن، خون وهايا وڃن جيل جون سختيون قائم ڪيون وڃن يا ٻين طريقن سان جمهوري قوتن کي سوڙهو ڪيو وڃي. پر هر اهڙي آزمائش جي دؤر ۾ جمهوري قوتن پنهنجو زور شور آزمائي هميشہ اهو ثابت ڪيو آهي تہ جمهوريت ئي اصل ۽ فطري رهنمائي ڪري ملڪ عوام ۽ رياست جي ڀلائي لاءِ ڪم ڪري سگهي ٿي ۽

جمهوريت پنهنجي قوت کي هن قبضي خورن آڏو ڪڏهن بہ پاڻ کي ڪمزور ظاهر نہ ڪندي ۽ نہ شهيد ڀٽو جو عوامي نظريو تڏو ڪرڻ ڏيندي جنهن ۾ عوامي هلچل ۽ ڀلائي جو فطري سامان ۽ زندگيءَ جي ارتقا سمايل آهي. اسين 4 اپريل جي هن موقعي تي اهو اعلان ٿا ڪريون تہ 2007ع عوام ۽ جمهوري قوتن جو سال ثابت ٿيندو. جنهن ۾ وري عوامي رنگن جا ميلا مچندا. روشن رستا ظاهر ٿيندا ۽ وري ملڪ ۾ يڪجهتي ۽ امن جا نوان مثال قائم ٿيندا.

---

ڀٽو زنده باد عوام زنده باد بينظير ڀٽو زنده باد

## سيد علي نواز شاهہ رضوي

پ پ پ رهنما ايم.پي.اي

رضويہ هائوس تي پ پ پ جي عوام جا ميڙ متل هئڻ هاڻ روايت بڻجي وئي آهي شاهہ پور تي لهڻ شرط سامهون رضويہ هائوس نظر ايندو جتي پاڪستان پيپلزپارٽي جو جهنڊو صاف جهولندو نظر ايندو هتي عوامي ميڙ متل هئڻ ڪري اهو احساس ٿيندو تہ پيپلزپارٽي هر ماڻهو جي دلعزيز پارٽي آهي، جنهن جي جهنڊي هيٺ ماڻهن کي اوپراپ نہ بلڪ اميد ملندي، تڏهن تہ ماڻهو پنهنجا مسئلا جوش جذبا ۽ ڪروڌ کڻي اچي رضويہ هائوس تي پ پ پ جي عوامي نظريي جي سمنڊ ۾ اڇلائيندا آهن. جتي موٽ ۾ هنن کي پنهنجي مسئلن جي حل جي حاصلات جي اميد رهندي آهي. سائين علي نواز ڳالهہ ڪندي چيو تہ تاريخ شاهد آهي تہ ماضي ۾ پاڪستان پيپلزپارٽي عوامي مشڪلاتن کي ختم ڪرڻ لاءِ اهي عملي ڪم ڪيا جيڪي اڳ ۽ پوءِ ڪنهن بہ پارٽي نہ ڪيا. ان ئي بنياد تي اڄ بہ ماڻهن کي پنهنجي نسلن جو مستقبل هن ئي پارٽي ۾ نظر اچي ٿو. جيڪا پارٽي مشهور ايشيا فکر شهيد ذوالفقار علي ڀٽو جي هٿن مبارڪن مان نهيل آهي. جنهن پارٽي جي سنڌن کي هن وقت محترمہ بينظير ڀٽو جي قيادت ۾ نئين سگهہ ملي رهي آهي. صبر جي هن ڏکهي عرصي ۾ ٻين پارٽين ۽ رهنمائن عوام لاءِ ڇا ڪيو. رڳو ضلعي حڪومتن جو نندڙو ڍنڍورو ڪٽي اسڪولن جي مرمت واٽر سپلاءِ جي مرمت رستن جي مرمت ۽ گهٽين ۾ بلب لڳارايائون جيڪي هاڻ وساميل آهن. اها آهي حڪومت ۽ ان جي نمائندن جا ڪم. جنهن ۾ انهن اڌ صدي جي پراڻين شين جي مرمتن جا ٺيڪا ڪنيا ۽ اڌوگابر ڪم ڪري پنهنجا پيٽ ڀريا. سي سمورا سرڪاري ادارن جي مرمت جا ڪم هئا. اسين سوال ڪنداسين تہ توهان جي هي ڪهڙي جمهوريت آهي جنهن ۾ سرڪاري مرمت جا ٺيڪا کڻي عوامي ڀلائي جي ڳالهہ ڀيا ڪريو. ڪٿي توهان غريبن جون اجهايل چلهيون ٻاريون آهن ڪٿي توهان بيروزگاري ختم ڪرڻ لاءِ نوڪرين تي لڳل بندش لاٿي آهي. سڄي ملڪ جي عوام جا حاصلاتي رستا بند آهن. جيڪي قرض کڻي وياج متان چاڙهي رڳو ٻچن جي گرهہ لاءِ گروي ٿيندا پيا يا وڃن. تہ انهن لاءِ توهان ڀيو ڇا ڪندؤ؟ آئون اڄ ڀٽو ازم جو قسم کڻي چوان ٿو تہ پاڪستان جي تاريخ ۾ ڪڏهن بہ اهڙي بدنامي ناهي ٿي جيڪا اڄ دنيا جي فائيلن مئگزينن ۽ اخبارن ۾ شايع ٿئي ٿي، خود ڪشي، غربت، بيماري، فاقہ ڪشي، قبيلائي جهيڙا، پيار پرٽا، ۽ ڀيو

اجان ڇا ڪيپي ضمير کي جاڳائڻ لاءِ جو عالمي ادارن بہ اهي رپورٽون ظاهر ڪري ڇڏيون آهن. اسين ڀٽو ازم جو قسم ڪٽي چئون ٿا، تہ پاڪستان کي وري ڀٽو جي ڪردار لاءِ ڀٽو جي انهي ساڳئي نظريي جي ضرورت آهي جنهن کي عملي شڪل وري بہ اسين پاڪستان پيپلزپارٽي وارا ڏينداسين ۽ ڀٽو جي چمن چئن گلن جي گلدان پاڪستان جي سرحد. سنڌ. پنجاب ۽ بلوچستان کي اهوئي شان مان ۽ روشني مهيا ڪنداسين جيڪا ڀٽو صاحب پنهنجي دؤر اقتدار ۾ ڏني هئي ۽ هن 4 اپريل جي يادگار موقعي تي اسان جو هي وچن نوٽ ڪيو وڃي تہ پاڪستان پيپلزپارٽي کان سواءِ سڀ اڳواڻ ذاتي جاگيرون وڌائڻ لاءِ پريشان آهن. هنن کي اندر جو سڪون ڪونهي، ڇو تہ هو عوام جا دشمن آهن قاتل آهن. وقار کان خالي آهن. اسين پيڻ بينظير ڀٽو جي قيادت ۾ ڀٽو صاحب جو رهيل مشن پورو ڪري پوري قوم کي باوقار ۽ خود ڪفيل بڻائڻ تائين سڪ جو ساهہ کڻنداسين. انشاءَالله ال آمين.

---

**اياز سومرو صاحب**

پ پ پ ايم .پي.اي ۽ صدر ڊسٽرڪٽ لاڙڪاڻہ

# 4 اپريل جو ڏهاڙو، ڀٽو جو عوام سارو

4 اپريل جو عظيم ڏهاڙو اڄي ۽ سڄي ملڪ جون گهٽيون، رستا. چوڪ. وستيون واهڻ. ننڍا ۽ وڏا شهر ذوالفقار علي ڀٽو جي نعرن سان نہ گونجن! سوال ئي پيدا نٿو ٿئي، ورسيون تہ ٻين جون بہ ٿينديون آهن. پر هي اهو عظيم رهنما آهي، جيڪو ملڪي سالميت لاءِ هتي رهندڙ مختلف قومن ۾ ڀائيچاري جو اهڙو تہ ٻج پوکي ويو آهي جنهن جو سلو ڪڏهن بہ مرجهائڻ جو ناهي ۽ نہ ئي ان جي سبزائي لهسائجڻ جي آهي، هي قومي سبزائي پاڪستاني جهنڊي جي مٿيرائي ۽ مان شان وڌائڻ لاءِ آهي، جنهن ۾ پنجاب، سنڌ، سرحد ۽ بلوچستان کان سواءِ آزاد ڪشمير ۽ ٻاهرين دنيا ۾ رهندڙ پيپلزپارٽي جا ڪارڪن هي ڏهاڙو ڀٽو صاحب جي ياد سان گڏ ملڪي ايڪي خاطر بہ ملهائڻ جو جذبو ورجائي ملڪي جذبي کي اڀاريندا آهن، جنهن ۾ هنن جي عظيم ليڊر جا ڪارناما ۽ قربانيون شامل آهن. اسين اميد ٿا ڪيون تہ پيڻ محترمہ بينظير ڀٽو سان گڏ ملڪ جو عوام سندس رهبري ۽ دور انديشي قيادت واري سربراهي ۾ هن 4 اپريل جي عظيم ڏهاڙي کي جوش جذبي سان ملهائي اڄان بہ مٿانهون ۽ روشن ڪندا، ۽ ڀٽو ازم کي وڌيڪ هلچل ڏئي پنهنجا حق حاصل ڪندا ۽ پيڻ بينظير کي وزيراعظم جي روپ ۾ ڏسي ڀرپور خوشي جي اظهار سان جيئي ڀٽو چوندا، جنهن ۾ هنن جي نئين نسل جو مستقل واڳيل آهي، اسان پر اميد آهيون تہ 2007ع پاڪستان پيپلزپارٽي ۽ عوامي حقن حاصل ڪرڻ جو سال ثابت ٿيندو، جيئي ڀٽو، جيئي عوام، جيئي بينظير ڀٽو.

رئيس بشير خان سريوال
ماتلي
سينيئر پ پ پ اڳواڻ ۽ سنڌ ڪائونسل ميمبر

# ڀٽو جي دؤر جو عوامي پاڪستان

اها ٻي ڳالهه آهي تہ ايشيا جي مرڪزي ۽ وڏي پارٽي پاڪستان جي پيپلز پارٽي آهي، ۽ اها بہ ٻي ڳالهه آهي تہ چائنا ۽ انڊيا جي جاگرافيائي ۽ آدمشماري جي حوالي کان هٽي اسين ڏسنداسين تہ پاڪستان جي ذوالفقار علي ڀٽو پنهنجي دؤر ۾ جيڪا شهرت ۽ حيثيت حاصل ڪئي اها ان دؤر جو عالمي حيثيت جو هڪ ڏاڪو هو. ايڏي خوش بخت ڪامياب سوسائٽي ۾ رهندي بہ ڀٽو صاحب پنهنجي ملڪ ۽ پنهنجي پارٽي جي هڪ ڪارڪن سان بہ انهيءَ جوش جذبي ۽ چاهہ سان هٿ ملائي خوش طبعي انداز جو مظاهرو ڪندو هو ۽ گڏوگڏ پنهنجي اندر جي پروقار شخصيت بہ ظاهر ڪندو هو. ۽ انهي انداز سان عالمي رهنمائن سان بہ ساڳي گرمجوشيءَ جو ان ئي چاهہ ۾ گرمجوشي جو مظاهرو ڪري انساني برابري جي حقن جا نشان چٽا ڪندو هو.

مون کي ياد آهي تہ ڀٽو صاحب چاچا نجم الدين سريوال جي دعوت تي ماتلي ۾ اسٽيشن واري بنگلي تي جڏهن آيو هو تہ ان وقت ماڻهن جو سمنڊ هو ان جلسي ۾، جنهن ۾ ڀٽو صاحب چيو هو تہ: اسان جي پارٽي ۾ هر ننڍي ماڻهو کي اهائي حيثيت آهي جيڪا هڪ وڏي ماڻهو کي مليل آهي، ۽ اسين هر ماڻهوءَ جي اهائي خدمت ڪنداسين ۽ مشڪلاتن کي ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪنداسين جنهن جو هو حقدار آهي!

ان دوران هڪ ماڻهوءَ سوال ڪيو: پيٽا صاحب! اسان کي ڇا مليو؟

موٽ ۾ ڀٽو صاحب چيو هن ايڏي وڏي عوامي ميڙ ۾ تون ڪنهن سان مخاطب آهين؟ پاڪستان جي هڪ وزيراعظم ذوالفقار علي ڀٽو سان! ڇا تنهن جي لاءِ اهو گهٽ آهي جو تون اڄ پهريون ڀيرو هن عوامي ميڙ ۾ هڪ وزيراعظم سان حجت ڪري رهيو آهين! اهوئي آهي اسان جو عوامي منشور ۽ ان ۾ هڪجهڙائي جو هڪ عام ماڻهو ۽ اڳواڻ ۾ ڪو فاصلو نہ رهي اهوئي ڀٽو صاحب اهو ئي دؤر اهائي عوام. دنيا ڏٺو تہ ٿوري عرصي ۾ ذوالفقار علي ڀٽو پنهنجي ملڪ ۽ پنهنجي عوام لاءِ ڇاڇا نہ ڪيو. ٿوري عرصي ۾ وڏيون طاقتون بہ اهڙيون تبديليون نہ آڻينديون آهن جيڪو مقناطيسي شخصيت ڀٽو صاحب ڪيو. جنهن عوام سان پنهنجا واعدا پورا ڪيا ۽ ٻيا رهجي ويا اهي عوامي شرطن جي بنياد تي. جن جو ڀٽو صاحب سودو نہ ڪندي پنهنجي شهادت کي دنيا جي اوچي مينار ۾ تبديل ڪري اڄ بہ سرخرو آهي، جنهن جي شهادت جو خون اڄ بہ سرخ آهي، ڪڏهن بہ ميسارجڻ جو ناهي، جنهن جي نظريي کي اڄ بہ پاڪستان جي عوام سان گڏ اسين سمورا ڪارڪن ڀرپور طريقي سان جدوجهد جي صورت ۾ اڳتي کان اڳتي ڪنيو ڦهلائيندا پيا اچون. ڀٽو صاحب جو اهو اڌورو مشن پورو ڪرڻ لاءِ ۽ پارٽي جي سموري ماڻهن ۽ ٻي عوام جي زندگيءَ کي هڪ نئين جديد شڪل ڏيڻ لاءِ ۽ اسان جو تضاد هميشہ لاءِ عوام دشمن ڪردارن سان اهوئي رهندو جيڪو ڀٽو صاحب شروع

ڪيو هو. تاڪ عوامي اڳواڻن جي شڪل ۾ رهندڙ انهن غلط سياست ڪندڙن عوامي دشمنن کي بہ پنهنجي ڪيفر ڪردار تائين پهچائي سچائيءَ جو جهنڊو جيڪو ڀٽو صاحب اسان کي ڏنو هو تنهن کي بلند رکون. جنهن سان ئي پاڪستان جو وقار ۽ ڪردار بہ مٿانهون ڪري ڀٽو صاحب جي عظمت کي سلام ڪريون جنهن پاڪستاني عوام ۽ پاڪستان کي آها حيثيت ۽ مقام ڏنو جيڪو اڄ تائين ڪنهن بہ حڪمران نہ ڏنو. اهڙي عظيم حڪمران تي لکيل پهريون سنڌي ناول بہ سنڌي ادب لاءِ هڪ وڏو ڪم آهي جيڪو موسيٰ منظور لکيو آهي. جيڪو ناول عوامي اهميت رکي ٿو.

---

## سيد مراد علي شاهہ

پ پ پ ايم پي اي واهڙ ضلع دادو

## 4 اپريل جو تاريخي ڏهاڙو سياسي عظمت جو نظارو

لاڙڪاڻي جي گهٽين ۾ 4 اپريل جو ڏينهن نئون پيغام ڪٺي اچڻ سان گڏ هڪ نئين قوت بہ کڻي ايندو آهي. اها قوت هڪ اهڙي اميد کي پاڻ سان سمائي ايندي آهي جنهن جو عمل ذوالفقار علي ڀٽو پنهنجي دؤر اقتدار ۾ عوامي ڀلائي جي عملي ڪمن سان دهرائي چڪو آهي. تڏهن تہ هن ڏهاڙي تي ماڻهو ڀٽو صاحب جا وڏا وڏا ڀٽو ڪيپ وارا پورٽريٽ وڏي چاهہ ۽ عقيدت سان اپا ڪري سائن بورڊن وانگر سجائي رکندا آهن ۽ ڏکايل دليون جهڙو اهو صدقو ڪيندا آهن هن آس سان تہ وري پيپلزپارٽي جو دؤر اچي ۽ ڀٽو صاحب جي دؤر جا عوامي ڪم ٿين. ڇو تہ ڀٽو صاحب جي ان دؤر ۾ روٽي ڪپڙا ۽ مڪان جو جيڪو نعرو لڳو هو اها حالت وري هن نئين دؤر ۾ بہ پيدا ٿي چڪي آهي. اها ساڳي حالت ماڻهن جي گلي ۾ اهڙي تہ اٽڪل سان ڪاري نانگ وانگر ويڙهي وئي جو هنن کي خبر ئي نہ پئي ۽ هي معاشي محتاجي جي ور چڙهي ويا.

لاڙڪاڻو بنيادي طور تي ڀٽو صاحب جي مزار ڪري ۽ محترمہ بينظيرڀٽو جي اباڻي گهر ڪري هڪ طرف سڄي ملڪ جي عوامي قيادت جو بنيادي ڳڙهہ آهي. ان ڪري سڄي ملڪ جي عوام ان کي احترام جي نظر سان ڏسي ملڪي سالميت جو مرڪز تصور ڪندي آهي. ڇو تہ اتي هڪ اهڙو عظيم ۽ سياسي دانشور ابدي ننڊ ستل آهي جنهن عالمي طور تي عالمي ذهنن مٿان پنهنجي لافاني شعوري فوقيت حاصل ڪئي. جنهن ۾ هن نيڪ عمل ۽ سامهون اچي شجاعت جو مظاهرو ڪري وڏيڪ اضافو ڪيو. جيڪا ڳالهہ عظيم ڪارنامي ۾ تبديل ٿي امر ٿي وئي. جيئن شهيد ڀٽو امر ٿي ويو. اڄ بہ ملڪ جي مردن، عورتن ۽ ٻارڙن جي وات تي ڀٽو صاحب لاءِ معصوم محبت ۽ دعائون پٽڪيل آهن. ۽ پيڻ بينظير ڀٽو جي قيادت ۾ ان جي اقتداري دؤر جو انتظار آهي. تہ جيئن محترمہ ڀٽو صاحب جي عوامي مشن کي اڳتي وڌائي ۽ چنيسرن کي پنهنجي موت پاڻ مرڻ تي مجبور ڪري.

ضلعو دادو هر دؤر ۾ اهڙي ڀرپور ۽ قومي جدوجهد کان ڪڏهن بہ پوئتي نہ رهيو آهي. هتان جا ماڻهو ۽ قيادت. هميشہ سچائي جي سات ۾ رهي اپ قاڙ نعرن سان دادو

ضلعو جا گهڻيون رستا ۽ ڳوٺ گونجائي ڇڏيندا آهن ۽ حق جي حاصلات لاءِ پنهنجا سينا اڳيان ڪندا آهن.

پاڪستان پيپلزپارٽي جي ٻئي دؤر ۾ والد گرامي سيد عبدالله شاھ صاحب به اصولن جي سياست ڪري عوام جي ڀرپور خدمت ڪئي، ڪنهن به ڳجهي ڪمپرو مائيز ۾ نه اچي عوامي ڀلائي جي خدمت ۽ ترقي جي عمل کي مٿيرو ڪيو. اها پيپلزپارٽي جي معيار جي عظيم تاريخ آهي، جيڪا آئينده به عوامي ووٽ جي طاقت ۽ جذبي سان اقتدار ۾ اچي پنهنجي عوام جي رهيل ارتقائي سفر کي اڳيان ڪندي. ڇاهي پارٽي تي اڄوڪا ڇنيسر ڪمپرومائيز جا لک الزام هڻن، پر انهن جي عملن ۽ ڪرتوتن کي عوام سمجهي ورتو آهي. اسين پر اميد آهيون ته اسان جي پارٽي وري به اقتدار ۾ اچي ملڪ ۽ عوام جي خدمت نئين شان مان سان جاري رکندي.

---

**سائين سيد جاويد شاھ**

پ پ پ ايم. پي. اي

## هلو هلو لاڙڪاڻي هلو پ پ روهڙي ضلع سکر

هي اهو عوامي سڏ آهي جنهن ۾ ماڻهن جي مقدر جو درد سمايل آهي، جيڪو هنن کان پنهنجو نصيب ڦري هنن کي بدحالي جي ور چاڙهي بت بڻائي بيهاريو ويو آهي ان بت ۾ نئين جان وجهڻ لاءِ هڪ طرف ڪوشش جو نعرو آهي ته ٻئي طرف مخالفن لاءِ للڪار به آهي ته اسين اڃان ختم ناهيون ٿيا ۽ نه ئي شڪست کي پاڻ تي حاوي ڪري چڪا آهيون. اسين اڄ به ۽ وري به مقابلي لاءِ اچي سگهون ٿا اپري سگهون ٿا، ڇو ته اسين عوام آهيون ۽ عوام سان خدائي مدد جو سايو گڏ هوندو آهي، تنهن ڪري توهان اسان جو ڪجهه به بگاڙي نٿا سگهو!

اها ذار ڳالهه آهي ماڻهن لاءِ سخت قسم جي رستا روڪ پيدا ڪيل آهي جنهن ۾ هنن جو وڏو نقصان معاشي قتلام آهي، پر ماڻهو 4 اپريل جو ڏهاڙو ملهائي هي ثابت ٿا ڪن ته اسين اڄ پاڪستان پيپلز پارٽي سان گڏ آهيون ۽ اليڪشن ۾ اهي ساڳيا ووٽ ڏئي پنهنجي اڳواڻن کي اقتدار ۾ آڻي پنهنجي ظلمن جو ڪٿي حساب نه وٺنداسين ڇو ته ڀٽو صاحب جو نظريو شعوري ۽ مهذب پرست ۽ ارتقا پسند آهي. پر پنهنجا حق هاڻ وڌيڪ نه ڦرائينداسين جنهن ۾ اسان جي ٻچن ٻارن جو نصيب آهي، حق آهي، هاڻ ڦرڻ هرگز نه ڏينداسين. هي عوامي گوڙ هي هلچل ۽ هي گڏ ٿيڻ اهو ظاهر ٿو ڪري ته عوام سان اڄ به ڪيڏو نه ظلم آهي ۽ هو ڪيڏا نه سوڙها آهن. اسين ملڪ جي سموري عوام سان وچن ٿا ڪيون ته انهن کي پنهنجي حقن جي خوشحال منزل ضرور ڏينداسين. انهن جو ساٿ ۽ ووٽ اسان لاءِ وڏو اعزاز آهي ۽ اسان جو فرض انهن کي پنهنجي بنيادي حقن جي سهولت ڏئي خدمت ڪرڻ آهي.

روهڙي شهر جو سيد هائوس هاڻ ڪنهن به تعارف جو محتاج ناهي جتي عوام جا ميڙاڪا گڏ ٿيندا آهن عوامي مشڪلاتن جا بحث ٿيندا آهن ۽ انهن جي حل لاءِ جدوجهد

۽ مزاحمت جا اعلان ٿيندا آهن. اسان جي جنگ ميڊيا، عوامي جلوسن، بينرن ۽ عوامي سمنڊري ڇولين جي ميڙ سان اڄ بہ جاري آهي ۽ جاري رهندي پاڪستان پيپلزپارٽي جي عوامي جهنڊي هيٺ ۽ محترمہ پيڻ بينظير ڀٽو جي قيادت ۾ اسان جا حوصلا اڄ بہ بلند آهن. روهڙي، سکر، ڳڙهي خدابخش لاڙڪاڻ جا تاريخي رشتا آهن. جنهن ڪي پارٽي ڳانڍاپي جي محبت وڏيڪ اهڙو مضبوط ڪيو آهي جنهن ۾ غير عوامي قيادتن جي وڏن وس ڪرڻ باوجود بہ هو غير عوام جا غير عوامي آهن. پنهنجي پر ۾ نالي جا نمائندا آهن. اڄ ڀٽو صاحب جي عظيم الشان ورسي تي هلي عظيم وچن ۽ عظيم اعلانن جو آڌر ڀاءُ ڪرڻ جو ڏهاڙو آهي. جنهن ۾ وڏين تبديلين جا امڪان آهن ۽ عوامي دؤر اچڻ جا پورا چانس آهن. اچو تہ اڄ ڳڙهي خدا بخش هلي عظيم ڀٽو کي خراج تحسين ۽ سلام پيش ڪيون ۽ مستقبل جا رستا هموار ڪيون.

---

**عبدالقادر سومرو**
سينيئر اڳواڻ پ پ پ اير. پي. اي ٽنڊومحمد خان

# پ پ پ جي تاريخ جا بنياد مضبوط آهن

ڳوٺ جنهاڻ سومرو تعلقو ٽنڊو محمد خان ۾ پاڪستان پيپلزپارٽي جو جهنڊو 1967ع کان جهومندو اچي، جڏهن چاچا عبدالخالق سومرو صاحب پارٽي جوائن ڪئي، جيڪو بعد ۾ 1973 ۾ ٽنڊو محمد خان صدر مقرر ٿيو. جنهن عوامي مسئلن جي دلچسپي ڪري مصروف رهي ڏينهن رات اڻ ٿڪ محنت ڪري پارٽي کي پنهنجي علائقي ۾ وڏيڪ چمڪايو. نتيجي ۾ ماڻهن جي گهرن ۽ رستن تي پ پ پ جهنڊن جو تعداد وڌڻ لڳو. چاچا سائين ماڻهن جون مشڪلاتون ٻڌي ترت عمل شروع ڪري ڏيندو هو ۽ جلسي جلوسن جي وقت سر فهرست رهي رهنمائي ڪرڻ لڳو. ان ڪري ئي ماڻهن جا ميڙ اڪثر هن سان گڏ رهڻ لڳا ڇو تہ هي ڀٽو صاحب جي منشور جي تقريرن ۾ پرچار ڪرڻ لڳو. جنهن جو اثر اهو ٿيو تہ غريب ماڻهو جيڪي پهرين بيلدارن کان بہ ڊڄندا هئا اهي اڄ تائين اڪين ۾ اکيون ملائي وقت جي حاڪمن کان پنهنجا حق گهرڻ لڳا.
شهيد ذوالفقار علي ڀٽو صاحب جي ملڪي ۽ عوامي ڪارنامن تي روشني وجهي ڏسبو تہ هي ملڪ شهيد ڀٽو ڪري ئي قائم دائم آهي ۽ ڀٽو صاحب جي دؤر ۾ ئي ملڪ کي عالمي اهميت حاصل ٿي. 1977ع ۾ اسان جي علائقن ۾ شهيد ڀٽو طرفان منظور ٿيل روڊ تعمير ٿيا. جنهن ۾ غريب عوام کي زندگي جي روزمره جي ضرورتن ۾ سهولت ميسر ٿي.
سومرا هائوس ٽنڊومحمد خان اڄ بہ پارٽي اڳواڻن ۽ عوام جي مرڪز طور سرگرم عمل آهي. جتي پارٽي ميٽنگون ۽ ڪم لاءِ ايندڙ ماڻهن لاءِ ڪوششون جاري رهنديون آهن. هتي اهو نہ ڏٺو ويندو آهي تہ ڪنهن ماڻهوءَ جو ڪنهن پارٽي سان تعلق آهي بس هو عوام آهي ۽ ڀٽو صاحب جي نظريات مطابق ان جي جائز ڀلائي لاءِ ڪوشش ورتي ويندي آهي اهو سبب آهي جو ڪنهن متيپد نہ هئڻ ڪري سومرا هائوس هميشہ اڪثر

ماڻهن جي ميڙ ۾ گهيريل نظر ايندو. پارٽي جي جهنڊي هيٺان عوامي اميدن مطابق علائقي جي پري پري ڳوٺن ۽ واهڻن ۾ سياسي ۽ سماجي سرگرمي جاري رکندي ڪابہ ڪسر باقي ڇڏڻ جي گنجائش نہ رکي ويندي آهي ڀٽو صاحب کان سواءِ هتي ڪافي دفعا محترمہ پيڻ بينظير ڀٽو بہ عوامي دورا ڪري چڪي آهي. هن نيڪيداري حڪومت ۾ وڏيرن کي ناظمين جا نيڪا ڏئي شهرت حاصل ڪرڻ جا گهڻا وس ڪيا ويا پر عوام اڄ بہ سچائي سان گڏ آهي. آڪٽريل نام نهاد اڳواڻن جي دٻاءَ ۾ اچڻ کانسواءِ انهن کان سائيڊ تي رهندو آهي. جو تہ ماڻهن کي خبر آهي تہ هي عوامي رهنمانہ بلڪ عارضي طور جا نيڪيدار آهن. جيڪي مال ڪائي وري نظر بہ نہ ايندا. جو تہ غداري ۾ ستيل انهن جي تاريخ موجود آهي. تڏهن تہ عرصن کان پ پ پ هنن علائقن مان وڏي اڪثريت سان ايم. پي. اي ۽ ايم. اين. اي جون سيٽون حاصل ڪندي آهي. اهو ڀٽو صاحب جي جدوجهدن ۽ عملي سياست جو اثر آهي. جيڪو ڪڏهن ختم ناهي ٿيڻو جو تہ ڀٽو صاحب کان پوءِ اسان کي وري محترم بينظير ڀٽو جهڙي باشعور قيادت ملي آهي. جيڪا پنهنجي حڪمت عملين سان مخالفن سان مهاڏو اٽڪائيندي اچي. پر هاڻ آزمائش جو سخت دؤر انشاءالله ختم ٿيڻ وارو آهي. دبئي ۽ ڪراچي يا لاهور جو فاصلو پورو ٿيڻ وارو آهي اهو اميد تہ عنقريب عوام خوشخبري ٻڌندو ۽ پنهنجي معتبر اڳواڻ بينظير ڀٽو جي استقبال لاءِ جيئي ڀٽو جا نعرا هڻي جناڻ سومرو ۽ ٽنڊومحمد خان جي رستن تان گاڏين جا قافلا ڪاهي ڀرپور استقبال ڪنداسين ۽ ملڪ جي سموري عوام سان گڏجي محترمہ کي وزيراعظم ٻڌائي پنهنجو رهيل حق حاصل ڪري ڀٽو صاحب جي مشن کي مڪمل ڪرڻ جي ڪوشش ڪنداسين ۽ پنهنجي منزل ماڻينداسين. پ پ پ جا بنياد مضبوط آهن جو تہ اهي عوامي وجود ۾ سمايل آهن.

---

**آغا تيمور خان دراني**
پ پ پ ايم. پي. اي شڪارپور

# آمريت سان عواميت جي جنگ ڀٽو نظريات جي رهنمائي ۾!

شڪارپور ضلعو اڄ بہ عوامي حاڪميت جو جمهوريت پسند ضلعو آهي. جيڪو غلط سياست ڪندڙ ڪردارن جو آڪاڙو نہ بڻجي سگهيو. جيڪي روم جي سلطنت وانگر اندران هڪڙي راند رهندا آهن ۽ ٻاهران ٻي ڳالهہ ظاهر ڪندا آهن. جنهن سان ماڻهن جي طبقن کي لالچون ڏئي پاڻ ۾ ويڙهائي رڳو پنهنجو راڄ قائم رکندا آهن. انهن کي عوام عرصا اڳ نڪرائي ڇڏيو. جڏهن شهيد ذوالفقار علي ڀٽو اچي هتي پيپلز پارٽي جا جهنڊا قائم ڪيا ۽ عوامي جدوجهد جا آغاز ڪيا. ان وقت کان شڪارپور جي شهرن ڳوٺن گهٽين ۽ رستن تي اڄ بہ اهي جهنڊا ڦڙڪي رهيا آهن جيڪي عوامي قدرن جا عڪاس

آهن. انهن جي امنگن جا ترجمان آهن. اسان اهو به نه وساريندا سين ته انهن غلط طبقن کان عوام مڪمل نجات حاصل ڪري چڪو آهي، جن ڪي پيڙهڻ ۾ ماس ڪائڻ لاءِ اڃ به اها سوچ موجود آهي، جنهن جي حرڪتن کان بچڻ لاءِ خود عوام پنهنجو شعور ڏاري چڪو آهي جن ڪي ڀٽو صاحب پنهنجي والهاڻه ۽ عظيم تقريرن ذريعي آگاهه ڪري چڪو آهي ۽ انهن ۾ شعور اڀاري چڪو آهي، ان سان گڏ پ پ پ جي قيادت به پنهنجو ڪردار ادا ڪرڻ ۾ ڪسر ناهي ڇڏي، تاڪ مظلوم ماڻهن کي لڳاتار زندگيءَ جي گهرجن واري پورائي م ڪابه دقت نه ٿئي ۽ زندگي روان دوان رهي. اسين اميد تا ڪريون ته 2007ع جو دؤر پ پ پ جو آهي جنهن ۾ رهيل عوامي گهرجن جي سموري ڪسر پوري ڪئي ويندي، تاڪ اسين وعدو وفا ڪري سگهون ۽ عوام پنهنجي ارتقا کي جاري رکي وڏيون منزلون ماڻي.

---

## مخدوم ميان علي محمد ولهاري

سينيئر رهنما پ پ پ ضلع ٽنڊوالهيار

عوامي نظريات رکندڙ اها پاڪستان پيپلزپارٽي ئي آهي جنهن ملڪ جي هر شهر هر بازار ۽ هر ميڙاڪي ۾ اها شهرت ماڻي جيڪا چائنا جي بيجنگ ۾ مائوزي تنگ جي عظيم لانگ مارچ ماڻي. اهي ڳالهيون دنيا جي گولي تي مٿيريون آهن ته مظلومن جي ترجماني ڪندڙ ۽ مظلومن جي خون سان قربانيون ڏئي تاريخ بڻجندڙ حقيقتون چٽيون رهنديون آهن جن ۾ ماڻهن جي ترجماني به هوندي آهي ته مشڪلاتن جي حل لاءِ انهن نظرياتن ۾ انهن سان سمجهوتا به هوندا آهن. اهو سمجهوتو ڀٽو صاحب جي نظريات ۽ ماڻهن جي مشڪلاتن جو هو جنهن ۾ ڀٽو صاحب واضح چيو هو ته: عوام طاقت جو سرچشمو آهي. ان جو اسان کي فقط ووٽ ڪيپي ۽ موٽ ۾ اسان جو فرض آهي ته اسين انهن جي زندگيءَ ۾ آساني پيدا ڪرڻ لاءِ انهن جي روزگار ۽ حاصلاتن جا نوان رستا پيدا ڪريون ۽ نوان دستور قائم ڪريون ۽ اهو سيڪجهه ڀٽو صاحب مٿين قيادت بڻجي هينئين سطح تائين اهو سڀ ڪجهه پهچايو، جنهن ڪارڻ سمورن شهرن جيان اسان جي شهر ٽنڊوالهيار ۽ آسپاس جي ڳوٺن ۾ پيپلزپارٽي جا جهنڊا ڦڙڪڻ لڳا، محترم بينظير ڀٽو جا طوفاني دورا ٿيڻ لڳا. عوام جا سمنڊ جوش بڻجي ڊونگ باز سياست جا پراڻا جهاز ٻوڙڻ لڳا، اسان جي نوجوان قيادت جا عوامي ميڙاڪا وڌڻ لڳا. ڏينهن رات هڪ ڪري ڀٽو مشن کي اڳتي ڪرڻ لاءِ ماڻهن جون گاڏيون ڀري ٽنڊي الهيار جي وچ رستن تي آياسين. پنهنجي هڙان وڙان ڏئي ماڻهن جا ڪم ڪرڻ شروع ڪياسين.

ڪارنر ميٽنگن ۾ وڏي غور فڪر سان ماڻهن جا مسئلا ٻڌاسين، ڪجهه مسئلا ٽنڊوالهيار جي عوام جا وڏي قيادت وٽ ڪئي وياسين جن جواب ۾ چيو: توهان ووٽ محترم بينظير کي ڏنو آهي مون کي ڏنو آهي ڇا، وڃي ان کي چئو!.

وڏي حيرت ٿي، هي اهوئي جواب هو. جيڪو اڳ ڀٽو صاحب جي مشينري لاءِ اٿيو هو. ته مشينري ۾ ڪجهه مفاد پرست ۽ ذاتي حيثيت ناهيندڙ ماڻهو موجود آهن ۽ اهي ئي پارٽي لاءِ ماڻهن کي ڪٽ ڪرڻ جي ڪوشش ۾ مصروف آهن.

اسان چيو: اسين ڪجھ ماڻهن جي مسئلن کان هٽي جي قيادت کي آگاهي ڏني آهي ۽ توهان وري متين قيادت کي چئو! پر ائين نہ ٿيو.

هونئن بہ تنقيد ضروري آهي جيڪا سچ ۽ عوامي جذبات مطابق ڪو نتيجو ڏيندڙ هجي، چا ڀٽو صاحب، چا ان جي پارٽي جي ماڻهن جون قربانيون، حوصلا ۽ جلاوطنيون ۽ چا مقامي اڳواڻن جون لاپرواهيون ۽ ذاتي ڪاروبارن ۾ دلچسپي ڪري ماڻهن لاءِ دروازا بند ڪرڻ...! شهيد ذوالفقار علي ڀٽو جو دؤر ملڪ ۽ عوامي ڀلائين لاءِ هڪ سنهري دؤر هو. ان دؤر جي پنهنجي هڪ عظيم تاريخ آهي، جيڪا ڪڏهن ختم ٿيڻي ناهي. جنهن ۾ بي سهارا ماڻهن کي زبان جو هٿيار ڏنو ويو. پيڙهيل ماڻهن کي حق گهرڻ جا حوصلا ڏنا ويا. ظالم اڳيان سچ چوڻ جو جذبو ڏنو ويو. شهيد ڀٽو هارين، پورهيتن ۽ ان طبقي جي نمائندگي ڪندي فوجي ضياءَ اڳيان بہ پاڻ کي ۽ پنهنجي نظريات کي بلند رکيو. پنهنجي عظيم پاليسين سان ملڪ جو وقار بلند ڪيو ۽ عظيم ڪارگردگي سان پارٽي جو مقام معتبر ڪيو. فقط پاڪستان نہ بلڪ پوري مسلم دنيا جي رهنمائي ڪري مسلم دنيا کي هڪ منزل ڏني. لاهور ۾ مسلم گڏجاڻي کي خطاب ڪندي مسلم رهنمائن کي چيائين: اوهان مسلم حيثيت ۾ پاڻ کي سڃاڻو ۽ سڄاڳ ٿيو ۽ بين جي قبضي هيٺ پنهنجن وسيلن کي پنهنجي ماڻهن جي بهتري لاءِ ڪم ۾ آڻيو. ان عمل سان اوهان وڏيڪ مضبوط ٿيندا. نتيجي ۾ سامراجي قوتن ضياءَ آمر جي اڳواڻي ۾ اسان تي آمريت جو دؤر مڙهي ٽين دنيا جي عظيم ليڊر ڀٽو صاحب کي شهيد ڪيو!

اڄ شهيد ڀٽو جون چيل ڳالهيون دنيا جي سامهون صاف آهن. تہ مدل ايسٽ ۽ ٻيا مسلم ملڪ انهن جي وسيلن تي سامراج جو اڄ راڄ آهي. ۽ اسان جي سموري دولت لٽجي اسان جي هٿن مان نڪري رهي آهي.

اڄ بہ ڀٽو صاحب جي مزار پنهنجي ماڻهن جي دنيا کي پڪاري رهي آهي تہ سچائي اپنائي اڳتي وڌو. غريبن جي رهنمائي ڪندي ٻاهر نڪرو. خدا جي دنيا سيني ماڻهن لاءِ ساڳي آهي ان تي توهان سيني جو حق آهي ۽ جيڪا منزل مون اوهان کي ڏني ان کان بہ اڳيان منزلون آهن. پر پارٽي مان عوامي جذبات کان خالي انهن مفادي ماڻهن کي هڪ طرف ڪرڻو پوندو عوامي زبان کي آواز ڏيڻو پوندو ۽ ٽنڊوالهيار سان گڏ ملڪ جي سمورن شهرن ڳوٺن ۽ گهٽين ۾ پ پ پ جو جهنڊو بلند رکڻ لاءِ يڪ نعره تي چوڻو پوندو. جيئي ڀٽو، جيئي عوام، جيئي بينظيرڀٽو عوام طاقت جو سرچشمو آهي. جنهن جا حق انهن ۾ منتقل ڪرڻ لاءِ هن 4 اپريل 2007ع تي خاص اعلان عوام اڳيان ظاهر ڪيا ويندا. ۽ ماڻهن جي تقدير جا نوان دؤر شروع ٿيندا. پراڻا دؤر ختم ٿيندا.

**صنم ٽالپر**
سينيئر پ پ پ اڳواڻ صدر ليڊيزونگ حيدرآباد ڊسٽرڪٽ

# جنهن سوريءَ سر ڏنو

هلندڙ قدم ڪيڏا نہ عظيم هوندا آهن، ڇو تہ پوءِ بہ اهي پري واري بہ نيٺ ان منزل تي پهچيو وڃن، اهو بہ بين ڪانڻ، جيڪو خدمت جي قربانيءَ جو عظيم جذبو هوندو آهي، بينل سياست بينل قدمن جيان ڪيڏي نہ نياڳي هوندي آهي، جيڪا آخر مصيبت جي ور چڙهندڙ هوندي آهي، اهو ئي تہ فرق آهي پاڪستان پيپلزپارٽي ۽ ٻين نالي ماتر سياسي پارٽين جو، جيڪي اندران غير جمهوري ۽ عوام کي رڳو دلاسن تي بيهاري سڪائي ماريندڙ آهن، جيڪي ذاتي مفادن خاطر غريب سماجن جي ماڻهن کي بيهاريو يرغمال بڻايو ڇڏين ۽ اهو تضاد عالمي طاقتن جي آخر فائدي جو ئي هوندو آهي، جنهن ۾ غير سالم ذهن ۽ غير سائنسي سياسي اڳواڻ عارضي لالچ تي استعمال ٿي پنهنجي ئي ملڪ ۾ زوال جو بحران پيدا ڪيو وڃهن،

عالمي طاقتن جا مقامي چيلا لٽيرا منهن ۾ ملان اندر ۾ ابليس ڪوڙي سياست جا ڪبڌاري سياست کي بدنام ڪندڙ تاريخ کي پوئتي ورائي رکندڙ فريبي طبقا اهوئي ٿا چاهين تہ تاريخ پوئين قدمن تي بيٺي رهي ۽ قومون غلامي ۾ رهندڙ هجن، ارتقاءَ ڪري سگهن ۽ رڳو چند خاندان سگها هجن ۽ مال ميڙيندڙ هجن، اهو مقابلو خدا جي ڳجهه سان اٿن، خدا جي مخلوق کي ڏبڻ ۾ ڏڪي.

هوڏانهن عالمي طاقتن جي دولت جي ساغر جا ڪوهہ پرجندا رهن ٿا ۽ اسان جا گهر خالي ٿيندا رهن ٿا. نشي جي دولت جا ڪوهہ حرام جي دولت سان ٽمٽار ڪري وري اهڙا نوان واڌو ڪوهہ ناهيا وڃن ٿا!.

معصوم ماڻهن جي سماجن کي يرغمال رکندڙ بي رحم طبقا اهو نٿا سوچين تہ عالمي قوتون اقتداري ۽ مخالف سياسي قوتن کي ويڙهائي پنهنجي غلط مفادن لاءِ استعمال ڪري آخر انهن کي بہ ختم ڪريو ڇڏين ۽ مقابلي ۾ نئون سياسي طبقو اڳ ئي اسپيئر ۾ جوڙيو ڇڏين، انهن طبقن کي فقط پنهنجي دنيا جي شاهوڪاري ۽ حڪمراني لاءِ بي رحمي سان مفاد پيارو هوندو آهي، يعني گنل ويل ٽائر اڇليو وري نئون ٽائر آڻيو، اهڙين ئي مڪروهيتن آڏو پنهنجي سماجن جي نئين دنيا اڏڻ لاءِ ذوالفقار علي ڀٽو جديد سوچ سان مقابلي ۾ آيو ۽ جدوجهد جا چار پنج قدم کنيا، نتيجي ۾ ان عالمي طور اپري ويل ڪردار کي بہ ان ساڳي روش سان 4 اپريل تي ڦاهي لٽڪايو ويو.

4 اپريل 1979ع کان اڳ بہ ايندا رهيا هئا ۽ گذرندا ويا پر هن ملڪ جي ڪنهن بہ ماڻهوءَ 4 اپريل کي نہ ورجايو نہ ئي ياد ڪيو. مگر جڏهن کان پاڪستان جو چونڊيل مک عوامي اڳواڻ وزيراعظم ٽين دنيا جي مظلوم ملڪن کي انهن دوکي باز عالمي طاقتن خلاف هڪ پليٽ فارم تي گڏ ڪرڻ واري شخصيت اسلامي سربراهہ ڪانفرنس جي دليرانہ قيادت ڪرڻ واري عظيم اڳواڻ ۽ پنهنجي ديش کي ايٽمي حيثيت جي طاقت ڏئي فولادي ملڪ بنائڻ واري فڪر ايشيا عظيم ذوالفقار علي ڀٽو کي هٿ من گهڙت

۽ ڪوڙي قصوري ڪيس ۾ ڦاسائي هٿ ٺوڪي عدالت طرفان من پسند فيصلي تحت 4 اپريل 1979ع جي اڌ رات وقت ڦاسيءَ چاڙهي شهيد ڪيو ويو. تنهن ڏينهن کان تاريخ جي سنهري ورقن تي 4 اپريل جو ڏهاڙو بلند ۽ چمڪندڙ رهندو اچي. اڄ شهيد ڀٽو کي پورا 28 سال ملڪ جي عوام کان وڇڙيئي ٿيا آهن. هن ملڪ جا جابر ذهن چند غير سالم حڪمرانن ماڻهن جي دلين مان سندس ياد مٽائي ناهن سگهيا. وس وڌا ڪيائون جيل ڦاسيون ڦٽڪا ٻـ عوام تي آزمايا ويا مگر شهيد ڀٽو جي ياد ۽ هلچل جي عادت ماڻهن کان ڦري نہ سگهيا.

تاريخ جي هن ارڏي ۽ بهادر ڪردار شخص سامراجي قوتن سان ٽڪر کائي مظلوميت جو ساٿ ڏنو. جيڪو سرمائيدارن ۽ نندين نندين هٿ ٺوڪين ائڊورٽائيز وارين سياسي پارٽين کي پسند نہ آيو. اهي ڪنهن نہ ڪنهن چور دروازي کان حڪومت ڏانهن اچڻ وارا دڳ ڳوليندا رهيا. آمريڪا بهادر جي اڳيان گوڏا ٽيڪي منٿون ڪري مارشل لا لڳائڻ جا رستا هموار ڪندا رهيا. ان ڪري جو هن جماعتن جون پاڙون عوام ۾ هيون ئي ڪون. وقت جي جابر حڪمران ضياءالحق سان ملي يڪجٽ ڪري ڀٽو صاحب کي سوريءَ چاڙهيائون.

اسان هن موقعي تي شهيد ذوالفقار علي ڀٽو کي پنهنجي پوري شڪوري ۽ روحاني سگهہ سان خراج عقيدت پيش ڪريون ٿا. جنهن اعليٰ ترين آدرشن ۽ عظيم نظريات خاطر عوام جي دائمي مفادن لاءِ پنهنجي جان قربان ڪئي. اها نظرياتي ايٽمي ذهن. جنهن مان اڄ هزارين لکين ڀٽو پيدا ٿيندا پيار هن ۽ پيدا ٿيندا رهندا ۽ شعور سان گڏ نظريات جي جنگ وڙهندا رهندا. ساٿ سلامت

---

**نواب محمد يوسف ٽالپر**
ايم . اين. اي پ پ پ

# پ پ پ اڄ بہ عوامي پارٽي آهي

شهيد ذوالفقار علي ڀٽو ئي مفڪر سياستدان هو. جنهن سياسي ڏاهپ سان ٺمڪي باز سياستدانن جا نشا ٽوڙي ڇڏيا ۽ انهن کي ڪروڙين عوامي ماڻهن جي ميڙ ۾ آڻي پيٽا طور بيهاريو. تہ ڇا هي عوامي نمائندا آهن؟ ۽ لائق آهن؟! نہ بلڪل نہ. هو بازاري سياستدان نلا دهل وڄائيندڙ ۽ بينون وڄائيندڙ وڃي پنهنجي اصليت تي پهتا. عوام جي مٿان انهن جو بار لٿو ۽ جيڪي انهن کي هلائيندڙ پويان واسينگ وينا هئا اهي ڦڻ ڪڍي ظاهر ٿيا ۽ ڪلم ڪلا ڀٽو صاحب ۽ ان جي پارٽي جا دشمن بڻجي اڄان تائين پيا عوامي سمنڊ ۾ ترڻ جي ڪوشش ڪن. پر اها ڀٽو صاحب جي شخصيت ان جي سچائي هئي جو اڄ تائين ان جي پاڪستان پيپلزپارٽي عوامي سمنڊ جو مرڪز بڻيل آهي. اهو ڪو سولو ڪم ناهي. بلڪہ ان لاءِ عظيم ڪارناما ٿيل آهن. ٿرپارڪر جا ريگستان هجن. ڪارونجهر جا جبل هجن يا ٿر جا شهر هجن. اڄ بہ اتي پارٽي جا جهنڊا ٻين پارٽين جي مقابلي ۾ ايا ۽ سرخرو نظر ايندا ۽ اسان نوابن جون نوابيون ان جهنڊي ۽

عوامي محبت جي رنگ ۾ مليل جليل نظر اينديون، اهي هڪجهڙائيون اسان کي ڀٽو صاحب عوامي خدمت جي جذبي تحت ورثي ۾ ڏنيون ۽ اسان ان سادگي ۾ رچجي غريب عوام جي دعائن ۾ رنگجي اڄ بہ ڀٽو نظريات جو علم بلند رکندا اچون، ۽ ڀيڻ بينظير ڀٽو جي قيادت ۾ جدوجهد ڪندا اچون ۽ ڪندا رهنداسين.

---

ڊاڪٽر نصرالله بلوچ
پ پ پ ايم . پي . اي

## عوام جو سرواڻ ڀٽو!

برصغير جو هڪ ڪلاسڪ سوچ رکندڙ ڏاهو، ذوالفقار علي ڀٽو صاحب، ڪنهن تي چيو تہ هڪ وڏو جاگيردار خاندان ۽ وڏي سرمائي جي ورثي سان مالا مال شخص ڀٽو صاحب انٽرنيشنل سياست ۾ اپار ڪائيندو جنهن جو عملي نظريو ۽ سچائي جون تقريرون بين مزني سياسي طبقن کي پنهنجو آئينو ڏسڻ تي مجبور ڪنديون، اهو بہ غريبن ۽ مظلومن لاءِ!!

چين جي ديوار وانگر اڏول ذهن برلن ديوار جي ٽٽڻ وانگر ملڪ جي عوام کي هي نفيس جسم ۽ ملڪي سياست جو روح روان پنهنجي ملڪ ۽ مسلم دنيا کي ائين ملائي ڳنڍي ڇڏيندو! جو هٽرادو طبقاتي سسٽم جا سمورا ڍونگ اکيڙي ڇڏيائين هڪ سچو مسلمان مسلمانن ۾ ايڏو ڀائيچارو پيدا ڪري ۽ غريبن جون دعائون حاصل ڪري، ان کي بيو ڪهڙو اعزاز ڪپي؟ ان کي قاسي گهاٽ تي ڪهڙي پرواهہ ڦيرائي، هو "پيغمبر" جو سچو پوئلڳ هو. مسلم دنيا ۾ مسلمان، منافق ۽ ڪافرن ۾ سمورا فرق چٽا ڪري ويو. ملڪ جي چپي چپي تي عوامي رنگ ڇمائي ويو. ان ئي عملي بنياد تي سکر ضلعي جي ماڻهن ڪيترين ئي قربانيون ڏنيون، هر ڏکئي وقت ۾ پاڪستان پيپلز پارٽي سان ساٿ نڀايو. هر آمريت خلاف جدوجهد وقت اڳيان رهيل انهن کي جهڪائڻ لاءِ مختلف ڪوڙن ڪيسن ۾ قاسائي ٽارچر ڪيا ويا، تہ پارٽي کان الڳ رهن، پر ثابت قدم رهيا.

اسين ڀٽو خاندان لاءِ هر وقت ڏکي مهل قرباني لاءِ تيار آهيون. اسان پ پ پ کان سواءِ بي ڪنهن پارٽي کي تسليم نٿا ڪريون. ڇاڪاڻ تہ پ پ پ غريب عوام جي ترجماني ڪري ٿي ۽ اسان جي قائد محترم بي نظير ڀٽو صاحبہ پاڪستان جي مظلوم عوام لاءِ جاکوڙيندڙ آهي، ان ڪري اسان جو مرڻ جيئڻ بينظير ۽ پارٽي سان آهي اسين آخر دم تائين جدوجهد جاري رکنداسين.

## سائين قربان علي شاھ
پ پ پ ايم .اين.اي ميرپورخاص

شهيد ذوالفقار علي ڀٽو جي زندگي تي ذڪر جيڪڏهن شروع ڪجي، ته جو نه اڄ جي ڪرائيس تي جو ملڪ ۾ عدليه جي تاريخ جو برصغير و هند پاڪ ۾ ايترو وڏو بحران نه ڪڏهن ٿيو آ نه ڪڏهن ٿيندو.

ڀٽو صاحب تاشقند جي اختلاف ۾ حڪومت مان جڏهن نڪتو ته ايوب خان جي وزارت کان استعيفا ڏني. ۽ پوءِ فيصلو ڪيائين ته ڪراچي مان ريل جي ذريعي سفر ٿو ڪريان. تمام نندي خبر اخبار ۾ ڇڏيل هئي ته ذوالفقار ڀٽو سابق وزير خارجه شام جو لاهور ۾ ايندو، جتي ماڻهن جو هڪڙو سمنڊ گڏ ٿي ويو. ٽريفڪ پرجي ويا. پليٽ فارم پرجي ويا. ۽ ڀٽو صاحب جڏهن دروازي تي آيو ته ايوب خان جي خلاف ۽ ڊڪٽيٽرشپ جي خلاف ڀٽو صاحب جي حمايت ۾ ماڻهن نعرا هنيا. ۽ ڀٽو صاحب پاڻ تي قابو نه رکي سگهيو محبت ۾ سندس اکين ۾ ڳوڙها اچي ويا. جنهن رومال سان اهي ڳوڙها اگهيائين اهو رومال ڀٽو صاحب جي شيدائين جيڪو اڄڪلهه 20 لکين روپيين ۾ خريد ڪيو. اڄ وري ڊڪٽيٽر جي خلاف پير ٻڌي جڏهن چيف جسٽس بينو جڏهن ان کي مٽي جي وارن کي پوليس ڇڪيو. ڪجهه پوليس وارن ان جي ڪوٽ کي ڇڪيو ته اهو ڦاٽي پيو. ان ڦاٽل ڪوٽ جا فيصل آباد جي رهاڪو 10 لک روپيه ڇيا، آهن.

پاڪستان جي خلاف فوج هن ٻن واقعن مان ظاهر ٿئي ٿي. آئون پيپلزپارٽي جو بنيادي رڪن آهيان جڏهن پارٽي نهي مون کان صرف هڪ سينيئر اڳواڻ آغا خير الدين پٺاڻ هو. جڏهن ڀٽو صاحب چيلينج ڪيو جڏهن ڀٽو صاحب ميرپورخاص آيو تڏهن مون سيد قربان علي شاھ ۽ آغا خير محمد جلسي عام جي دعوت ڏني جيڪا قبول ڪئي. ايوب خان پنهنجي جاھ و جلال سان حڪومت ڪئي جن ماڻهن ايوب خان جي دور ۾ ملون فيڪٽريون ورتيون.

جڏهن ڀٽو صاحب وزيرخارجه هو انهن ساڳين ماڻهن ڀٽو صاحب کان فائدا ورتا ٿوم ۽ زعفران ورتا اسيمبلين مان فائده ورتا. اهي سڀ مشڪل وقت ۾ ڇڏي ويا، ڀٽو صاحب حيدرآباد ۾ آيو ته ڪوبه بنگلو نه ڏئي ۽ ڀڄي ويا. تڏهن بنگلو مير رسول بخش خان ٽالپر ڏنو جنهن کي شير سنڌ به چوندا هئا. اهو ڀٽي صاحب وٽ لنگهي ويو، ڀٽي صاحب کي پنهنجو گهر آفر ڪيو ۽ ڀٽو صاحب جو سياسي سفر شروع ٿيو.

جڏهن ڀٽو ميرپورخاص آيو ته هتي ڀٽو صاحب ميمبريون ڏنيون شگر ملون ڏنيون غريب مان امير ڪيو پر ڪوبه گهر ڏيڻ لاءِ راضي نه ٿيو. منهنجو پنهنجو گهر انهيءَ ڪابل نه هو جو ڀٽي صاحب کي وٺي اچان جڏهن ويجهڙائپ ٿي اوچتو هڪڙو فرشتو بيريسٽر نور شيخ فروٽ فام وٽ هو.

انهي چيو ڀٽو صاحب کي لنچ ڪرايان ته مون تي وڏو احسان ٿئي ڀٽو صاحب اتي هليو لنچ ڪئي. اسان ڀٽو صاحب کي چيو ته حڪومت جا درباري اوهان جا ساٿي ميمبر ڀڄي ويا. انهن جا نالا انهي ڪري نه ٿو ڪڍان جو انهن جي اولاد هينئر به پ پ پ جي ڪرتا ڌرتا آهي. انهن جا نالا نه ٿو لکان ته ڪنهن جي دل آزاري نه ٿئي.

شام جو جڏهن گاما اسٽيڊيم ۾ تقرير ڪئي تہ ان جا ڪجهہ حصا اڄ بہ منهن زباني ياد آهن مسئلو ساڳيو آهي. ميرپورخاص کي ۽ ٿرپارڪر جي عوام کي تقرير ۾ انهن دوستن جا نالا وٺي ڀٽو صاحب پنهنجي رنج و غم جو اظهار ڪيو تہ پنهنجي قوم کي نوازيو ٿوم زعفران ڪيو. تقرير اردو ۾ ڪئي ۽ چيو اي لوگو!

تمهين ياد هي کہ مين پانچ دن عمرڪوٽ اليڪشن ۾ آيا تها. وه ميري آني کي خبر سن کر بنگلون کو تالا لگاکر بهاگ گئي!.

ڀٽو صاحب کي غريبن جي دل ۾ رهڻ جو راز يا انهن جي نفسيات جي ايتري واقفيت هئي. جو جڏهن وزيراعظم جي حيثيت سان ملندو هو. معززين جي حيثيت سان ملندو هو. انهن کي پاڻ سان ڪڏهن گڏ ويهاريندو هو تہ گهٽي ۾ گهٽو وقت پارٽي جي عهديدارن کي ڏيندو هو. تصور ڪيو پارٽي جو وفد ڀٽو صاحب وٽ وينو هجي تعلقي جا جنرل سيڪريٽري گفتگو ڪري رهيا آهن ۽ ڊي آءِ جي بيٺا هجن.

اردو ۾ مهاورو، ڪيسي ڪيسي مورتين خواب مين فلک هو گئي.

حيدرآباد ۾ وزيراعظم جيٰ حيثيت سان پارٽي جو ڪنوينشن گهريائين صبح جو 10 ڪان وٺي شام جو 5 ڪان پاڻ وينو رهيو بہ ڏينهن رهي مرڪزي ۽ صوبائي حڪومت کي پاڻ سان گڏ جوابدار ڪيائين ۽ اهو چيائين عهديدارن کي تقرير ڪندي تنقيد ڪندي تہ:

منهنجو گورنر منهنجو وزير اهو بنا ڪنهن ڊپ جي کلي ڳالهائين. تمام چٽي تنقيد ٿي. جڏهن ميرپورخاص جو خاص ليبر مرحوم محمد بخش ناريجو تقرير ڪرڻ آيو. تہ ان ڀٽي صاحب کي اشارو ڪري چيائين تہ ڪالهہ کان وٺي حڪومت جي ڪنڌن ڪرتوتن تي ايتري تہ تنقيد ٿي جو مون کي حيرت ٿي. جو هندستان ۾ نقلي دوا ناهڻ جي ڪري وزير صحت استعيفيٰ ڏئي ڇڏي. توهان آهيو جو استعيفيٰ نہ ٿا ڏيو. جتوئي صاحب ويٺي ويٺي ڪاغذ گهرايو هزار ماڻهن جي سامهون استعيفيٰ ڀٽو صاحب کي پيش ڪئي.

۽ پوءِ جڏهن پنهنجي جڳهہ تي وينو تہ اوڇنگارون ڏئي رنو. ڀٽو صاحب ششدر ٿي ويو ۽ ان جتوئي صاحب جي استعيفا ڦاڙي ان کي روئڻ کان چپ ڪرايائين پر ڪمال جي ڳالهہ اها تہ استعيفا تہ ڦاڙي ڇڏي.

پر محمد بخش ناريجو کي نہ ڪجهہ چيائين بروقت. وزيراعظم جڏهن هو تہ ياد پيس جو سندس حڪومت آهي جو جڏهن ميرپورخاص ۾ سندس ساٿي بنگلو ڏيڻ لاءِ تيار نہ هئا. حڪم ڪيائين تہ مون وٽ بيريسٽر انور شيخ کي موڪليو وڃي جنهن مون کي رهڻ لاءِ گهر ڏنو. اوچتو اهو مون واقعو بيريسٽر انور شيخ کان روبرو ٻڌو. ڪراچي ۾ Bank of India۾ وينو هو. تہ ملٽري سيڪريٽري جو فون آيو ۽ هن چيو تہ ڀٽو صاحب توهان کي ملاقات لاءِ گهرايو ۽ ٽڪيٽ موڪليون ٿا. اسلام آباد رپورٽ لاءِ مرحوم بريسٽر انور کي، پنهنجي پهچڻ جي اوهان کي رپورٽ ڪندس، بيريسٽر انور شيخ پهتو اسلام آباد ۽ ملٽري سيڪريٽري کي فون ڪيو ٻئي ڏينهن ڀٽو صاحب 11 بجي کيس ملاقات لاءِ گهرايو. جڏهن بيريسٽر انور شيخ آفيس پهتو وزيراعظم پاڪستان اٿي ساٽس پاڪر پاتو.

۽ ان کان پوءِ ٻئي اتي هليا ۽ سندس لاءِ چانهه ڪافي گهرايائين جڏهن گفتگو شروع ٿي، تہ انور شيخ کي چيائين تون اهو ساڳيو ماڻهو آهين جڏهن تو مون کي بنگلو ڏنو ميرپورخاص ۾ جڏهن ايوب خان جي دور ۾ ڪو بنگلو ڏيڻ لاءِ تيار نہ هو. انورشيخ مرحوم جواب ڏنس تہ سائين توهان مونکي شرمنده ڪرڻ لاءِ گهرايو آهي ڇا! منهنجو اهو معمولي گهر اڄ تاريخي حيثيت رکي ٿو! پيٽي صاحب چيس توهان پڙهيل ڪيترا آهيو. انور شيخ جواب ڏنس سائين آئون بيريسٽر آهيان. پيٽي صاحب چيس توکي ايڊوڪيٽ جنريان يا هاءِ ڪريان. انور شيخ جواب ڏنس تہ سائين توهان اها ڳالهہ ياد رکي عزت ڏني اها هاءِ ڪورٽ جي جج کان گهٽي متي آهي. پيٽي صاحب چيس پلا هينئن ڪر تہ توکي پاڪستان کان ٻاهر سفير ڪري رکان. انور شيخ چيس تہ منهنجو جواب ساڳيو آ. ملٽري سيڪريٽري کي سڏايائين تہ هن منهنجي دوست کي ڏسي ڇڏ جڏهن مون سان ملڻ لاءِ اچي تہ مون سان ضرور ملاقات ڪرائجان! ۽ انور شيخ کي چيائين تہ جيڪي مون توکي آفرس ڏنا آهن انهن تي وري وجي غور ڪر. منهنجي خواهش آهي تہ آئون توکي اپ ڊيٽ ڪريان. چند الفاظ پيٽي صاحب کي پنهنجي تعلقات جي باري ۾ چئي آئون پنهنجي تقرير ختم ڪندس.

آئون سندس پارٽي جو پهريون صدر هئس، جواني جي وقت جو سنو دوست هئس. مون پيٽي صاحب سان گڏ ساڳي جلسي ۾ تقريرون ڪيون ۽ پيٽي صاحب جي سامهون سوين تقريرون ڪيون. مون تي ايڏو راز هئس جو جڏهن مير رسول بخش گورنر ۽ سنڌ صدارت کان استعيفا ڏني تہ ان جي جا نشين جي مسئلي تي، پارٽي سينٽرل ڪميٽي ۾ ڪنهن بہ هڪ نالي تي راءِ تي اتفاق نہ ٿيو تہ صدر ڪير ٿئي. هي اهو ساڳيو گهر آهي جنهن ۾ آئون سٽل هئس ليٽي ڪتاب پئي پڙهيم تہ ملٽري سيڪريٽري جو فون آيو. ۽ ان مون کي چيو تہ ٻن ڏينهن ۾ اسلام آباد ۾ پهچي رپورٽ ڪيو وزيراعظم اوهان سان ملڻ ٿو چاهي. اجا فون بند ٿي تہ چيف منسٽر ممتاز علي پيٽو چيو. پرائيويٽ سيڪريٽري جو فون آيو تہ اوهان سياڻ CM رپورٽ ڪريو.

ٻئي ڏينهن آئون آفيس ويس ۽ CMهائوس رپورٽ ڪئي، پرائيويٽ سيڪريٽري مون کي ٽڪيٽ ڏني ۽ صبح جو اوهان کي CM سان 7 بجي گڏ وڃڻو آهي. ۽ اتي پاڻهي اوهان سان ملاقات طئہ ڪرائيندو. آئون ڪراچي جي وي آءِ پي لائونج ۾ پهتس تہ سڄي ڪابينا اتي مون کي ڏسي ڏاڍا حيران ٿيا تہ هي ڇو پيو وڃي. بحرحال جهاز جڏهن اڏاميو تہ آئون اڪنامي ڪلاس ۾ ٻيا بہ اڪنامي ڪلاس ۾ سفر لاءِ ويٺاسين. هلندڙ سفر ۾ هڪ وزير اچي منهنجي سيٽ وٽ ويٺو ۽ منهنجي اٽڻ تي هٿ رکي ويهڻ لاءِ چيو. مون کي چيو تہ توکي خبر آهي تہ توکي وزيراعظم ڇو گهرايو آهي؟ مون جواب ڏنمانس تہ وزيراعظم جي ملٽري سيڪريٽري ۽ وزيراعليٰ سنڌ چيو تہ مير رسول بخش ٽالپر سنڌ جي وزارت تان استعيفا ڏني آهي ان جي جاءِ پرڻ ڏکيو ٿي پيو هو آخر ان جو فيصلو پيٽو پاڻ ڪندو ۽ پ پ پ جي ٽڪيٽ لاءِ سنڌ جي صدارت لاءِ قربان علي شاهہ لاءِ وزيراعليٰ پاڻ تائيد ڪئي جو پيٽو صاحب پاڻ ملڻ چاهي ٿو.

پوءِ اتي جڏهن آئون اسلام آباد پهتس تہ پنهنجي ضلعي جي اڳواڻ کي ٻڌايم تہ پيٽي صاحب مون کي هن مسئلي لاءِ گهرايو آهي، مون پنهنجي پير تي ڪهاڙي هنئي،

MN بزرگ بين MNA جي وفد کي ونئي وچي ڀٽو صاحب سان مليو ۽ چيو هن نوجوان کي اسان جي مٿان نہ رکو. هي طبيعت جو تيز ۽ تڪليفون سخت ڪندو آهي اهڙي طريقي سان ڀٽو صاحب مون کي گهرايو مليو منهنجي عزت ڪئي. قصو مختصر ٿيو ان روح راڙي جي ڪري ڀٽو صاحب مون کي مشڪورا جي وفد سان تعلقات جي باري ۾ پڇا ڪيائين ملڪي حالات پڇا ڪئي. پر پوءِ اهو فيصلو سنڌ جو فيصلو سنڌ جي صدر جو منهنجي جڳهہ تي سائين قائم علي شاهہ تي رکيو. پوءِ بعد ۾ مون کي چائنيز جي وفد سان رکيائين.

چائينا کان جڏهن واپس آيس تہ ڪراچي پنهنجي سهري جي گهر ستو پيو هئس تہ وري گهنٽي وڳي. فون تي غلام عباس سومرو مرحوم جنهن مون کي چيو لنچ تي وزيراعليٰ سنڌ گهرايو آهي ۽ گڏوگڏ چيائين منائي جو دٻو ڪٽيو اچجو. آئون نوجوان سوٽ پائي وزيراعليٰ جي آفيس ۾ آيس جنهن ماٺهو مون کي ٽڙڪايو اهو بہ وينو هو.

۽ انهن مون کان پڇيو تہ سوٽ پاتل آهي اڄ خير تہ آهي؟ مون چيو بس اڄ دل چيو ان لاءِ سوٽ پاتو آهي. اتان اٿي وزيراعليٰ سنڌ جي لنچ تي ويس اتي ٻيا ست ڄڻا هئا. انهن چيو تہ اوهان کي سينيٽ جي ٽڪيٽ ڏني ويئي آهي اهڙي طرح آئون پارليامينٽ جو ميمبر منتخب ٿيس. پوءِ اوريانا فلاسي گذاري ويئي هئي حال ۾ دنيا جي نامور صحافي هئي جنهن هڪ ڪتاب لکي انٽرويو وٿ هسٽري. جنهن ۾ دنيا جي نامورن تاريخ ساز هستين جهڙوڪ، هوچي من هينري ڪيسنجر، اندرا گانڌي، ڀٽو صاحب، مائوزي تنگ جا انٽرويو ورتا . تہ هينري ڪيسنجر جو انٽرويو وٺڻ وئي تہ ان چيو تہ آئون توکي انٽرويو ڇو ڏيان صحافي اعليٰ پائي جو هجي يا انٽرنيشنل ليول جو هجي. جو مون چيو مانس تہ اهو فيصلو ڪيئن ٿئي. آئون ان جي صحافي آهيان يا نہ. هينري ڪيسنجر چيو تہ توهان کان پهرين آئون سوال ڪندس تہ ان جو جواب معيار جي مطابق آهي تہ پوءِ توکي انٽرويو ڏيندس. ان هڪڙو سوال ڪيو تہ توهان دنيا جي نامور تاريخي هستين جا انٽرويو ورتا توهان کي گهڻي ۾ گهڻو ڪهڙي شخصيت متاثر ڪيو؟

هن کي جواب ڏيندي چيو تہ علي ڀٽو، اهو ڪتاب اڄ مارڪيٽ ۾ موجود آهي. هينري ڪيسنجر سندس جواب ٻڌي اهو چيو تہ: آئون توسان انهي جواب تي ملڪل متفق آهيان. ۽ آئون بہ ڀٽو صاحب کان متاثر آهيان.

---

## هريرام ڪشوري لال

# شهيد ذوالفقار علي ڀٽو هڪ تاريخ

شهيد ذوالفقار علي ڀٽو هڪ ديو مالائي شخصيت هو. هن جي ڳالهائڻ ۾ جادو ئي سحر هوندو هو. ڀٽو صاحب جڏهن تقرير ڪندو هو تہ ماڻهن تي سڪتو طاري ٿي ويندو هو. ميڙ ۾ بلا جي خاموشي هوندي هئي، ڇو تہ ڀٽو صاحب سان عوام جي بي انتها محبت هوندي هئي انهي ڪري عوام ڀٽو صاحب جي تقرير غور سان ٻڌندو هو. ڀٽو صاحب جو دور شاهڪار دور هو. ڀٽو صاحب پاڪستان ۽ پاڪستاني غريب عوام

لاءِ ڪيترا عظيم منصوبا ڏنا. ڀٽي صاحب کان پوءِ اهڙا عظيم منصوبا ڪا به حڪومت نه ڏيئي سگهي آهي. ڀٽو صاحب جا ڪجهه عظيم ڪارناما هي آهن.

1. ذوالفقار علي ڀٽو صاحب پاڪستان لاءِ ائٽمي پروگرام ڏنو جنهن سبب پاڪستان اڄ دنيا جي ائٽمي ملڪن جي فهرست ۾ شامل آهي.
2. ڀٽو صاحب جاگيرداري ۽ سرمائيداري سسٽم کي ختم ڪيو ۽ هن سرڪاري زمينون ۽ ملون، ڪارخانا غريب عوام جي نالي ڪيا.
3. ڀٽو صاحب دنيا جي اسلامي ملڪن جي سربراهي ڪانفرنس ڪرائي ۽ مسلم ملڪن کي هڪ پليٽ فارم تي گڏ ڪرڻ چاهيو ۽ مسلم ملڪن کي ٻڌايو ته اسين جيڪڏهن هڪ پليٽ فارم تي گڏ ٿياسون ته اسان جي انگريز سامراج مان جان ڇٽي پوندي.
4. ڀٽو صاحب غريب، مسڪين ۽ بي يارو مددگار پاڪستاني عوام کي روٽي، ڪپڙا، مڪان جو نعرو ڏنو ۽ پنهنجي دور حڪومت ۾ عوام کي اهي سهوليتون ميسر ڪرائي ڏنيون.
5. ڀٽو صاحب جي پارٽي ۾ ڪنهن به ذات پات ۽ اونچ نيچ جو ڪو به فرق نه آهي، هن سيڪيولرزم جو نعرو ڏنو ۽ چيو ته انسان سڀ برابر آهن. اڪثريت ۽ اقليت جي لاءِ گڏيل ووٽ سسٽم رائج رکيو. پر ڀٽو صاحب جي حڪومت کان پوءِ جي ڊڪٽيٽرشپ حڪومت وري اقليت جي ووٽ کي الڳ ڪيو، پر ڀٽو صاحب جي سوچ کي سلام آهي جو اڄ جا حڪمران وري به مجبور ٿيا جو هنن هاڻ گڏيل ووٽ وري بحال ڪرايا آهن. ڀٽو صاحب واقعي ايشيا توڙي دنيا جو وڏو ليبر هو. انهي ڪري عوام ڀٽو صاحب کي فخر ايشيا جو لقب ڏنو هو. اڄ جا به سياستدان ڀٽو صاحب جي ڪيل خدمتن ۽ ڪارنامن جا پنهنجي تقريرن ۾ دليل ڏين ٿا ۽ وڏي واقعي جلسن ۾ ٻڌائن ٿا ته اڄ به جيتري محبت عوام ڀٽو صاحب ۽ سندس پارٽي (پاڪستان پيپلزپارٽي) سان ڪن ٿا. انهي جي مثال ماضي ۾ به نٿي ملي.

ڀٽو صاحب پنهنجي اصولن جو پڪو سياستدان هو، هو ڪڏهن به جابر ۽ ظالم حڪمرانن کان ڊڪٽيشن نه وٺندو هو. انهي جو مثال دنيا جي سامهون آهي جو هو پنهنجي اصولن تي ڪاربند رهندي شهيد جو رتبو حاصل ڪيو پر آمرن اڳيان ڪين جهڪيو، ڀٽو صاحب جا ايترا ته عظيم ڪم ڪيل آهن جو اڄ به پاڪستاني عوام ڀٽو صاحب جي دور حڪومت کي ياد ڪري ٿي.

شهيد ذوالفقار علي ڀٽو جي ناهيل پارٽي (پاڪستان پيپلز پارٽي) تي هن جي لاڏلي ڌيءَ بي بي نظيربھٽو صاحبه هلائي ٿي. محترمه بي نظير ڀٽو صاحبه به پنهنجي والد جي اصولن تي ڪاربند رهندي اڄي پر هن ڪڏهن به آمر ۽ جابر حڪمرانن اڳيان جهڪڻ نه سکيو آهي. ڀٽو خاندان جي تاريخ شهيدن جي تاريخ آهي. شهيد ذوالفقار علي ڀٽو صاحب کان پوءِ سندس ٻن بهادر شهزادن ۽ بي نظير ڀٽو جي جان نثار پائرن کي به بي گناهه شهيد ڪيو ويو ۽ محترمه بينظير ڀٽو کي بي وجه پنهنجي ملڪ پاڪستان تان عوام جي خدمت ڪرڻ جي بدلي جلاوطن ڪيو ويو آهي ۽ بينظير ڀٽو تي الزام لڳا ويا ته هن پنهنجي دور حڪومت ۾ ماڻهن کي نوڪريون ڇو ڏنيون. بينظير ڀٽو صاحبه کي

جلاوطن ڪرڻ کان پوءِ بہ آمر حڪمرانن کي چين نہ آيو. هنن بينظير ڀٽو صاحبہ جي ور آصف علي زرداري تي ڪوڙا ڪيس داخل ڪري جيل جي ڪال ڪوٺڙين ۾ بند ڪرائي ڇڏيو. آصف علي زرداري تي مسلسل اٺ سالن تائين انتهائي عزيتناڪ تشدد ڪرايو ويو ۽ ايتري قدر جو مارائڻ بہ چاهيو. ۽ بينظير ڀٽو صاحبہ کي اهو پيغام موڪليو ويو تہ تون اسان سان ڊيل ڪر ۽ ماٺ ڪري ويهي رهو. سياست ڪرڻ ڇڏي ڏي، عوام جي حقن جي ڳالهہ ڪرڻ ڇڏي ڏي، پر سلام آهي بينظير ڀٽو صاحبہ جي عظمت همت ۽ جرئت ۽ بهادري کي جو هن پنهنجي شهيد بابا جي اصولن تحت هلندي هر تڪليفون برداشت ڪيون، جلاوطن رهڻ سنو، سندس ور کي جيل ۾ رهڻ سنو پر پنهنجي اصولن تي ڪاربند رهندي آمر حڪمرانن سان ڊيل نہ ڪئي. اڄ بہ دنيا ۾ محترمہ بينظير ڀٽو صاحبہ بہ عظيم ليڊر طور سڃاتي وڃي ٿي. پاڪستان پيپلزپارٽي اها واحد پارٽي آهي. جنهن ۾ اقليت جا وافر مقدار ۾ اسيمبلي ميمبر چونڊاڻا جنهن سبب اقليتن جا مسئلا حل ٿيا. انهي ڪري اقليتي عوام اڄ بہ جڏهن ڀٽو جا گيت يا نعره گونجن ٿا تہ سڀ مشڪلاتون ٽوڙي پاڪستان پيپلز پارٽي کي ووٽ ڏيڻ ايندا آهن.

---

**آفتاب عالم شورو**

**شاهنواز شورو**
سينئر سپاف اڳواڻ

## زندگيءَ کان شهادت تائين

ايشيا جي سرزمين سنڌ ۾ اڪثر رات جو گهيرو رهندو آهي، جنهن انڌاري کي ختم ڪرڻ لاءِ "آفتاب عالم" جهڙا ڪردار شعوري هلچل لاءِ پڙڪو ڪائي سچ ۽ حق جي آواز کي بلند ڪرڻ لاءِ، هڪ دليرانہ گجگوڙ ڪندا آهن ڌرتيءَ تان ظلم کي اکيڙڻ لاءِ، فرعوني طاقتن کي چرڪائي حيران ڪري ڇڏيندا آهن، رشيا جي زار شاهي وانگر انهن جون درٻارون لوڏي ڇڏيندا آهن ۽ شهنشاهي غرور خوف ۾ ويڙهجي شراب جي نشن مان ٽٽي ويندا آهن، بلاول شهيد وانگر اڏول ۽ اٽل ارادا ڪٽي نڪرندڙ جوان ثابت قدم رهي حسينيت جي گهوڙن جي قدمن کي تيزي ۾ آٽي تلوار ايپي ڪري، انصاف لاءِ وڏي جاهہ جلالن واري لشڪرن ۾ اهين ڪاهي پوندا آهن، جهڙا هو بن ٽڪن جا خسيس ماڻهو هجن، جيڪي واقعي بہ اهڙائي گهٽيا هوندا آهن، مظلومن جا دشمن هوندا آهن! عياش جابر! ظالم!!، پر انهن کان بہ بدتر اهي ماڻهو، جيڪي اندران ۽ اوچتو وڙهندا آهن، منافق بٺجي! سازش بٺجي!، ۽ پوءِ گوليون وسائي، ڪوڙو ڏهڪاءُ ڦهلائيندا آهن، آفتاب جهڙي کي شهيد ڪرڻ لاءِ، ۽ هو شهيد ٿي ويو. هڪ نئون سج ڌرتيءَ مٿانَ ايري ڦهلايل اوندهہ ۾ روشني ڪرڻ لڳو. آفتاب! سج! مرتبو! آفتاب آخر آفتاب رها، دهرتي کو چراغان ڪرني کي لئي!

مٽياري ڊسٽرڪٽ جي قومي شاهراهہ تي ڪندو اسٽاپ سان لڳ ڳوٺ ڄام چنيسر شورو جي مٽي مان جنم وٺندڙ آفتاب مظلوم ماڻهن جو مشاهدو ڪري انهن کي بدترين

حالت ۾ ڏسي هن شهيد ذوالفقار علي ڀٽو جي پارلياماني پارٽي جي سپر سپاف ونگ جوائن ڪئي، ڇو ته هن کي پيڙهيل ماڻهن جو آجپو ان ۾ نظر آيو. جنهن ۾ هن رات ڏينهن اڻٿڪ محنت ڪري سياسي خدمتن سان گڏ سماجي خدمتون به جاري رکيون، جنهن ڪري هي ڀرپور عزت ۽ شهرت حاصل ڪرڻ لڳو ان ئي بنياد تي مٿين قيادت هن کي سنڌ يونيورسٽي جي تعليم دوران ڊسٽرڪٽ آرگنائيز حيدرآباد مقرر ڪيو. ان ڳالهه تي واپاري قسم جا سياستدان وڏيڪ ساڙ کائڻ لڳا ۽ هن لاءِ سازشن جا وڏيڪ ڄار وڇائڻ لڳا. ان دوران ڪافي دفعا جيلن ۾ به ويو پر هن پرواهه نه ڪئي. ان ڪري هي سرمائيدار سياسي طبقي لاءِ وڏيڪ مشڪل تي ويو جن شيطاني چالن کي آخري شڪل ڏئي 18 جنوري 1990ع خميس ڏينهن راهوڪي وٽ گولين جو مينهن وسائي آفتاب کي شهيد ڪري ابدي ننڊ سمهاري ڇڏيو. ان دوران هن سان گڏ هن جو دوست نياز مورائي به شهيد ٿيو!

هي المناڪ خبر سنڌ سميت پوري پاڪستان جي سياسي حلقن ۽ عوام ۾ باهه جيان پکڙجي وئي. جنهن ۾ سندس سوپ ماڻيل جنازي نماز ۾ هزارين سياسي ساٿين ۽ همدرد عوام وڏي تعداد ۾ شرڪت ڪري ڳوڙها وهايا ۽ دعائن جي پڪارن ۾ اوجنگارون ڏنيون! ان شهيد جو ننڍو ڀاءُ قلم لکندڙ آئون پنهنجي پياري ڀاءُ جي نقش قدم تي هلي هن وقت سپاف ۾ ڀرپور خدمتون سر انجام ڏئي رهيو آهيان ۽ مرڪزي رابطا سيڪريٽري سپاف سنڌ جي عهدي تي فائز آهيان. اڄ به شهيد آفتاب جون يادون پنهنجي ۽ پراون جي دلين تي ساڳيون جوش هڻندڙ آهن. پر هنن ماڻهن کي ڏک اهو آهي ته ڀٽو صاحب جي مشن کي پارٽي ۾ رهندڙ ڪجهه ماڻهو گهٽيو وينا آهن انهن جي سرد مهري ڏينهن به ڏينهن ظاهر ٿيندي پئي وڃي. پر عرصو گذرڻ باوجود به ماڻهن جي عقيدت پارٽي جي شهيدن لاءِ اهائي ساڳي آهي ۽ هر سال وانگر ورسي تي شهيدن جي مزار تي مڻن جا مڻ گل نڇاور ڪيا وڃن ٿا پر پارٽي مخالفن لاءِ روزانه ايتريون ڦٽڪارون وسائيندا رهن ٿا.

شهيد ذوالفقار علي ڀٽو هڪ عالمي مڃتا ماڻيندڙ اهو نيڪ ڪردار اڳواڻ هو جنهن "پيغمبر صلم" جي پوئلڳي ڪندي غريبن ۽ مسڪينن جو هڏ ڏوکي ۽ مظلومن جي آواز جي للڪار بڻيو. جنهن نظر انداز ٿيل مسڪين ماڻهن جي حقن لاءِ سچ جو علم کڻي جدوجهد جو عظيم دڳ حاصل ڪيو. آخر پنهنجي جان به وڏي سرفروشي سان قربان ڪئي. فڪري اصولن جي سياست تي ڪڏهن به طاقت جي نشي ۾ نه آيو.

آئون شهيد ڀٽو صاحب جي نياڻي بينظير ڀٽو صاحبه اسان جي مان واري پيڙ جي سپاهي شهيد آفتاب عالم شورو جو ڀاءُ آهيان منهنجي ڀاءُ ڀٽو صاحب جي نقش قدم تي هلي اها ئي اصولي سياست ڪئي ۽ پنهنجي جان جو نوجوان خون قربان ڪيو. جنهن سان هن اهو ثابت ڪيو ته: اسان حق ۽ سچ جو عوامي نعرو هڻڻ وارا آهيون ۽ فتح به هميشه سچائي جي قدمن جي ٿيندي آهي. آئون وڃن ٿو ڪيان ته ادا شهيد آفتاب وانگر شهيد ڀٽو جي نقش قدم تي هلندي اگر مون کي شهادت جي قرباني ڏيڻي پئي ته پوئتي نه هٽندس.

**نعمان شيخ**

# بينظير ۽ عوام ٻنهي جو رشتو

جڏهن رات جو ٻگهڙ ٻڌجي ضياءَ پرائم منسٽر هائوس کي گهيري ۾ آڻي ڀٽو صاحب کي چيو تہ: توهان جي حڪومت جو تختو اونڌو ڪيو ويو آهي ۽ توهان گرفتار آهيو!. تڏهن ڀٽو صاحب هن پاڳلن ۾ نهاري چيو تہ! فقط چند سال ڇڏيو تہ آئون پاڪستان کي عالمي طور تي معاشي سپر طاقت بڻائڻ جي آخري عمل ۾ ڪم مڪمل ڪرڻ وارو آهيان!. تنهن ڪري توهان پاڳل پن ۾ اچي جنونيت جو مظاهرو نہ ڪيو؟

پر هو هن تي حاوي ٿي ويا ۽ هن تي ڪوڙو ڪيس هلائڻ لڳا. ان دؤر جي حوالي سان پاڪستان پيپلز پارٽي اڄان نئين پارٽي هئي. تنهن هوندي بہ ڪافي گڏيل مضبوط ڪيترين سياسي پراڻين جماعتن کي ٻيو پيرو بہ اليڪشن ۾ تاريخي شڪست کائڻ تي مجبور ڪيو هو. اها ڀٽو صاحب جي مقناطيسي ڪشش هئي ۽ قدرتي پروسي جي ڏاهپ هئي جو سچائي وارين تقريرن ۽ عملن ڪري اهو جوش ماڻهن تي حاوي ٿي ويندو هو جنهن ۾ فقط ڀلائي جو پروسو هو. ان وقت ۾ بہ ڀٽو صاحب جي فيملي ۽ سڄا ٻيا اڳواڻ هجرت ڪري جلا وطن ٿيڻ تي مجبور ٿيا. پر تاريخ شاهد آهي تہ ڊگهي مدي کان پوءِ خدا حق ۽ سچ جي الم کي بلند رکندي محترمہ بينظير ڀٽو جي پارٽي ۽ صلاحيتن کي ٻيڻي طاقت ڏئي واپسيءَ هن ملڪ ۾ آندو ۽ اليڪشن کٽي.

اڄ بہ اهائي حالت آهي جنهن ۾ مخالف ڇٽي رهيا آهن تہ پ پ پ قيادت هاڻ واپس نہ ورندي. ۽ دبئي ۾ خوش زندگي گذارڻ جا بي بنياد الزام هڻي بدظني ڦهلائڻ جا جتن پيا ڪن جيڪي ناڪام ۽ عوام جي لاءِ ناقابل يقين الزام آهن. ڇو تہ انهن کي پنهنجي قيادت ان جي مجبوري ۽ پيغمبري هجرت تي پروسو آهي تہ هو وري واپس موٽندي. ڇو تہ دبئي ڪا ٻيءَ دنيا ناهي جتان واپس اچڻ ناممڪن آهي. پارٽي قيادت جيڪا جلاوطن آهي ان جا هتي وڏا بڻ بنياد آهن تاريخي ناتا آهن. پارٽي آهي، ان جو ڪم آهي جيڪو هتي مقرر نمائندا سر انجام ڏئي رهيا آهن. وڏي ڳالهہ تہ محترمہ بينظير ڀٽو جي شهيد والد محترم ذوالفقار علي ڀٽو جي هتي مزار آهي بن پائرن شاهنواز شهيد ۽ مرتضيٰ ڀٽو جون مزارون آهن انهن جي خون جي رشتن جون سڳنڌون، هتي هن ڌرتيءَ تي سمايل آهن تہ اهڙن تعلقن کان ڌار رهي محترمہ بينظير ڀٽو ڪيئن ٿي ڌار ۽ پري رهي سگهي. ڇا هن وٽ انساني قدر ناهن ڇا؟! نہ. بلڪ حالاتن جون ڪجهہ مجبوريون آهن جيڪي هاڻ عنقريب ختم ٿيڻ واريون آهن اميد عنقريب ملڪ جي عوام پنهنجي هر دلعزيز محترمہ پيڻ بينظير ڀٽو کي پنهنجي جدوجهد سان گڏ پنهنجي وچ ۾ ڏسندي ۽ پنهنجي اميدن جي سرواڻ کي مبارڪون ڏيندي.



## جام ساقي
سينيئر اڳواڻ پ پ پ، قاسم آباد

ڀٽو شهيد تي ڪتاب، اهو بہ ناول لکڻ! ڪو آسان ڪم نہ هو. چاڪاڻ تہ ڀٽو صاحب ماڻهن جي انهن خوابن جي تعبير هو جيڪي خواب هو ملڪ نهڻ کان اڳي کان ڏسندا رهيا هئا. ۽ ڀٽو صاحب 1968ع ۽ 1969ع واري بغاوت ۾ اڀريو. جنهن ۾ ماڻهن کي پنهنجي قوت جو پهريون ڀيرو احساس ٿيو.

ان کان پوءِ ۽ جڏهن ڀٽو صاحب ملڪ جو آئين ناهيو تہ ان جي پهرئين مثال ۾ نئون فقرو رکيو جنهن موجب رياست ماڻهن کي روزگار ڏيڻ جي پابند هوندي. اهو فقرو فقط سوشلسٽ ملڪن جي آئينن ۾ هو ۽ آهي. ماڻهو پنهنجي سماجي نظام کي سڌارڻ جي ڪوششن ۽ خوابن جي تعبير جي هيرو رهنما کي وساري نٿا سگهن.

اسان جي پياري ليکڪ موسيٰ منظور جيڪو علامتن کي اٽي تاڃي ڀيٽو تيار ڪيو آهي اهو بہ پنهنجو مثال پاڻ آهي. رڳو گل ۽ بلبل، زلفن ۽ عشق محبت جا افسانا وسري ويندا. ڇو تہ هر وقت جي پنهنجي ضرورت هوندي آهي ۽ ذهن تي ان وقت جون گهرجون حاوي رهنديون آهن. ان حوالي سان موسيٰ منظور جو هي ڪتاب جيئن پوءِ تيئن وڌيڪ اهميت اختيار ڪندو رهندو. بلڪل ڀٽائي جي شاعري وانگر جنهن جي اهميت زمانن کان روز بروز وڌي رهي آهي. ياخير پوري چواڻي تہ: ”ڪارڪ جيئن سڪي تيئن مني“ اسان کي اميد آهي تہ منظور صاحب مات ڪري نہ ويهندو، سندس قلم جون جولانيون جاري رهنديون. اسان جي ملڪ ۾ ڪنهن بہ بي اي پاس نوجوان کي ويهاريو تہ شايد هو چڱو موچارو آئين ناهي نہ سگهي، ان جو ڪارڻ اسٽيبلشمينٽ جي طرفان رڪاوٽ هئي، هنن بنا رڪاوٽ جي لنڊ ڦرڻ تي چاهيو. ڪابہ رڪاوٽ يا قاعدو قانون ڪين منظور نہ هو. پهرين اهو چيو ويو تہ جيسين بنگالي پنهنجي اڪثريت ”56 سيڪڙو“ تان هٽ نہ ڪٽن تيسين آئين نہ ناهيو وڃي. آخر جڏهن هنن هٽ ڪنيو تہ لٽيو ڦريو پلي پر ڪو تہ قانون آئين هجي. جنهن ۾ ون يونٽ وارو آئين ناهيو ويو جيڪو سنڌ، بلوچستان، پختون خواهہ بنگال لاءِ بہ ڳچيءَ جو ڳٽ هو. وري ايوب آيو ان وري اهو آئين بہ ختم ڪيو ۽ پنهنجو نام نهاد آئين ڦيرائي سيرائي ناهي ورتو. وري جڏهن ڀٽو صاحب آئين ناهيو تہ ڪيس ان جي ۽ عوام دوستيءَ جي ڪري سزا بڌائي شهيد ڪيو ويو!!

لاهور ۾ جڏهن ڀٽو صاحب جو ڪيس هلي رهيو هو تڏهن هر روز ڪونہ ڪو سينيئر ڊي ايس پي يا ايڊيشنل ايس پي ڀٽو صاحب کي ڪوٽ لکپت جيل مان وٺي هاءِ ڪورٽ ويندو هو. هڪ ڏينهن هڪ نوجوان ايڊيشنل ايس پي ڀٽو صاحب کان پڇيو تہ: سائين قدرت توهان کي وري موقعو ڏنو تہ ڇا ڪندا؟ ڀٽو صاحب وراڻيو تہ قدرت وري موقعو ڏنو تہ آئون اهو ڪندس جو ماڻهو لينن ۽ مائوزي تنگ کي وساري ويهندا. يعني حقيقي سوشلزم لاڳو ڪندس، مون هروڀرو جاگيردارن ۽ سرمائيدارن کي ڇڏي ڏنو. جن

۾ ڪابہ همت يا چڱائي آهي ئي ڪانہ!.

اها ڳالهہ ان نوجوان واتان سچي ملڪ ۾ پهتي، پوءِ ڪيترن جاگيردارن ۽ سرمائيدارن فيصلو ڪيو تہ: هاڻ هي شخص جيل مان جيئرو واپس نہ اچڻ گهرجي، نہ تہ اسان جا لاهہ ڪڍي ڇڏيندو، پوءِ اهي اندروني طور زيان خور سان ملي ويا، اوهان کي ياد هوندو تہ اڪثر وڏا ماڻهو انهن ڏينهن ۾ اهو چوندا هئا تہ: چيئرمين صاحب کي ڪجهہ نہ ٿيندو، جو تہ سعودي شاهہ، شاهہ ايران ۽ قذافي ڇٽي ڇڏيو آهي. اوهان ڪجهہ ڪيو تہ نقصان ٿيندو.! اهو هنن جو زيان خور سان طئہ ڪيل منصوبو هو تہ اسين ماڻهن کي ڪنهن بهاني ماٺ رکنداسين، اوهان ڀٽو صاحب کي ڦاسي ڏئي ڇڏيو!.

عوام هاڻ ڪڏهن نہ ڀٽو صاحب کي وساري سگهندو نہ سندس بابت لکندڙن کي، آئون پنهنجي پاران ۽ اوهان جي پاران ناول "اڪيلا ناهيون" لکڻ تي سمي صاحب کي مبارڪ باد ٿو ڏيان.

---

## غلام محمد بنگلاڻي

ڀٽو صاحب هڪ اهڙو باصوصلہ ۽ کرو ۽ کلمر کليو ڳالهائيندڙ شخص هو جنهن جي شخصيت ۾ سچائي اوتيل هئي، سياسي شرافت جو نکريل ڪردار هئي، غريبن ۽ مظلومن جي وڏي شجاعت سان رهنمائي ڪندي هو هيٺئين طبقي جي ماڻهن سان اهڙي همدردي ۽ پيار سان ڳالهائيندو هو ۽ مسئلا حل ڪندو هو جو اتي ڪوٽ جو شر بيهي نہ سگهندو هو. مڪمل وفاداري ۽ عظيم اصولن جي بلندي جا مينار ڇهندڙ باوقار شخص ڀٽو صاحب لائبريري فڪري سوچ جو مالڪ هو، جنهن جا مثال نئين نسلن جي رهبري جي اپنائڻ لاءِ لازمي آهن تاڪ هو جديد دوَري دنيا ۾ پنهنجا رستا ناهي سگهن ڀٽو صاحب ويهين صديءَ جو معتبر ڪردار نہ هو بلڪ هو ايندڙ صدين جو رهنما ڪردار آهي، ڀٽو صاحب جڏهن پاڪستان پيپلز پارٽي جي سياست شروع ڪئي تڏهن بہ هتي سياسي جماعتون هيون، جيڪي ان وقت اڳ جي وڏي عرصي کان هڪ تنگ ماحول جوڙي ويٺيون هيون ۽ ماڻهن تي زوري حاوي بڻجي ملڪ جي ڳوٺن ۽ شهرن ۾ وڏي غنڊا گردي ۽ ڀتا خوري جو راڄ قائم ڪيو ويٺيون هيون ۽ ماڻهو هنن کان بيزار ۽ نفرت ڪندڙ هئا، پوءِ جڏهن ڀٽو صاحب آيو تہ ماڻهن کي جهڙو هڪ آفاقي همت ۽ حوصلو اچي ويو ۽ هو ڪنهن بہ طريقي جي وڙهڻ بجاءِ فقط ووٽ جي طاقتن تي پنهنجي حقن جو ميدان کٽڻ لڳا، ڪيڏي نہ عظيم ۽ مهذب ڳالهہ آهي، جنهن عوامي جنگ ۾ نہ ڪا خونريزي هئي ۽ نہ ئي ڪا وحشي جبلت هئي. بس هئي تہ مخالفن ۾ ڦڙ ڦوٽ هئي جو ڪنهن غنده گردي ۽ زور آزمائي ۽ بئي ڪنهن نقصان کان سواءِ فقط ووٽ جو استعمال ڪري ميدان ماريو ۽ ميدان کٽيو جو مقصد هو. اها هئي سياسي شرافت، شعوري جنگ، حقن کي حاصل ڪرڻ جو نظرياتي طريقو. شعوري دلائلي جنگ جو دؤر اڄ بہ جاري آهي جنهن ۾ ماڻهن جي فقط نفرت ۽ محبت کي بيلٽ باڪس جو ڊائريڪٽر ووٽ ذريعي فوڪس ڪري ڪارگردگي ظاهر ڪندو آهي. ڪارگردگي اڳواڻن جي ۽

فيصلو عوام جو. اهو سچو ڪريڊٽ عظيم ڏاهپ جي ڪردار شهيد ذوالفقار علي ڀٽو ڏانهن وڃي ٿو. جنهن ڪراچيءَ جي جديديت ۽ حاڪميت جي رازن ۽ سهولتن جي حقن جي آئينن کي ڀهراڙين جي ماڻهن جي گهرجن ۽ حقن جي استعمال طور ضروري سمجهي هنن اڳيان آڻي ڏيکاريو تاڪ هو بہ جديد دنيا جي استعمالن کي اپنائي سگهن ۽ پنهنجي زندگي آسان بنائي سگهن. اسان اهوڪن ماڻهن کي گهرجي تہ ڀٽو صاحب جي نظريات جي پيروي ڪندي صاف نيت سان پنهنجي حقن. گهرجن ۽ مشڪلاتن کي نظر ۾ رکي پنهنجي جديد ۽ شعوري جدوجهد جاري رکون، جو تہ صفيد پوشي جي لباس کي اسان جي خاموشي رنگ ڪانہ پريندي بلڪ اسان جي هلچل. آواز ۽ گڏيل جدوجهد سياسي غندن کان حق حاصل ڪرڻ ۾ مدد ڪندي. اسين محترمہ پيڻ بينظير ڀٽو جا ٿورائتا آهيون جيڪا وڏا تاريخي سانحا برداشت ڪري اسان جي رهنمائي ڪندي ڀٽو صاحب جو نظريات ۽ ان جو فيض عوام ڏانهن منتقل ڪري رهي آهي. اسين اهو عهد تا ڪريون تہ جيئن اڳ تاريخي المين ۽ آزمائش کان پوءِ بہ ثابت قدم رهياسين ۽ آئينده بہ ثابت قدم رهنداسين ۽ پنهنجي حقن جي حاصلات لاءِ نئين دنيا ڏانهن قدم وڌائيندا رهنداسين ۽ ڀٽو صاحب جي عظيم مزار کي عقيدت سان خراج تحسين پيش ڪندا رهنداسين.

ڪير ٿو چئي تہ مزارون خاموش هونديون آهن جيڪي راهہ ڏيکارين سي درگاهون فانوس هونديون آهن.

---

**زاهد پرڳڙي**

پ پ پ ايم .پي.اي ۽ صدر ڊسٽرڪٽ حيدرآباد

# عوامي شخص، ذوالفقار علي ڀٽو

هي ڳالهہ واقعي تعجب جي آهي تہ شهيد ڀٽو کي اهي شهرتون ۽ ڪاميابيون مليون جيڪي گهٽ ماڻهن کي نصيب هونديون آهن ڀٽو صاحب جيئن عوامي شهرت حاصل ڪئي ۽ ملڪ قوم جي ڀرپور طريقي سان ارتقائي اٿل پٿل ڪئي اهڙا مثال دنيا ۾ گهٽ ليڊرن ۾ ڏٺا وڃن ٿا. ان ڪانسواءِ ڀٽو صاحب بذات وزيراعظم پاڪستان جي حيثيت سان شاندار نموني پارلياماني انتظام هلائڻ جو بہ ماهر هو تہ ان سان گڏ پاڪستان پيپلز پارٽي جي باني جي حيثيت سان پارٽي سسٽم هلائڻ جي بہ ڀرپور صلاحيت رکندڙ هو. ڀٽو صاحب واقعي ڀلائي جو در هو. جنهن بنا ريا گهڻ قومي هن ملڪ ۾ هر طبقي جي ماڻهن سان بهترين ورتاءُ سان گڏ انهن جا وڏي قومي پشماني جا ڪم بہ ڪيا جيڪي اڄ بہ سنهري تاريخ جي حيثيت رکن ٿا جو تہ ڀٽو ذاتي مفادن کان بالاتر انساني ڀلائي جي سوچ رکندڙ عظيم رهنما هو جنهن جو انٽرويو وٺندڙ عالمي صحافتي حيثيت رکندڙ اوريانا فلاسي کي اهو چوڻو پيو تہ: ڀٽو علي ايشيا جو هيرو آهي ۽ عجيب ڪمالاتي ۽ فطري جينئس شخص آهي.!

اوريانا فلاسي جي وس ۾ هجي ها تہ ڀٽو صاحب سان شاديَ بہ ڪري وجهي ها!

اهڙي عظيم انسان جي ايشيا ليول تي مشهور 4 اپريل جي ورسي هن تي قدرتي مهربانين جو چٽو ثبوت ۽ ثمر آهي، اسين پاڪستان پيپلز پارٽي حيدرآباد ڊسٽرڪٽ جا ڪارڪن ۽ عوام مشهور 4 اپريل جي هن ورسي جي موقعي تي عقيدت جو اظهار ڪندي ڪيس لک لک سلام پيش ڪريون ٿا ۽ وچن ٿا ڪريون تہ اسين سندس رهيل مشن کي انشاءالله عنقريب خلوص نيت سان مڪمل ڪرڻ جي جدوجهد جاري رکندي مڪمل ڪنداسين.

---

**الطاف حسين رند**

سينئر پ پ پ رهنما، سانگهڙ

شهيد ذوالفقار علي ڀٽو جڏهن پاڪستان پيپلز پارٽيءَ جو بنياد رکيو تڏهن سياست چند وڏن جاگيردار پيرن ۽ سرمائيدارن جي هٿ ۾ هئي مرحوم ايوب خان کي چڙي عوامي سياست جو دور شروع ڪيو. هن ملڪ جي غريب ۽ هاري مزدور کي زبان ڏني ۽ قوم کي خاص ڪري پيڙهيل طبقي کي زبان ڏني. جڏهن ڀٽو صاحب عوامي سياست جي شروعات ڪئي منهنجي عمر 16 سال هئي ۽ اسين چند دوست جنهن ۾ آئون مرحوم عبدالواحد بروهي، مرحوم زيغم خان ٽالپر ۽ ڊاڪٽر حاجي خان ٽالپر ۽ ڪجهہ ٻيا دوست انهي عوامي جدوجهد ۾ شامل ٿياسين. اسان جو ضلعو سڏبو ئي پيرن جو ضلعو هو. قائد شهيد پيرن اڳهاڙن ۽ پيٽ ٻڪين کي زبان ڏني ۽ شعور ڏئي سمجهائي ويو تہ اصل طاقت جا مالڪ توهان آهيو. شهيد پنهنجي دور حڪومت ۾ ڪئين ڪارناما سرانجام ڏنا. پر سامراجي قوتن کان اهو برداشت نہ ٿيو. مرحوم کي ڪوڙي ڪيس ۾ ڦاسائي ڦاهي ڏئي اهو سمجهيائون تہ ڀٽي صاحب کي شهيد ڪرڻ کان پوءِ مظلومن جو آواز بند ٿي ويندو پر تاريخ شاهد آهي تہ شهيد مرندا ڪونہ آهن زندهہ هوندا آهن. مثال سامهون آهي يا حسين يا حسين ڪرڻ وارا بہ لکين آهن. ۽ يزيد تي لعنت ڪرڻ وارا بہ آهن شهيد اصولن خاطر ڦاهي قبولي پر اصولن تي سودو ڪونہ ڪيو. جيئي ڀٽو جا اڄ بہ ننڍا وڏا مرد عورتون نعرا هڻي شهيد کي ياد ڪن ٿا.

---

**امير علي ايري**

پيپلز سيڪريٽريٽ، ڪراچي

طبقن جي سرد جنگ اڳ کان چڙيل هئي، ڀٽو صاحب ان جنگ جو هيرو بڻجي ابري آيو، جو تہ هن انساني امن ۽ انصاف جي پاڪ شيشي کي چڪنا چور ڪندڙ ۽ دنيا جي سونهن بگاڙيندڙ ذميوار قوتن کي ظاهر ڪري دنيا جي مخلوق اڳيان چٽو ڪيو، نتيجي ۾ سڀ شيطاني قوتون اندران ئي اندران حرڪت ۾ اچي ويون، ڇو تہ انهن جا پردا چاڪ ٿي چڪا هئا هاڻ انهن جي ۽ انهن جي شيطاني قائم رهڻ جو هڪ ئي رستو هو

جيڪو انهن کي ڏسڻ ۾ آيو ڀٽو کي قتل ڪيو وڃي. اهو به اهڙي طريقي سان جيئن ٻيا سڀ اڳواڻ ۽ ماڻهو خوف ۾ ويڙهجي وڃن. ۽ انهن ذوالفقار علي ڀٽو کي شهيد ڪري ڇڏيو، پر پوءِ به هو زمين جا خدا بڻجي نه سگهيا، ڇو ته زمين جو خدا به آسمانن جو ساڳيو خدا آهي.

پر ڀٽو صاحب جي قتل کان پوءِ وڏين قوتن کي بدليل دؤر وڏيڪ مونجهارا ۽ مشڪلاتون ڏئي رکيون آهن، جڏهن ته ضياءَ کي پنهنجو انجام ملي ويو، پر ضياءَ هڪ دماغ کي شهيد ڪري، هڪ انساني همدرد فڪر کي شهيد ڪري جهڙو وڏين قوتن لاءِ رستو ته صاف ڪري ڇڏيو پر مسلم سماج کي ملڪي سالم ذهن ادارن کي به بدنام ڪري ويو ۽ اعتبار خراب ڪري ويو. ان سڌاري جي حل لاءِ وري به محترمه بينظير ڀٽو ئي هڪ اهڙو ڪردار آهي جيڪا اهو خال پري تاريخ کي وري هڪ نئون رخ عطا ڪري سگهي ٿي ڇو ته ان ۾ به ڀٽو شهيد وانگر خداداد صلاحيتون موجود آهن. اسين وري اهو مشورو ڏينداسين ته رياستي ادارا طاقت جي نشي کان هٽي سالم ذهن استعمال ڪري پاڪستان کي وري به عالمي طور حيثيت ۾ آڻڻ لاءِ دورانديش ڪوششون عمل ۾ آڻيندا.

---

## سردار اسحاق اونوال

سينيئر پ پ پ اڳواڻ، تلهار

شهيد ذوالفقار علي ڀٽو پاڪستاني سياست جو اهڙو طلسماتي ڪردار آهي جنهن پنهنجي عمر جي لحاظ کان تمام ٿورڙي عرصي ۾ گهڻيون ڪاميابيون ۽ ڪامرانيون حاصل ڪيون. دنيا جي سياسي افق تي هو هڪ فاتح جيان ابريو ۽ نظرياتي اصولن تي قائم رهندي شهادت ماڻي تاريخ جي صفحن ۾ امر بڻجي ويو پاڪستان کي ايٽمي توانائي سان آراسته ڪرڻ واري عظيم سياسي اڳواڻ ۽ اسلامي سربراهه ليڊر کي 4 اپريل 1979ع تي جهڙي نموني بي دردي سان ڦاسي چاڙهيو ويو ان واقعي مان جنرل ضياءَ ۽ ان جي ٽولي جي ڪڌن ڪرتوتن ۽ شخصي دشمني جي بوءِ پئي اچي سندس قتل سان لاڳاپيل ماڻهن جو جهڙو برو حال ٿيو سو به دنيا ڏٺو ۽ ٻڌو مگر شهيد ذوالفقار علي ڀٽو جي شخصيت کي چار چنڊ لڳي ويا خدا گواهه آهي ته شهيد ڀٽو اڄ به هن ملڪ جي عوام جي اکين جو تارو ۽ ملڪ جي عوام جي دلين ۾ هڪ محبوب سياسي اڳواڻ طور زنده آهي ۽ زنده رهندو.

---

## ارشد مغل سکر

پ پ پ سپاف جو مرڪزي اڳواڻ، سکر

# لاڙڪاڻي جو ڀٽو...!

لاڙڪاڻي جي هاڻ اها حيثيت ناهي جيڪا شهيد ذوالفقار علي ڀٽو کان اڳ هئي، هاڻ لاڙڪاڻو شهر جي پنهنجي هڪ حيثيت نهي چڪي آهي جيڪا تاريخي بڻجي چڪي

آهي جيڪا ذوالفقار علي ڀٽو جي ڪري آهي، اها ٻي ڳالهه آهي تہ پاڪستان جي بہ عالمي طور تي ۽ ملڪي طور تي حيثيت ڀٽو صاحب جي ڪري ئي پيدا ٿي، جنهن حقيقت کي ڪير بہ ڇٽي نٿو سگهي، پر ڀهرين شهر جي حيثيت آٽبي جيئن ان ڪان اڳ مهذب خاندان جي حيثيت آٽبي جيئن ان ڪان ڀهرين والدين جي حيثيت آٽبي، جيئن ان ڪان اڳ مسلم مذهب جي حيثيت آٽبي ۽ آخر ۾ ڀٽو صاحب جي مزار جي حيثيت آٽبي!

اسين مسلم مذهب ڪان مسلم مزار تائين ڏسنداسين تہ ڪنهن بہ نيڪ انسان، پرهيزگار انسان ۽ پنهنجي مسلم مذهب لاءِ اعليٰ ڪان اعليٰ ڪم ڪندڙ شخص، جيڪو وفات ڪري يا شهيد ٿئي، ان جي ان اعليٰ رتبي لاءِ ان جي مزاري نهندي آهي. ۽ مزار اوليائن جي نهندي آهي اهو اعزاز ۽ خوبيون شهيد ذوالفقار علي ڀٽو ۾ يڪسان خودبخود ظاهر ٿي ويون. جيڪي سڌو خدا جي طرفان ۽ خدا جي وس هونديون آهن، جنهن ڪردار تي پوءِ چاهي ڪيڏا بہ شيطاني حملہ ٿين، اثر ٿين يا سازشون ٿين. پر اهو سچو دبائڻ وري ظاهر ٿيڻ جي صورت ۾ ان شخص تي خدا جي سائي جي نشانين ۾ ظاهر ٿيڻ لڳندا آهن. هي ڪردار ويهين صديءَ جي عظيم ڪارناما ئي معجزي جو يقين آهي. اهو ڪردار، ڀٽو صاحب جي اهڙي روپ ۾ ظاهر ٿيو. جيڪو ڏکي انسان جي خدمت ۽ ان جي بنيادي حقن لاءِ اهڙو تہ اڏول پهاڙ تي بيهي رهيو. جيڪو سمورين لالچن ۽ ڪوششن باوجود اتي ئي ڄميو رهيو. شرافت جي شعوري تحريڪ سان. بلند حوصلي جي اڏام سان. تخليق جي ايجادي نظريات سان. هلچل ۾ رهندو رهيو. هلندو رهيو. حق جي دلائلن سان سرڪشين جا ڪنڌ جهڪائيندو رهيو. جيڪو غريب گهرن ۾ چلهہ ٻريل ڏسڻ چاهيندو هو. زندگي ٻريل ڏسڻ چاهيندو هو. رستا روشن ڏسڻ چاهيندو هو. مستقبل جا بندوبست ڪرڻ چاهيندو هو. لائبريري فڪر جي سوچ رکندڙ شخص ڪيئن چاهيندو تہ بنگال ذار ٿئي ۽ خون وهي، ان ۾ بہ نمونا آهن. هڪ تہ بنگالين کي پڙڪائيجي، ٻيو تہ ٻيڪ وقت هتان طاقت جو مظاهرو ڪري انهن کي مارائجي تشدد ڪجي!. اهو ڪيئن ٿو ٻنهي طرفان ڪرائي سگهجي؟ جهڙو ڀٽو صاحب بنگال ۾ مستقل رهيل هو ۽ هن اتي نقشا تيار ڪيا، ماڻهو تيار ڪيا ۽ ميدان ۾ لاٿا ۽ هو ميدان ۾ لٿا! ڪيئن ٿو ٿي سگهي جو اڄ تائين الزام پيا هنيا وڃن.

هڪ اهڙي نيڪ ڪردار تي جنهن ڀهرين ماڻهن کي معاشي طور مضبوط ڪيو پوءِ ايٽم نموني طور آٽي ان کي پنهنجي بچاءَ لاءِ رکيو. اهو شخص جيڪو غريبن کي زنده ۽ عزتدار ڏسڻ لاءِ انهن جي روزگار جو بندوبست ٿو ڪري اهو غريبن جو قتل عام ڪيئن ٿو ڏسي سگهي هڪ معتبر ۽ مهذب شخص!. اها تہ وڏيڪ طاقتن طرفان هڪ چال هئي جيڪا پاڪستاني فوج ۽ بنگالي عوام تي هڪ ئي وقت ائين استعمال ٿي جو ٻئي ان جو شڪار ٿي ويا ۽ ملڪ بہ اڌ ٿي ويا! اڄ بہ جيڪي ننڍين پارٽين جا نامراد ماڻهو ڀٽو صاحب جي اها مخالفت ڪن ٿا در اصل انهن جي سياسي روزگار تي عوام جي بچاءَ جو بند ٻڌجي چڪو آهي ۽ هو ماڻهو پيپلز پارٽي ڪري پنهنجو سياسي روزگار ۽ ووٽ ۽ دوڪي ڪان پاڻ لاءِ موت سمجهن ٿا.

اسين ڀٽو صاحب جي صاف گو ڪردار تي سوچي رڳو حيرت ۾ اچي چوندا آهيون، هاءِ، لاڙڪاڻي جو ڀٽو....!!

فڪر جو مقصد. هي سڀ ڳالهيون ڀٽو صاحب لاءِ آفاقي انعام آهن انهن کي ڪير ٿو دٻائي سگهي، ڪير به نه.

پوءِ به ڏسو ڀٽو صاحب جي مزار عوام جي نظرن جو مرڪز، ڀٽو جو ڪردار عوام جي زبانن جو بحث، ڀٽو صاحب جي نظريات عوامي شعوري حيرت جي ڪوجنا بڻجي انهن کي نئين دريافتن جا نوان رستا جوڙي ڏئي رهي آهي.

---

## ڊاڪٽر موهن لال ڪوهستاني

صدر پ پ پ ڊسٽرڪٽ ڄامشورو

شهيد ذوالفقار علي ڀٽو هڪ اهو عالمي مڃتا ماٽيندڙ سياسي ڪردار، جيڪو اهو نه ڏسندو هو ته هي ماڻهو ڪير آهي؟

بلڪ هو چوندو هو ڪير به آهي. اسان جي رياست ۾ آهي ته ان جون مشڪلاتون ڏسو گهر جون ڏسو ۽ زندگي ڏسو ۽ وقت جي تقاضا ڏسو ۽ ان لاءِ ڪم ڪريو.

ڪير اڇوت آهي ڪير برهمڻ آهي ڪير اعليٰ آهي ڪير نيچ آهي سڀ انسان آهن ۽ انهن جي زندگي کي آسان بنائڻ لاءِ انهن کي جديد دنيا جون سهولتون ملڻ گهرجن، ڪوبه نسلي، طبقاتي يا پارٽي جو بحث وچ ۾ نه آڻيو، هر ڪنهن کي پاڻ وٽ جڳهه ڏيو. واقعي ان دؤر ۾ نه نفسياتي دٻاءُ هئا نه تعصب هئا. واپار ارتقا ۽ تفريح جا سمورا رستا آزاد ۽ ڪشادا هئا. غلام مصطفيٰ جتوئي هجي يا ممتاز ڀٽو وزيراعليٰ هجي ڀٽو صاحب جا عوامي احڪامات پهچندا هئا ۽ ماڻهن جي خدمت جو سلسلو شروع ٿي ويندو هو. هڪ طرف نوڪريون ٻئي طرف ڪاروبار جون فراوانيون ته ٻيا ماڻهو ٻاهرئين ملڪن ۾ پيا وڃن ڪمائڻ، سڄي دنيا سان سفارتي واسطا ايڏو عروج تي هئا جهڙو اهي به پنهنجا هجن. آسمان جهڙو ڌرتيءَ تي جهڪي ويا هئا. هر طرف رش رونق، دورا، تقريرون مارڪيٽن ۾ رش! ڇا ته هو اهو دؤر! جنهن کي ياد ڪندي اڄ اکين مان پاڻي وهيو پون ۽ ڀٽو صاحب جي اهڙي ڪردار کي ياد ڪندي ته جهڙو هانوَ ڏکيو پون، ڇا مسلمان ڇا ديوان ڇا اڪثريت ڇا اقليت.

اڄ به ياد آهي ۽ 4 اپريل جي ورسي وري به هانوَ تي چنبو آهي اڄ به ڀٽو جي عظمت کي ڪروڙين سلام آهن. اعليٰ فرد تي ويو هو. جنهن کي ڦاسيءَ ڏيندڙن جا هٿ به ڏڪيا هئا ته آخر ان ئي حالت ۾ مري به ويا. پر ڀٽو تي هر گهر جون عورتون ۽ ٻار رنا هئا اوچنگارن ۾ اڇي ويا هئا ڀٽو کي جڏهن ڦاهي آئي هئي ته. ڀٽو ماڻهن جي گهر جو جهڙو فيملي ۽ رت جي رشتي جو ڪو پيارو ۽ دادلو معصوم فرد هو. جيڪو اڄ به يادن تي حاوي آهي.

---

## جان محمد راڻو

هن ڳالهه کي ايستائين دنيا تسليم ڪري چڪي آهي ته ذوالفقار علي ڀٽو بنا ڪنهن سيڙپڪاري جي بنا ڪنهن قرض جي ۽ بنا ڪنهن نقصان جي ملڪ ۽ غريب عوام کي هڪ اهڙي روشن شاهراهه تي وٺي آيو جتي هو اڳ نه پهتا هئا. نه عوام ۾

خونريزي ٿي نہ عوام کان پئسو ورتو ويو نہ ڪنهن ملڪ سان جنگ ٿي نہ ڪنهن ملڪ کان ڪجهہ قرض ورتو ويو ۽ ملڪ ترقي ڏانهن گامزن ٿي ويو. عجيب ڳالهہ آهي. اها قدرتي مدد هئي جو تہ ڀٽو صاحب آفاقي مهذب ۽ درويش نيڪ انسان ڪردار هو. اهڙو انسان بچپن ۾ نيڪ ڳالهيون ۽ تبليغون ٻڌي انهن کي اپنائي چڪو هوندو آهي جيڪا ڳالهہ اڳتي هن جي اپنائڻ سان ظاهر ٿي. ۽ هو نيڪي کي اپنائي چڪو. سيني کي حريف ٻڌائي ڇڏيائين. ڀٽو صاحب جي شڪتي هن جي نيڪ نيتي ۽ پرهيزگاري هئي. هن پنهنجي نيڪ شڪتي کي بچائڻ لاءِ اندر ۾ سچائي کي لاتو. اندر جي دنيا ڇا هوندي آهي ان کي عام ماڻهو ڇا سمجهن. تہ ان هڏ ۾ ڪيڏو نہ قدرتي سرور ۽ سڪون هوندو آهي. جيڪو هن دنيا مان تبديل ٿيڻ کان پوءِ بہ هن کي حاصل هوندو آهي ڇو تہ هو شهيد هوندو آهي. يعني هميشہ زنده رهندڙ ٿي ويندو آهي. سچ جي شڪتي اڳيان هن ڪوڙ. دوکي ۽ لالچ کي نوڪر هٽي ڇڏي. خدا هن لاءِ ڪوڙ رحمتن ۽ برڪتن وارا رستا کولي ڇڏيا هئا.

محترم بينظير ڀٽو کي بہ ڀٽو شهيد جون دعائون آهن ۽ نيڪ نصيحتون ورثي ۾ مليل آهن جيڪي عوام کي بہ مليل آهن ۽ هو اپنائي چڪو آهي تڏهن تہ اڄ بہ عوام جيڪڏهن خاموش بہ آهي تہ پر ٻئي ڪنهن ليڊر ڏانهن پارٽي ڏانهن رخ نٿو ڪري ۽ ماڻهن کي بينظير ڀٽو جي بہ صبر جي تلقين ٿيل آهي. تڏهن تہ سرخرو جوانن جا انتقام نہ ورتا اهو ڪم انهن قدرت تي رکيو ڇو تہ هو قدرتي ڪردار هئا ۽ غريب عوام جا ليڊر هئا انهن جي ڀلائي لاءِ ڪم ڪندڙ هئا. تاريخ پنهنجا فيصلا پاڻ ڪندي آهي ۽ اسان جو فيصلو اڄ بہ اهو آهي. جيئي ڀٽو. جيئي عوام. جيئي بينظير ڀٽو!!.

---

## آغا سيف الله

پ پ پ سنڌ ڪائونسل ميمبر

ڪراچيءَ جا رستا هجن گهٽيون هجن يا پاڙا ۽ ڀٽو صاحب گڏ هجي ۽ اسين ڪارڪن هجون ائين نڪري پوندا هئاسين تہ جهڙو ماڻهن جي ميڙ جا سمنڊ اٿلي پوندا هئا. اهي جلوس ۽ جلسا پنهنجي هڪ تاريخ رکن ٿا ۽ ڇا تہ هو ڀٽو صاحب جهڙو ماڻهن جو ڇقمق جو ماڻهو هن کي چنبڙي پوندا هئا ۽ واپس وڃڻ جو نالو نہ وٺندا هئا. هن جي تحريڪ ۾ ڪيڏي نہ جان هئي ۽ شخصيت ۾ ڪيڏي نہ ڪشش هئي ۽ ان کان وڌيڪ ان ۾ ماڻهن لاءِ پنهنجائپ ۽ همدردي هئي ماڻهپو هو.

گريٽ ڀٽو ماسڪو. چائنا آمريڪا ۽ ايران جي وڏين عمارتن ۾ ويو. جن عمارتن کي ڏسي هو پنهنجي غريب عوام جا ڏک ۽ محروميون سوچي ان جذبات تي قدم وڌائيندو هو ۽ انهن لاءِ ڳالهائيندو ۽ ڪم ڪندو هو. تڏهن تہ فقط پنهنجن پنجن سالن جي عرصي ۾ هو پاڪستان جي عوامي ڪشتي کي عالمي سمنڊ ۾ تاري ظاهر ڪرڻ لڳو ۽ خوش ٿيڻ لڳو ڇو تہ ان سان گڏ رهندڙ عوام جي چهرن تي جو مرڪون هيون. ۽ پوءِ ڇا ٿيو؟ ڇو ٿيو؟! هڪ ڏکهو بحث ۽ سنجيده سوال آهي جيڪو ڪڏهن بہ ختم ٿيڻ جهڙو ناهي ڇو تہ اهو فڪر آهي ۽ ڀٽو صاحب بہ فڪري ذهن هو ۽ فڪر ئي ارتقا ڪندا آهن. اڄ ڀٽو صاحب جي ورسي آهي 4 اپريل 2007ع ان سنهري موقعي تي ڀٽو جي عظمت کي سرخ سلام ۽ ڀٽو صاحب جي نياڻي کي هن موقعي تي لک لک دردن جا ڏوهيڙا ۽ جرئت کي سلام.



**سردار محمد اسحاق اوٺوال**
تلهار



**چاچا ملڪ ياسين غوري**
پ پ پ سينيئر اڳواڻ
ضلع ميرپورخاص



**آفتاب عالم**



**عاشق علي سمون**

**پبلشر ۽ انچارج پبليڪيشنز**

سج پبنيڪيشن، قاسم آباد، حيدرآباد.



**احسان الله سمون**

**پبلشر**

سج پبليڪيشن، قاسم آباد، حيدرآباد.

بلاول هائوس ڪراچي ۾ پ پ سنڌ جي صدر محترم
سيد قائم علي شاهه صاحب کي ناول نگار موسيٰ منظور
ناول "اڪيلا ناهيون" گفٽ ڏيندي.



خدمت جي جذبي تحت صدقن نہ ڏيڻ وارو اهو جرم اسان جو پوريون نسل بہ اپنائيندو، پوءِ تہ اسان جي ادبي، سياسي ۽ سماجي حيثيت تہ هيڪاري ڪمظرفي ۽ بي اثر حالت تي پهچي ويندي! سائنس ۽ ٽيڪنالاجي قوت تہ اسان ڇهي بہ نہ سگهيا آهيون!!

هن اهڙي ڪمزور دؤر ۾ دوست موسيٰ منظور طرفان هي ناول "اڪيلا ناهيون" لکڻ اندرجي نور کان سواءِ ناممڪن هو، اهو بہ عالمي ليول جي اوريجنل سياسي ڪردار ذوالفقار علي ڀٽو صاحب تي!

بحرڪيف هر ماڻهو پنهنجي نصيب جو حصو حاصل ڪندو آهي، اميد تہ جديد سنڌي شاهوڪار ادب ۾ شيخ اياز ۽ امر جليل جهڙي ليکڪن، اديبن کان پوءِ دوست موسيٰ منظور جي ادبي ڪردار واري اهميت جو مقام ڪنهن بہ صورت ۾ نظرانداز نہ ٿي سگهندو، خاص ڳالهہ اهائي وڏي آهي تہ منظور جهڙو سادو اوريجنل اديب ۽ ناول نگار سنڌي ادب جي دنيا ڪي دريافت ٿيو!

دانشور
ڊاڪٽر ايوب شيخ
لاڙڪاڻو



هي ناول نالي "اڪيلا ناهيون" ملڪ جي نالي واري مشهور ۽ عالمي طور سياسي صلاحيتي مڃتا ماڻيندڙ اعليٰ ڪردار محترم ذالفقار علي ڀٽو صاحب جن جي شروعاتي سياسي دور هلچل تي لکيل آهي. ڀٽو صاحب، جيڪو اندر جي سچائي واري جوش جذبي واري عملي جدوجهد ڪري عوامي همدردي ۽ چاهه جي حوالي سان پنهنجي عوام جي دڙڪنن ۾ سمائجي ويو، اهڙي اعليٰ ۽ دور انديش ڪردار تي ناول لکڻ ايڏو آسان ڪم نه هو. جنهن کي دوست موسيٰ منظور، قدرت طرفان مليل تخليقي صلاحيت سان لکي مڪمل ڪري ڏيکاريو، جنهن ۾ هن بنگلاديش جي ٽٽي وڃڻ کان پوءِ ڀٽو صاحب جي مقناطيسي پر اثر شخصيت کي افساني انداز ۾ ناول جي هڪ باب ۾ هن طرح ظاهر ڪيو آهي ته: انهن ڏينهن ۾ ملڪ جا سمورا حالات انتها درجي تي بگڙيل هئا، ان وقت ڀٽو ڪانسواءِ ڪوبه نکريل سياسي ڪردار نه اڀرائيتو هو ۽ نه عوامي ميدان ۾ لٿل هو جيڪو رهنمائي ڪندي انهن حالتن کي بيهڪ ۾ آڻي.

انهن حالتن کي هن طرح سان منظور چٽيو آهي ته: شهر جي شاهي عمارتن جي وچ واري ويڪرن رستن تان لکين ماڻهن جو هجوم هڪ تعبوت کي ڪٺي اڳي رهيا هئا، جنهن ۾ زيد ڀٽو سوار هو، جنهن تعبوت کي منزل جي اسٽيج تي پهچائڻ ضروري هو، جتي زيد کي تعبوت مان ظاهر ڪري ماڻهن جي بگڙيل تقدير بدلائڻ جو فيصلائتو اعلان ڪرڻو هو، ڇو ته ان تعبوت ۾ موت نه بلڪ عوام لاءِ زندگي هئي، جيڪا ڀٽو صاحب جي روپ ۾ هئي!

در اصل ان دور جون حالتون مٿئين مثال وانگر اڻين هيون ته:ان وقت جي سياسي ۽ سماجي حالت موت جي تعبوت وانگر هئي، پر ڀٽو صاحب ان موت جهڙي حالتن کي زندگيءَ جو رخ ڏنو! پيو اهو به ان جاءِ تي لکيل آهي ته: اهڙي پيچيده صورت ۾ ان ئي وقت زيد ڀٽو پويان ڪيترا سياسي مخالف سازشون ڪرڻ لاءِ ان پويان لڳي پيا هئا، جنهن وقت سياسي حالت ڪمزور هئي! حالانڪ ان دوران اعليٰ ۽ مڪمل قيادت جي ضرورت هئي، پر ان باوجود ان وقت ئي زيد ڀٽو جي عوامي جلوس کي منزل جي اسٽيج تي پهچڻ کان روڪڻ لاءِ هن ناول جي مخالف ڪردار ميئر سيٺ دائود طرفان سازشون

شروع تي چڪيون هيون! .

ان ڪان سواءِ ڪيفيت، سوچ، ڏہو ٻڻجي ويل خاموش ۽ ويچارگيءَ ۾ ڏہيل زندگي ، شعور، معيشت، اخلاق، ادب، سياست ۽ پراڻي سماجي زندگي جي حالتن تي ڇانيل پنوائتي لڳاتار ماڻار ۽ انهن حالتن ۾ وڏيڪ پيڙهجڻ جي ٻڇڻ ۽ سمجهڻ لاءِ هي ناول هڪ سگهه رکي ٿو. جيڪو غير جديد حالتن جي مڙهڻ خلاف تضاد پيدا ڪري بگڙيل حالتن جا سبب اکيڙي رکي ٿو ۽ جديد ۽ سرگرم حالتن جي چالاڪي واري سوسائٽي جو جائزو چٽو ڪري ٿو.

هي ناول اڃان به اڳتي پر اثر تحريري رنگيني سان تمتار نظر ايندي سني رهنما طور نظر ايندو.

اميد آهي ته سنڌ ۾ تخليقي ۽ تحريري سگهه سان پاڻ ميرائيندڙ سني پر پنهنجي دنيا ۾ گم رهندڙ ناول نگار موسيٰ منظور ڪي هي ناول ملڪ ۽ ايشيا ليول تي ظاهر ڪندو ۽ ميچتا ڏيندو.

خيرانديش: جميل سومرو

انچارج ميڊيا سيل بلاول هائوس ڪراچي





# ارپنا

شهيد ذوالفقار علي ڀٽو جي نالي
جيڪونالو صدين تائين زنده رهندڙ آهي.
صدين جو بحث آهي.

۽ ان جي نظريات ٻويان شهيد ٿي ويل
۽ همدرد رهندڙن نالي ۽ جديديت ۽
ارتقا پسند ڪندڙن نالي

كليل دنيا کي ماٺهن لاءِ بند رکيو ويو، جهڙو دنيا ايستائين بيٺل هئي، اڳتي وڌيل نه هئي! ڪوٽ، رڳو ڪوٽ، هڪ لازوال قسم جو زوال هن سماج جي سادن ماڻهن مٿان مڙهيل هو. جنهن ۾ پائيواري اسان جي غير جديد طبقن جي ماڻهن جي هئي. جن پنهنجي ذاتي محدود مفادن لاءِ الاءِ ڪيترا فريبن جا مختلف چار وچائي رکيا هئا، قوم جي دور انديشن ذهنن کي به اٽڪائي منجهائي رکيو هومختلف ڪنڌين ۾. رومن شهنشاهي آڪاڙن جي تماشن وانگر ماڻهن کي پاڻ ۾ ويڙهائي پنهنجي چند حمايتي فردن کي فقط معمولي انعام نوازي جهڪائي رکندا هئا. اهڙي سوچ رکندڙ فرعوني غرور پرستن کي پنو صاحب جهڙي شخصيت اچي ٽوڙيو ڦوڙيو ۽ نظر انداز ٿيل طبقن کي پنهنجي مقناطيسي شخصيت ۽ روشن خيالن سان آزاد ساهه کڻڻ جي همت ڏني، تنهن ڪري اسان کي وري اسان تي مڙهيل محدو ۽ فريبي سانچي ۾ لهڻ ۽ رهڻ بجاءِ پنهنجي ۽ پنهنجي نسلن جي قدرن ۽ معيارن جو ڪجهه سوچڻ گهرجي ۽ ... ي جنگ ۾ پنهنجا دلائل کڻي ظاهر ٿيڻ گهرجي تاڪه اسان جي جيئري اسان جي تاريخ نه نهري تي پوي، آءُ اميد ٿو ڪريان ته ناول اڪيلا ناهيون رڳو سياسي سوسائٽين ۾ نه بلڪ ادبي سوسائٽين ۾ به ڀرپور مقام حاصل ڪندو. جنهن لاءِ ناول نگار موسيٰ منظور واڌايون لهڻي.

## خير انديش: مولا بخش چانڊيو

پ پ اسٽڊي سرڪل صدر سنڌ



معتبر رشتن ۽ عظيم ڪردارن کي سزائون نه
ڏبيون آهن، جو ته، اهي سزائون سيان خود
سزا ڏيندڙن لاءِ سزائون بنجي وينديون
آهن....!

# اڪيلا ناهيون

## باب 1

تاريخ جي ڏنڏلي ۽ خوف ۾ ويڙهيل شامن ۾ لکجندڙ ۽ سياست جي اوچي قلعن جي اندر پلجندڙ -وحشي سازشن جي گهيري ۾ رهندڙ ڪردارن تي لکيل ڪتاب، جن ۾ ڪيترا عظيم ڪردار سچائين ۽ قربانين باوجود به لوهي شيخن پويان دٻجي ويا ۽ ديوارن جي زمين هيٺان دفن ٿي ويا، پر انهن جي گمنام سچائين کي تاريخ جي اڏاميل هوائن ۽ خفيه گونجندڙ آوازن ڪتابن ۾ ڪاري اکرن سان چٽي ڇڏيو، اهڙن حيرت ۾ وجهندڙ ۽ ذهن جي خون سان لکجندڙ ڍير ڪتابن واري لائبريري "زيد" جي ذاتي خانداني لائبريري هئي.جنهن، جي ڪوجنا واري سرہاڻن ۽ تنهائين جي عجيب ڪيفيتن ۾ رهندي زيد ڪجهه عرصي ۾ ڪيترا ڪتاب پڙهي پورا ڪيا هئا. جن کي قدر جي پيهجي ويل مطالعن کي شعور جي دريائن ۾لاهي ويندڙ زيد وٽ هن طرح قدر هو ته ڪتاب رائيٽرن جي شعوري وسعتن جون حقيقي اندلنون آهن، جيڪي خفيه اسرارن جي سفر ۾ هونديون آهن ۽ آفاقيت جا آسمان چيري ان اندر عجيب ۽ عظيم سرگرم دريافتون نظرن سان ڇهڻ چاهينديون آهن، اهڙا عظيم رائيٽر، عظيم نظرون، گهاٽا شعور ۽ عظيم هٿ هر دور جي تاريخ جي حصي ۾ تمام ٿورا هوندا

آهن. پر سموري گڏيل تاريخ ۾ انهن جو چڱو ميڙاڪو جهڙو زنده حالت ۾ نظر ايندو ۽ انهن جا اسرار اسان کي عجيب رمزن ۾ حيران ڪندڙ نظر ايندا. جن کي اسين انهن جون تحريرون چوندا آهيون. جن کي هن وقت به زيد پڙهي جذباتن جي لالاڻ ۾ پڙڪي رهيو هو ۽ ڪجهه ڪرڻ لاءِ چلو لوٽي رهيو هو. ايڏي عرصي جي مطالعي ڪانپوءِ اڄ زيد سوچي رهيو هو ته هي مطالعو ئي منهنجي شخصيت آهي ڇا؟! يا ڪجهه ٻيو به هوندو آهي ڪردار کي اعليٰ هئڻ لاءِ؟ ها! اهو مطالعي کان اڳواٽ "خدا" طرفان مليل انعام جي مٺيا هوندي آهي، جيڪا خدا اڳواٽ سيني ۾ لاهي ڇڪو هوندو آهي، جيڪا ئي پهرين اثرائتي ۽ احساسي وجود جو خاص جز بنيل هوندي آهي.

عاليشان فڪرن ۽ جذباتن واري سرخ زيد کي لائبريري ۾ ويني اوچتو ائين محسوس ٿيو. ڇڻ ڪا خفيه قوت هن کي عوام جي اٿاهه سمنڊ ڏانهن ڏڪي رهي آهي ۽ هي ماڻهن ۾ ڏڪجي رهيو آهي ۽ ماڻهو هن کي پنهنجا غم وساري خوشيءَ مان ڇهڻ لاءِ بيتاب آهن ۽ هي انهن جي وچ ۾ گلي ۾ اٽڪندڙ خوشيءَ سان گڏ حيران به آهي. ته اوچتو مٿان ڳاڙهن خوشبو دار گلن جون پتيون به وسڻ شروع ٿيون آهن. جيڪي لڳاتار وسي رهيون هيون ۽ ڏسندي ڏسندي سادي ماحول مان هڪ عجيب ۽ سنجيده ۽ ذميوار ماحول ٿي ويو آهي. جنهن جا معيار از خود اعليٰ بنجي چڪا آهن ۽ مفلس ماڻهن جي کيسن ۾ اجان سرمايو به ناهي آيو پر انهن اعليٰ قدرن کي قبولي ورتو هو ۽ قدرن جي حاصلات ۾ هو پاڻ کي سرخرو ۽ وزندار محسوس ڪري رهيا هئا. ڇو ته اهي قدر صديون اڳ هنن جا ڦريل حق هئا. جن کي اڄ هنن زيد جي سهاري جي صورت ۾ جهڙو حاصل ڪري ورتو هو ۽ پوءِ زيد سنجيدگي سان مائيڪ سنڀالي چوڻ لڳو: منهنجي ملڪ جا هم وطن ساٿيو! آئون پيغمبر مصطفيٰ صہ ، جو امتي ۽ پيروڪار آهيان "حضرت عيسيٰ عہ " جي همدردن مان آهيان. "حسينيت" جي شهادت جو قائل آهيان ۽ ملڪ ۾ موجود غير جديد پرستي جي آڪاڙن جي خلاف آهيان. اهي آڪاڙه! جيڪي نرمي ۽ انصاف نه. بلڪ سختي ۽ جرم ڪندا آهن !. هن جديد دور جا منهنجا همعصر ساٿيو!. توهان غفائن واري دقيانوس دور جا باغي آهيو. توهان جهالت جي غلاميءَ ۾ سرجهڪائي اجايون جذباتي قربانيون ڏيندڙ آهي فرد آهيو. جيڪي هاڻ ماضيءَ جي ان ياد کان به بيزار آهيو. جيڪي هاڻ دغاباز نين راهن جي

تلاش ۾ پنڪڻ نٿا چاهين. هاڻ هڪ اعليٰ حاصلات جي تلاش ۾ بي چين آهيو. مون کي توهان جي ۽ توهان جي پوئين نسل جون ريڪائون پڌائن پيون تہ اوهان جي مستقبل جا معيار اعليٰ آهن. توهان جيڪو مون کي چونڊي مقام ڏنو آهي. سو توهان جي يقين جو اُڀرو فيصلو ناهي. بلڪہ توهان ۽ تاريخ بہ ڏسندي تہ آئون توهان لاءِ اهو ڪجهہ ڪندس. جيڪو هڪ باوقار ڪردار ڪندو آهي. آئون سمنڊ جي گهراين مان توهان لاءِ نيون دريافتون تلاش ڪندس ۽ توهان لاءِ جديد شهر اڏيندس. مون ۾ هن وقت ايترين صلاحيتون جمع ٿيل آهن. جو آئون فريبي قوتن سان نظرياتي نسل ڪائي پنهنجي قومي حقن حاصل ڪرڻ جي وڪالت ڪري سگهان ٿو. پر هن وقت اسان کي پنهنجي سماج تي گهاٽي نظر وجهڻي آهي ۽ ان مان ناسور ۽ بيون ڪيتريون خرابيون ڪڍي چنڊي چاٽي ٻاهر اڇلڻيون آهن. پر پوءِ بہ ان سان گڏ اسين عالمي ايڪٽنگ بازي کي نظر انداز نٿا ڪري سگهون. ڇو تہ جنهن صورت ۾ انهن جو اثر آهي تہ اسين ان اثر کي جانچي ضرور ڏسنداسين. پوءِ پنهنجو پلو ٻرو جانچينداسين. جيڪو اسان کي عالمي حق بہ آهي. هونئن بہ ڪجهہ وڏيون قوتون پنهنجي لالچ جي تڪڙن نتيجن ۾ پوري انسانيت مان ماڻهپو ۽ اعتبار ختم ڪري رهيون آهن. جنهن کي واپس برابريءَ ۾ آڻڻ لاءِ منهنجي ڀرپور ڪوشش رهندي ۽ هن سبب جي جواز کي دنيا جي ڪا بہ سوسائٽي چيلنج نٿي ڪري سگهي تہ اسين آزاد ماحول سان گڏ فقط ۽ فقط ڪليل ۽ خوشگوار ماحول حاصل ڪرڻ چاهيون ٿا ۽ رنڊائيندڙ حالتن کي رد ڪرڻ چاهيون ٿا. پر هي بہ ڳالهہ ڪنهن بہ صورت ۾ نظر انداز ڪرڻ جوڳي ناهي تہ اسان جي موجوده تهذيب بگڙيل نسل ۽ بگڙيل تاريخ کي جنم ڏئي رهي آهي ۽ مون ساٿين سان گڏجي انصاف جي پڪيڙ لاءِ ڊگهيون ڪوششون ڪيون آهن. زيد اڃان اهي الفاظ مس چيا تہ اوچتو هن محسوس ڪيو تہ سندس شاهہ رڳ تي ڪنهن اچي ڳري لت رکي هجي! ساهہ ۾ منجهہ ٿيندي زيد سوچڻ لڳو تہ: منهنجي ويجهن ساٿين مان هي ڪهڙا ساٿي آهن جن ائين ڪيو آهي؟! زيد سوچيو تہ مڙي ڏسان تہ ڪير آهي؛پر هن ۾ اهو ست نہ رهيو هو! سوچڻ لڳومنهنجي جدوجهد اڃان مس چار پنج قدم هلي آهي تہ مون سان ائين پيو ٿئي! ايتري ۾ اوچتو هڪ وڏو ڌماڪو ٿيو ۽ چئو طرف انڌيرو ڇانئجي ويو. هن وقت هر طرف رڙيون هيون انڌيرو هو ۽ انساني گوشت جا پڪڙيل ٽڪرا هئا ۽

اڏندڙ دونهون ۾ دز هئي...... ايتري ۾ لائبريري ۾ وينل زيد جا خيال ٽٽي پيا. هن جي نرڙ تي پگهر جا ڦڙا هئا. اوچتو هن ڏٺو ته هٿن ۾ جهليل هڪ تاريخي ڪتاب تي ڪجهه دز چڙهي چڪي هئي. جنهن کي ڏسي هي حيران ٿي ويو ۽ سوچڻ لڳو ته: تاريخ تان جيڪا دز لاٿي ويندي آهي اها ٿوري ئي وقت ۾ وري دز ۾ چو لٿجي ويندي آهي؟!...

زيد مڙي چئو طرف نهاريو هن وقت ڪشادي ۽ ڪليل ويڪري لائبريري ۾ هن کان سواءِ ٻيو ڪير به نه هو. هن کي پنهنجي خاندان جي وڏن جا چيل ڪجهه لفظ ياد آيا ته: جيڪڏهن تون سياست کان هٽي رڳو پنهنجون خانداني جاگيرون سنڀالين ته به تنهنجي عمر ناڪافي آهي. باقي سياست جي عاليشان شڪل ۾ رڳو فريب آهن!

اهو سوچي زيد سوچڻ لڳو ته: جيڪڏهن جاگيرن کي سنڀالڻ لاءِ به زندگي ناڪافي آهي ته سياست ۾ ناڪافي ٿي پئي ته ڇا ٿي پيو! اهو سوچي زيد مطمئن ٿيو ۽ مسڪرائڻ لڳو ۽ خلا ۾ گهورڻ لڳو.

هي ڪجهه ئي وقت اڳ جو جهڪيل زمانو آهي، تڏهن تاريخ ڪجهه منڌل هئي. گلن چڻڻ جهڙي هڪ گهڙيءَ جي صاف چڻائي ۾ جنهن مهل شهر جي ٽاور وارو گهڙيال وڄڻ لڳو ته آکيرن ۾ وينل ٽڪ ۽ گهيرٽ ۾ ويڙهيل پکي ٻي چينيءَ مان هيڏانهن هوڏانهن ٽيڻ لڳا ۽ ڪجهه اڏامي ويجهين اوچين ديوارن تي ويهڻ ۽ گهبرائڻ لڳا. زيد به هن وقت وري گهيرٽن جي سناٽن ۾ گُم ٿي خزائن جي اڏامندڙ ڏوڙ جي ڏنڌ ۾ ارتقائن جي صاف رستن کي ڳولهيندي مدهوشي ۾ لهندو ويو. جهڙو جوان رت ۾ سرور جو اثر ڪنوڙڪو جام اثر ڪري چڪو هجيس. بيڪ ان وقت شهر جي مشهور ۽ وڏن رستن تان لکين ماڻهن جي پيهه ۾ وڪوڙيل هڪ وڏو شاهي ويڪرو سينگاريل ۽ الاهي مٿي آيو تابوت هڪ وڏي گاڏي تي رکي هوريان هوريان آندو پئي ويو. اهو تابوت ويڪر ۾ ڏهه فوٽ ۽ ڊيگهه ۾ ٽيهه فوٽ کن هو. ان کي ڪجهه دريون ۽ هڪ دروازو هو. اهي سڀ اڄان بند هئا. چيو پئي ويو ته تابوت ۾ ماڻهن جي تقدير آهي ياڳ آهي. جدوجهد ۽ انعام آهي.پرمنزل جي اسٽيج تي پهچي پوءِ اعلان ڪرڻو هو ۽ تابوت ۾ رکيل حيرت ظاهر ڪرڻي هئي ته ان ۾ ڪهڙو نئون اڳواڻ آهي؟ ۽ اسان جي تقدير جي باري ۾ ڪهڙو رخ ٿو اختيار ڪري! ان ئي انتظار ڪري ماڻهن جي ڇهرن

تي تجسس ۽ اندر ۾ بي چيني هئي.جيڪا ماضيءَ جي بي اعتمادي ۽ مفلسيءَ سان وڙهي رهي هئي ۽ قديم دور جي بي هٿيار انسان وانگر محنت جو زور لڳائي ٽڪي رهي هئي.جو تہ ماضيءَ ڪان جيڪي بہ رهنما آيا هئا سي ماڻهن جي شور ڪي خاموشيءَ جو سڪون نہ ڏيڻ ڪري بار بار تبديل ٿيندا رهيا ۽ پوءِ واپس اقتدار ۾ اچڻ جي انتظار ۾ رڳو خاموش ويٺا تي رهيا.ان ڪري ايسٽائين الائي ڪيترا رهنما تبديل ٿي چڪا هئا.پر ماڻهن جو شور ساڳيو هو تہ ! اسان جون ضرورتون پوريون ڪيون وڃن، مشڪلاتون هٽايون وڃن ۽ زندگيءَ جا معيار بدلايا وڃن، ان بدليل سماجي رجحانن لاءِ وقت هڪ نئون ۽ سچو رهنما ڏنو هو. پر هن ڪي ظاهر تہ اسٽيج تي ڪرڻو هو.جيڪو اسٽيج اڃان ڪجهہ پر پرو هو. پر ڪجهہ ماڻهن ڪي خبر پئجي چڪي هئي تہ هي ڪير آهي؟ هي شخص بي حجاب محبت جو اثر آهي! هي تہ اسان جو پنهنجو آهي، هيءَ تہ "زيد" آهي.......!!! جنهن جي ذاتي ڪشش ئي اسان ڪي ان پويان هن ميڙ ۾ هلڻ تي مجبور ڪري رهي آهي ۽ اسان جي مايوسي ٽوڙي رهي آهي. وڏي تعداد ۾ ماڻهن جي پيهہ تابوت سان هلندڙ هئي ان ڪان علاوه ڪيترا ڪارڪن ۽ بيا اڳواڻ بہ هئا ۽ ڪجهہ ورڪر اعليٰ ڪپڙن ۾ ملبوس ۽ فريش چهرن وارا هئا. جيڪي پنهنجن پنهنجن ٽولن جي صورت ۾ جلوس سان گڏ هلي رهيا هئا ۽ ڪيترا ٽولا عورتن جا بہ هئا، جن ڪي رنگين ۽ وڻندڙ لباس اوڍيل هئا.رنگ نڪريل چهرن تي عينڪون لڳل، انهن ۾ ڪجهہ عورتون پارٽي جون هيون تہ ڪجهہ ٻاهر جون بہ هيون.جيڪي مشڪوڪ هيون ۽ انهن سان ڪجهہ چند شڪي مضبوط جسم ۽ ڪجهہ سنهڙا مرد بہ هلي رهيا هئا ۽ سرگوشيون ڪري رهيا هئا ۽ ڪجهہ انهن مان وائرليس تي ڳالهائي رهيا هئا.

هن اٿاهہ ۽ اثرائتي جلوس ۾ ڪجهہ وقت ۽ ستم جا ماريل اهڙا بہ غريب هئا، جيڪي جلوس سان گڏ همدردي سان هلي تہ رهيا هئا پر مطمئن نظر نہ پئي آيا تہ : ڪو اسان جي سماجي زندگي تبديل ٿيندي، گيهہ، اٽو، گاسليٽ، چانور دال ۽ دوائون ڪو سستيون بہ ٿينديون ! هرگز نہ ! هنن مسڪينن تي مهنگائي جو ساڳيو سيلاب حاوي هو. تڏهن تہ هڪ نوجوان بار بار نعري واري انداز ۾ رڙيون ڪري چئي رهيو هو تہ ! اسان ڪي جديد ترقيون نہ ڏيو تہ نہ ڏيو! پر مهنگائي جي ساڳي پراڻي

ذلتن مان اسان کي آجو ڪريو ۽ عهدي کي واپار جي منڊي بنائڻ بجاءِ خدمت جي جذبن سان تمثار ڪريو ۽ سرڪاري بجليءَ کي تقسيم ڪريو.!!!

ساڳي پيهه ساڳيو شور تجسس سان پريل تابوت ۽ قافلي جا سڀ ماڻهو ڊسيپلين جي دائري ۾ رهي شهر جي وڏين عمارتن وچان گذري نيٺ پراڻين ۽ پڪل رستي واري اهڙي علائقي ۾ پهتا، جتان ماڻهن جي بدحالي، رهائشي حالتون ۽ ملڪ جي مجبورين ۽ غربت جي تصوير چٽي نظر پئي آئي. چو تہ ملڪ وجود ۾ آئي ڪان پوءِ اجان اڄ جي جائزي ۽ سنپال جي ڪنٽرول جو صغير دور پئي هليو. ٻئي طرف ڪيترين ملڪ دشمن سخت قوتون ملڪ جي نس نس ۾ داخل ٿي چڪيون هيون، جن جو تمام گهڻو اثر هو ملڪ جي حالتن تي، ان ئي بگڙيل حالتن ڪري هن قافلي تي بہ اجان اٿا چٽو سناٽو ڇانيل هو، پر هن وقت اميد جون لهرون ڇولين ۾ تبديل ٿيندي نظر اچي تہ رهيون هيون. پر هن شاهي ميڙ ۾ هڪ ٽولو انهن شهر دشمن قوتن جي مخالف گروهہ جو بہ هو! جنهن ۾ لاجواب اسٽينڊرڊ واريون عورتون ۽ ڪجهہ مرد شامل هئا ۽ هنن جي هٿ ۾ وائرليس هئا جيڪي هن شهر ڪراچيءَ جي سرمائيدار سيٺ سيٺ دائود سان ڳالهائي رهيا هئا. جنهن کي هي ٻڌائي رهيا ٿئا تہ جلوس تمام پاور فل آهي جيڪو تمام اثرائتي انداز سان شهر مان گذري رهيو آهي ۽ اسٽيج تي پهچي ماڻهن جي تقدير جو اعلان ڪيو ويندو ۽ ان اعلان ۾ ماڻهن لاءِ خوش خبري آهي!

موٽ ۾ سيٺ دائود چوڻ لڳو: ڪوشش ڪريو تہ هي جلوس پنهنجي منزل جي اسٽيج تي نہ پهچي، پر سر! اهو ڪيئن ممڪن آهي؟ ساٿين موٽ ۾ چيس، تنهن تي هن وراڻيو: ان ناممڪن کي ممڪن بنائڻو آهي! آئون هنيئر ئي توکي ان باري ۾ ٻڌايان ٿو، انتظار ڪر. سيٺ دائود ايترو چئي وائرليس بند ڪيو.

جلوس هن وقت شهر جي رستي جي وڏي چاڙهي تان هيٺ لهڻ لڳو. جنهن ۾ اجان بہ رش وڌندي وئي ۽ منزل هاڻ ويجهي ٿيندي پئي وئي، ايتري ۾ ماڻهن جي جوش ۾ اضافو ٿي ويو ۽ هو زيد جي حق ۾ مختلف نعرا هڻڻ لڳا ۽ لڳاتار نعرا هڻڻ لڳا. هن وقت ماڻهن جا قدم تيز ٿي ويا، جيڪي جلسي گاهہ ڏانهن وڌي رهيا هئا. نعرن جو شور جڏهن تمام گهڻو وڌي ويو تہ اوچتو زيد بہ ماڻهن جي جذباتن کي

اهميت ڏني تابوت جو دروازو کولي ظاهر ٿيو. هن کي مٿي تي قائد جي ٽوپي ڪادي جو تيز ڪلر وارو سلوار قميض جو وڳو پاتل هو! جنهن کي ماڻهن ڏسي تاڙيون وڄايون ۽ هيڪاري زور دار نعرا هنيا. مائيڪ هٿ ۾ سنڀالي زيد انهن کي تسلي ڏيڻ لڳو: ساٿيو! اسين هاڻ منزل جي ويجهو پهچڻ وارا آهيون"توهان هرگز نه گهبرايو. مان توهان لاءِ جان به قربان ڪري ڇڏيندس ۽ توهان ڏسجو ته مان تاريخ جا رخ ڪئين ٿو ڇينج ڪيان" توهان رڳو مون سان ساٿ رهجو" ۽ مون کي سنڀالجو. ايترو چئي زيد اندر ٿي ويو ۽ ڪارڪنن گيٽ بند ڪري ڇڏيو.ماڻهن جو ساڳيو شور ته اسين زيد کي سنڀاليندا سين! پر اهو ئي ته وڏو مسئلو هوندو آهي سنڀال جو! "جيڪو عمل. الاهي ذميواريون ۽ سنجيدگيون گهرندڙ آهي.وقت گهرندو آهي. سنڀال کي دنيا جون عظيم قومون عظيم ڪم ۽ ذميواري. جو نالو ڏينديون آهن.

هن وقت وري سيٺ دائود جو وائرليس آيو. جنهن چيو: جلوس ڪنهن به صورت ۾ اسٽيج تائين پهچڻ نه گهرجي ۽ نه عوام لاءِ اعلان ٿيڻ گهرجي! تنهن ڪري مس عاليه سان رابطو ڪر ۽ هن کي چئو ته ڪارروائي ڪري، جنهن جي مدد فقط تون ڪجان، ايترو چئي رابطو ڪٽجي ويو ۽ اهو شخص مس عاليه کي ويجهو ٿيو. ٻنهي جي ڳالهه هلي ۽ پوءِ مس عاليه جنهن کي ڳوري چهري تي ڪاري عينڪ پاتل هئي. تنهن وڏي پرس مان ڪيميڪل لڳل گلن جي پنکڙين جو هڪ پڙو ڪڍي ان شخص جي حوالي ڪيو ۽ چيو ته تابوت جي دري کولي اهي گل اندر هاري ڇڏ!،

بس گلن جو هارڻ هو. ان تابوت ۾ ، جيڪي خطرناڪ ڪيميڪل وارا هئا. جن گلن تابوب اندر زيد کي چمڙي ۾ ۽ جسم ۾ نقصان رسائيندڙ اثر ڪيا ۽ زيد کي خارش ڪرڻ لڳا ۽ پوءِ ڏسندي ئي ڏسندي زيد جي چمڙي تي جهڙو ڇٽيءَ جي نشانن وارا مختلف ۽ ريشي دار نشان ظاهر ٿيڻ لڳا ۽ زيد دروازو بند ڏسي ان کي وڄائڻ شروع ڪيو ته جئين ٻاهر نڪري ماڻهن کي آگاهه ڪري هن سازش کان . جيڪا انهن کان اڄان لڪل به آهي ته منزل تي پهچڻ جي رڪاوٽ به آهي، ايستائين گهڻي شور ڪري ڪنهن به دروازو نه کوليو ۽ زيد تابوت اندر ڇتو طرف هلڻ لڳو. ڊوڙڻ لڳو ۽ تابوت هٿن سان وڄائيندو رهيو! هيڏانهن ماڻهن جو شور! نعرا ۽ سازشين جا خطرناڪ چهرا. سيٺ دائود وڏي عمارت جي شاهي حال ۾ ڪافي ساٿين سان گڏ ساڳيو

وائرليس رابطن ۾. هيڏانهن زيد موت جهڙي ڪشمڪش ۾ رڳو گوڙ. شور، رش ۽ سازشون ۽ سادي عوام ۽ ڪارڪنن جي بي خيالي ۽ غير سنجيده سنڀال! زيد خوف ۽ تڪليف مان جسم ڪنهڻ لڳو. رڙيون ڪندو رهيو. تابوت جي اندر چئو طرف هلندو رهيو. اوچتو هن گلي ۾ ساهه اٽڪندي ۽ گهٽجندي محسوس ڪيو ۽ هن جون رڙيون گلي ۾ گهٽجي ويون ۽ هي ٻئي هٿ ڪنڌ ۾ اٽڪائي ساهه ۾ تڪليف کي روڪڻ جي ڪوشش ۾ لڳي ويو! اوچتو هن محسوس ڪيو ته رات تي وئي آهي ۽ سناٽو آهي ۽ ماڻهن جو رڙين ڪانسواءِ خاموش جلوس آهي! جيڪو هن جي تڪليف کي بي سمجهي ڪري ايترو محسوس نه ڪري رهيو هو ۽ نه سازش تي ايترو ڌيان ڏئي رهيو هو. زيد سوچيو اهين آخر ڇو پيو ٿئي؟ شايد ان ڪري جو هي غريب پورهيت عوام پنهنجي سورن ۾ مس پوري آهي ۽ هنن جو ڪنڌ اڄان غربت جي مجبورين ۾ جهڪيل آهي! ها، بس اهوئي سبب آهي، ارتقا جو ٻج اڄان ڇٽيو ڪٿي هو. اهو ته هاڻ ڇٽجڻ وارو هو، جو مون کي سازشن ۾ جڪڙيو ويو! الا منهنجو ته هاڻ ساهه ٿو وڃي! ۽ پوءِ زيد گهٽيل رڙيون ڪيون ۽ اکيون پوري ڇڏيون، ڇو ته هن تي غشي طاري ٿيڻ لڳي هئي ۽ هي ڪري پيو. پٽ تي ڪرندي هن کي احساس ٿيو ته بيشڪ انسان ۽ ڪنهن به ڪمزوريءَ ڪان ڪريل انسان ۾ ڪيڏو نه فرق هوندو آهي ۽ مٿان خفيه چالبازين جي نقصان ۽ موت جهڙو حملو ته انسان جي قوتي سمورن عنصرن کي ڪِٽَن نه گهيري ۾ آڻي سوگهو ڪري ونندو آهي ۽ پوءِ هي غش ٿي ويو پر لوچ پوچ اڄان به وجود ۾ هئس، ڇو ته هي لافاني ڪردار هو ۽موت جي سمنڊ مٿان به رڳو ترندڙ هو، ڪڏهن به غرق ٿيندڙ نه هو ! زمانن جهڙيون ڪجهه ساعتون گذريون ته ايتري ۾ زيد جون اکيون کليون ته پاڻ کي پگهر ۾ شم ۽ گهٽيل آواز ۾ وڦلندي محسوس ڪيو، اکيون کلندي ئي هي يڪدم اٿي وينو ۽ پنهنجي جسم کي ڏسڻ لڳو، جيڪو بلڪل سهي هو، پوءِ چئو طرف نهاريائين ته پنهنجي گهر جي بيڊروم ۾ هو! يڪدم ٿڌو شوڪارو ڀري مطمئن ٿيو، الائي ڇو زيد کي شروع کان اهڙا عجيب خدشا خيال ۽ خواب ذهن تي حاوي رهندا هئس، پر انهن جي ٿيندي هي نارمل حالت ۾ اچي پاڻ کان ان اثرائتي خوف کي ڌڪي ڌار ڪندو هو ۽ وري ساڳئي ولولي سان پنهنجي ڪم ڪار ۾ مصروف ٿي ويندو هو. هي صبح جو وقت هو، هن وقت سندس گهر واري اخبارون ۽

جانهہ جو ڪپ آٽي ڏنس، جنهن ڪان پنهنجي اولاد جي باري ۾ پڇڻ لڳو تہ : شاهنواز، مرتضيٰ، بينظير، صنم سڀ صحيح آهن؟!

ها! صحيح آهن. هاڻ اُتيا آهن. تون بہ تہ صحيح آهين نہ؟ نصرو"نصرت" ٿڏي مطمئن انداز سان مسڪرائي پڇيس،

ها!... ها مان تہ صحيح آهيان. بس ڪڏهن ڪڏهن اپ سيٽ ٿي ويندو آهيان. بهرڪيف جائيداد جا حصا اولاد کي ڏئي ڇڏ. اهو ڪم تون ڪر ۽ ڇئجان هارين ۽ مزدورن سان حساب صحيح رکن. منهنجي هن بوجهہ کي هڪ طرف ڪري ڇڏ. ! تہ جئين مان ٻاهراُن ڪم صحيح طريقي سان نبيري سگهان.

مون ان ڏينهن بہ اولاد کي چيو هو. جڏهن تو چيو هو تہ اولاد پنهنجيون ذميواريون سنڀالين. مرڪي نصرو چوندي رهيس ....

زيد چانهہ پئيندي ۽ اخبار ۾ نظر ٽڪائي ڪنڌ ها ۾ لوڏي وچ ۾ هي لفظ چيا : نيڪ آ. اهو صحيح آهي،

. ڳالهہ جاري رکندي نصرو چوڻ لڳي: چو تہ ذميوارين جا احساس هنن جا قد وڌائي مضبوط ڪندا. ايترو چئي نصرو ٻاهر نڪري وئي ۽ زيد ساڳيو اخبار پڙهندو ۽ چانهہ پئيندو رهيو. *تہ ذوابئ ٿي سوچيندو پر رهيو... !*



# باب 2

زيد جي رهائش ڪراچيءَ ۾ آهي ۽ وڪالت جو پيشو ڪندو آهي

ڪراچيءَ ۾ رامسوامي علائقي ۾ زيد اڪثر ايندو رهندو آهي، جو تہ هي علائقو غريب پورهيتن سان پرپور ڀڳتيل آهي. هتي جون پراڻيون جايون ور وڪڙ وارا ننڍا وڏا رستا، هتي جو سادو ماحول ۽ پراڻي نمونن جا دڪان ۽ سٽيل ننڍيون فروٽ مارڪيٽون هن کي متاثر ڪنديون هيون ۽ وچولي ۽ هيٺئين طبقي جي ماڻهن سان تہ هونئن بہ زيد همدرديون رکندو هو. هنن رستن تي تہ ڪجهہ پراڻي دور جون اهڙيون بہ وڃان جهول پيل رهائشي جايون آهن جن ۾ ماڻهو رهن ٿا. اهي جايون ائين لڳن ٿيون جهڙو اجهو ڪي برساتن ۾ ڪريون. پر هو اهڙي پراڻي لاجواب ڪاريگري سان نهيل آهن جيڪي عرصن کان ساڳي حالت ۾ صحيح سالم آهن. جن ٻاهران ڪاٺ جون ويڪريون چاريون پڪڙيل آهن. اهڙا رش وارا سوڙها علائقا ۽ شور ۾ قاتل ننڍا رستا اوچتو وڏن ۽ ڪليل شاندار رستن ۾ تبديل ٿيو وڃن. جنهن جي ڪري ڪراچي ٻنهي لحاظن سان لاجواب لڳڻ لڳندي آهي. يعني هڪ طرف غريب ۽ ننڍي شهرن جو احساس ڏياريندڙ سادي زندگي تہ ٻئي طرف اعليٰ بلڊنگون اعليٰ رستا ۽ شاهوڪار ماڻهن جي زندگي.

هن وقت زيد گاڏي هلائيندي سوچڻ لڳو تہ: ڪراچيءَ جي واپارين جو صدر ۽ بلديہ جو ميئر سيٺ دائود خوابن ۾ وڏي دشمنن جيان منهنجي پويان لڳل هوندو آهي ان جو سبب آخر ڇا آهي؟ اوچتو زيد کي يڪدم هي ڳالهہ ذهن تي تري آئي تہ ڪنهن بہ ڪيس ۾ گرفتار ٿيل سيٺ دائود جي سڌي يا اڻ سڌي ماڻهن جي ضمانت

ڪي ڪير به چئلينج نه ڪندو آهي. ها البت هڪ دفعو مون ائين ڪيو هو ۽ ان ڪيس ڪي اينگهائيندي بهڌهن ته انهن مجرمن کي سزا به لڳرائي ڇڏي هئم. تڏهن کان سيٺ دائود سان جڏهن به سامنو ٿيو. ڪورٽ ۾ بلڊيه بلڊنگ ۾ جيم خانه ۾ فائيو اسٽار ڪنهن هوٽل ۾ ته ان جو رويو واقعي مون سان ڪجهه تلخ هوندو آهي ۽ ان وقت ته هو مون سندس گهاٽي شخصيت جي گهمنڊ ۾ هيڪاري ننڍو ۽ ڇنڪمو لڳندو آهي. آئون هاڻ سمجهيو آهيان اها ڳالهه ، جيڪا خواب ۾ بار بار ڏسندو آهيان. سيٺ دائود جي حوالي سان پنهنجي خطري واري ..... !

هن وقت زيد ڪڏهن ڪڏهن جي عادت مطابق رامسوامي جي اندرئين رستن جي هڪ موڙ تي اچي ان جي فٽ پاٿ جي ڪناري سرءُ جي گهاٽن وڻن هيٺان جتي هڪ صاف ستري مولوي نما شخص جو مٺائي ۽ جليبين جو دڪان آهي اتي اچي بيٺو ۽ گاڏيءَ مان لهي پليٽ ۾ جليبيون وٺي وڏي دلچسپيءَ سان کائڻ لڳو. ۽ آس پاس جو جائزو وٺڻ لڳو. هتي اچي زيد کي ائين لڳندو هو جهڙو بمبئي جي ڪنهن پرسڪون بازار ۾ بيٺو هجي ۽ هتي هر وقت سڪون ۽ ڪشش لڳي پئي هوندي آهي سادي هنرن ۽ محنتن جا هر طرف گيراج، ڪباڙ خانه، ڪپڙا مارڪيٽون، لنڍي جون شاهي ۽ ڇت ڍڪيل بازارون پراڻا دڪان ۽ جايون مٿان سائن بورڊ به پراڻا ۽ ماڻهن جي رڳو اڪثريت مصروفيت ۾.

زيد رامسوامي جڏهن به ايندو هو ته پنهنجي بنگالي دوست حمزي کي نه وساريندو هو. هن وقت زيد هتان فارغ ٿي ويجهوئي رهندڙ حمزي بنگالي جي ڪباڙ خاني واري دڪان تي سڌو آيو. جنهن جو آذر پاءُ به من موهيندڙ هو. پر ڪم جي محنت ۽ هنر جو اثر به جلد طبعيت تي بار بار تڪڙ جي صورت ۾ حاوي به ٿيندو هئس ته ظاهر به ٿيندو هئس. هتي اچي زيد کي مختلف قسم جو احساس ٿيندو هو.

حمزي بنگالي جو ڪباڙڪو دڪان سني لائن ۾ هو. پاسي کان اسڪوڊرن جي ڪباڙين جا دڪان هئا. پرئين پاسي کان ڪتابن ۽ شيشي جي مختلف ننڍين وڏين بوتلن جو دڪان هو. جنهن وٽ پنج ڏهه ڪلو پاڻيءَ جي گنجائش جون بوتلون به رکيل هيون جيڪي عجيب دڙائن جون به هيون جن کي ڏسي يونان جو قديم دور ۽ اتي جون يوناني دوائون ياد اچي وينديون هيون. ان دڪان جي پاسي ۾ چانهه جي هڪ هوٽل

هئي.جيڪا هڪ پناڻ جي هئي، حمزي جو دڪان "ماشاالله" ڪافي ويڪرو ۽ چڱو خاصو ڊگھو هو، جيڪو اٺ فوٽ کن ويڪرو ۽ پنجٽيهہ فوٽ کن ڊگھو هو، هن جي دڪان ۾ لوهہ جا ٽلا ٽڪر رکيل هوندا هئا. جيڪو لوهہ بندرگاهہ جو نظر ايندو هو، ان کان علاوه ٽامي جي مختلف نين پراڻين ڊيزائنن جا پگل ٽڪرا ۽ سامان هوندا هئا ۽ ٻيو پتل جي سامان سوڌو سمورو دڪان هميشہ سٽيل نظر ايندو هو، ان سامان جي مختلف حسن ڪري هي دڪان اهين لڳندو هو جهڙوڪر هن دڪان کي ٻگهڙ جون گرم کلون پارايون ويون هجن ۽ ٻگهڙن جي گرم خون سان ديوارن کي پينٽ ڪيو ويو هجي، خاص ڪري هن سياري جي موسم ۾ تہ هي پراڻو گيڙو ۽ گرم دڪان ويهڻ ۾ ڏاڍو مزو ڏيندو هو، هي شام جو خوشگوار ماحول هو ۽ بنگالي بہ هن قيمت موڊ ۾ هو. زيد جي ويهڻ جي چنڊئي منڻن ۾ بي تڪلف نموني وچ ڪان هلندڙ ڳالهيون ائين چيڙڻ لڳو جهڙو انهن ڳالهين کي اڳ اڏ ۾ ڇڏيو هئائين. شايد هن جو انداز ڳالهين ڪرڻ جو بہ ائين هو، ٻيو تہ هونئن بہ زيد سان هي بي حجاب ٿي گهرجون ڳالهيون بہ ڪندو هو. هي ڪاري رنگ جو بنگالي جسم ۾ پريل قد ننديو ۽ اڌ عمر ۾ هو، جنهن جي لاجواب شخصيت هئي، ڳالهائڻ جوڪرو سچو ۽ چالاڪ ماڻهو هو، هونئن بہ سرخ زيد جو اهڙن سادن ڪاري ۽ سانوري ماڻهن سان قدرتي پيار هوندو هو

چوڻ لڳو: سائين گناهن جي ڪڪ ڪراچيءَ کي ڇڻي وئي! سڀ رونقون ۽ سينگار ڪري ويا! شهوت پرستي جي حد ڏسو هڪ ٿي وقت هڪ ئي ڪمري ۾ هڪ عورت ڇهن ڇهن مردن سان اگهاڙي ويني آهي ۽ انهن چڱي مڙسن دوستن جون پائيدار دوستيون بہ تہ ڏسو تہ ڪهڙا پيا رنگ ڪن هڪٻئي آڏو ويهي ! شرم حيا جا پردا چاق ٿي ويا. سائين ڪراچيءَ تي ڏسجو ڪو نہ ڪو عذاب ضرور ايندو! بنگالي جهڙو جذبات جي ويچارگي ۾ ويڙهجي ويو. رابندر ناٿ ٽئگور جي ديس جي هن بنگالي جي ڳالهہ ٻڌي زيد سوچڻ لڳو تہ. اڪثر ڪري بنگالي ڪڙيون ۽ ڪريون ڳالهيون ڪئين نہ بي ڪٽڪو ۽ بنا ريا جي ڪري ڇڏيندو آهي، جيڪا هن جي اندر جي سچائي آهي. تڏهن تہ هن وٽ ايندو آهيان. ٻيو تہ جنهن وقت هي بنگالي جهلي جهلي ڳالهائيندو آهي تہ جيڪو هن جو اسٽائل بہ آهي تہ ائين لڳندو آهي جهڙو ڪر ڪنهن شيءَ کي گرمائيندڙ ۽ گيس تي هلندڙ ڪو هيوي اسٽو گج گج ڪري رهيو هجي ۽ ٻيو تہ هن

ڪي هنر بہ الاهي ايندا آهن. جهڙوڪر هنرن جي بازار جي تهن ۾ لڪل خود ڪو هنرن جو ذخيرو هجي!

زيد خيالن مان تڏهن ٽٽو جنهن وقت چانهہ ۽ پيٽيس آيا. هن الاءِ ڪنهن وقت اهو آرڊر ڏئي ڇڏيو هو. نت زيد جهلي ڇڏيس ها، ڇو تہ زيد پسند جون جليبيون ۽ قيمي جا سموسہ ڪائي آيو هو. انڪري زيد هن ڪان چانهہ جو ڪرشو تہ ورتو پر پيٽيس ڪائڻ ڪان انڪار ڪيو.

زيد جي انڪار تي وري هن مخصوص انداز ۾ حجائتي نموني چوڻ شروع ڪيو جيڪا جهڙوڪر هن جي علامتي شڪايت هئي تہ: توهان پيٽيس ڪائڻ ڪان ان ڪري انڪار تا ڪريو تہ معنيٰ توهان کي هن شيءِ ڪان نفرت آهي! ڪنهن غريب جي ڪير مدد ان ڪري نٿو ڪري تہ معنيٰ هو ان جي غربت جي تڪليف تي خوش آهي! ڪنهن بکئي کي ناجائز ڪاڌو ان ڪري ڪائيندي ڪير نٿو ڏسي سگهي تہ هي شخص جنهن صورت ۾ جائز طرح ڪجهہ هٿ نٿو ڪري سگهي تہ مجبور حالت ۾ هو ناجائز بہ نہ ڪائي يعني بک مري! مون کي اهو بہ ٻڌاءِ تہ آخر اڇي ڪاغذ ڪان ڪو سچو انسان چو ٿو ڊڄي؟ ان لاءِ تہ هو سچ جي قلم سان ڪارا اکر نہ لکي ۽ ڪجهہ بہ ظاهر نہ ڪري! هڪ بنگالي عورت جي مزدوري کي ڪير ان ڪري برداشت نٿو ڪري ۽ گهبرائي ٿو تہ اُن جا هٿ رڌ پچاءُ نہ ڪن ۽ هو خيرات گهري!، ڪير ڪنهن جي زوال کي ان ڪري نٿو ڏسي ۽ ان طرف توجهہ ان لاءِ نٿو ڪري تہ ان جي زوال لاءِ هو ڪم ڪرڻ نٿو چاهي، ڇو تہ ان کي فقط پنهنجي ذاتي انفرادي ترقيءَ سان پيار آهي! مون کي ڪنهن ڪارو سمجهي ان ڪري ٺڪرايو تہ مون کي اڇي زال نہ ملي!!!،

اهي آخري لفظ چئي بنگالي مرڪي ڪجهہ ساعتون تيز ۽ احساس محرومي جي اهڙين اکين سان زيد کي ڏٺو جو زيد ڪجهہ بہ چئي نہ سگهيو. البتہ هن جي دل رکڻ لاءِ هن ۾ نهاري هن جي مرڪ سان مرڪ ملائي مرڪڻ لڳو ۽ سوچڻ لڳو تہ : هي بنگالي بنيادي طور تي ڪيڏو نہ اندر جو سادو سچو بنهہ غريب ماڻهو آهي. جنهن جي چهري تي ڪيترن احساسن جون ڪافي ريکائون ڇٽيون نظر پيون اچن! ۽ بيو تہ هن جون اهڙيون ڳالهيون ٻڌي اسين تخيل ان شئي کي بہ چئي سگهون تا جيڪا ٻچ چٽڻ

ڪانسواءِ بہ پئدا ٿي پوي ۽ بين کي حيران ڪرڻ لڳي.! ۽ پوءِ اجڙيل فصل کي باغ بهار ڪرڻ لڳي.

زيد اڃان بہ خاموشي ۽ تعجب سان هن ۾ يڪو نهاريندو رهيو. جڏهن تہ هي هن وقت هيٺ ڪنڌ ڪري پنهنجي ڪرشي جي چانهہ ۾ ڪنڌ ملائي رهيو هو.

زيد پليٽ مان پيٽيس کڻي کائڻ لڳو ۽ چانهہ جا ڍڪ پرڻ لڳو. رکي رکي وري زيد پڇيس تہ: ڀلا رابندر ناٿ ٽئگور جي باري ۾ تنهنجو خيال ڇا ٿو چوي؟ منهنجو مقصد آهي تہ هو پنهنجين لکڻين ۾ ڪهڙي سوچ استعمال ڪندو هو؟

ڪرشي مان چانهہ جو هڪ ڍڪ پري بنگالي ڪجهہ سوچي وراڻيو تہ: ٽئگور صاحب انساني گڏيل امن جي پرچار ڪندو هو. هن جو مقصد هوندو هو تہ دنيا جي ميلي ۾ هر ماڻهو پنهنجي رنگ جا ڪپڙا پائي، هر ڪو پنهنجي ٻولي پلي ڳالهائي ۽ هر ڪو پنهنجي پنهنجي مذهب اندر ڪليل رهي، پر دنيا جي گڏيل ڀلائي لاءِ هر ڪو هڪ ٿي گهاڙيٽ ۾ رهي ڪم ڪري ۽ مونجهارن ۾ جڪڙيل حالتن لاءِ ڪم ڪري.

اڇا تہ ٽئگور بنيادي طور ذاتي عمل ۽ فڪرن ۾ ڇا رهندو هو؟ زيد وري بہ دلچسپي مان پڇيس.

تنهن تي بنگالي وراڻيس تہ: ڪن بنيادي ذاتي محرومين ڪري هڪ طرف تہ هو پاڻ کي دنيا ۾ حتيٰ ڪہ ويجهن رشتن ۾ بہ پاڻ کي اوپرو سمجهندو تہ هو. پر ٻئي طرف وري هن جون لکڻيون دنيا جي اصلاح ۽ امن ۽ برداشت لاءِ هونديون هيون. باقي هن جي آخري دور جي مون کي ايتري خبر ناهي تہ شايد هن جي سڪ تنهائين جي اثر ڪري رشتن ۽ دنيا لاءِ وڌي وئي هجي ۽ ٿي سگهي تہ ان جي تنهائي جي خاڪي جو پهلو ان جي وڌيل شهرت مان ئي اڳواٽ پئدا ٿي چڪو هجي ايترو چئي بنگالي ماٺ ٿي ويو ۽ زيد هن جو اهو جواب ٻڌي ڪنڌ ها ۾ لوڏيندي ڪجهہ سوچيندو بہ پئي رهيو. زيد جي ان سوچ ۾ خاص ڳالهہ اها هئي تہ وڏا مفڪر آخر اها ڪهڙي ڳالهہ تا ذهن ۾ ڇمائي رکن يا ڪهڙا پنهنجا ڳجها تجربا تا رکن؟ يا ڪهڙا پنهنجي گڏيل مطالعي مان نظريا پئدا ڪري تا ڇڏين پنهنجي سوچن ۾ جو انهن ۾ هو خود وڪوڙجي وڃن تا. جنهن ڪري هو هڪ طرف تہ دنيا ۾ پاڻ کي اوپرو بہ تا سمجهن تہ ٻئي طرف هو دنيا لاءِ احساسي جاڪوڙ ۾ ڀرپور مصروف بہ رهن تا. پر اهي

حقيقتون آهن ڪهڙيون جن جي راز جي ديوارن جي هو ويجهو تا پهچي وڃن ؟ ۽ پاڻ ۾ پرپور احساسي برداشت تا رکن ....!! جڏهن تہ عظيم دل رکندر ماڻهو تضادن کان پوءِ بہ امن چاهيندا آهن. هو وچ ۾ ايندڙ جنگ کي تڏي تضادن کان پوءِ امن جي ناهہ تي پهچي ويندا آهن. جنهن ۾ انهن جي تمام گهڻي ۽ سچي ڪوشش رهندي آهي مزاحمت تہ ورلي ۽ دير سان ڪرڻ جو سوچيندا آهن. اها بہ سرچاءِ ۽ گڏ رهڻ واري بنياد جي رجحان ۾ رهڻ جي .... !!

هن وقت ڪافي دير تائين ٻئي خاموش رهڻ ڪانپوءِ وري ولولي ۾ اچڻ لڳا. ڳالهائڻ جي شروعات زيد ڪندي چيو تہ: هن وقت تنهنجو پنجاب پنجاب جي باري ۾ ڪهڙو رايو آهي؟

سائين هر گهر بک ڪاڻ مجبور تي پنهنجي گهر جي چلهہ ٻريل ڏسڻ چاهيندو آهي. پوءِ چاهي پنجاب هجي بلوچستان هجي سرحد يا سنڌ هجي. بس پنجاب جي عوام شل آباد هجي. باقي اتي جو يا ملڪ جو اڪثر هر بيورو ڪريٽ مرده باد. آخر ۾ هٽ مٽي ڪري بنگالي ڳالهہ کي اتي ئي بريڪ هڻئي.

حقيقت ۾ بنگالي سادو ۽ ڪرو هڻڻ ڪري هر ڳالهہ اونهہ ئي ڪٽئي نموني چٽي ڏيندو هو. حالانڪ هن وٽ ايترو علم بہ نہ هو. پر تجرباتي ۽ حالاتي ڄاڻ جي دلچسپي هوندي هئس. ڪنهن سهڻي فقيرياڻي عورت جي ڪلئي نموني مدد نہ ڪري سگهندو هو تہ ان کي لڪائي ڪجهہ بہ صدقو ڏيڻ جو جذبو ضرور رکندو هو. چو تہ هي هرويرو ڀي شڪ شبهن کان بہ ڏاڍو گهبرائيندو هو. چوندو هو تہ اسان وٽ حقيقت جي تلاش جي انتها ڪانپوءِ بہ سمنڊ جي واريءَ ۾ اهو شڪ ڪيو ويندو آهي تہ هرويرو بہ دائمنڊ هٿ اچي وڃن! پوءِ چاهي پلي ڪيڪڙو بہ نہ ملي ڪٽي. بس، ڪم ظرف دستور جا ماڻهو بہ ڏاڍا بکيا ٿيندا آهن. ۽ ٻيو تہ نہ چاهيندي بہ حالات تاريخ ۾ جهول پئدا ڪري وجهندا آهن. هونئن بہ اسان کي پنهنجي مرضن تي ايترو حيران ٿيڻ نہ گهرجي. جيڪڏهن مرض پئدا نہ ٿين ها تہ علاج جون دريافتون چو ظاهر ٿين ها. پوءِ ٻئي ماٺ تي ويا.

# باب 3

هن وقت زيد ٿائيم مطابق پريس ڪلب پهتو،جتي هن جا ساٿي وڪيل ۽ ڪجهه شهري ماڻهو اڳ ئي پريس ڪلب ۾ اندر موجود هئا. جتي هنن ڪي شهر جي ميئر خلاف ننڍو جلسو ڪرڻو هو، ڇو ته بلديه ڪراچي جو ميئر پاڻ به بلديه جي رقم هڙپ ڪري رهيو هو ته پنهنجي ٽولي جي ڇونڊجي آيل ميمبرن کي به ڪارائي رهيو هو جيڪا رقم اصل ترقياتي ڪمن لاءِ هئي، جيڪڏهن هي مخصوص ٽولا عوام جو سرمايو لٽي رڳو پنهنجا لاڪرز ڀريندو ته عوام جو ڇا ٿيندو؟ ۽ بيو هي موضوع رکيل هو ته وڪالت ڪندڙ وڪيل ۽ انهن جا سماجي واسطا"

هن وقت زيد جڏهن ڪراچي پريس ڪلب جي مئن گيٽ تي پهتو ته اتي هڪ نوجوان شخص پريس ڪلب جي مين گيٽ تي موجوده عالمي سياست جي نفرت تحت موجوده عالمي سياست جي ڪجهه ڪتابن کي احتجاجي طور باهه ڏئي ساڙي رهيو هو، ڇو ته هنجو موقف هو ته موجوده عالمي سياست جمود جو شڪار بنجي چڪي آهي، تنهن ڪري ان ۾ ردوبدل ڪري عملي ۽ گڏيل فائدي جو نئون پروگرام ڏنو وڃي. تاڪ موجوده دور مطمئن رهي! زيد هن کي هن حالت ۾ ڏسي چيو ته! ڪا ڳالهه ناهي، تنهنجو اهو اقدام نئين سياسي نظام جي پيش قدمي جو پهريون شور آهي ۽ اسان جي هن دور کي ايندڙ وقت دهرائيندو !، ايترو چئي زيد اندر ڪلب ۾ هليو ويو، ڪجهه شهري ماڻهو ۽ ڪجهه وڪيل دوست ميئر جي ڦرمار ۽ ان جي سماجي واسطن ۾ عدم دلچسپي خلاف ڳالهائي ويا، هن وقت زيد مائيڪ اڳيان آيو، جيڪو چوڻ لڳو! اسين بنيادي طور تاريخ جي ان سنهري دور کي وري دهرائڻ چاهيون

تا. جيڪو في الحال ڪنهن طرح اسان جي هٿن مان ڪسيل آهي، جنهن ۾ همدردي آهي، پائيچارو آهي، ڪردارن جي سڃاڻپ آهي تميز آهي ۽ انسانيت آهي ۽ طبقاتي اڪيلائپ ناهي.

ڪجھ ماڻهو وڪيلن کي عليحده مخلوق تصور ڪندا آهن، حالانڪ ائين ناهي هوندو. بلڪ انهن جا واسطا ڪنهن حوالي سان سماج جي لهہ وچڙن ۾ ئي گذاريندا آهن. جيڪي انهن جون اخلاقي ۽ واڌو سرگرميون آهن ۽ سماجي حقن تي ڳالهائڻ انهن لاءِ هڪ فرض پڻ آهي.

بيو تہ عظيم بحرانن جي ور چڙهيل اسان جي معاشري جا ڪجھ اڳواڻ الاءِ ڪهڙين خوش فهمين ۾ رهي تا گذارو ڪن، شايد اڄان بہ غار جي قديم دور جي غير سائنسي دور جو هنن تي اثر آهي جو پاڻ کي اڄان بہ بند عمارتن جي بيڪٽريل ۽ ڪٽ چڙهيل دروازن اندر هيرائي رکيو اٿن، جڏهن تہ "ملڪ جي حالت ضايع تيل ان ذخيري جهڙي آهي جنهن جي معدنيات ڪنهن طرح ورهاڱي دوران ڪڍي گم ڪئي وئي هجي ۽ ان کي هاڻ رڳو ڏيوالپڻي ۽ مٽيءَ جي دڙي جي ڪوڪلي اهميت حاصل هجي." وقت جي تقاضا تحت اسان بحث ۽ وضاحت ۾ گهٽو وڃڻ کان وڌيڪ اهو بهتر سمجهنداسين تہ هاڻ اسان کي وري نئين سر اڏاوت ڪرڻي آهي ۽ نئين محنت کان ڪم وٺي وري بيو فائدو هٿ ڪرڻو آهي، محنت ڪرڻ سان گڏ اسان کي بين کي پنهنجي نقصان جو ذميوار نهرائڻ کان اڳ پاڻ کي گريبان مان پڪڙڻ گهرجي تہ ڪهڙي وڏي کان وڏي غلطيءَ جي ذلالت اسان کي هن عمل تي آماده ڪيو آهي.؟ اها اوهان کي آئون ٿو ٻڌايان، اها اسان جي اڄوڪي ذلالت سان تعلق رکندڙ غلطي موجوده سيٽ جي چونڊ جو ناجائز عمل آهي! جو اسان پاڻ سان ٿيندڙ ڪنهن بہ زيادتي کي سمجهڻ جو شعور بعد ۾ تا محسوس ڪيون، ڇو تہ اسين پرپور جوابداري نٿا رکون ۽ نہ ئي اسين ٽڪراءَ ۾ تا اچون. ٽڪراءَ جي گوڙ کان ڊڄي حاصلات تان هٿ ڪنيو وڃون. پر هاڻ گهٽو ٿي چڪو آهي، تنهن ڪري اسان کي بنا خوف جي پنهنجيون صلاحيتون ۽ خودداريون عمل ۾ آڻيون پونديون، بي صورت ۾ رهيل رقم بہ ميٽر بلديہ مان ڪني گم ڪري ڇڏيندو جو اسان وٽ صفائي ڪندڙن کي پگهار ڏيڻ لاءِ بہ ڪجھ نہ بچندو ۽ اهي صفائي ڪندڙ ايندڙ ڪرسمس بہ خوشيءَ سان ملهائي نہ سگهندا ۽ نہ مرڪون

پکيڙي سگهندا جيڪي ڪلب ٻاهر بک هڙتال تي ويٺل آهن، تنهن ڪري اڄ ان ميئر خلاف نفرت جو ڀرپور اظهار ڪرڻو آهي اسان کي!

اوچتو پنڊال مان ماڻهن جي وڏي شور ۾ ميئر خلاف نعرا ايريا ۽ زيد جي حمايت ۾ نعرا لڳڻ شروع ٿي ويا، جنهن جو خدشو به نه هو ۽ هي نعرا ڪافي دير تائين جاري رهيا.

وري زيد ڳالهائڻ لڳو: ساٿيو، جئين ته شهر جو خزانو اڳ ئي ڏيوالپڻي جي ور چڙهيل آهي پيو ته ورهاڱي ڪانپوءِ به سرحدي حالتون مطمئن ڪندڙ نه آهن تنهن ڪري اسان کي پنهنجي شهرن کي بچائڻ لاءِ هنن ديسي لٽيرن کي هٽائڻو پوندو ۽ ياد رکجو! ايندڙ اليڪشن ۾ هي ساڳيو ميئر ڪنهن به صورت ۾ ڪٽي نه سگهي!، وري تاڙين جو شور گونجڻ لڳو، جيڪو دير تائين جاري رهيو.



# باب 4

هن وقت زيد پنهنجي ڪلفٽن واري گهر ۾ موجود هو. تقريبا هن وقت گهر جا سڀ فرد ريسٽ روم ۾ موجود هئا. ملازم هن وقت ڪيڪ پيس جون پليٽون چئني طرف ٽيبلن تي پڪيڙي رکيون. پوءِ چانهه جون ڪٽليون ۽ ڪپ به آڻي چانهه ناهي سيني اڳيان رکڻ لڳي.

ايتري ۾ زيد جي گهر واري نصرت چوڻ لڳي: زيد، هي بلديه جي اليڪشن سا به ايڏي وڏي شهر جي تون ڪور ڪري سگهندين.!؟

"مان اڪيلو ته ناهيان" دوستن جا ساٿ آهن . زيد مختصر جواب ڏئي چانهه پيئندو رهيو. هن جي شخصيت ۾ ڪشش ۽ طبعيت ۾ ولولو هئس.

"اڄ جا دوست سياڻ چهرا مٽائيندا به آهن" نصرت چيو.

نصرو! سياڻ ٽائين ته نوان به چهرا ملي ويندا آهن. پر جڏهن منهنجو چهرو نه ڦرندو ته دوستن جا چهرا ڪيئن ڦرندا!؟

پنڪي "بي نظير" خاموش هئي. شاهنواز ڪيڪ کائي مرڪي رهيو هو. ته ايتري ۾ مرتضيٰ ڳالهايو. پر بابا هنن سياسي چڪرن ۾ ته هر ننڍي وڏي اڳواڻ کي گولين ۽ سخت مشڪلاتن جو سامنو رهيو آهي. ابراهام لنڪن کي گوليون هنيون ويون. گانڌي جي کي گوليون لڳيون. لياقت علي خان سان به ائين ٿيو ۽ ننڍن ليڊرن کي به توهان ڏسو جن کي رڳو گولين جو نشانو بنايو ويو آهي. هي ڪراچي ته زير زمين سازشن جو شهر آهي.

منهنجي مقدر جون به ريکائون بدليل آهن. جيڪي مون کي ازخود هن طرف هرڪائن پيون ته آئون ڇا ٿو ڪري سگهان؟ زيد چيو

لڳي ٿو اسان جي خاندان کي هڻ سان هن طرف ڏڪيو پيو وڃي، تيز نظرن واري نصرت چيو.

نصرو تون ڇو ٿي گهبرائين، مون کي هي نوان رستا پنهنجي ۽ ڏتڙيل سماج جي تڪميل ڏانهن وٺي پيا وڃن، ڇو تہ منهنجي سوچ جا عمل هاڻ فقط اهي ٿي رهيا آهن. زيد مطمئن ڪرڻ لاءِ چيو. نصرت وڏيڪ گهرائي ۽ فڪرن ۾ اڇي ججهڪندي چيو: پر زيد پوين سالن ۾ بہ سياست جي ڪري ڪيترن مقامي ننڍن سياست دانن جي بحث ۽ تضاد ڪري ذهني طور ڪيترو ٿاڙجر جو شڪار رهندا اچون ۽ تون مرتضيٰ جي ڳالهہ جو شايد نوٽيس نہ ورتو!.

زيد: مرتضيٰ وڏن ليڊرن جي ڳالهہ ڪري ويو، آئون تہ رڳو شهر جي اليڪشن پيو وڙهان، باقي وڏين اليڪشنن کي تہ بعد ۾ ڏسنداسين، اهو بہ ان حالت ۾ وڙهندس جو غربت جي زندگي ڏاڍي ذليل آهي تہ ٻئي طرف وري اهڙي حالت ۾ غير جديد پرست بہ غربت جو وڏيڪ خون چوسي عياشي پيا ڪن ۽ پاڻ کي "خدا" سمجهي پاڻ" اڳيان ماڻهن کي جهڪائي پيرن تي ٿا ڪيرائن! هي نظام آهي، مسلم شهريت جو؟! اهڙيون بيون بہ ڪافي خرابيون آهن هن ئي هڪ شهر جي سمنڊ ۾، باقي مرتضيٰ جي ڳالهہ ٻئي طرف هزارين سالن جي چند واقعن جي آهي، ستمگرين جي گڏيل تاريخ جا واقعا فقط هڪ ڪتاب ۾ بند تہ ڪيا ويندا آهن پر انهن لاءِ ايترو بہ حيران نہ ٿيڻ گهرجي، ڇو تہ وچ واري وقتن ۾ امن بہ رهيو آهي ۽ مطمئن زندگي بہ رهي آهي، جنهن ۾ فساد نہ هئا ۽ ان دوران هلندڙ وقتن ۾ خوشگوار حڪومتون ۽ حالتون بہ ايندڙ رهيون آهن، پر اسان وٽ ورهاڱي کان اڳ کان وٺي بلڪہ صدين کان وٺي لڳاتار ساڳيون جڪڙيندڙ منجهائيندڙ ۽ سخت حالتون مڙهي رکيون ويون آهن، ان دوزخ جي چڪ کي ڪيئن، ڪڏهن ۽ ڪير لاٿيندو آخر!؟

ماڻهن جي آزاد سڌرڻ جو باقي ڪو بہ رستو نہ ڇڏيو ويو آهي؟! آئون هن ميئر جي هڻ نوڪئي دستورن کان گهڻو واقف ٿي چڪو آهيان-منهن ۾ ڏاڙهي اٿس پر شهر جي مشهور غنڊن سان گڏ شراب پيئندو آهي، زيد جذبات ۾ ايندي چيو.

پر زيد هڪ معاشري ۾ رهي دشمنيون صحيح تہ ناهن نہ. نصرت پنهنجي ڳالهہ تي اٽل رهندي وڏيڪ چيو.

زيد جذبات ۾ تڪڙ واري انداز سان وري سمجهائيندي چيو: هٽ نوڪٽي ۾ هن مظلوم سماج جا معاشي طور سذريل چور ماڻهو ئي، غريب ماڻهن جا ذميوار آهن، جيڪي غربت ۾ جڪڙيل ۽ لاچار آهن، جن کي سذريل بلديه بلڪل نظر انداز ڪري چڪي آهي، جيڪا اڪثر اهو رينگٽ ڦهلائيندي آهي تہ اسين خود بلديہ کي پنهنجي ذاتي خرچ تي پيا هلايون. تہ موجوده وسيلن جي آمدني ڪٿي پئي جمع ٿئي!؟ آئون هنن جا سمورا ڪوڙ ۽ فريب ظاهر ڪندس.هونئن بہ سماج جي هڪ حصي سان تعلق ختم ڪرڻا پوندا آهن ۽ ٻئي حصي سان تعلق وڌائڻا تا پون ۽ ان لاءِ ڪم ڪرڻا تا پون، مون کي دير تي وئي ڪورٽ وڃان، ائين چئي زيد اتيو ۽ نصرت جيڪا ايستائين خاموش تي وئي هئي تنهن اتي زيد کي بريف ڪيس ڪٽي ڏنو ۽ زيد باءِ باءِ چئي ٻاهر طرف ويو هليو. پنڪي لائبريري روم ۾ وئي هلي ۽ نصرت مرتضيٰ ۽ شاهنواز ۾ نهاري چوڻ لڳي، ڪيترا ڏينهن ٿيا آهن جو لاڙڪاڻي بہ نہ هليا آهيون، جڏهن تہ ٻئي پٽ ماءُ ۾ خاموشي سان رڳو نهاريندا رهيا ۽ ڪجهہ سوچيندا رهيا.



# باب 5

هن وقت زيد واري پرائيوٽ آفيس ۾ زيد سان هڪ وفد ملاقات ڪرڻ آيو هو، جنهن ۾ هڪ پير گهر جو ۽ هڪ ڪنهن وڏيرڪي گهر جا اڳواڻ فرد هئا ۽ انهن سان گڏ انهن جا دوست ۽ ساٿي گڏ هئا. هي اڪثر سڀ زميندار پيشي سان تعلق رکندڙ هئا. پير صاحب ۽ وڏيرو نوجوان خيرپور ۽ سکر جي پاسي جا هئا ۽ انهن جا دوست ڪجهه هتي ڪراچي جا هئا ۽ ڪجهه لاڙڪاڻي سکر جا هئا. زيد اجان ڪورٽ مان نہ آيو هو. جنهن جي انتظار ۾ هي ويٺل هئا.

هن وقت ٻئي دوست پير ۽ وڏيرو نوجوان آفيس جي ريسٽ روم جي گيٽ وٽ بيهي زيد جو انتظار ڪندي ڪجهه سرگوشيون ڪري رهيا هئا ۽ سگار پي رهيا هئا ۽ هنن جا واسطيدار روم جي صوفن تي ويٺل هئا ۽ پاڻ ۾ ڳالهائي رهيا هئا. سرگوشين دوران آهستہ سان هڪ پير نوجوان ڪلندي ٻئي وڏيري کي چيو تہ يار تون سنڌ ۾ تہ مون کي ڪو نہ ڇڏين پر پئرس ۾ بہ نہ مڙيئين؟

ڪيئن .. ڪئين ! ٻڌاءِ ٻڌاءِ ! ٻئي زميندار نوجوان تجسس مان پڇيس.

اڳئين مهيني آئون پئرس جي ايمپائر پلازه ۾ ويس جتي مون واري محبوب چيليسي فليٽ 102 ۾ رهندي آهي تہ اتي ننيڙي هيند فريم ۾ تو واري تصوير لڳل هئي! نوجوان پير ڪلندي شڪايت ڪيس.

ٻئي نوجوان ٺهڪ ڏئي چيس: اڙي تون بہ اتي ويئين ڇا!؟

ٻيو ڇا! يار تون ڪمال ڪيو ڇڏين صفا. ايمان سان! ان رات مون پئرس جي مهنگي ۾ مهنگو شراب پي چيلسي سان رات گذاري هئي، نوجوان پير چيو.

نندبو ٿهڪ ڏئي ٻئي نوجوان وڏيري چيو: مون کي اڳ تنهنجي خبر نه هئي پر ان رات مون کي خبر پئي هئي.

ڪٿن ڪٿن ... جلدي ٻڌاءِ. تڪڙ تجسس مان ٻيــر نوجوان نشيلي اکيون کندي ڪلي پڇيس.

ان رات مون چيلسي جي هٽ واري آگر ۾ تو واري ڊائمنڊ جي منڊي ڏٺي هئي. جيڪا مون توڪان ڪار جي سودي ۾ گهري هئي. رکي رکي ۽ هري هري ان جوان ٻيـر ٻڌايس. تنهن تي هن. نه نه! ڪري تاڙي ملائي وڏو ٿهڪ ڏنو ۽ پوءِ ٻئي گهاٽي ٿهڪن ۾ ٻڌي ويا. سامهون ويٺل دوستن هنن کي ڏسي ۽ هنن جي ٿهڪن کي لاجواب ۽ نيڪ ڪنهن ڳالهه جي علامت محسوس ڪري پاڻ به خوشامد ۾ کلڻ لڳا.

ايتري ۾ زيد جي ملازم ٻڌايو. زيد صاحب اچي ويو. هنن پنهنجي ڪل کي ڪجهه گهٽ ڪيو. اوچتو در مان زيد ظاهر ٿيو. جنهن پنهنجي تيز نظرن سان پهرين گيٽ تي بيٺل ٻنهي نوجوانن کي ڏٺو. پوءِ ٻين کي ڏسي چيو: هيلو! زيد جي پرسنلٽي ڏسي ۽ مقناطيسي آواز ٻڌي سڀ خاموش ٿي ويا. زيد سيني سان هٿ ملايو ۽ پڇيو: فرمايو؟

تنهن تي نوجوان ٻير پهرين پنهنجو پوءِ سيني جو تعارف ڪرايو. تنهن تي زيد چيو: اچا اچا.

تنهن تي نوجوان ٻير چيو: سائين اسان ٻڌو توهان اليڪشن ۾ ٿا بيهــو سوچيوسين توهان کي گڏجي مبارڪ ڏيون.

خير مبارڪ. زيد مرڪي جواب ۾ چيو. ۽ چانهه گهرائي.

۽ ٻيو ته سائين هتي جا ڪجهه ساٿي دوست آهن جيڪي بلديه جي اليڪشن ۾ ميمبري لاءِ فارم ڀرائڻ چاهين ٿا. انهن جي ڪجهه رهنمائي ڪريو ۽ اسان کي به سياست جي باري ۾ ڪجهه مشورا ڏيو. نوجوان ٻير چيو.

پر ادا توهان اليڪشن ۾ ڇو ٿا بيهو؟ زيد هنن سان گڏ آيل هڪ نوجوان کان سوال ڪيو.

بس سائين اٿين .... مڙئي ڪجهه تجربا حاصل ڪرڻ لاءِ! رُکي رُکي ان نوجوان جواب ۾ چيو.

ادا اليڪشن تجربن لاءِ نـ بلڪ ماڻهن جي خدمت جي جذبن تحت وڙهي ويندي آهي ۽ سماجي اثر رسوخن جي حمايت حاصل ڪبي آهي. پوئتي پيل قومن جي احتجاجن جي خيمن جي حالت جانچڻي پوندي آهي. زيد چيو.

سائين توهان بـ اليڪشن ۾ بيهو پيا!. ساڳئي نوجوان چيو

پوءِ مون کي تہ عوام جي حمايت حاصل آهي!. ان ڪري بيهو بيهان. پاڻ کي سرڪش قوتن جي چپ ۾ آڻي بيهاريو اٿم. توهان ڪهڙي ڪهڙي قربـاني ڏيندو؟ زيد سوال ڪيو.

ڪلندي نوجوان چيو: سڀ قربانيون ڏيبون. تنهن تي گڏ آيل بہ سڀ ڪليا.

پر پٽ! سياست ۾ ابهرائپ، عارضي شوق، ڦرماري جا وجهہ. طبعيت جي ڪچائي تہ نـاهي هلندي ۽ نـ هن ۾ هروڀرو زوري بہ اچڻو آهي. زيد سمجهـائيندي چيس. سياست ۾ تہ پرهيزگاري، سنجيدگي نيڪ جذبـا ۽ دور انديشي هلندي آهي. توهان جو ڪهڙن ڪتابن جو مطالعو آهي.؟

اهو هاڻ ڪندس. في الحال وڏڙن زور ڀريو هو تہ هن اليڪشن ۾ بيهان. نوجوان چيو.

زيد سمجهائيندي چيو: پر بابا ان لاءِ بہ معيار ڪپن. مطالعا ۽ تجربا ڪپن. پهرين توهان هن سوسائٽي جي ماڻهن سان دلچسپي رکو. واسطا وڌايو ۽ پئي وقت جو انتظار ڪريو. جو تہ آئون غريب ماڻهن جو حڪومتن کي ذميوار نهرائڻ کان اڳ اسـان جهڙي انهن سڌريل سماجي ماڻهن کي ذميـوار ٺهرائيندو آهيـان. جن جا هٿ دولت ۽ عياشي سان ڀريل آهن ۽ اهي ماڻهن کي ويجها بہ آهن تـہ اهي جو نٽا غريبن لاءِ ڪـو معمولي بہ ڪم ڪن ۽ سهارو بنجن؟. جيڪي ماڻهو اڳ ۾ اهين ناهن ڪـري سگهيا انهن جا قدم اڳتي هلي نٽي پوندا. هوئنئن بہ اسان جو اڄوڪو معاشرو مهذب ۽ اخلاق پرست ناهي رهيو. بلڪ هو نمائش پرستي ڏانهن وڃي رهيو آهي. پـر وڏيري نوجوان جو چهـرو زيد جي ڳـالهين ڪري وساٽل ٿـي ويو ۽ چوڻ لڳو: زيد صـاحب منهنجي پنهنجي خود ذاتـي حيثيت آهي ۽ آئون پـاڻ جاگيردار مـاڻهو آهيـان. پـر توهـان هـي معمولي تعاون نـ ڪري موٽ سٺي نـ پيا ڏيو.

تنهن تي زيد چيو: مان پاڻ مجبور آهيان. سائين توهان کي تہ ڪپن رڳو ذاتي ڪمن وارا ماڻهو ۽ سائين چوڻ وارا. باقي سياست ۽ اسان توهان جي ڪم جا ناهيون. ان ڪري ٿا بور ٿيو پيو تہ هوڪي باز سياست دانن جي چڪرن ۾ اچي بازارن ۾ رلي غريب ماڻهو پنهنجا ٻچا ڇڏي وڏيڪ پريشان ٿيڻ نٿا چاهين. اسان کي تہ هن وقت اعتبار جا ۽ڪريل شيشا ميڙڻا آهن ۽ سچائي ڏانهن قدم وڌائڻا آهن. ڇو تہ اسان جو حريف سرمائيدارن جو ٽولو آهي ۽ اسان سان غريب ماڻهن جو سمنڊ گڏ آهي! بحرڪيف آئون معذرت خواه آهيان باقي ڪو ٻيو ڪم هجي تہ آئون حاضر آهيان.

هن وقت سيني جا چهرا لٿل هئا ۽ هڪ ٻئي ۾ نهارڻ لڳا هئا ۽ پير صاحب سگار جو ڦلو ڇنڊي زيد ۾ مطمئن انداز سان نهاري ڪجهہ سوچي رهيو هو ۽ زيد اچي شيشن واري عينڪ پائي فائيل چڪاسڻ ۾ مصروف ٿي چڪو هو.



# باب 6

معنيٰ رڪندڙ ملڪن ۽ شخصن ۾ فائدي جي اميد هوندي آهي. جن لاءِ هر ملڪ ۽ ماڻهو دروازو کوليندو آهي. پر زيڊ اهڙين مڪروهيتن ۽ ناانصافين کي ختم ڪرڻ لاءِ غريب علائقي جي ماڻهن ۾ وڃي انهن ساده دل رڪندڙ بدحواس ماڻهن کي مان ڏئي شعوري دلائل ڏيڻ لڳندو آهي. انهن جي معيار ۾ اضافو آڻڻ لاءِ ڪوششون ڪندو آهي ته جيئن هنن لاءِ به جديد دنيا جا ماڻهو دروازو کولي سگهن ۽ هي به انسانن واري پر رونق زندگي گذاري سگهن تاڪ هي شهر اعتبار. انساني ترقي جي بلندين ڏانهن سفر ڪري. جو ته اهين به ناهي ته دنيا ماڻهو لاءِ ڪشش ڪا نه ٿي رکي. پر هٿي طرف دنيا کي ماڻهوءَ لاءِ محدود رکيو ويو آهي. پر وري تيز رخ سان ڏسنداسين ته ماڻهوءَ جي زندگي آهي ته ان جون ضرورتون به آهن! گهرجون آهن! ڪئين مونجهارا ۽ واقعا آهن. انهن کي نبيرڻ ۽ آسان بنائڻ لاءِ اول ته پنهنجي مشڪلاتن کي سمجهڻ گهرجي ۽ پوءِ انهن جي حل لاءِ وسيلن جي تلاش ڪرڻ گهرجي. جو ته اسان کي زنده رهڻو آهي. جنهن ۾ اسان جي نسلن جي به واڌ ويجهه آهي. پر افسوس سان ٿو چوڻو پئي ته اهي وسيلا جيڪي انسانيت لاءِ آهن سي ڪنهن طرح سخت دل. عياش. بي حيا. منحوس ۽ حرصي ماڻهن جي هٿ اچي ويا آهن ۽ اسين ايستائين بي چين رهنداسين جيستائين اسين سڀ پنهنجا جائز حق انهن هاتين کان حاصل نٿا ڪريون. جو ته هي حالتون جدوجهدن سان بدلبيون آهن نه ٿي ڪ خيالن جي آرسي اپنائڻ سان. جئين ته هي سادي ۽ غريب ماڻهن جو علائقو آهي. لياري جي مڪراني پاڙي جو. جتي اڪثر پورهيت طبقو رهندو آهي. حالانڪ هتي حياتي گذارڻ جون اعليٰ سهولتون ته

هن ٿي ڪونہ. بس رهائشي تنگ جاين جي سني ڪالوني آهي. جتي جو گذارو پيڙهيل حياتيءَ جي ڏکي ۽ چٽي حقيقت آهي. هن علائقي جا ڪجھ چوراها ۽ مارڪيٽون گهاٽي رش سان ٽمٽار آهن پر اڪثر پاڙا خالي ۽ اداس لڳندا آهن. هن وقت هنن خالي گهٽين مان زيد مطمئن چست ۽ اتساهہ ڏيڻ واري انداز سان تڪڙو اچي رهيو هو. هن جي هٿ ۾ ڪنيل فائيل صاف نظر اچي رهيو هو ۽ پاتل فل سوٽ بہ ڏاڍو شانائتو بڻائي وينو هئس ۽ سندس پرسنلٽي واري شخصيت سنئون سڌو خانداني فرد جو يقين ڏيندي هئي. هي ويڪري گهٽي مان مڙي هڪ سوڙهي ۽ بوسيده گهٽيءَ ۾ داخل ٿيو. جنهن ۾ مڪرانين جا ڪجھ ننڍڙا ٻار ڪيڏي رهيا هئا. هن وقت زيد بہ ٿي گهٽيون ٻيون بہ مڙي گهٽين واري هڪ ننڍڙي چوراهي تي بيهي بيچيني سان تڪڙو هيڏانهن هوڏانهن نهارڻ لڳو. هي گهٽين جو چوراهو بنھ ننڍڙو هو. چئو طرف جايون هيون. يعني رهائشي گهرن واريون جڳهيون. جيڪي پڪيون، سوڙهيون پر پراڻيون هيون. چوراهي جي وچ ۾ ٿنڀو لڳل هو. ان ۾ بجلي جي ٿنڀي هيٺان هڪ چڱي خاصي ويڪري گول ٿلهي جيڪا سيمينٽ جي هئي سا نهيل هئي، جنهن تي ٿي ابهرا نوجوان وينل هئا. جيڪي زيد کي ڪارين نظرن سان ڏسڻ لڳا. هنن جي اندر ۾ شاهوڪار ۽ اوپري ماڻهن لاءِ تيسو پريل هو. ڇو تہ غربت شروع ڪان محروم ۽ ذليل حالتن ۾ رهندي آئي آهي. ۽ شاهڪار ماڻهو رڳو ظالم ڪنجوس ۽ فقط دولت وڌائيندڙ رهيو آهي. ٻيو تہ هي ڪند ذهن ڪنهن اوپري ماڻهو کي بہ ڏسي غصي مان ڳيتون ڏيڻ لڳندا آهن. پر زيد اهڙو نہ هو. سا هنن ماڻهن کي ڪهڙي خبر تہ صدين کان پوءِ زمين تي بہ تعجب ڏيندڙ معجزاتي نشان اڀرندا آهن.

زيد ڪجھ اڳتي هليو هڪ گهر جو ساڳيو گهر نمر ڏسي ان اڳيان بيهي رهيو ۽ پوءِ ڪڙو ڪڙڪائڻ لڳو. گهر ڇا هو. بس پراڻين سرن سان گڏ لوهي پراڻي پترن جو نهيل هڪ آکيرو هو. جنهن جا اڪڙيل لوهي پترا هوا تي لڏي رهيا هئا ۽ ان ۾ انسان رهي رهيا هئا.!

ڪجھ ٿي گهڙين ۾ هڪ ڪراڙي عورت نڪتي جيڪا نرڙ تي هٿ ڏئي زيد کي سڃاڻڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳي. پر سڃاڻي نہ سگهي. ايتري ۾ زيد مرڪي چيو:
امان آئون پليو ناهيان تہ هي خادم بلوچ جو ٿي گهر آهي نہ !؟

ها ابا هي آهي ! تون ڪير؟ پوڙهي سوال ڪيس.

امان آئون هن جو وڪيل بہ آهيان تہ دوست بہ آهيان منهنجو نالو زيد آهي.

ها هـا ........ پوڙهي ڪي ڳالهہ ذهن ۾ ويني، جنهن زيد کي غور سان ڏسندي سادي ۽ ڪليل طريقي سان چيو خادم تہ بيمار آهي، تون اندر اچ. حيرت سان زيد چيو: صفا اهڙو تي ويو آهي ڇا!؟ مون کي تہ خبر ئي ڪا نہ هئي، ائين چئي زيد پوڙهي پويان هلڻ لڳو، جئين تہ پوڙهي ضعيف هئي ان ڪري زيد کي بہ پنهنجو هلڻ ڪجهہ سلو ڪرڻو پيو، جنهن ڪري پوءِ بہ هن مان تڪڙ جي ڇلولائي صاف نظر پئي آئي، ڇو تہ زيد تيز ذهن سان گڏ تڪڙو هلڻ جو بہ عادي هو، هي گهر خاص وڏو نہ هو، پهرين ننڍڙو اڱڻ هو پوءِ هڪ ننڍو ڪمرو جنهن ۾ ڪجهہ پراڻو سامان رکيل هو، هن ڪمري مان وري بيو ڪمرو تي نڪتو جنهن ۾ خادم هڪ کٽ تي ليٽيل هو ۽ هن ڪمري پويان وري بيو اوترو ئي ننڍڙو اڱڻ هو ۽ پوءِ ننڍڙي ديوار هئي جيڪا گهر جي آخري حد هئي، آخري اڱڻ تي بہ ٻار کيڏي رهيا هئا.

خادم جي ماءُ ڪمري ۾ اچي چيس: مهمان آيو اٿئي، تو وارو ساڃيو، پوڙهي زيد جو تعارف اهڙي نموني ڪرايو جهڙو خادم زيد جي باري ۾ ماءُ کي اڳ ٻڌائي ڇڪو هو.

ايتري ۾ قد جو ڊگهو ۽ سنهڙو زيد ڪمري ۾ داخل ٿيو ۽ ايندي چوڻ لڳو: خادم ڪيس جي خوف کان بيمار ٿيو آهين ڇا؟

ايتري ۾ خادم بہ زيد کي سڃاڻي اٿڻ جي ڪئي تہ هي زيد آهي جيڪو منهنجي ڪيس کي مفت ۾ وڙهي رهيو آهي، اهو ڪيس جيڪو يونين ٺاهڻ ۽ مزدورن جي حقن گهرڻ ڪري هڪ جهيڙي جو آهي ۽ مينيجر تي گهيري ڪرڻ جو آهي، تنهن معمولي ننڍي ڪيس کي فيڪٽري وارن وڏائي من گهڙت شڪل ۾ آندو، اهو بہ فقط مون تي! ڇو تہ يونين اڳواڻ اتفاق سان آئون هئس!.

مرڪي ۽ ڪنجهندي خادم زيد کي ويهڻ جو چيو، جيڪو پاسي ۾ پيل پراڻي ڪرسي تي وينو ۽ تنگ ڪمري جو جائزو وٺي سوچيو تہ: جديد دنيا ۾ رهندڙ اسان جي سماجي ماڻهو جي حالت هي آهي!؟

گهڻا ڏينهن ٿيا اٿئي بيماري کي؟ زيد خادم کان پڇيو.

سائين ان ڏينهن اچي ڪريو هئس، جڏهن ڪورٽ ۾ گڏ هئاسين، خادم ڪنجهڻ واري ڪمزور انداز ۾ جواب ڏنو.

مون بہ سوچيو اڳين سنوائي تي تون نہ آئين. ان ڪري سوچيم ايندڙ سنوائي لاءِ خادم کي تيار ڪيان، جو تہ ڪيس پنهنجي فيور ۾ ڦيرو کاڌو آهي. زيد آهستہ ۽ مطمئن انداز سان سمجهائيس.

اها تہ توهان جي مهرباني آهي سائين، خادم خوشيءَ سان چيو. جنهن جون اکيون زيد جي ڳالهہ ٻڌي خوشيءَ مان چمڪي اٿيون. سندس پوڙهي ماءُ بہ خوش ٿيڻ لڳي. ڪجهہ ماٺ کان پوءِ وري خادم کي جهڙو اوچتي ڪا يادگيري آئي هجي جو چوڻ لڳو: پر سائين توهان هت پهتا ڪئين؟!

چو! آئون تہ ننڍي هوندي کان لياري جو چپو چپو گهميل آهيان. زيد مخلص انداز ۾ چيس. جهڙوڪر هي تڪليف کان بي نياز هجي، پر خادم جي چهري تي ويچارگيءَ جا احساس هئا تہ: مون سوڏو سمورن غريبن جي زندگي تہ ڪيڏي نہ گهبرايل ۽ ڪاري آهي، پر مجبوري لڪائي ٻاهران چوڻ لڳو: زيد صاحب توهان کي تمام گهڻي تڪليف ڏنم!

زيد: نہ نہ. مون کي پنهنجي تڪليف جي ڪا بہ پرواهہ ناهي، جو تہ الجهيل زندگين لاءِ ڪوششون ڪرڻ مون پاڻ لاءِ فرض بنائي ڇڏيو آهي.

جو تہ اها زندگي ماڻهو کي بدظن بدمزاج ۽ سچو ذليل حالت ۾ آڻي ڇڏيندي آهي ۽ توکي اها خبر هئڻ گهرجي تہ اها ئي ذليل حالت ماڻهوءَ کي بلند معيار جي پيئا ۽ ان جي ارتقا بہ ڏيندي آهي. ان صورت ۾ اسين مسئلن وانگر پنهنجا سينا بہ کوليون ۽ ان کي زندگيءَ جو ڏکيو مسئلو سمجهي لڳاتار اڳيان آڻيندا رهون، ۽ گڏيل ڪوششون ڪندا رهون. تنهن کي مايوسي مان خادم چوڻ لڳو: اهو تہ ذليل حالتن کي صاف ڪرڻ لاءِ ڪو "خدا" خود هيٺ اچي هن حالتن کي بدلائي، باقي في الحال تہ سڀ ڪجهہ نمرود ذهنن جي ور چڙهي چڪو آهي، ۽ اهو نمرود ذهن اسان کان مٿيون طبقو آهي! اها واقعي تنهنجي صحيح ڳالهہ آهي، پر اسان کي پنهنجي جسماني جذباتي سگهہ بجاءِ ذهني قوت مان بہ الاهي رستا حاصل ڪرڻا آهن، اهي رستا جيڪي سوچ جي حقيقت ۽ فڪر تي ٽڪي اچن. زيد چيس.

خادم چيو: پر سائين يونين ناهن ڪانپوءِ مون کي سڀ ڪجهه سمجهه ۾ اچي ويو آهي ته اهو ۽ اهڙا ٻيا ڪم منهنجي وس ناهن رهيا، ڇو ته ناڪامي جي هنن سببن ڪري معاشي بدحالتون اسان کي گهيري رکنديون آهن. جن ۾ اسان کي زوريءَ گهيري آندو ويندو آهي. خادم ڪنجهڻ لڳو. ايتري ۾ خادم جي امڙ پاڻيءَ جو گلاس زيد کي ڏنو. جنهن کي وٺي هو واٽرپ ۽ تڪڙ ۾ پي تعجب سان بيچين ٿيندي چوڻ لڳو: ته ڇا تون يونين جي عهديداريءَ تان هٽ ڪٽندين!؟

خادم کو به جواب نه ڏنو. جيڪو بي چين ٿيڻ لڳو هو.

پر اهو ذهن ۾ رک خادم ته: مون تنهنجي حمايت جو ڪيس وڙهيو آهي. زيد سمجهائڻ لڳس ۽ گذريل سنوائي ۾ مون بي خبري ۾ توکي بيمار ڄاڻائي تنهنجي هٽرادو پيغام تي ڪيس جي سنوائي مڪمل ڪئي هئي. اهو تنهنجي طرفان وارو پيغام به مون لکيو هو ۽ اهڙو لکيو هو جنهن ئي ڪيس جو پلٽو ڦيرايو. نت ڪيس جي سزا تنهنجي گلي ۾ هئي. هاڻ وري هٽ ڪئي تون ساڳي قلم وري پنهنجي گلي ۾ وجهڻ ٿو چاهين!؟ زيد آخري لفظ ڪجهه جذبات ۾ چيس.

پر سائين روزگار جو مسئلو آهي. خادم ويچارگيءَ مان چوڻ لڳو. ان جهيڙي جي ڪري جڏهن کان پگهار ۾ رنڊڪ ٿي آهي تڏهن کان گهرجي حالت بوساڻجي وئي آهي. وڏيڪ توهان ئي صلاح ڏيو ته ڇا ڪجي. ڇو ته هاڻ منهنجو يونين تان صفا دل ڪڇي ويو آهي. جنهن لاءِ امڙ به منع ڪئي آهي.

هنه ...... ! مون کي ته تنهنجي حالت جي ايتري خبر نه هئي ته صفا هيڪاندي ڪومايل آهي ڪجهه دير رکي زيد چيو هو ۽ پوءِ وڌيڪ پيار مان آهسته سان چوڻ لڳس ته: ڀلا هيئن ڪجان. ڀهرين خاموشيءَ سان ڪيس ڪٽ. پوءِ مبارڪون ونجان. پوءِ چپ چاپ استعيفا ڏئي ڇڏجان ان نوڪري ۽ اڳواڻي تان. نيڪ آ. پوءِ وري نئين نوڪري توکي آئون وٺي ڏيندس.

سچ سائين. خادم ٻهڪڻ لڳو.

وعدو. زيد مختصر انداز سان مرڪي پڪ ڏياريس.

ڀلا گهر ۾ ٻيو ڪير ڪير رهندو آهي؟ زيد سنجيدگيءَ سان پڇيس تنهن تي خادم جواب ۾ چيو: هڪ هي امڙ آهي. ٻه ننڍا ٻار آهن. جيڪي اڳڻ تي ڪيڏن پيا ۽

هڪ ننڍو ياءِ آهي. شڪر جو اهو ريلوي اسٽيشن جي هڪ هوٽل تي ڪم ڪندو آهي نت ايستائين تہ اسين پنڻ جهڙا بہ نہ رهون ها. خادم جو آواز هيٺو ۽ ڳنڀير ٿي ويو.

دل وڏي ڪر. سڀ ٺيڪ ٿي ويندو. زيد چيس. پوءِ پنهنجي منهن سوچيندي پڇڻ لڳو. فقط بہ ٻار. يعني خانداني منصوبہ بندي جي پاليسي تي پورو عمل. ان هوندي بہ حالت ذليل !!!!!

پر ٻارن جي امان؟ زيد حيرت واري انداز سان اوچتو چيو. هلڪو ٿڌو شوڪارو ڀري

خادم چيو: اها مائٽن ۾ رهندي آهي.

ڇو؟ زيد پڇيو.

ان کي هتي ٽي بي ٿي وئي هئي. تڏهن مون ان کي زوري سندس مائٽن ۾ موڪلي ڇڏيو. ڇو تہ هتي رهي ها تہ دوا ڪانسواءِ مري وڃي ها. هن جا مائٽ مون کان تہ سکيا آهن. اتي ڪامان کي دوا تہ ملي ويندي. ڪٿي بہ رهي. پر مرڻ کان وري بہ جئڻ تہ سٺو آهي. خادم جا چپ صفا خشڪ ٿي اٽڪي بيهي رهيا. ماءُ ويجهو اچي. پاڻي پيارڻ لڳس.

زيد نراسائي مان سوچڻ لڳو تہ: سوڙهي گهر جي ٻوساٽ ۽ ڪانين جي دونهين ۾ غربت جي پلجندڙ ڪشمڪش ! ۽ سلهہ جي بيمارين ۾ ورتل سماج جو اختتام آخر ڪٿي ٿيندو !!؟ خادم جو ننڍو ياءُ بہ تہ ريلوي اسٽيشن جي هڪ هوٽل تي تہ ڪم ڪندو آهي. ۽ گذارو بہ مشڪل! سڄو سماج هنن بيمارين ۾ جڪڙيل آهي. جڏهن تہ دوائون وري مهنگيون آهن! صفائي جو بندوبست ناهي. سرڪاري ڪارخانہ ڪمائڻ ڪان اڳ گهوٻين جو شڪار ٿيو وڃن ۽ پوءِ ڪنگال بڻي ۾ داخل ٿيو وڃن. ٻئي پاسي ڪارخانن ۾ ڪم ڪندڙ غريب ماڻهن جي اڪثريت بيمارين ۾ جڪڙجي دز ۽ ڪيميڪلن جي آلودگي جو شڪار ٿيو وڃي ۽ پوءِ مهنگين دوائن کي منهن نہ ڏئي تنگ دستين ۾ ڪيڏو نہ بيوس ۽ هيٺا ٿي ويندا آهن. هيڏانهن وري شهر جو ميئر هن ذليل ۽ واٽڙي زندگيءَ کي ڍڪڻ ۾ پورو آهي ۽ ٻاهران رڳو سٺا لفظ نرم لهجي ۾ استعمال ڪري ڪوڪلي خوش فهم تعريفن ۾ ماڻهن کي خوش ۽ خاموش ڪرڻ جي ڪوشش ۾ مصروف رهندو آهي. اسان کي پنهنجي شهر جي وڃايل وقار کي واپس

آڻڻو پوندو. جڏهن ته ٻئي طرف خود اسان جي ماڻهن ۾ اڃان اجتماعي سوچ ۽ ايڪو پيدا ناهي ٿيو. تڏهن ته هو تضاد ۽ بي احساسي جو وائڙو سيمپل آهن. اهو تضاد هنن کي تاريخي سازشن جي ورثن مان مليو آهي. ان سازشن جو اسان جو ماڻهو لڳاتار شڪار ٿيندو آيو آهي. جو ته طبقاتي اثر رڳو اهو ناهي ته فقط امير ۽ غريب کي ڌار ڪيو وڃي بلڪ قومن ۾ مذهبي رنگ نسل ذاتيات حتيٰ ڪه تصورن جي به ورڇ ڪئي وئي آهي ۽ ان بحثن کي مٿي تي هاسيڪار چاڙهيو ويو آهي. هر خيال ملڪن ۾ به ساڳي طرح مختلف قسمن جا طبقاتي اثر پڪيڙيا ويا آهن ۽ ماڻهو کي لالچ جي باھ ۾ ذاتي موقع پرست بنائي محدود ڪيو ويو آهي. ! پيو ته طبقن جو پيدا ڪرڻ ان ڪري به ڪيو ويندو آهي ته اڳتي هلي اهي ازخود تضاد ۾ تبديل ٿيندا. يعني ڪمزوري جي زوال جو رخ اختيار ڪندا. بنيادي طور تي هي يونينون به انڪري ئي ناهيون ويندون آهن ننڍي ۽ وڏي پيماني تي ته اهي فقط نرم ۽ ننڍا مسئلا حل ڪن پر سخت ۽ وڏن ڪمن ۽ ضرورتن جي گهرج ڪندڙ اهڙن نوجوانن کي قلوري انهن کي وڏيڪ جذباتن ۾ آڻي آخر ليڊري جي نالي حي خوش فهميءَ ۾ مبتلا ڪري آخر ظاهر ڪري پوءِ گرفتار ڪري ڪيس داخل ڪري ڦاسايو وڃي ۽ سرمائيداري کي بچايو وڃي ، .....!

سائين ڇا پيا سوچيو؟ پريشان پيا نظر اچو!؟ خيالن کي ٽوڙيندي خادم چيس.

نه ڪجھ به نه. اهڙي ڳالھ ناهي. زيد وراڻيو.

پيو ته سائين هڪ ڳالھ چوندس دل ۾ نه ڪجو. خادم چوڻ لڳو: ته توهان جيڪو ماڻهن جي اڳواڻي ڪندي اليڪشن تا وڙهو ته ان ڳالھ تي اڃان به ڌيان ڏجو ۽ هي ڳالھ ذهن ۾ رکجو ته اڇوڪي ماڻهن سان انتها درجي واري جذباتي همدردي رکي توهان موتمار جدوجهد نه ڪجو. جو ته هاڻ اهي ماڻهو ناهن رهيا. جيڪي اڳ هئا. يعني صحيح اصول پرست. شريف ۽ همدرد احسان مڃيندڙ.

موت ۾ مطمئن زيد چيو ته : ائين ناهي سڀ ڪنهن سان! بنيادي طور اڄوڪو سماج هڪ اهڙو بيمار فرد آهي جنهن وٽ علاج ڪرائڻ جو وقت سرمايو به ناهي ته زنده رهڻ جي خواهش به آهي. جڏهن ته اهو بي ترتيبو ۽ لڙڪڙايل سماج جو ذهن اڻ سڌي طرح اڪثر ڪري موت طرف لاڙو ڪيو بيٺو آهي ۽ سامهون هن جو آڌر ڀاءُ

اهو آهي تہ هڪ اچو ڪفن ان جي جسم کي ويڙهڻ لاءِ ويڙهيو رکيو آهي. جيڪو انساني تهذيب جي ارتقا جي بنياد کي نظر ۾ رکندي ۽ ان جي وجود کي مرڻ کان پوءِ بہ ڊگهي عرصي تائين سنياليندي ان جي مرده جسم کي رونق ۾ رکندو آهي. پر ڪف جو اهو تحفو لاغرض هٿن مان ملي وڏيڪ چرڪائي موت طرف تڪڙو گهليندو آهي. تنهن ڪري اهڙي تحفي جي وٺ کان بچڻ لاءِ ۽ اهڙي ڏيري سماج لاءِ ڪجهہ نہ ڪجهہ ڪرڻ ثواب ۽ ضروري بہ آهي. جو تہ زندگي عظيم آهي. جنهن کي اهميت جي ضرورت آهي: زيد جي هن ڳالهہ کان پوءِ خادم خاموش رهيو. پوءِ زيد چوڻ لڳو: ايندڙ سنوائي آخري آهي. جنهن تي تنهنجو اچڻ بہ ضروري آهي خادم! جو تہ مون کي پڪ آهي تہ اهو ڪنيل ڪيس اسان سپني لاءِ سنو سنئوڻ ثابت ٿيندو ۽ مون کي پنهنجي ڪنيل ڪيسن تي خوشي ٿيندي آهي. ائين چئي زيد کيسي ۾ هٿ وجهي سئو سئو جا ڪجهہ نوٽ ڪڍي خادم جي وهاٽي هينان رکي ڇڏيا ۽ پوءِ چوڻ لڳو: هي ڪجهہ پئسا رک ڪر اچي ويندا ۽ بيا بندوبست وري پوءِ ٿيا. تون چاق بہ ٿي جيسين ۽ سنوائي واري ڏينهن ٽيڪسي ۾ چڙهي ڪورٽ اچجانءِ تہ جئين توکي تڪليف نہ ٿئي. هن وقت خادم ڪنجهي تہ نہ رهيو هو پر نوٽ ڇهري تي ڪجهہ مسڪراهٽ جرڪي رهي هئس ۽ خادم جو گهر ائين لڳي رهيو هو جهڙو صدين جو دفن ٿيل ڪو نڪر جو مجسمو ڪندراتن مان پيڱل حالت ۾ دريافت ڪري بي روزگار هٿن ۾ سنيال لاءِ ڏنو ويو هجي! جنهن جو حيرت کان سواءِ ڪو بہ تاثر نہ هجي ۽ نہ ئي بيو بہ ڪجهہ هجي ۽ اهو صدين جو حيرتي تاثر جهڙو موئن جي دڙي جي ڪندرات وانگر هميشہ قائم رهندو! اهو بہ حيران دڙي جي خوش فهم صورت ۾ : هن وقت زيد پيار ۽ همدردي مان خادم جي ڇهري تي هٿ ڦيريا ۽ پوءِ موڪلائي ٻاهر طرف ويو هليو. جڏهن تہ نڍهال خادم بيمار جسم سان ساڳيو حيرت پريون اکيون ڇت مان هٽائي جيڪي ڪمزوري ۾ مائل هيون ۽ هٿن کي هن وقت وهاٽي طرف آٽي ان هينان سئو سئو جا سمورا نوٽ ڪنيا جيڪي زيد ڇڏي ويو هو. هن ڳڻيا تہ اهي اٺ سئو رپيا هئا. خوشيءَ مان بينل ماءُ ۾ نهاريائين جيڪا هن کي ڏسي ڪيترن ڏينهن کان پوءِ اڄ مرڪي رهي هئي. ائين لڳي رهيو هو جهڙو ڪنهن اجڙيل ڍنڍ ۾ پٿر هٽي لهرن کي حرڪت ۾ آندو هو.

# باب 7

هن وقت صدر واري علائقي جي هڪ هوٽل ۾ زيد ۽ سندس دوستن جي اليڪشن جي باري ۾ ميٽنگ هئي. جنهن ۾ سمورا سينيئر ۽ جونيئر ساٿي ۽ دوست شامل هئا. جنهن ۾ خاص ساٿي پير قربان الستي هو. سرحد خان. سردار صاحب ۽ چوڌري عنايت صاحب به هو. نون دوستن سان پين ساٿين جو تعارف ڪرائڻ سان گڏ زيد پير صاحب جو تعارف ڪرائيندي چيو ته: هي اسان جو سٺو دوست ساٿي پير قربان الستي صاحب آهي. جيڪو اسان جو سينيئر ساٿي آهي ۽ هميشه رهندو. پيا سمورا دوست خوش ٿيا تنهن تي پير الستي صاحب شاعرانه لهجي ۾ چيو ته : تندون ٽٽل معاشري جي دل ڪي اسين هميشه دير سان سمجهندا آهيون پر پوءِ به دير آيد درست آيد. هاڻ اسان کي اليڪشني ڪاميابي حاصل ڪرڻ کانپوءِ اسان کي ٿي اهڙي تڪڙي نموني ڪم ڪرڻا پوندا. جو دير سان اچڻ جون سموريون ڪسرون پوريون ٿي وڃن. ڇمو ته ويچارگين ۾ اڙيل سماج جا الميا به ڏاڍا ڏکيا هوندا آهن. تنهن تي زيد چيو: اسان جي معاشري ۾ سچ چوري ۽ يرغمال تي ڇڪو آهي ان ڪري ڪوڙ جو استعمال اسان وٽ عام تي ڇڪو آهي تنهن ڪري اسان تي فرض آهي ته اسان گڏجي سچ جون حقيقتون معاشري ۾ موٽائي رونقون پيدا ڪريون ۽ ڪوڙ جي واڌو چمڪاٽ واري اثرن کان آجا رهون.

بي سٺي ڳالهه هي آهي ته شڪر جو هت گڏ ٿيل اسين سڀ خود ڪفيل آهيون ۽ اهڙي سٺي هوٽل ۾ ميٽنگ ڪري رهيا آهيون. اها به ماٺهن لاءِ تهڪ ڏئي

سردار صاحب چيو، جيڪو خوش طبع شخص هو. زيد : دوستو! جئين تہ اسان هت اليڪشن جي باري ۾ اچي گڏيا آهيون. اسان جو ورڪ شروعاتي مرحلي ۾ آهي، جنهن ۾ اسان جا دوست ورڪر ڪافي جذباتي آهن ۽ اسان مان خوش آهن. پر سائين هي موجوده ميئر وڏو چالاڪ نظر تو اچي. پنهنجي جاءِ مشڪل سان ڇڏيندو ۽ بي ڳالهہ تہ اسان لاءِ باهہ سني ٻاريندو..

چوڌري عنايت خدشو ظاهر ڪيو هو. تنهن تي سرحد خان چيو تہ: اسين اتفاقي طور حادثاتي دور جي پيداوار آهيون. جنهن ۾ ڪنهن طرح سازشي طور رڳو جرم جي حادثن جي ڀرمار ستي پئي آهي، جنهن کي وڏين طاقتن سان گڏجي سنيالي ۽ ڇپياتي سگهجي ٿو. ڪمون وڏيـن ۽ خوبصورت عالمي رنگيـن ۽ سگهي وٽندڙ پرڪشس قوتن کي چند مخصوص ۽ زهريلي طاقتن جي گهيري ۾ ڏنو آهي.جنهن اڳيان اهي سگهيون رنگين قوتون هيٺيون بنجيو وڃن، شايد انهن وٽ ذهني جنون تہ آهي پر ويڙهاندي ذاتي جذبي جو جنون ڪونهي، جڪو انهن زهريلي مخصوص قوتن ۾ آهي، پر پوءِ بہ اهي رنگين قوتون جيترو ڀري ڪان آسان ۽ ڪائڻ جي رنگين وٽندڙ پيسٽري نما لڳنديون آهن سي بہ ڪنهن لحاظ کان هيڪاري خطرناڪ ۽ وحشت جي فيڪٽري جي عجيب ڊيڇاريندڙ يونيات لڳنديون آهن، ! تنهن ڪري منهنجا همدرد دوستو اسان سمورن سيبيئر ساٿين کي احتياط سان هلڻو ۽ رهڻو پوندو، ڇو تہ اسان جي معمولي لاپرواهي ۽ نظر اندازي اسان جي بنيادي نقصان جو سبب بنجي سگهي ٿي. ۽ ٻيو تہ اسين عالمي ٽيررسٽ پالنا جي گود ۾ ڪيڏو نہ بي جان رانديڪا ٿي ويندا آهيون، جو اسان جا سنا دانشور اڳواڻ اڃان بہ ايترو جذباتي ناهن ٿيا، ڇو تہ هو هت گهٽ نظر پيا اچن، ! زيد چلولائي مان ڇئي پير قربان ۾ نهاريو، جنهن خود زيد ۾ ڏسي چيو: سات تہ پلجي بہ سلجهي پوي ٿو پر لچڻ آهن لڳيون سڏڪيون! پر ڪا ڳالهہ ناهي اسين سڀ پنهنجي پنهنجي واسطيدار ميمبرن، دانشور ساٿين ۽ ٻين دوستن کي هن پليٽ فارم تي آڻڻ جي ڀرپور سرگرمين ۾ رهنداسين، تاڪہ اسين محنت جون سڳنڌون بامقصد حاصل ڪريون.

تنهن تي زيد چيو تہ: اسين سمورن گڏ هلندڙ ساٿين کي حاصلات جي مارڪيٽن ۾ وني ويندا سين، جيڪي ڪاروباري مارڪيٽي قوتون، نوان واپار ۽

رجحان آهن. انهن محنتن جي دائرن ۾ رهي لڳاتار محنت ڪرڻي آهي ۽ سياست جي چالبازين ۽ ايرنڊڙ مختلف شوز کي سمجهڻ ۽ پرکڻ ۽ پوءِ انهن تي پائيدار بحث ڪرڻ جي ضرورت آهي، اهو به سڀني مفڪرن جي سنجيده سوسائٽي ۾ ! جيڪڏهن پختگي جون اهي حالتون اسان اپنائينداسين ته اسان جو ڪامريڊ هروڀرو شڪست جي مار کائڻ جهڙو وائڙو ۽ ابحرو ڪو نه رهندو. پوءِ ته هو اجان به وڌيڪ ڪم ڪرڻ لڳندو.

زيد جي هن ڳالهه تي سرحد خان چيو ته: پر اجوڪن ڪجهه ماڻهن جا هن نئين دور ۾ رويا ڪجهه بدلجي ويا آهن. هاڻ اهي ماضيءَ جا معصوم ذهن ناهن رهيا، ڇو ته حالتون به ماضيءَ کان مختلف آهن. تنهن تي زيد چيو: هلو اسين تسليم ڪريون ٿا ته هن دور ۾ نئين ڪم ڪار واري حالتن ۾ محنت ۽ هنر ۽ ڪجهه ٻين مشڪلاتن ڪري رويا رخا ۽ بي جان مشين وانگر تيڻ لڳا آهن پر احساسن جا قدر ته اسان کي ضايع نه ڪرڻ گهرجن. انهن قدرن کي ساڳي حالتن ۾ سنڀالڻ لاءِ اسين انهن کي هن شڪل ۾ به ڏسي ٿا سگهون ته جئين اسين سچو ڏينهن محنت ڪري ٿڪل حالت ۾ اچي ويندا آهيون ۽ اها ٿڪل حالت ئي دراصل هڪ اڻ سڌو احساس آهي. جيڪا ماڻهوءَ کي ماضيءَ جي وڃايل رونق ڏانهن وٺي ويندي آهي! ۽ واڌو گهرجن جي پورائي لاءِ مجبور ڪندي آهي پر اسان جي هلچل بقايا ۽ نظر انداز ٿيل غريب ۽ اڪثريتي ماڻهن لاءِ هوندي ........ !

"هالي وود جا ڪجهه مسخرا آيل آهن هن هوٽل ۾. جيڪي هن وقت ڪراچيءَ جي بازارن ۾ گهمڻ لاءِ ويل آهن" وچ ۾ سردار صاحب سڀني دلچسپيءَ سان زيد ڏي نهاري چيو.

سائين هو ته عالمي سرمائيدار آهن. دنيا انهن لاءِ هڪ ڳوٺ آهي ۽ هو ڪنهن مهل به ڪٿي به پهچي سگهن ٿا. خاص ڪري اهڙي اليڪشني موقعن تي انجواءِ ڪرڻ. زيد مرڪي مختصر نموني چيو.

پر سائين هي اڌ اگهاڙو لباس ته ڪيڏو سٺو لڳين ٿو ۽ پنهنجي ملڪ ۾ ته هي بلڪل خالي جسم هلنديون آهن. گجگجندي سردار صاحب چوڻ لڳو: ته پوءِ سائين! هي هر لهنڊڙ پنهنجي صدر تي سيڪس پرستي جون تهمتون هڻي ڇو لاهيندا آهن! تنهن تي سرحد خان چيو ته : جسمن جي بازار ۾ به اگهاڙي جسم رکڻ بجاءِ اول

ان کي عام لباسن کان بہ اعليٰ لباس ڍڪي سينگاري رکيو آهي. بيو تہ لهندڙ صدر صاحبن جا وڏا اسڪينڊل ظاهر ڪري مهذب ۽ مذهبي دنيائن لاءِ پاڻ کي اعليٰ ڪري پيش ڪندا آهن ۽ انصاف ڏيکارڻ جي آڙ ۾ جعلي شهرت ماڻي ڳوڀلي دنيا کي بحث ۽ شوشي ۾ مصروف رکندا آهن ۽ اتي جي فحش عورتن جا معيار اجان بہ بلند ڪري پردي دار ۽ چاڪ نہ ٿيل جسم محسوس ڪرائي دنيا کي پاڻ ڏانهن راغب ڪندا آهن جسم پرستي لاءِ نت بي پرده ۽ فري سيڪس واري اهڙي ماحولن جو اسڪينڊل تہ نهي ئي ڪو نہ ٿو سائين!!!

خير اهو انهن جو ذاتي فعل آهي. زيد چوڻ لڳو: جو اسان انهن جي ڪوڙي جوازن کي پيا ظاهر ڪرڻ لڳون. پر اسان کي تہ فقط پنهنجي معنائن طرف وڌڻو آهي ..... چو تہ هڪ طرف اسين عالمي حالتن جي جائزي ۾ دٻجي بي غرض ٿي ويندا آهيون. جڏهن تہ اسين خود اهڙي عالمي ٽيررسٽ بلاڪن جي دور ۾ آهيون. جيڪي چاهين ٿا تہ اسين اهڙن رجحانن جي بازارن ۾ بدحواس ٿي گم رهون ۽ اسين هيٺ رهي مختلف ٽيڪسن ذاتي جهيڙن ۽ مهنگائين جي غربت ۾ ايڏو جڪڙيل رهون جو ان مان آجا ٿي انهن سامهون خود مختياري جو جهنڊو ڪليل ماحول ۾ ڦڙڪائي نہ سگهون. هن جڪڙدار سسٽم اڳيان ٻين قومن جاچند سڌريل فرد خود خاموش آهن. جن کي رڳو پنهنجا مفاد ۽ سرمايو پيارو آهي. جڏهن تہ ٻي سموري پيڙهيل عوام ان خود غرضي جي ور چڙهيل آهي. پر اسين عالمي قوتن کان اڳ پنهنجي سماج جي سڌريل ماڻهن ۽ اڳواڻن کي ذميوار نهرائينداسين تہ اهي سماجي لحاظ سان پنهنجي اردگرد جي ماڻهن جي مدد ڪري انهن مٿان ذلتن جو ڳاٽ چو نٿا لهرائن!؟

چو تہ هڪڙو اڻ گهڙيل لوهہ سمنڊ جي پاڻيءَ ۾ ٻڏي غرق ٿي ويندو آهي. جڏهن تہ ساڳيو پر گهڙيل لوهہ جهاز بنجي پاڻي ۾ ترڻ لڳندو آهي. جيڪو غرق ناهي ٿيندو بلڪ پنهنجي حيثيت ناهي وڃندو آهي. اهڙي طرح اسان کي پنهنجي ماڻهن کي شعوري طور تي ۽ جديد ٽيڪنالاجي جي ڄاڻ تي حيثيت ۾ آڻي سڌريل ۽ با معنيٰ اعليٰ بنائڻو آهي. اسان جي اڄوڪي ميٽنگ جو مقصد ئي اهو هو تہ اسين سڀ دوست گڏجي ڀرپور جذبن سان سياڻ کان پنهنجي اليڪشن رابطا مهم شروع ڪريون ۽ سمورا دوست پنهنجي پنهنجي تڪن ۾ ماڻهن سان ملاقاتون ڪن ۽ همدردي

جي بنيادن تي انهن جا مسئلا پڌن ۽ پوءِ بقيہ ڪمن کي اڳتي وڌائيندا سين تا ڪہ تاريخ جي بگڙيل پلٽن ۾ غرق ٿيڻ کان اسين پاڻ کي بچائي سگهون! ايتري ۾ مٿان وري چوڌري عنايت چيو تہ: بيو تہ سائين اسان کي آئنده اهو خيال رکڻ گهرجي تہ: اسان جي ميٽنگن ۾ اڄ وانگر آئنده اليڪشني يا ڪنهن بہ ايجنڊا کان واڌو آئوٽ بحث نہ اچڻ گهرجي.

تنهن تي ڪلندي ساڳئي خوش مزاج انداز سان سرحد خان چوڻ لڳو: سائين اهو نہ وسارجو تہ اسين جمهوريت پسند آهيون، ان ۾ سڀ ڪجهہ آزادانہ هلندو. پر چوڌري صاحب جي راءِ جو احترام ڪندي ڊسيپلين جو بہ ڪجهہ خيال رکنداسين.....

سرحد خان ايترو چئي ٺهڪ ڏيڻ لڳو، موٽ ۾ بيا بہ دوست ڪلندي ساٿ ڏيڻ لڳس.



# باب 8

ڪورٽ ۾ اڄ واقعي به ڏاڍي رش هئي، جهڙو سڀ ماڻهو ڏوهاري ٿي پيا هجن ۽ قانون جي گرفت ۾ اچي چڪا هجن.

ڪورٽ ڪينٽين ۾ زيد ڪافي دير کان انتظار ڪري رهيو هو پر اڄوڪي سنوائي ٿي ڀي.

"جيڪا آخري ٿي سگهي ٿي" خادم اڃان نه آيو هو، زيد بي چين ڇهري سان بار بار دروازي ڏانهن نهاري رهيو هو ۽ گرم چانهه به پي سردي کي گرمائي رهيو هو. ايتري ۾ هن ڪيس جو مخالف وڪيل به اچي هتان لنگهيو، جيڪو زيد کي ڏسي هلي آيو ۽ ويهندي ئي چوڻ لڳو: زيد صاحب توهان خامخواه پيا مشڪل ڪيس پويان وقت ضايع ڪريو. هڙيرو پيا مزدورن ۾ وچڙجو، جيڪي مزدور تنظيمن جو شوشا شروع ڪري پنهنجو به وقت خراب ڪن ته فيڪٽرين جو به ڪم گهٽائين.

تنهن تي زيد وراڻيس: ڇو ٿو هڙيرو فيڪٽري مالڪ جي ايڏي فيور ڪرين؟ شيئر ٿو ملنئي ڇا؟

۽ توکي مزدورن ڪنگالن مان ڪهڙو هڙ حاصل جو پيو دلائل ضايع ڪرين؟ وڪيل وراڻيو

زيد غور سان نهاري چيس: ڇو ناهي هڙ حاصل! انهن ۾ حوصلو پيدا ٿيندو. تنظيم سازي مان ته مسئلن جي بيهڪ پيدا ٿيندي آهي، گهرجن جي چٽائي سامهون ايندي آهي. تنظيم سازي مان حقن جي زبان ۽ سمجهه اڳيان آڻڻ جرم آهي ڇا. ؟ ۽ مون وٽ انهن حقن کي اڳيان ڪرڻ لاءِ رهنمائي آهي.

مجيان ٿو، پر ڪيس تو واري حمايت ۾ نہ ايندو. وڪيل بي غرضي مان چيو.

چو نہ ٿيندو اسان جي حمايت ۾ ! اڳين سنوائي ۾ بہ منهنجا دلائل وڏيڪ نوٽ ڪيا ويا هئا. زيد مطمئن انداز ۾ چيو. شوخيل بيزاري مان وڪيل چوڻ لڳو: بر اڄ بي شنوائي تي بہ تو وارو خادم نہ آيو آهي. اڄ تائيم تائين نہ پهتو تہ وارنٽ سان گڏ پوليس بہ وٺي ويندو سانس.

۽ پوءِ تون ڏگهي رماند تائين لاڪ اپ بہ ڪرائي ڇڏيندس! زيد سنجيده طنز مان چيس. پر وڪيل وڏيڪ ڪجهہ بہ ڪڇيو ڪو نہ.

رڳو سوچيندو سڙندو پاسيري اکين سان زيد ۾ نهاريندو رهيو: تہ هي زيد مون کي ڏکيو پوندو!. ايتري ۾ زيد اٿي ويندي مهل چوڻ لڳس تہ: چانهہ پي پنهنجا پئسا ڇڏجان. ائين چئي زيد تڪڙو ٻاهر طرف وڃڻ لڳو. جڏهن تہ وڪيل ساڳي اکين سان ويندڙ زيد ۾ نهاريندو رهيو.

زيد ڪورٽ مان ضروري ڪم ڪار پورو ڪري اچي ٽيڪسي ۾ وينو ۽ لياريءَ ۾ لهي تڪڙو تڪڙو گهٽين مان قدم هلائڻ لڳو. هن جو رخ خادم جي گهر ڏانهن هو.

هن وقت بہ گهٽين جي ننڍڙي چوراهي تي ٻاڙي جاساڳيا ٽي نوجوان ٽنيي جي ٿلي تي وينا هئا. جيڪي زيد کي ڏسي هڪ ٻئي ۾ غصيلي انداز سان نهارڻ لڳا. پر زيد هنن ۾ نهارڻ کان سواءِ پنهنجي پريشاني ڪري تڪڙو لنگهي هليو ويو. جڏهن تہ هي ٽئي ڄڻا وري بہ هڪ ٻئي ۾ نهاري ۽ اشارو ڪري زيد پويان لڳي پوندا آهن.

جڏهن زيد خادم جي گهر واري گهٽيءَ ۾ موڙ ڪاٽي ٿو تہ هن کي خادم جي گهر جي ٻاهران سامهون کان ڪجهہ ماڻهو پريشان حالت ۾ بيٺل نظر آيا ۽ پاسي ۾ جنازي واري هڪ خالي ڏولي بہ رکيل نظر آيس. زيد غور ڪندو آهي.تہ هن کي خادم وڏيڪ پريشان حالت ۾ هڪ ڪنڌ ۾ بيٺل نظر ايندو آهي. جنهن کي زيد ڏسي ويجهو وڃي ڪلهي تي هٿ ٿو رکيس. زيد کي خادم اوچتو ڏسي هڻ سان چنبڙيو پئي ۽ روئڻڪي انداز ۾ چوي ٿو تہ : ادا زيد امڙ مون کي پنهنجي حياتي ڏئي ڇڏي وئي.

زيد جي چهري تي هن وقت شديد غم جي لهر ڇانيل هوندي آهي ۽ خادم کي آٿت ڏيندي چوندو آهي ته : گهبراءِ نه. سڀ عزيز ۽ دوست توسان گڏ آهن. اسان سڀني کي ڏک پهتو آهي. پر خادم هڪ ڳالهه ياد رکجان، تنهنجي امڙ جو روح بي چيني سان هن انتظار ۾ هوندو ته تون قومي غدارن سان ڪيستائين ٿو وڙهين؟!

ايتري ۾ پاڙي جا هو ٽئي نوجوان به اچي پهچندا آهن. جيڪي زيد ۽ خادم کي گلي لڳل ڏسي ۽ جنازي جي ڏولي ڏسي منهن تي ڏک ظاهر ڪري نري بيهي رهندا آهن. زيد هنن کي ڏسي خادم کان انهن جي باري ۾ پڇي ٿو ته : هي ڪير آهن؟ تنهن تي خادم ٻڌائيس ٿو ته اهي پرئين محلي جا مشهور غنڊا آهن. وچيون هنن جو اڳواڻ عامر بلوچ آهي ۽ ٻئي هن جا خاص ساٿي آهن. هنن ئي ته مشهور خون ڪيو هو هن وڊيو دڪاندار جو. جيڪو ڇوڪرين جون بليو پرنٽ فلمون ناهيندو هو. شايد ڪنهن سيٺ قتل ڪرايو هو ان کي ، ان جي ڏيءَ جي فلم ڪنهن طرح ان ناهي ورتي هئي.

پيشه ور غنڊا آهن. ايترو چئي زيد ماٺ ٿي ويو. اجان ڪجهه ئي گهڙيون مس گذريون ته مٿان زيد جو مخالف وڪيل هڪ اي ايس آءِ هڪ جمعدار ۽ ٻن سپاهين کي وٺي اچي نڪ ڪيو. وڪيل ماڻهن ۽ حالت جو جائزو وٺي زيد جي ويجهو آيو ۽ آهسته چوڻ لڳو. خادم جي گرفتاري لاءِ آيا آهيون. تنهن تي زيد چيس ته : مون کي خبر هئي ته توکي بي چيني رڳو ٻڌي في وٺڻ جي رهندي آهي. باقي انساني مجبورين جي ذري به پرواهه ناهي. وڪيل نخري سان ڳاڙهو منهن ڪندي چيو: آئون مجبور آهيان. تنهنجي ان مجبوري کي نظر ۾ رکندي آئون اڳ ئي رعايت نامون ڪورٽ مان وٺي آيو آهيان ۽ سنوائي جي نئين تاريخ پڻ! زيد ڪورٽ جي اندرئين کيسي مان ڪورٽ جو رعايت نامي جو فرمان ڏيکاريس. تنهن کي ڏسي وڪيل غصي مان مٿيون چپ ڏندن سان ترڪائڻ لڳو ۽ پريشاني مان منهن هارجي ويس. قاتل اکين سان زيد ۾ نهاري روئڻ هارڪو ٿي چوي ٿو: مون کان وري به غلطي ٿي وئي جو توسان اڳواٽ ڳالهه ڪري وينس وارنٽ جي . تو چوري جي پوائنٽ تي شڪست ڏني آهي!.

چورن جي پوائنٽ چوري ڪرڻ کان ڏوهه ڪونهي. زيد هلڪو مرڪي چيس. آئون سيني کي ڏسي وٺندس. خادم ۽ نهاري وڪيل غصي سان چيو ۽ پوءِ پوليس کي وني واپس هليو ويو.

ٽيڪسيءَ جو ڪرايو به ڳچي ۾ پيس. تڏهن ته پيو وڪلي. زيد ائين چئي ويندڙ وڪيل تان نظر هٽائي.

خادم ۾ نهاريو. جيڪو اداس حالت بنائي زيد ۾ نهاري رهيو هو. زيد مرڪي پاڪر ۾ پريندي ڪلهي ته هٿ جون ٺڪيون ٺو هٿيس. وري بئي ڇڏا ويندڙ وڪيل ڏانهن ڏسڻ لڳندا آهن. جيڪو تڪڙ مان وڏا قدم پري پڳل گهٽين مان واپس وڃي رهيو هو.



# باب 9

سج مغرب جي ڪنارن ۾ لهڻ لڳو هو. سج عادت مطابق مغرب جي هيٺاهين زمين تي لهڻ وقت ۽ مشرقي اوڀائي واري مٿاڇرائي جهڙي برابري برقرار رکڻ لاءِ تيندڙ ڳاڙهي لڳندو آهي ۽ مشرق مان تمام وڏو لڳندو آهي. ان تپندڙ ٿامي جهڙي سرخائي واري رنگ جي پنڪيءَ جي اڄ سالگره هئي. پر اڄوڪي هن سالگره جو فنڪشن سادو ۽ پنڪيءَ جي چند سهيلين تائين محدود هو. گهر جي هيٺيئين ڪشادي ۽ پررونق هال کي سينگاريو ويو هو. جنهن جو ڏيک هيڪاري رنگين ۽ شاندار ٿي پيو هو. اهڙا مختلف فنڪشن هن گهر ۾ اڪثر وراثتي طور ٿيندا رهندا آهن. پنڪي جون دعوتي مختصر سهيليون پهچي چڪيون هيون.گهر جو سنجيده ۽ صاف سٿرو ماحول خانداني روايتن مطابق معياري ۽ وڻندڙ لڳي رهيو هو.
پنڪي هڪ تجربي ڪار، هوشيار ۽ مشهور وڪيل پيءَ جي ڌيءَ آهي. پنڪي جو وڪيل پيءُ "زيد" اڪثر ڪيس مظلوم ۽ غريب ماڻهن جي حمايت ۾ وڏي جوش ۽ جذبي سان لڙندو آهي. جيڪي ڪيس اڪثر هن جي ئي ڪاميابي طرف پلٽو کائي هن جي شخصيت جو معيار وڌائيندا آهن. اهي ڪيس اهڙا ته مهر بند ٿي ويندا آهن جو وري ڪڏهن به ڪنهن انڪل جي سازش جو شڪار نه ٿيندا آهن.

ان ڪري پنڪي به اڪثر وقتن تي پنهنجي پيءَ جي شخصيت تي سوچڻ لڳندي هئي جيڪو هن جي پسنديده شخصيت پڻ آهي. جو ته هو خداداد بي شمار صلاحيتن جو مالڪ خوش طبع ۽ همدرد انسان پڻ آهي ۽ ان کان سواءِ بيون به ڪيتريون خوبيون سمايل هئس. جيڪي اڪثر ڪنهن اعليٰ شخصيت ۾ هڪ ئي وقت هونديون آهن. جيڪي زيد ۾ هيون. جيڪي سنئون سڌو قدرتي هيون. نڌهن ته

هن جي شخصيت تمام مختلف. نڪريل ۽ پنهنجو لڳندڙ لڳندي هئي، هر ان ماڻهو کي، جنهن لاءِ هي نئون هوندي بہ پراڻو ۽ بي تڪلف نظر ايندو هو ۽ ڪڏهن بہ هنن جو ڪو گهرولي مسئلو بگڙيل صورتحال اختيار نہ ڪري سگهندو هو. بس هن فيملي ۾ اهڙي تہ تربيت ڦهلائي وئي هئي جو هر جڪڙندڙ مسئلي جو حل ڇنڊ ۽ ويجهو نظر اچڻ لڳندو هو.جنهن ڪري مسئلي جي شروعات ۾ ئي سبب سمجهہ ۾ اچي ويندو هو، ان ڪري ڪو بہ اتفاقي مسئلو بہ پريشاني جو دٻاءُ نہ بڻبو هو. تنهن ڪري سندس پيءُ وڪيل کي گهر واري معاملن بجاءِ اڪثر ٻاهرين معاملن تي سوچڻ ۽ انهن کي نبيرڻ جي ڪوشش جو کليل موقعو ميسر هو. ڇو تہ خانداني بيهڪ بلڪل سلجهيل ۽ برابري ۾ مطمئن هئي ۽ ضابطي ۾ هئي، ان ڪري ٻين گهروارن جي بہ اڪثر طبعيت وڪيل "زيد" تي ويل هئي. بلڪل وسيع آزاد کليل مطمئن طبعيت ذهن! پنڪي بہ تہ هن خاندان جو فرد هئي. جيڪا هن ايرندڙ جوانيءَ ۾ ئي هن پوزيشن تي پهتي هئي جو سهيلين ۽ تعليمي سوسائٽي ۾ هو تاريخي، سياسي، بين الاقوامي رليشن ۽ انگلش سبجيڪٽن ۾ مشهور هئي، هن وقت هن جي عمر بہ گهٽ هئي، تنهن ڪري اڃان ڪجهہ ٿيڻ جو باقائده فيصلو هن نہ ڪيو هو. مطالعي جي ڀرپور محنت ۾ مصروف رهندي هئي. ان مقصد سان تہ علم پنهنجي ذات کان ٻاهر ٻين جي ڀلائي جي بہ ترغيب ڏيندو آهي.ان ترغيب جي عمل سان ماڻهو ڪمال جي عروج جو سفر جاري رکي سگهندو آهي،جنهن جي منزل امر هوندي آهي ۽ ان منزل تي پهچي انسان احساس جو سڪون محسوس ڪندو آهي ڏنڌلي تي ويل انسان ذات ۾ انسانيت جو چمڪاٽ ظاهر ڪري وجهندو آهي. اهو علم انسان ذات ۾ ڪنهن زوال ڪانپوءِ وري پيروسي جو اعتبار ۽ رونق پيدا ڪرڻ شروع ڪندو آهي.

سوچن جي ساگر ۾ غرق رهڻ جي پنڪي جي يا تہ پراڻي عادت هئي يا تہ خانداني ورثو هئس. هي ڪنهن نئين پروگرام جي تخيلقي فڪري جنم ڏيڻ جي ڪوجنا ۾ بہ رهندي هئي. پر ان خلا مان تارا جهڻڻ لاءِ ڊگهي وقت جي اڏام ۽ آسماني رسائين جي ضرورت هئي. وقت جي طويل عرصن جي انتظار هوندي بہ بي چين سوچن ۾ چوڪس رهندي هئي. تڏهن تہ پنهنجي سالگره جي وقت بہ هن کي هوش نہ هو تہ ڪٿي ۽ ڇا لاءِ ويٺي آهي؟ جهڙو دورانديشي جي گهرن. خاموش. خزانن ۽ زهر کي

غرق ڪري پاڻ ۾ سمائي ڇڏيندڙ ۽ جرڪندڙ پاڻيءَ جي تلائن ۾ هيٺ لهي وئي هجي جتي رڱو گهاٽيون عجيب ساوڪون، شيشن جا محل، زهريليون رنگين خطرناڪ بلائون، دنيا جا اعليٰ دائمند ذخيره ۽ انهن سنهڙين رنگين ننڍڙين بلائن جا حملا ۽ ڪيڪون هجن، جن کان هي ڇرڪجي پاڻ کي بچائڻ چاهيندي هجي. خيالن جي تعجبن ۾ غرق رهندي اوچتو ڪو هٿ پنڪيءَ جي ٻانهن ۾ اٽڪيو جنهن هن جي شوخ ۽ سٽيي جسم کي ڇرڪائي ڇڏيو. اهو هٿ هن جي گهاٽي سهيلي ناهيد جو هو، جنهن ۾ هن مڙي نهاريو، ناهيد پنڪي جي طبعيت کان پوري طرح واقف هئي، تنهن ڪري ڪنهن تفصيل ۾ وڃڻ بجاءِ فقط يادگيري لاءِ سالگره پارٽيءَ جو نالو ورتائين، تنهن تي پنڪي هلڪو مرڪي تعجب ظاهر ڪيو. پر اڃان بہ جهڙوڪر خيالن جي چرندڙ دنيا جي تهن ۾ پاڻ کي غرق رکڻ تي چاهيائين ۽ گردشن ۾ غرق ٿيندڙ عظمتن جي خاڪ ٿيندڙ عروج جي موت پويان رهيل رنگيني جي يادگارن جي اندرين عمارت جي ساز سامان ۾ ڪجهہ راز ڳولهڻ چاهيندي هجي، پر وقت ڪٿي تو مهلت ڏي ۽ آزاد ڇڏي .....! تنهن ڪري هن وقت بہ هن لاءِ وڌيڪ ڪجهہ سوچڻ خاص معنيٰ نہ پئي رکيو. ان ڪري سهيلي ناهيد سان گڏ هيٺ سالگره هال ڏانهن وڃڻ لڳي، جتي هن وقت پر رونق فنڪشن مقرر هو ۽ پنڪي جي سهيلين جو ننڍو ميڙ متل هو.

# باب 10

هي شام جو سانتيڪو ماحول هو. هيٺ هال ۾ پنڪي جي سالگره جو ماحول پرجوش هو. هال ۾ رونا ليليٰ جي آواز ۾ گانا وڄي رهيا هئا. پر هلڪي آواز ۾-ايتري ۾ پنڪي پنهنجي بي حجاب سهيلي ناهيد سان گڏ مٿان لهي هال طرف اچڻ لڳي. ۽ سهيلين سان ملاقاتون ڪرڻ لڳي ۽ اڳين سهيلين ڪيترين نين سهيلين کي پنڪي سان ملايو. هن وقت ڪيڪ ڪٽڻ جي رسم پوري ٿي چڪي هئي. پوءِ سڀ سهيليون ڪاڏي ۾ مصروف ٿي ويون. پنڪي، ناهيد، فضيلہ ۽ ڪجهہ ٻيون سهيليون حال جي هڪ ڪشادي روم ۾ ڳالهہ ٻولهہ ڪرڻ لڳيون. ايتري ۾ هڪ سهيلي پاڻ گڏ ايندڙ سهيلي نسيمہ جو تعارف ڪرايو. جيڪا ڪراچي ۾ رهندڙ شاعره هئي. پوءِ گڏ ويهي رهيون. مختلف موضوعن جون ڳالهيون هلڻ لڳيون. ننديا ۽ سنها ٽهڪ بہ ايرڻ لڳا. پنڪي صحت جو تمام گهڻو خيال رکندي هئي ۽ ڪم واري ڳالهہ کان وڌيڪ اجايو ڳالهائڻ تي ڪنٽرول ڪندي هئي. هوئٽن بہ هنن ڏينهن ۾ تہ اونهہ ٿي پنڪي جي ڳالهائڻ جي عادت بہ گهٽ هئي. هن جي نندي هوندي کان ئي تڪڙي ۽ حساس طبعيت هئي ۽ فڪري طبعيت واري سوچ هئي.

نئين آيل مهمان شاعره نسيمہ بہ ٻين سهيلين سان سني نموني گهلي ملي وئي هئي. هن کي ڪجهہ شعر بہ ٻڌائي داد حاصل ڪيو هئائين. تنهن هان ابهرائپ جو مظاهرو شروع ڪري ڏنو هو ۽ پنڪي جي خاص سهيلي فضيلہ سان ٽهڪن ۾ هلڪيون ۽ بدمزاج ڳالهيون ڪرڻ لڳي هئي. سا تہ جهڙو هن مان اڃي ڦاٽي هئي پر هي جو ڇڏيس. رڳو ڏند ڪڍي پڇندي رهيس تہ : توهان ڪاڏي ۾ ڪهڙيون شيون پسند ڪنديون آهيو؟ تنهن تي فضيلہ چيس تہ : تيز. ڪڙيون، مصالحي دار نہ مٿان

وري ٽوڪ ۾ چوڻ لڳس تہ: هڪ تہ بدن ۾ صفا سنهڙي مٿان تيز شيون ... ! موت ۾ وري فضيلہ چيس ! چو .... ! سنهڙو جسم انسان جو جسم ناهي هوندو ڇا؟ اها تہ هر ڪنهن جي پنهنجي پسند آهي تہ هو ڇا بہ ڪائي. ايتري ۾ بنهي جي وڪالت ڪندي ساهيلہ چيو: جيڪي عورتون اڄ تيز شيون کائينديون آهن اهي وري سياڻي منيون شيون ڪائڻ لڳنديون اهن تنهن تي ڪجهہ سهيليون کلڻ لڳيون. وري ساحيلہ چوڻ لڳي: اڄ جيڪي ڇوڪريون نٿيون ڳالهائي سگهن اهي وري سياڻ پرپور طرح ڳالهائينديون آهن ۽ اڄ جيڪي ڇوڪريون ذاتي حقن تي ڳالهائي سگهنديون آهن اهي وري سياڻ قومي حقن تي ڳالهائي سگهنديون آهن. ساحيلہ جهڙو خوش طبعي سان ڏکهو جواب ڏئي فضيلہ جي جان ڇڏائڻ جي ڪئي پر شاعره نسيمہ ڪٿي تي ڇڏيس، فضيلہ جهڙو اڃي قاٿس ....! وري ڇڪائيندڙ سوال ڪيائينس تہ : شادي ۽ لو تہ دنيا ۾ هلندا رهندا آهن. پر جنسي خواهشن جي آزادي جي باري ۾ توهان جو ڇا رايو آهي؟ نسيمہ جهڙو مغربي ۽ مشرقي تهذيب کي سامهون رکي هن معاشري جو سوال اٿاريو هجي تہ : هاڻ هتي جي عورت ڪٿن هئڻ گهرجي؛ تنهن تي فضيلہ چوڻ لڳس تہ : اسين جنسي اعتبار کان پنهنجي طرفان بلڪل سيف هئڻ گهرجون ۽ پڻ مشهور تہ جٿن بيا ماڻهو بہ چوڻ لڳن تہ هي ڪردار پرهيزگار آهي ۽ اهوئي عمل تہ ڪاميابي جي راز جو ڳجهہ آهي؛ فضيلہ جي هن جواب تي نسيمہ يڪدم آهستہ سان چوڻ لڳس تہ : يلا بواءِ فرينڊ هئڻ گهرجي ....!؟ نسيمہ جي هن سوال تي فضيلہ کي غصو اچي ويو. جيڪا پنهنجي ڳالهين کي سنو سمجهي ڪري رهي هئي. جنهن تي موٽ ۾ فضيلہ چيس تہ : نسيمہ تون جيترو پري کان سنجيده نظر ايندي آهين اوترو ڪريل ڳالهيون ڪندين آهين! اسان کي مشرقي هئڻ ناتي اخلاق ۾ ڪجهہ فرق رکڻ گهرجي. بس آئون تہ ايترو چونديس تہ : سخت پابنديون بہ جنسي محبت کان نفرتون ڏياري ڇڏينديون آهن ۽ گهٽيون ڇڙواڳيون بہ جنسي قدرن کان نفرت ڏياري ڇڏينديون آهن بس هن محبت جي ازدواجي زندگيءَ لاءِ نهيل اخلاقي اصول ئي مناسب آهن پريان وينل پنڪي نسيمہ جون شروع واريون ڳالهيون تہ ٻڌيون هيون پر هن وقت هلندڙ سرگوشيءَ واريون هي ڳالهيون بہ محسوس ڪري رهي هئيءَ هلڪو ٻڌي رهي هئي ۽ پوءِ پنهنجي خاندان جي هڪ عمر رسيده نيڪ عورت جي ڳالهہ سوچڻ لڳي. جنهن

چيو هو تہ ”جنسي رغبت جا ننڍا عمل بہ ماڻهو جي ڊگهي مدت واري نيڪي کي بہ ٻڙڪائي ختم ڪيو ڇڏين! پر هن وقت پنڪي سوچڻ لڳي تہ ائين بہ ناهي هوندو! اهي ننڍا خراب جنسي عمل روح کي جهنجهوڙي دل کي متاثر ضرور ڪندا آهن ۽ ڏڙڪائي وجهندا آهن. پر اهي وري جنسي وڏين براين جي نتيجي جو نقصان محسوس ڪرائي انهن وڏين حقيقتن ۽ ڪارنامن جي سنڀال جو تجربو، نتيجو ۽ اصول فراهم ڪن ٿا. يعني جنسي وڏي برائي وڏي تباهي آڻيندڙ هوندي آهي. جنهن سان وڏا عظيم ڪم بہ متاثر ٿيڻ سان گڏ تباهہ بہ ٿي ويندا آهن. تنهن ڪري ننڍيون غلطيون وڏن ڪمن ۽ ڪارنامن جو احساس ڏياري وجهنديون آهن تاڪہ اسان کي انهن اعليٰ ڳالهين جو احساس چنبڙيو رهي...! پر اهي ننڍيون غلطيون بہ ازخود نہ، بلڪہ بي خودي جون هجن تہ !“

هن وقت پنڪي شاعره نسيم ۾ غور سان ڏسي جهڙو خيالن ۾ چوندي هجيس تہ : توهان جنسي برائي ڪري تہ ڏسو. پوءِ ڏسو تہ ڪئين نہ توهان تي ويڙهيل تخيل کي اها برائي چيري توهان کان تخيل کي ڪئين ٿي ڦري وٺي ...! نسيم ۾ نهاريندي وري پنڪي هن ۾ غور سان ڏسي سوچڻ لڳي تہ : نسيم اجان ايترو گهري يا وڏي شاعره ناهي، جو هن کي تنقيد جو وڏيڪ نشانو بنائجي. اهو سوچي ۽ سنجيدگي سان نهاري پنڪي نسيم کان پڇڻ لڳي تہ : توهان گهڻو مطالعو ڇا جو ڪيو؟ تنهن تي نسيم پنڪي ۾ سنجيدگي سان نهاري جواب ۾ چيو تہ : يورپي ادب جو. وري پنڪي پڇڻ لڳس تہ : ان مطالعي ۾ توهان ناول پڙهنديون آهيو؟ اهي ناول ڪجهہ هتي جا ڪجهہ ٻاهر جا؟ نسيم هلڪي شرمندگيءَ مان چيو تہ : في الحال تہ نہ ! تنهن تي پنڪيءَ چيس تہ : تون ناول بلڪل نہ پڙهندين آهين ....!؟ پوءِ تون ادب ۽ سماجي زندگيءَ کي ڪئين سمجهي سگهندينءَ .... ! ؟ نسيم جي هن جواب کان پوءِ پنڪي کي محسوس ٿيو تہ مطالعي بجاءِ نسيم رڳو بحث مان معنائون ڳولهڻ چاهي ٿي. اهي بہ اڪثر جنسي! بس خراب ماڻهوءَ لاءِ رڳو برائي آهي ۽ نيڪ ماڻهو لاءِ رڳو بڇاءُ بڇاءُ آهي ....“!! ماڻهو رڳو هنن انتهائن جي ڪوجنا ۾ هوندا آهن. هوئن بہ انتهائن جا سفر پورا ناهن ٿيندا. باقي ڪوشش جا سفر پنهنجا ڏاڪا طئي ڪري وٺندا آهن پر اهي سفر سنا هئڻ گهرجن. پر پوءِ بہ اداس لاڙا ڪڏهن ڪڏهن اسان کي

گهيري وٺندا آهن ۽ ڪنهن بہ سفر جي اجازت ناهن ڏيندا ۽ خرابين ۽ بدبوئن جي سفر جي انتها تہ رڳو خرابيون ئي خرابيون هونديون آهن. بدبوئون ئي بدبوئون هوندي آهي بيو ڪجھ بہ نہ ! ۽ خوشبوئن جي انتهائن ۾ تہ رڳو سڳنڌون هونديون آهن ....!

اڄ بہ سهيلين جو مختلف ڳالهين ۽ موضوعن تي بحث هلي رهيو هو. ايتري ۾ پنڪي اٿي روم مان ٻاهر نڪري وئي ۽ هال مان ٿيندي سڌو مٿي پنهنجي روم ۾ آئي جتي مطالعي لاءِ رکيل سمورن ڪتابن تان سراسري گهاتي ۽ فڪري نظر گهمائي ديوار ۾ لڳل هڪ وڏي تاريخي پورٽريٽ کي ڏسڻ لڳي، هي پورٽريٽ مغليہ سلطنت جي آخري دور جي عڪاسي ڪري رهيو هو. جنهن کي غور سان ڏسندي پنڪي هٽي وئي، دريءَ وٽ ويجهو اچي دريءَ کي ڍڪيندڙ شاهي پردو گسڪائي شيشي جي دري ٻاهران خلا ۾ نهاري سوچڻ لڳي تہ : انسان جڏهن مايوسي جا ڪاٺ ٽوڙي ناهي سگهندو ۽ حالاتن اڳيان پاڻ کي جڏهن جهڪيل سمجهندو آهي تہ سرگرم دنيا کان بغاوت ڪري نفرت جي چادر ۾ پاڻ کي ويڙهي محدود ڪري ڇڏيندو آهي، زندگيءَ جي ڪجھ تاريخ هر دور ۾ مشڪلاتن جو شڪار رهي آهي، وڏين مشڪلاتن کان علاوه ڪڏهن تہ باريڪ ۽ معمولي مشڪلات بہ ماڻهو کي سخت الميو نظر ايندي آهيس ۽ هر دور ۾ هڪ انسان کي ٻيو انسان جوابدار نهرائي ڪٺهڙي ۾ آڻي شڪست ڏيڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. پر جڏهن ڪا ذاتي مصيبت ظاهر ٿي ويڙهبندي آهيس تہ اهو ساڳيو شخص ان ذاتي مصيبت جي ڪٺهڙي ۾ قيد ٿيڻ تي مجبور ٿي ويندو آهي ۽ پوءِ آجو ٿيڻ کان پوءِ کليل دنيا ۾ رهڻ تي بہ گذريل مصيبت جي نشانن جو ماضي ڇتو ۽ هڪ عذاب محسوس ٿيڻ لڳندو اٿس ۽ ان تڪليف جي فريب لڪل سوچ ۾ ماڻهو کي گهيرڻ جي ڪوشش ڪندي آهي، تنهن تي بي احساس ماڻهو تعجب ڪائي فقط ڪجھ سوچڻ لڳندو آهي ۽ پنهنجي جذباتن ۽ آڪڙ واريون غلطيون ياد ڪرڻ لڳندو آهي، جنهن جو اثر ان وقت وڃايل انساني معيار کي پاڻ ۾ ڳولهڻ جانچڻ لڳندو آهي، پر ان وقت ان معيار جو وجود بگڙيل حالاتن کان پري نين اوچين عمارتن جي اوچائين تي وڃايل محسوس ٿيندو آهيس.جيڪي عمارتون مخالف سگھ جون هونديون آهن. جن جي عظمت جي اوچائين کي انسان لاغرضي مان نظر انداز ڪري ڇڪو هوندو آهي! جن جي اوچائين ۾ نهارڻ بدران پوءِ ماڻهو وقت ۽ مجبور

تقاضائن جي پيڙ ۾ هار جي ويل هوندو آهي ۽ گهرجن جي پورائي لاءِ تمام ڪجهه ڌرڙن ڪي حاصل ڪرڻ تي مجبور ٿي ويندو آهي. هارجي ويندو آهي ۽ محنت جي حشمت بجاءِ جيڪا هاڻ هتن ۾ نه رهندي اٿس" پاڻ به بزدليءَ جا ويران ۽ خالي مورچا محسوس ڪري، پنهنجين ئي بدنيتن جي چالبازين جي شڪستن تي تعجب ڪائيندو آهي ۽ خوف کائيندو آهي ۽ پنهنجي بچيل عمارت ۾ کندرات جا ويران آثار وڏائڻ لڳندو آهي ۽ آخر محدوديت جو زهر پي هميشه لاءِ گمنام ٿي ويندو آهي ۽ الجهنن جي مرت ۾ گهيرجي ويندو آهي. .... !!

پر خود پنڪيءَ کي به هنن ڳالهين جي سوچڻ سان تمام گهڻو خوف ٿيندو هو ....! جڏهن ته هي ائين ٿيڻ هرگز نه چاهيندي هئي. جنهن جي عمارت کندرات جي صورت اختيار ڪري ويراني جو پيانڪ آستانو بنجي وڃي پر هيءَ ته اهڙو ڪجهه ٿيڻ به نه چاهيندي هئي، بس ٿورا ڪجهه معيار وڌائڻ جو خيال هئس. ..... مغليه سلطنت جون قوتون ته خفيه سازشون استعمال ڪنديون هيون. جن جي ڄاڻ اڄ تائين دنيا ۾ عام طرح ظاهر نه ٿي آهي، اهي ته شڪ جي ائڊوانس بچاءَ ۾ بين جو خير نه گهرندا هئا. انڌا ڌنڌ پنهنجن شڪي وهمن پويان طاقت جا بلڊوزر ٽڪرائي تباهيءَ جو ميدان جوڙي وٺندا هئا. پر هي پنو خاندان سپ ڪجهه سنو چاهڻ جي باوجود به پنهنجي اڳيان رڪاوٽن جو هڪ وڏو ڍير مضبوط پهاڙ جيان بيٺل محسوس ڪندڙ آهي، جنهن رڪاوٽن آڏو هنن پاڻ کي في الحال بي ست پئي محسوس ڪيو.مقابلي ۽ منزل لاءِ وپنهنجي شور کي في الحال دبائڻ تي رکڻ چاهيو. پر وري پنڪيءَ جو پي زيد پوءِ به ڪجهه ڪوششون وٺي رهيو هو. ان کي ڪجهه قوتون اپاري رهيون هيون. جيڪي آفاقي هيون، پر انهن آفاقي قوتن آڏو چيڙاسي ذهنن جون سخت رڪاوٽون هيون، پيو ته ڪراچيءَ جو بدنيت ميئرسيٺ دائود به ڪو معمولي وحشي نه هو.

جنهن سان زيد جو سڌو ٽڪر هو. جيڪو ڪراچيءَ جون رونقون بگاڙي ويٺو هو. جيڪو بحرڪيف هن وقت ڪافي مضبوط ۽ بلند هو .... !

ڪئين ويچار سوچيندي اوچتو هن وقت پنڪيءَ جي خيالن ۾ خفيه بلنديءَ هڪ اهڙي ته دوڙ پاتي، جو ڪجهه ئي لمحن ۾ دنيا جي سونهن جا پڪڙيل ٽڪر ۽ راز هن جي خيالن ۾ سرور بنجي ذهن جي لهرن ۾ زوزاٽ ڪرڻ لڳا. خيالن جي اٿاهه

وسعت محسوس ڪري پنڪي پاڻ کي مايوسي کان ڏار ۽ لاجواب محسوس ڪرڻ لڳي ۽ پنهنجي وجود کي اجان بہ وڌيڪ ۽ يقيني صلاحيتن جي احساسن ۾ محسوس ڪرڻ لڳي. انهن ئي احساسن ۾ رهندي مسڪراهٽ پنڪيءَ جي گلابي چپن کي حرڪت ۾ آندو. ۽ ڪجھہ گهڙين لاءِ هن پاڻ کي پر مسرت ۽ تازه سمجهيو ۽ جهڙو زندگيءَ جون انيڪ حسرتون هن جي دماغ ۾ سرڙاٽ ڪرڻ لڳيون هيون .... سوچڻ لڳي: هي سڀ منهنجا وهم آهن، يا تاريخي حقيقتن جي تجربن جون تلخيون آهن. جن جا نتيجا وقت ظاهر ڪندا آهن ... !!

هن وقت رات تمام گهاٽي ٿي چڪي هئي، جيڪا تيز هوا سان گڏ ٿڌي بہ ڏاڍي هئي، هن عمارت ۾ ڪجھہ پهريدار چوڪسيءَ تي بيهاريا ويا هئا. هن وقت هيٺ ۽ مٿئين ٽئين فلور تي پنڪيءَ جــون ڪجھہ ساٿي سهيليون بہ پنهنجن مقرر ڪمرن ۾ آرام پذير هيون، پر هن وقت بہ سوچ جي آنڌ مانڌ پنڪيءَ جي من ۾ هئي جيڪا لاوي جيان پنهنجي فڪر ۾ ڪڙهي رهي هئي، جنهن ڪري ڪنهن مهل اوچتو جگر اچلجي سيني ۾ اٽڪڻ تي لڳس. هن خاندان جا دشمن تہ اڳي پوءِ ٽيٽا هئا، جن جا خدشا وري و ري ذهن تي حاوي ٿيڻ تي لڳس، جڏهن تہ وقت جا نوان رخ هن خاندان جي حمايت ۾ هئا، پر ڪڏهن ڪڏهن وانگر اختلافن جا خدشا هن تي اڄ بہ مايوسي طاري ڪري رهيا هئا، ڪڏهن ڪڏهن واريون هي حالتون هن کي وڌيڪ جذباتي ۽ چوڪس بنائي ڇڏينديون هيون. پر ٿوري وقت واري اهڙي حالت بہ هن کي ذهني طور بلڪل ندحاليءَ جي نيوڙ ۾ آڻي اڪيلائي جو هڪ عجيب احساس ڏياري وجهنديون هيون، جنهن ۾ هر ڪڏهن دل برداشت تي پوندي هئي ۽ سڪتن ۾ ويڙهجي احرامن جي گهرن غارن ۾ گم ٿيڻ لڳندي هئي، ان وقت هي بہ بلڪل ڪنهن تراشيل خوبصورت مجسمي کان گهٽ نہ لڳندي هئي، جهڙو مصر جي احرامن مٿان ٿڌي هوا ۾ ڪاري چادر ويڙهي بيٺل ڪا زندهٔ نظر ايندڙ "ممي" هجي.جيڪا جهڙو جيئري ئي قديم فڪري حيرتن جو آثار بنجي وئي هجي ! ۽ بيو تہ پنڪي جهڙوڪر بن حصن ۾ ورهائجندڙ بدليلموډ وارو وجود تي پئي هجي، يعني جهٽ م خوش جهٽ ۾ رنج ..... بيو تہ اڪثر ڪري پنڪيءَ کي هن عمارت ۾ ۽ بين جاين تي ڪجھہ وقت گذا رڻ وقت ديوارن ۾ ۽ فرش جي ڪن حصن تي عجيب شڪلين جا گهاڙيٽا نظر

ايندا هئا جيڪي وجود ۾ هڪ حيثيت ۽ تحريڪ نظر ايندا هئا. انهن چهرن ۾ ڪجهه فڪري چهرا، ڪجهه ڏاها، ڪجهه اديب، ڪجهه بزرگ، ڪجهه جنگجوءَ انهن جنگجوئن چهرن کي جڏهن غور سان ڏسڻ لڳندي هئي تہ اهي هن کي ڊيڄاريندڙ چرندي ۽ هلندي محسوس ٿيندا هئا ۽ ايڏو بچاءُ هن عمارت ۾ سمجهندي بہ ڪنهن مهل ڇرڪي پوندي هئي، پر پوءِ ڪجهه ساعتن کان پوءِ هن جو اهو خوف لهي ويندو هو. ڪڏهن ڪڏهن انهن نظر ايندڙ چهرن ۾ ڪجهه چهرا بنهه اجنبي لڳندا هئس، ڪي بدصورت ڪي خوبصورت پر شايد ڪجهه چهرا اڃان هن دنيا ۾ آيل نہ بہ هجن ؟ پنڪي انهن تي غور سان سوچڻ لڳندي هئي تہ ا: اڃان مشهور ڪردار چهرن کي آسمان تي جوڙي رکيو ويو آهي، هن دنيا ۾ موڪلڻ لاءِ ۽ نهنڻي اچڻ کان پوءِ هنن اعليٰ وجودن جو سچو ڍانچو محدود دنيا جي مسئلن جي جڪڙ ۾ ڦاسي پوندو ۽ هڪ مدت جيئن تيئن جي دستور ۾ گذاري فوت ٿي ويندا ۽ پنهنجي حصي جو ڪم ڪري ويندا، پر امر ٿي پوءِ واپس مٽي موٽي ويندا. مٽي موٽي وڃڻ ۽ حصي جو ڪم پورو ڪرڻ واريون ڳالهيون ذهن ۾ ،ٻندي ئي هن جا خوف جهڙو ٿڌين هوائن سان گڏ اڏامي ويا هجن، پر وري ذهن ۾ جهٽڪو ايريس تہ : بي پرواهيءَ جون لڳاتار من مست لذتون فڪر جي گهرائي جي روشني کي ختم ڪري ڇڏينديون آهن.... ! اهو خيال ايندي ئي سندس دل ويتر فڪرن ۾ اڇليندي رهيس، جڏهن تہ هن جا فڪر خمار جي اڪين جي هيٺ گرم ڳلن سان مائل تي گلابي ڳلن تي وڏيڪ سرخي پيدا ڪرڻ لڳا. بيڪ ان وقت تيز هوا جا شوشاٽ ڪندڙ لمحا هن جي رنگين ڪمري جي تنگيل رنگين پڙدن کي مٽي کان هيٺ پوءِ هيٺ کان مٿي ۽ پوءِ مٿي کان مٿي اڏائڻ جي ڀرپور ڪوشش ڪري رهيا هئا، جن کي ڇهچ ڪاري آسمان جي چادر ۾ چمڪندڙ ستارن جي خاموش ۽ وسيع جهرمر خاموشي سان گهوري ٽم ٽم ڪري رهي هئي !....

# باب 11

هن وقت زيد ۽ خادم بلوچ ٻئي ٽڪرا ٽڪرا لياريءَ جي گهٽين مان اچي رهيا هئا. هي رات جو وقت هو.ڪراچيءَ جا چوڪ رات جو مقامي ماڻهن لاءِ رونقي ٿي پوندا آهن، هتي جا مقام، ماڻهو برمين بنگالين ۽ عيسائين سان گڏجي گهمندا آهن، ڪجهه ڪليل طبعيت مڪراني ڏينهن جو سخت مختلف محنتون ڪندا آهن ۽ ڪراچيءَ جي رنگين راتين ۾ دڳهين ۽ ويڪرين گهٽين ۾ پراڻي ڪپڙن اچ'عالمي لباس، پينٽ بشيٽ پائي مختلف جاين تان تفريح جا منظر ڏسندا هلندا رهندا آهن ۽ پوءِ ٿڪي ٽٽي لياري جي بوسيده گهٽين ۾ واپس اچي ٿڪي ٽٽي بسترن تي ڪري پوندا آهن ۽ ڪي ماڻهو گهٽين ۾ بينل ريڙهين ۽ صندلن تي سمهي پوندا آهن. لياري ۾ اجان اهي سهولتون نہ آيون آهن، هتي جون پڳل ٽٽل گهٽيون ۽ گهر، اڪين ڪي انهن ڳالهين جو احساس ڏياري سگهن ٿا. زيد ۽ خادم بلوچ هتان لنگهندي نوجوان باڪسر شريف جي گهر ايندا آهن جيڪو خادم جو ويجهو مائيٽ آهي، جنهن ڪي اڱ ئي خادم زيد جي نالي ٻڌائي ڇڏيو هو. هن وقت ٻئي ڄڻا شريف باڪسر جي گهر وٽ پهچي في الحال خاموشيءَ سان بيهو رهن، جو تہ گهر ۾ بلڪل خاموشي هوندي آهي. تنهن جو جائزو وٺڻ لاءِ خادم پاسي واري ٻئي در وٽ اچي در جي سير مان جهاتي پائي ڏسڻ تو لڳي. جتي شريف باڪسنگ جي پريڪٽس ڪندو آهي، شريف جهاتي پائڻ ڪان پوءِ شرمندگيءَ مان مرڪي زيد ۾ نهاريو ۽ اچڻ جو اشارو ڪيو. زيد بہ اچي جهاتي پائي ڏٺو تہ شريف پنهنجي منگيندي سان محبت جون ڳالهيون وندي رهيو هو.

ايتري ۾ اوچتو ڊبيل آواز ۾ گهر ۾ ٺاڪوڙو مچي ويو. شريف جي ماءُ اوچتو ڏسي ورتو هئُن، تنهن اچي ڪاٺ جي ڏوئي ڪٽي شريف تي الرون ڪري ڏنيون ته : شادي کان اڳ مڱيندي سان ٿو ملاقاتون ڪرين شرم نه اٿئي بيچڙا! پر پوءِ آواز جلدي بند ٿي ويو. شريف پڇي جان ڇڏائي، بنيادي طور اهڙن پاڙن ۾ گهر گڏيل هوندا آهن، ان ڪري به اهڙا مڱيتر جوڙا اهڙا موقعا تلاش ڪرڻ لڳندا آهن. هن وقت خادم زيد کي چيو: سائين ڇاڪري شريف، زال نوجوان ۽ خوبصورت اٿس، پيو ته پهلوان مڙس ...! زيد خادم جي ڳالهه ٻڌي مرڪي ڪنڌ ها ۾ لوڏيندو رهيو ۽ پوءِ بنادير شريف جي گهر جو ڪڙو ڪڙڪائڻ لڳو. ڪجهه ئي گهڙين ۾ شريف نونٽ ڪي بيٺي هٿ جو زور ڏيندو مهٽيندو گهران نڪتو سندس پوڙهي جي ڏوئي نونٽ ۾ سڻي لڳي هئس. شريف ڪجهه گهبراهٽ واري انداز سان هنن سان مليو، ڇو ته هن کي اهو اندازو نه هو ته بلديه جي ايڏي وڏي اليڪشن وڙهندڙ زيد هن جي در تي به ڪو ايندو! جيڪا زيد جي عام عادت هئي ....! خادم زيد سان شريف جي ملاقات ڪرائي، جنهن کي هن وقت ڪاري پتلون ۽ افريقي ڊيزائن واري رنگن جي لباس واري بنيان پاتلهئي. خادم ته اڳ ئي شريف کي سمجهائي ڇڏيو هو ته توکي زيد وٽ باڊي گارڊ تي ڪم ڪرڻو آهي، سو ته اوڪي هو. جنهن کي گڏ ڪٽي ٿئي اڳتي وڌڻ لڳا.شريف کي وڏيڪ توڪيائون ڪو نه ۽ نه سندس ذاتي ڇٽ پٽي حرڪت هن اڳيان ظاهر ڪيائون. خادم هن وقت زيد کي سڌو لياريءَ جي هڪ مڪراني پاڙي جي هوٽل تي وٺي آيو، جتي جي زيد کي حالت ڏيکارڻ لڳو. اتي رڳو نشو ۽ غنده گردي جو اڏو هوندو آهي، زيد ٿورو جائزو وٺي يڪدم ٻاهر نڪري آيو، جنهن کي خادم چوڻ لڳو: سائين اها حالت اٿو اسان جي نوجوان نسل جي ....!! تنهن تي زيد چوڻ لڳو: هي ”خدا“ سان استحصال جو روپ آهي، جو غربت ۾ جڪڙيل غريب جي هڏ ماس کي ويتر ڳاريو پيو وڃي، ”خدا“ سان استحصال جي نشاندهي ۾ اسان کي اهو نظر پيو اچي ته غريب ماڻهن کي هنن حالتن جو شڪار بنائي انهن تي ٿيندڙ نشي جي ظلم جا نتيجا وري غنده گردي جي بڻي جرم جي واڌ ڏانهن پيا وڃن. جنهن جا ذميوار وڏين رسائين وارا سردار ايجنٽ آهن، جڏهن ته ان مان نڪرڻ جو اسانکي پرپور پريشر وارو رستو گهرجي، رڳو فريب جي هاءِ هاءِ کي ڏسڻو ناهي، ان فريب طرفان اسان اڳيان ڇڏيل رڪاوٽ کي

پهرين اسان کي ڏسڻو آهي. جنهن جو پوءِ غور سان جائزو وٺڻو آهي.... !! اهي ذاتي ۽ اجتمائي الميا آهن ۽ ڪنهن بہ ماڻهو يا قوم جو جڏهن ذا تي. سماجي ۽ قومي الميئن سان واسطو پئي ٿو تہ هو سنجيده دور ۾ داخل ٿيو وڃن ...! سنجيده دور کان پوءِ فڪري دور شروع ٿيندو آهي. هن وقت هي ٽيئي گهٽين جي چيڙي تي. لياريءَ جي اندرئين پاسي هڪ شاهي پر ڏنڊلي چوراهي تي پهچن تا.جتي راشن خريد ڪرڻ لاءِ پرچون جا دڪان هوندا آهن. سادي نموني جا ريڙها جن تي سيخ بوٽين جا وننڊڙ ماڻهو اردگرد بيٺا هئا. پچندڙ بوٽين مان روح کي گرمائيندڙ دونهون نڪري رهيو هو. ايتري ۾ هڪ پوڙهو شخص هنن ويجهو آيو ۽ زيد کي مهمان سمجهي هٿ ڏنائين ۽ پنهنجي منهن پنهنجي بولي ۾ سجاڻ لاءِ جڻ پڻ ڪرڻ لڳو. تنهن تي خادم چيو: هي زيد آهي. بلديہ جي اليڪشن وڙهندڙ ۽ پنهنجو اڳواڻ آهي ...! خادم جي هن تعارف تي پوڙهو ساڳيو بي ست جهڙو ڪو اثر ئي نہ ٿيس. زيد کي غور سان ڏسندي سنجيدگيءَ ۽ لاپرواهيءَ مان چوڻ لڳو: اهڙا اڳواڻ ڪوڙ آيا ۽ ويا .... ڇا ٿيو!؟ پر پوءِ بہ اهو شخص خاموشيءَ سان زيد جي چهري ۾ ڪو غور سان نهاري جهڙو ڪجهہ تلاش ڪندو هجي. ايتري ۾ ڪجهہ ٻيا ماڻهو بہ ويجها آيا ۽ اچي هنن جي ويجهو بيهي هنن کي جانچڻ لڳا. ايتري ۾ شهزادا شريف کي پويان بيٺل ڪامريڊ انور ڏي موڪليو. جيڪو پريان هڪ ريڙهي تي ٻيٺو سيخ بوٽيون آرام سان کائي رهيو هو. جڏ هن ويجهو آيو تہ انور سان زيد جو تعارف ڪرايائين ۽ پوءِ زيد سان انور جو. ايتري ۾ ڪامريڊ انور رعب سان چوڻ لڳو. هاڻ ماٺ ڪري بيهو اڙي، ! چپ ڪيو هي اسان جو اڳواڻ آهي. پري تي بيهو. زيدڪامريڊ انور ۾ نهاري چوڻ لڳو. نہ ڪامريڊ. وري ماڻهن ۾ نهاري چوڻ لڳو: ڪير بہ ماڻهو پري نہ ٿئي. اڳيان ڪامريڊ ۽ انهن جو ڪوششون ان ڪري فلاپ ويون جو هو ڪامريڊي کي خوش فهمي ۾ استعمال ڪندي پنهنجن ئي ماڻهن تي رعب جمائيندا هئا. پاڻ کي عوام جو نمائيندو سمجهي بہ اها رهنمائي نہ ڪري سگهيا. جيڪا سادگي ۽ خدمت ۾ آهي. اڳواڻ عوام جي اڳيان نرم هجي. جو تہ هو انهن جو خدمت گار آهي ۽ عوام ان جي مهربان آهي. جيڪا ان کي ووٽ ڏئي اڳيان آڻي ٿي، مٿي ڪري ٿي. ان عظيم تعلق کي ابهرائپ ۽ احسان فراموشيءَ جي روپ ۾ ڪڏهن بہ آڻڻ نہ گهرجي. جو تہ اهو تعلق

چند ساعتن ڪان پوءِ اوچتو ڪنهن ٽڙڪندڙ ڪانيءَ وانگر ٽٽي وري لاتعلق ۽ اجنبي بنجي ويندو آهي !! توهان سڀ منهنجا ساٿي ۽ دوست آهيو. آئون توهان وٽ آيو آهيان. توهان جون تڪليفون ميڙي، انهن کي سمنڊ ۾ غرق ڪرڻ چاهيان ٿو. آئون ڪراچي بلديہ جي اليڪشن جو اميدوار آهيان ۽ اڳتين لاغرض ميئر سيٽ دائود کي هٽائڻ تو چاهيان. جيڪو غرور پرست ماڻهن جي مسئلن ڪان غافل آهي. مون هتي اچي ڏٺو تہ هتي جا ڪجهہ ماڻهو. پنهنجين ئي غلطين جي ور چڙهيل آهن ۽ پنهنجن ئي ماڻهن جو شڪار ٿيل آهن. جيڪي ماڻهو معاشري ۾ بار بار شڪستن ۽ ذلالتن جي ور چڙهندا رهن ٿا. تن سان بيا نفرت نہ ڪريو. بلڪ انهن کي رستي تي آڻڻ جي تلقين ۽ مدد ڪريو ۽ پنهنجائيڪ عمل جاري رکو. اهائي آخري حد آهي انسانيت جي برداشت لاءِ اخلاق جي توهان تي فرض آهي تہ توهان انهن ڏتڙيلن جي مدد ڪريو. انهن جي مونجهارن جي پچا ڳاڇا ڪريو ۽ پاڻ کي سماج جو ذميوار فرد محسوس ڪريو. جو تہ اها ذميواري خود اوهان کي زندگيءَ جي پختن ۽ ڪامياب زاوين ڏانهن وٺي ويندي ۽ پوءِ بہ توهان مشڪلاتن ۾ گهيريل انسانن سان نفرت نہ ڪجو. بلڪ انهن کي خراج تحسين پيش ڪندا رهجو. جو تہ هو زندگيءَ جي تلخين ۾ رهي بہ زنده رهڻ چاهين ٿا ۽ "خدا" جي ڏنل عظيم زندگيءَ کي تہ قبول ڪن ٿا. پر ان زندگيءَ مٿان گهيرو ڪندڙ ناڪاره حالتن سان نبيرو ڪائڻ جي بہ سوچ رکن ٿا پر ڇا .....!! ڇڙواڳي کي بہ ڪي عظمتون ملنديون آهن ڇا ..... !؟ ... نہ .... ! هرگز نہ ، اهي تہ ظابطن ۾ رهندڙن کي نصيب ٿينديون آهن" اسين انهن شين ۽ ماڻهن کي پنهنجي سوچ جي نتيجن جي تجزئي ۾ آڻيون.جيڪي اسان کي ڪيترينڪوشش باوجود نٿيون ملي سگهن، تہ اسين انهن کي تصوري سوچ جي خيالن مان ڪڍي اهو وقت ضايع ٿيڻ ڪان بچائي رکون. جنهن ۾ بگڙيل خيال ڪانسواءِ ڪجهہ بہ حاصل نہ ٿئي. ان شئي کي اسين قتل ان گودام وانگر سمجهون. جنهن ۾ ڪم ايندڙ سنين ۽ اعليٰ شين بجاءِ رڳو پراڻا ڪاغذ. ڪاغذن جا قاتل ۽ خالي ڪوڪا ۽ ٽٽل پڳل ۽ ڪم نہ ايندڙ پٽرن ڪان سواءِ بيو ڪجهہ بہ رکيل نہ هجي .... !

اسان جي شهر جو ميئر بہ اسان لاءِ هاڻ ايئن آهي.ناڪاره آهي ۽ هن قومي امانت بلديہ کي بہ ان گودام وانگر ڇني خالي ڪري ڇڏيو آهي. جنهن لاءِ ڪو بہ قدم

ڪٽڻ لاءِ تيار ناهي. هو ميٿر رڳو ماڻهن کي صبر سان رهڻ جي اجائي تلقين پيو ڪري، جڏهن تہ هر شيءِ ۾ هميشہ برابري جو نظام پائيدار ۽ اصولي ليکيو ويندو آهي، انهي ڪري تہ غريب پنهنجي گهٽائي ۽ شاهوڪارن جي ڦورائي ڪري ۽ انهن جي جبر ڪري دانهون ڪندا آهن. پوءِ نظر ۾ اهو رکجي تہ هتي برابري جو نظام ڪهڙي طرح جو آهي؟ رنج ۽ تڪليف جي سهڻ جي تلقين ڪرڻ جي ميٿر طرفان ڪهڙي فلاسافي آهي. جو پاڻ عيش ڪري ۽ ماڻهو دربدر رهن. ! يورپ ۽ ٻين جديد ملڪن ۾ ماڻهو ڪنهن بہ ڏکئي مسئلي يا ڪنهن صدمي تي ٻتال ٿيڻ بجاءِ اصلاح جو رستو ڳولهيندا آهن ۽ بچاءَ جي رستي تي غور ڪري نيون ڪوششون وٺندا آهن.

آئون ڏنڊ ۾ ويڙهيل حقيقتن جا پردا چاق ڪري ان جي تقدير جا رخ ڦيريندس. ! جنهن تي اڄ تائين ميٿر جي فريب جا پهرا حاوي آهن.! .... ساٿيو ! توهان بہ سڀ گڏجي اول هن ميٿر سيٺ دائود طرفان وڇايل مختلف جڪڙون نظر ۾ آڻيو ۽ انهن تي غور ڪريو جن جڪڙن سان پورو ڪراچي ۽ ان جو سمنڊ گهمجي ويو آهي. ان نظر داريءَ سان گڏ ڪراچيءَ کي معاشي طور تي ناهڻ سنوارڻ ۽ نئين سر سهي طرح هلائڻ جي بہ ڪوشش جاري رهندي اچي، جو تہ ڪراچي جي زندگيءَ سان اسان جي زندگي وابستہ آهي.جڏهن تہ ڪراچي جي ماڻهن کي هاڻ رڳو تسلين سان نٿو گڏ رکي سگهجي ۽ نہ هو ماڻهو هاڻ تسلين ذريعي اسان سان ساٿ ۾ رهندا. جو تہ صدي جي گذريل ڏهاڪو فقط تسلين تائين جو هو ....! ۽ پيو تہ مون هتي جي اڪثر ماڻهن کي واندو ڏٺو آهي. جيڪي نشو، جوا ۽ مذهب جي اجائي بحث ۾ گهيريل آهن. ۽ ڏک جا ڳانا ۽ مرثيہ ڳائڻ جي هڪ رخي ۾ پورا آهن. جيڪڏهن هي ماڻهو في الحال ڪو سادو سودو ڪم ڪن تہ ڏکن جون علامتون لهي وڃن. جيسين منهنجو دور اچي ۽ پيو تہ هي ماڻهو رڳو پنهنجي هن بندرگاهہ تي وڃي لانچون هلائن. مڇي ۽ ڪيڪڙو ڦاسائي وچيوڪرو ڪن ۽ گيراجن ۾ هنر سکن. ۽ محنتون ڪن تہ بہ هنن جا ڏک خوشي جي ڏينهن ۾ بدلجي وڃن ....! باقي ڪراچيءَ جي جديد شهر ۾ بہ رهي رڳو گريبان کولڻ ۽ جهيڙي ۾ ٽڪر هڻڻ جو مقابلو ڪم نہ ايندو.

هڪ ڳالهہ ياد رکجو ساٿيو!. هاڻ منهنجو زوال ۽ منهنجي حيثيت. لياريءَ جي ماڻهن سان وابستہ آهي ....! تنهنڪري توهان کي مون سان ساٿ ڏيڻو پوندو.

تاڪه اسين هن نااهل ميئر کي ڪيرائي بلديه آجي ڪرايون. خداحافظ. هن وقت ماڻهن جو چڱو خاصو ميڙ جمع ٿيل هو.جنهن ۾ ٻارڙا به ڪافي هئا. ان ميڙ مان هڪ پوڙهي ٻروچڪو گگهو پاتل خوشيءَ مان زيد ويجهو آئي. جنهن اچي زيد جي ڪلهن کي چهڻ شروع ڪيو ۽ دعائون ڏيڻ لڳس ۽ پوءِ نرڙ چمڻ لڳس. هن وقت ساڳيو پوڙهو شخص زيد جي ويجهو آيو.جنهن پهرين زيد کي چيو هو ته : تو جهڙا ڳوڻ گهٽا آيا ۽ ويا.تنهن زيد کي اچي ياڪر ۾ ورتو ۽ چوڻ لڳو: تون ضرور ڪجهه ڪندين. پٽا تون ضرور ڪجهه ڪندين!. ايتري ۾ جلسي جي صورت اختيار ڪري ويندڙ هن ميڙ جا ماڻهو زيد ۽ خادم سان هٿ ملائيندا ۽ مبارڪون ڏيندا رهيا. ڪيتري دير تائين هنن تي ماڻهن جو پنهنجائپ وارو گهيرو جاري رهيو. جن کي ڪافي رات تي وڃڻ جي به ڪا پرواهه نه رهي هئي!! رڳو سرگوشيون ۽ چٽو ٻول شروع ٿي چڪا هئا بحثن جا. جيڪي مختلف ٽولين جي صورت ۾ هڪ عجيب سرور محسوس ڪرڻ لڳا هئا.



# باب 12

هنن ڏينهن ۾ موجوده ميئر سيٺ دائود جي غلبي ۾ رهندڙ منڌل ڪراچي جون رونقون اليڪشني رنگين پوسٽرن سان سينگارجي ويون هيون. هنن پوسٽرن کي پڙهڻ جي ماڻهو دلچسپي ان ڪري به وٺي رهيا هئا جوهتي جا ماڻهو هن ميئر مان بيزار هئا. ڇو ته هوواپارين جو به صدر هو ۽ ان صدارت تي به هن جو زوري جو قبضو هو. ۽ هيواپاري ذهن ميئر بلديه ۾ ماڻهن جي خدمت لاءِ نه بلڪه واپار ڪرڻ لاءِ آيو هو. جنهن جا لاغرض رويا هن وقت ماڻهو برداشت نه ڪري رهيا هئا. هي ميئر بلديه جي پهچ ۾ اچي ان جي آڙ ۾ ڪافي پراپرٽي حاصل ڪري چڪو هو. روزمره جي ڪمن ۾ ڍلائي پئدا ڪري چڪو هو. جهرو بلديه جي عمارت ۽ ان جي اثرن کي ذاتي حيثيت ۾ تبديل ڪرڻ جو خواهش مند هو. ان ڪان علاوه سرڪس منڊيءَ جي خالي پيل شاهي ميدان تي قبضو ڪري ان تي زبردست پلازه نهرائي ورتائين ۽ بيو ته هڪ قبرستان جيڪو رستي جي مهڙ ۾ هو. تنهن جي اڳ واري پلاٽ تي پڻ دڪانن جي لائن نهرائي ڇڏيائين. ان ڪان علاوه سمنڊ ۾ هلندڙ لانچن وارن کي تنگ ڪري رکيائين. جن تي الزام هنيائين ته توهان اسمگلنگ ڪندا آهيو. انهن مان هڪ لانچ پوليس هٿان پڪڙائي سيل ڪرائي آخر پنهنجي تحويل ۾ آڻي ذاتي ملڪيت ۾ شامل ڪري ويو ۽ پوءِ پاڻ اسمگلنگ ڪرڻ لڳو. هن جي ماڻهن تي به چار دفعا اسمگلرن دوبدو فائرنگ جا حملا به ڪيا پر بچي ويا. ڇو ته انهن جي ڪاوڙ اها هئي ته هي هر دفعي چالبازي سان اسان جو مال قبائڻ چاهيندو آهي ۽ چوندو آهي ته : توهان به مال

اسان وٽ وڪرو ڪيو، اهو بہ سستي اگهہ! خير ٻيا تہ اسمگلر نهيو پر سون، اسپيئر پارٽس ۽ بارود جو اسمگلر تسليم خان هن کي ڏکيو لڳو. جيڪو بين الاقوامي غنده منڊين جو ميمبر آهي ۽ وڏي رسائي وارو شاطر شخص آهي. وڏي ڳالهہ تہ صفا نوجوان ۽ ڏسڻ ۾ شهنشاهي خاندان جو فرد لڳندو آهي. پر ٿوري عمر هوندي هن خطرناڪ منزل تي وڃي پهتو آهي. ان جي گروپ جي غندن جي هڪ لانچ تي سيٺ دائود جي ماڻهن ان چاڻائي ۾ فائرنگ ڪري وڌي هئي. موٽ ۾ انهن بہ زبردست فائرنگ ڪري هنن کي ڀڄائي ڇڏيو هو پر ڪوسٽ گارڊ وارن فائرنگ جي آواز تي چوڪس ٿي هنن تي حملو ڪري ڏنو. نتيجي ۾ تسليم خان جا بہ ماڻهو مئا هڪ گرفتار ٿيو ۽ لانچ بہ مال سوڌو اڏ قانون حوالي ٿي ۽ اڏ ميئر سيٺ دائود حوالي.ان انتقام تحت رنہچوڙ لائن ۾ تسليم جي ماڻهن هڪ دفعي سيٺ دائود تي موتمار هٿيارن جو منهن کولي ڇڏيا هئا. پر ان وقت ڪنهن طرح بچي ويو. پوءِ هن تسليم خان سان ناهہ جون بہ ڪوششون ڪيون پر تسليم خان سان صحيح رابطو ٿي نہ سگهيو هئس. ان ڪري اها دشمني اتي ئي رهجي وئي. اليڪشني پوسٽرن جي هن مهم ۾ هڪ خاص ڳالهہ سامهون آئي تہ ڪو نوجوانن جو مخالف گروپ جيڪو تضاد ۽ جهيڙي کي پسند ڪندڙ هو تن ميئر جو ڪارٽون وارو پوسٽر نهرائي ديوارن تي چيڪايو. جنهن ۾ ڏيکاريو ويو هو تہ ميئر جي ڏاڙهي وڌي وئي آهي. وار وکريل، چهري تي ويچارگي، ۽ مفلسي اٿس. هٿ ۾ شراب جي نلي بوتل اٿس ۽ ڪپڙا ڦاٽل ۽ پراڻا اٿس. جيڪو رات جي وقت هڪ چوراهي تي ٽنبي هينان بيٺو.چئي رهيو آهي تہ: خدا جي واسطي باقي هڪ دفعو ووٽ ڏيو. منهنجي قسمت نهي ويندي اوهان جي جنت نهي ويندي ...!! تنهن سڄي شهر ۾ ٺاڪوڙو مچائي ڇڏيو هو.۽ ميئر کي ڀيتن ۾ آٽي وڌو هو. ان ڳالهہ تي خوش ٿيندي خادم زيد کي چوڻ لڳو تہ : سائين نوجوانن جو هي رضاڪار گروپ اسان لاءِ جهڙا مدد جا فرشتا ثابت ٿيا. جو هو خاص اليڪشني موقعي تي اهڙي افراتفريح پئدا ڪري چڪا آهن. حالانڪہ آڌي رات مهل پوسٽر هڻندي هڪ دفعو ميئر انهن کي پوليس هٿان اوچتو گرفتار بہ ڪرايو هو. پر اثر رسوخ وارا هئا ۽ آزاد ٿي ويا. زيد خادم جون ڳالهيون دلچسپي سان ٻڌي رهيو هو. جيڪي هي ٻئي زيد واري گهر جيير ۾ بينڪ ۾ قالين تي ٽڪ ٽني پٽلي هڻي

هيٺ وينا هئا. ڇو ته اليڪشن جي هلچل ۾ هنن کي اڪثر مصروف رهڻو پوندو هو. شريف باڪسر به هن وقت هنن سان گڏ هو. جيڪو هاڻ هنن سان ئي گڏ رهندو هو.

هن وقت اوچتو فون جي گهنٽي وڳي، جيڪو زيد جو دلچسپ مزاحيه دوست ففٽي ڪري رهيو هو. جيڪو زيد کي ٻڌائڻ لڳو ته: شهر جو ميئر بليڪ ڪلب ۾ شراب جي نشي ۾ ڌت واهيات عورتن جي گهيري ۾ آهي ۽ سندس محبوبه جيڪا هاڻ ايڪٽرو پسند نٽي ڪريس سا مائيڪ تي ڳائڻ لاءِ گلو گرم ڪري رهي آهي، هي اطلاع ملندي زيد چوڪس ٿي ويو ۽ خادم کي چوڻ لڳو: ميئر خلاف ڪارٽوني پوسٽر لڳڻ ڪانپوءِ به هن کي پرواهه ناهي.جيڪو هن وقت به بليڪ ڪلب ۾ دوستن سان واهيات عورتن جي گهيري ۾ آهي تنهن کي هلو ته هن حالت ۾ ڏسون.هن وقت هي ٽئي چٺاڪار ۾ ويهي ڪجهه ئي گهڙين ۾ ڪلب پهتا، جتي جو دم روشنين وارو ڏيمو ماحول هو ۽ اتي شهر جا رئيس زاده ۽ ڪجهه سياسي ذهن رکندڙ ڇڙواڳ سياست دان موجود هئا. زيد وارن ڏٺو ته واقعي ميئر نشي ۾ هو، جنهن کي ڪجهه عورتون پاڻهن ۽ ڪلهن مان پڪڙي زوري ناچ ڪرائڻ ۽ ڪرڻ ۾ مصروف هيون پر هن وقت ميئر جو حال ئي ڪو نه هو. نشو دماغ تي چڙهيل هئس، ميئر جي محبوبه روبي جيڪا هن وقت ميئر کي نفرت جي ڪائي ويندڙ اکين سان گهوري رهي هئي، جنهن جي هاڻ ميئر سان اڳين محبت نه رهي هئي ۽ نه ميئر کي به ان ڳالهه جي پرواهه به هئي، حالانڪ ميئر وڏي عمر جو هو.جڏهن ته روبي اڃان به ڊائمنڊ لڳي پئي هئي، روبيءَ به ميئر مان گهڻ سرمايو حاصل نه ڪيو هو، جيڪو هاڻ شايد ميئر ڏيڻ بندڪيو هجيس ۽ روبي وري اهڙو ٻيو سرمائيدار حاصل ڪرڻ جي چڪر ۾ هجي، روبي زيد کي به پسند ڪندي هئي پر زيد ڪڏهن به هن ڏانهن خراب لهه نه ڪاڏو هو. هن وقت زيد جو مزاحيه دوست به اچي زيد سان گڏ ويٺو ۽ مرڪڻ لڳو ۽ ميئر کي ڏسڻ لڳو. اينتري ۾ روبي به گلو گرم ڪندي ڪندي پريان ڪان زيد کي ڏسي ورتو ۽ خوشيءَ مان کلڻ لڳي ۽ پويان وينل سازندن کي اشارو ڏئي ڳائڻ لڳي ۽ هري هري هلندي زيد جي ويجهو ٿيڻ لڳي، پويان وينل سازندن گاني تي فينسي ميوزڪ وڄائڻ شروع ڪيا ۽ روبي پنهنجو آواز محفل تي ڇانئڻ لڳي، گاني جا ٻول هي هئا.

گن ڪٿو گن، ڊڄڻ جو ناهي ڪم

پاڪ ڪري هي ڌرتي، پيئڻو آ پوءِ زم زم
عيسائي ارغونن ڏنو، اسان کي هٿ ۾ امان
ڏنو هن دنيا وارن، ڪيئن ڪيئون اسان کي غلام
پوءِ بہ ڏسو هردم، ڌرتيءِ ڳايو مست دم دم
ڪيئن ٿئي ڪنهن جي مجال، ڌرتي جو گهري ڪو وال
مئا ناهيون اسين جڳ وارا، جو ڪو لڳي ٿئي نيلام عام
ليڪن پنهنجن جو آ ڏنل، لالچ جو هيءَ غم
زندگي آهي نانا، پوءِ وينو تون رڳو ڪاءَ ڪاءَ
زندگي سڀ ڪجھ آهي، زندگي باھ جي پان پان
اچي ڪر درشن، پيار جو ڏي پرم
سهڻي قرب پري، ڪراچي اسان جي آ سائيٽ
جت رهون اسين ماڻهو، پيارا ابوجھ بي واهي
بڏي چڏ هاڻ دشمن، تو لئہ بڻيو ايٽم بم
پاڪ ڪري هي ڌرتي، پيئڻو آ پوءِ زم زم
گن ڪٿو گن، ڊچڻ جو ناهي ڪم، گن ڪٿو گن.

روبيءَ گانو ختم ڪيو تہ تاڙين جا وسڪارا ٿي ويا. زيد وارن بہ پري تاڙيون وڄايون، هنن تاڙين مان ائين پئي لڳو جهڙو هن ميٽر مان بيزار هجن ۽ ان تي نئول هجن، هن وقت ايتري ۾ ميٽر جي خاص سيڪريٽري ڪمال زيد وارن کي ڏسي ورتو هو. جهڙو هن جي پيرن هيٺان زمين کسڪڻ لڳي هجي ۽ ساٿين کي ڪن سرگوشي، ۾ بڏائي ميٽر کي سنيالي ٻاھر جي طرف تڪڙو وٺي وڃڻ لڳا. ايتري ۾ خوش طبع موڊ ۾ روبي زيد جي ويجهو آئي ۽ چوڻ لڳي. ڪئين گانو ... هو!

مسڪرائي زيد چيس. درست ڪالهوڻ ... وري چوڻ لڳي، ميٽر وارن کي ساڙڻ لاءِ ڳايو هئم.

مون سمجهيو پئي. تہ ميٽر کي ساڙڻ سان گڏ تو مون کي بہ اتساهيو ... تہ آئون هن دفعي ٿي ميٽر کي ٺهڪو ڪرايان. زيد چيس. وري روبي سنجيدگيءَ سان

جيس ته زيد! هي اليڪشن تمام سنجيده هوندي ۽ ڪراچيءَ ۾ رڳو خفيه نانگ ٻڌجندا اٿئي. انهن کي سامهون ڏيڻ لاءِ توکي گن به کڻڻي پوندي.

تنهن تي زيد کلي چيس ته: گن واري صلاح تو واري معنيٰ ته سنجيده صلاح آهي..."! اسين گن نه کڻندس، ڇو ته اسين نه سياست دان آهيان. دهشتگرد نه. تنهن ڪري اصولي سياست ۽ اليڪشن جو ٻج ڇٽيندس. ۽ سون رڳو ڏسندي رهجان....

اوڪي ... خداحافظ. زيد هلڻ لڳو ته پويان روبي آهسته سان سرگوشيءَ واري سڏ ۾ جيس پر زيد. ٻڌ توسان ڪجهه پنهنجي منهن ڳالهائڻو اٿم. روبي ۾ ڪجهه بي چيني هئي، پر زيد اهڙي جاءِ تي مجبوري ڪان آيو هوميئر کي ڏسڻ تنهن ويندي چيو، ٻئي دفعا، ... اهو ــ ٻئي ڪنهن سٺي جاءِ تي، اهين چئي زيد وارا وڃا هليا ۽ روبي هنن کي ويندو ڏسي تڪڙ ۾ هيٺيون چپ تجسس مان ڏندن ۾ ڪرڻي رهي هئي ۽ زيد جي باري ۾ ڪجهه سوچي به رهي هئي....!!!



# باب 13

ايترن ڏينهن جي هڻ هٽان ڪانپوء مس مس وڃي اڄ خادم جو ڪيس هڪ طرف تي ختم ٿيو هو. جيڪو يونين اڳواڻي جي وقت هن تي ٿيو هو؛ مجبوري ڪار خادم ڪورٽ ۾ پنهنجي حقيقت ظاهر ڪندي به جذبات ۾ اچڻ ڪري معافي گهرندو آهي "ته مون مزدورن جي پگهار جي واڌ ۽ ٻين جائز سهولتن لاءِ ڪوشش ورتي هئي" ۽ ٻئي پاسي زيد جا دلائل ۽ ڪوششون هيون. جو وڃي هن جي جند آجي ٿي. فيصلو ٻڌي ڪورٽ کان ٻاهر نڪري زيد خادم کي مبارڪون ڏنيون. جيڪو هن وقت خوش نظر اچي رهيو هو. هن وقت زيد خادم کي اها خاص تنبيهه ڪئي ته: هاڻ ڪنهن وقت به. پر جلدي تون پنهنجي يونين ليڊري تان استعيفيٰ پلي ڏئي ڇڏجان. تنهن تي خادم هائو ڪرڻ سان گڏ زيد جو شڪريو ادا ڪيو؛ هنن سان گڏ هاڻ هر وقت شريف باڪسر به رهندو هو. جنهن کي هٿ ۾ چمڙو چڙهيل ۽ هٿ ۾ هڪ لٺ به هوندي هئي. پر هاڻ اليڪشن جي هنن ڏينهن ۾ زيد جو مزاحيه واسطيدار ففتي به هن سان گڏ رهندو هو. جنهن کي زيد هن وقت چوڻ لڳو ته : مسٽر ففتي توتي ففتي جو نالو ان ڪري پيو آهي جو تون اڪثر اڌ هڪڙي گروپ جي ته اڌ ٻئي گروپ جي ساڳئي وقت حمايت ۽ واسطن ۾ رهندو آهين. پر جي مون سان گڏ رهڻو اٿئي ته پوءِ توکي پنهنجي اها عادت بدلائڻي پوندي. تنهن تي ففتي هٿ ملائيندي وعدو ڪيو ته: هاڻ ائين نه ٿيندو ۽ آئون توهان سان گڏ رهندس"

جڏهن ته اليڪشن ويجهي هئي ان ڪري اليڪشن جا بحث ۽ ورڪ جون ڳالهيون ڪورٽ جي ٻاهرئين اڱڻ تي به هلنديون هيون. هتي ڪورٽ جي ماڻهن جي خاص دلچسپي ان ڪري به هئي جو زيد وڪيل به هو اهو به خاص هڪ مشهور وڪيل! ۽ [illegible] ...!

هنن ڏينهن ۾ زيد کي هڪ رپورٽ ملي هئي ته : سيٺ دائود جا ڪارندا اڇي ڪورٽ ۾ چڪر ڪاٽڻ لڳا آهن ۽ ٻيو ته اهي پنهنجن گرفتار واسطيدار مجرمن جي پشت پناهي ڪندي پيا ضمانتن ڪرائڻ جون ڪوششون ڪندا آهن. انهن ڪي هن وقت به زيد وارن ڏٺو ته انهن ماڻهن جو هڪ گروپ اهڙي ئي ڪم جي ڪارروائي ۾ مصروف هو. . زيد انهن کي ڏسي ڪجهه سوچڻ لڳي ٿو ته ايتري ۾ سنڌ جو هڪ اديب چنيسر ارتقائي اوچتو اچي زيد کي ڀاڪر ۾ پري ٿو ۽ ڪلڻ لڳي ٿو. زيد هن کي ڏسي سجاڳينس ٿو ۽ گلي لڳي مليس ٿو ۽ خوش خرابت ڪرڻ ڪانپوءِ اديب چنيسر ارتقائي زيد کي ائڊوانس ۾ اليڪشن کٽڻ جون مبارڪون ڏيئيس ٿو. ته زيد حيران ٿي چويس ٿو: ته سائين اڃان اليڪشن ٿي ناهي ۽ مبارڪون...! تنهن تي هو ساڳيو عادتي خوشامد ۾ ڪلندي چوي ٿو ته: سائين مون کي ڏسڻ ۾ اچي پيو اليڪشن توهان جي آهي. تنهن تي زيد تعجب ڪائي خاموش ٿيو وڃي ٿو ۽ موضوع بدلائيندي هن کان ٻيون خبرون پڇندي چويس ٿو ته: گورنمنٽ کان جيڪو تو قرض پاس ڪرايو هو تنهن جو ڇا ٿيو؟ تنهن تي هن وراڻيو ته: سائين اهو ڪم ٿي ويو پر مجبوري پوري نه ٿي. تنهن تي زيد چيس ته: تون هرويرو مجبوريءَ جي عمارت کي ڊگهو ڪٽي ويندي ته ڪٿان پوري ٿيندي. تو جڳهه جو قرض ڪنيو ان ڪانپوءِ ٻيو عليحده قرض ڪنيو آخر ڪيترين سفارشن تي ڪيترا قرض ڪٽندين ميان ..."! تنهن تي اديب ساڳيو ڪلندي چوڻ لڳو: سائين اهو منهنجو حق آهي. محنتون آهن. ڪوششون آهن ماڻهن لاءِ لکڻ جون.

زيد پڇيس: پر تر لاءِ تو ڇا لکيو آهي؟ جواب ۾ ڪلي چوڻ لڳو: سائين ٿري عورت جي قربانين تي لکيو اٿم. ٿر جي خوبصورت نوجوان عورت سمورين سهولتن کان خالي رهندي ۽ معاشي بدحالين جو شڪار رهندي، چئو ديواري جي قيد

۾ رهندي. سمورين ذلتن کي سهندي ۽ سماجي اڻ برابريءَ جو سخت شڪار رهندي بہ جڏهن هو سانجهيءَ مهل پنهنجي بي روزگار محبوب کي روزگار جي تلاش ۾ وايس مايوس ۽ پريشان ايندي ڏسندي آهي تہ ان جي گلي سان خوشيءَ مان ڇنبڙي پوندي آهي ۽ پنهنجن جهوپڙن جي ڪچن نندين ديوارن وارن گهرڙن کي شاهوڪار "روم" سلطنت جي پراڻي تهذيب جي عظيم محلن جي شاهي هالن ۾ موجود محسوس ڪندي آهي جنهن شاهي هال ۾ باهہ جي روشني جهڙا وڏا شمع دان ٻري رهيا آهن. ڇپي ڇپي تي فروٽن جون ٽوڪريون رکيل آهن. مختلف قسم جا پڳل ڪاڏا رکيل آهن. پتل ۽ ٽامي جا ٿانو رکيل آهن صراحيون شرابن سان پريل آهن. مختلف تيلن جون ننڍيون ننڍيون وٽيون پريل آهن. جيڪي هو پنهنجي محبوب جي مٿي تي تي هاري ۽ پنهنجي مٿي تي بہ تي هاري ۽ ان سان مشڪريون تي ڪرڻ لڳي ۽ پوءِ هڪ ٻئي کي پڪڙڻ ۽ ڇڏائڻ جون زور آزمايون تا ڪن ۽ ٿهڪ تا ڏين ۽ هال ۾ ڊوڙڻ تا لڳن ۽ پوءِ محبوب جي ٻانهن ۾ اچي ڀرپور خوشيءَ مان گانو تي ڳائڻ لڳي ۽ تڪڙو صحت مند ناچ تي نچڻ لڳي....! ۽ سائين پوءِ اهڙي طريقي سان مون ڪئين ڪهاڻيون لکيون ان تري عورت تي ....! يڪدم ڳالهہ ڪٽيندي زيد چيس: بلڪل غلط هر لحاظ کان خوش فهم! ۽ پيو تہ توهان رڳو عورت کي موضوع بنائي لکو ٿا. اهو بہ ان جي مسئلن ۽ مشڪلاتن جي ابتڙ! سچو ڪوڙ ۽ دوکي جي بنياد تي، جو هو پنهنجين مشڪلاتن ۽ دربدرين ۾ وري خوش آهي....! نہ بلڪل غلط. دوکو ! مان نٿو سجيان اهڙي ادب کي...! زيد جي هن جواب تي اديب جو عادتي کلڻ بند ٿي ويو. چوڻ لڳو: اهو ڪيئن!؟

زيد چيس: تون ادب ڪنهن لاءِ ٿو لکين؟

چيائين ماڻهن لاءِ....!

وري زيد پڇيس: پلا اهو مواد ڪٿان آڻيندو آهين...؟

وراڻيائين: معاشري جي هنن ئي ماڻهن مان .....!

وري زيد پڇيس: ۽ مواد جي لکڻ لاءِ "تيل" يعني جذبات ڪٿان آڻيندو آھين؟

چوڻ لڳو: ان جو ڇا مقصد ... مان سمجھيم ... زيد چڙندي چوڻ لڳس: اڄي وڻين نہ اصل ٻولي تي تہ مان نہ سمجھيم سائين مان مان ڪرڻ سان ڪجھہ نہ ورندو جيسين اصل حقيقت کي هٿ نہ ڪبو. يعني سماج ۾ رهندڙ زندگي گذاريندڙ ۽ محنت باوجود مجبور وقت ڪاٽيندڙ ماڻھن سان محبت ۽ همدردي ڪرڻ ۽ انھن جو احتساب ڪندڙ انھن تي ظلم ڪندڙ ۽ انھنجو رت چوسيندڙ مٿئين شاهوڪار ۽ ذميوار طبقي سان مھاڏو اٽڪائڻ ۽ انھن کي مجبورن ماڻھن لاءِ سچ چوڻ ۽ لکڻ ۽ احساس ڏيارڻ جو جذبو بچائي رکڻ. جيڪو ئي اصل جذبو هوندو آهي. اهو جذبو تڏهن رهندو جڏهن تون هيٺين ماڻھن سان گڏرهين ۽ مٿين ماڻھن سان تضاد ۾ رهين. پر تون تہ ذاتي گھرجن جي انفرادي پورائي لاءِ ۽ قرضن وٺڻ لاءِ انھن ماڻھن سان ۽ ان طبقي سان ناھہ ۾ آهين؛ تہ تو ۾ اهو جذبات ايندو ڪٿان؟ جيڪو مواد جي بينل گاڏيءَ جو تيل هوندو آهي نہ تہ اها گاڏي ڏکي ڏيڻ تي فقط ٿوري پنڌ جي لاءِ هلي سگھي ٿي وڏيڪ هرگز نہ .... زيد جي ڳالھہ ٻڌي اديب چنيسر ارتقائي کي خشڪيون وٺي ويون. جيڪو ڪجھہ دير جھڙو بينل پاٽيءَ ۾ ٻڏي ويو هجي. پر نڪ جي پڪائي سان جھڙو جلدي ٻاهر نڪري آيو هجي ۽ چوڻ لڳو تہ: سائين مون ان حرامي طبقي لاءِ بہ لکيو آهي. "پوءِ جذبات مان چوڻ لڳو" مون سرمائيدارن جي غرور ۽ بي رحميءَ تي بہ لکيو آهي. مون سامراج جي انتھا درجي واري وحشت تي بہ لکڻ جو ذاتي تجربو ڪيو آهي.

مون انھن سوئرن کي بہ ترتلي ۾ آڻڻ جي ڪوشش ڪئي آهي سائين پر ان لاجواب ۽ شاهڪار ڪهاڻي منھنجي جو ايواردي انعام وري ليڪڪ جھپٽي خان کي ڏئي ڇڏيائون. سائين ادبي فيلڊ وارا بہ وري ڪو انصاف ٿا ڪن ڇا...!

پنهنجن جو حق غضب ڪندا آهن. اهل کي ڇڏي نااهل کي اڳيان ڪندا آهن. جڏهن ته هن جهيڙي خان جي ڪهاڻي صوفيت جي خلاف هئي. سائين توبنهه توبنهه ....! سائين اهي ادبي لڏي وارا حق قبائيندي دير ناهن ڪندا. پر سائين مان توهان کي هن سامراج خلاف پئي ڪجهه ٻڌايو ته مون ان خلاف ڪهاڻي جيڪا لکي هئي سا حقيقت هئي، جنهن جو توهان کي ڪجهه منظر ٻڌايان. هن وقت ڇنيسر ارتقائي جذبات مان آجو ٿي پرپور همدردي ۽ سنجيدگي سان آهسته آهسته پيار سان زيد کي ڪهاڻي جو منظر ٻڌائيندي چوڻ لڳو: ايشيا جي ڏنڌلي شام جڏهن گهاٽي ٿيڻ لڳي، جيڪا شام انڌيرن ۾ تبديل ٿي پهاڙن مٿان ورڻ لڳي، تڏهن سلفي جو ڪش هڻندي جمي کي هيرآباد جي هوا ياد آئي ۽ حيدرآباد جا منگهه ياد آيا. جڏهن برصغير تي انگريزن قبضو ڪيو هو تڏهن ان لشڪر ۾ جمي هڪ سپاهي هو. پر هاڻ هڪ وڏو خوشحال سرمائيدار آهي. هن کي موئن جي دڙي مان هٿ آيل قيمتي نوادرات ۽ خزانا ياد هئا ۽ برصغير جي لڳاتار لٽيل دولت به ڇٽي نموني ياد هئي. پر هن کي ڏک فقط اهو هو ته اتان اسين نامراد هٽلر جي حملي ڪري موٽي ڇو آياسين!!

ان سرسبز نرم مٽيءَ ۾ رهيا پيا هجون ها. ڇو ته اتي جون قومون استعمال واري غلط رجحانن پويان عمل ڪنديون آهن. بنيادي ۽ معنيٰ خيز عملن پٺيان هرگز نه. انهن اڳيان وقفي وقفي ڪو به ڪوڙ رجحاني اشو اڇلايو. هو ان پويان بحث ۽ عمل ۾ هيٺ جو هيٺ وچڙجي پوندا آهن ۽ انهن کي پوءِ مٿان ڪٽيندا به رهو ۽ ڪائيندا به رهو. هن وقت جمي کي سنڌي مکڻ، ساڳ جي پاڃي، چلو ۽ باجهر جي ماني شدت سان ياد اچڻ لڳي ۽ هن جي من ۾ آيو هينئر ئي اڏامي سنڌ هليو وڃان، جتي وڃي شڪارپور جي آچار جو ڪاروبار شروع ڪيان جنهن آچار کي پوري دنيا ۾ سپلاءِ ڪري ان جي عالمي مارڪيٽ ناهي وجهان. بلڙي شاهه ڪريم تي حاضري پري اچان ۽ اعمال ڦاڦڙ جي اوتارپاٽي تي ويٺل سنڌي مواليـن کي مدد طور آفيم ڏئي اچان ....! پر اوچتو هن ڏٺو ته امريڪا جي جبلن مان دونهون نڪري رهيو هو. نيويارڪ



نوٽ: [illegible] امريڪا ۾ ڪاروبار [illegible]

اسمگلرن ۽ دهشتگردن جو ڳجهو ڳٺجوڙ بڻجي ويو هو ۽ اسان طرفان ڦهلايل ۽ گهٽو وڌي ويل زنا خوري جو بليڪ باڪس، جنهن کي گهٽائڻ لاءِ اٿاريل ... شوشو به خاص ڪم نه اچي سگهيو هو. جڏهن ته ان وڌيل ۽ هاڻ منت ۾ تيندڙ بداخلاق زنا خوري کي ڪنهن به صورت ۾ پوئتي هٽائڻو هو، جو ته اهڙي ڪنهن به انتها کان پوءِ ماڻهو سنجيدگي، پختگي ۽ ڪنهن ارتقائي نئين دور ۾ داخل ٿي ان شئي کي صفا ڇڏي ڏيندا آهن. تنهن ڪري انتها درجي تي پهچڻ کان اڳ انهن ماڻهن کي پوئتي آڻڻ اشد ضروري هو تاڪ انهن کي وري ٻئي دفعا به ڏڪجندو رهجي!۽ اها ڳالهه هر دفعي ماڻهن لاءِ نئين رهندي اچي جو ته سٺي ۾ سٺو ريشمي چار زنا جو چار آهي، جنهن ۾ قومون جڪڙي سگهجن ٿيون .....!!

زيد چنيسر جي تجسسي انداز ۾ چوندڙ ڳالهه کي ڪٽيندي چوڻ لڳو ته :
پر چنيسر جهالت جي غربت کي ختم ڪرڻ ڏکيو هوندو آهي ۽ ٻيو ته جنهن ماڻهو يا قوم جو ٻچپن سيڪس ۾ گذريو هجي ان جو اخلاق سڌارڻ ڏاڍو ڏکيو هوندو آهي .... جڏهن ته سٺو ادب زندگي ۽ شعور جي ڪچين راهن کي پڪو ڪندو آهي. تنهن ڪري اسان کي فقط ان ادب جي ضرورت آهي ۽ ان ادب کي اهڙي ئي هڪ سٺي ۽ سرمائي جي لالچ کان خالي اديب جي ضرورت آهي ....! پر هاڻ نهيو، ڇڏ هنن ڳالهين کي، تون پنهنجي ڪم جي ڳالهه ڪر، ٻي هجي ته.... ؟

چنيسر ارتقائي زيد جي ڳالهه ٻڌي ڳيت ڏني پوءِ زيد سان بينل ٻين ساٿين ۾ ڪجهه گهبراهٽ مان نهاري، زيد کي هٿ جي هڪ آڱر التجا طور مٿي ڪري چيائين: سائين هڪ منٽ، پنهنجي منهن. زيد هن سان گڏ پاسي تي اچي بيٺو ته چنيسر ايلازن واري انداز ۾ پنهنجي پيشڪش ٻڌائڻ لڳس. ان وقت چنيسر ارتقائي جو ويچارگي وارو چهرو ڏسڻ وٽان هو. چوڻ لڳو: زيد صاحب ! جئين ته ڪراچي ۾ رهڻ جون گهر جون خبر اٿو ته ڪيڏيون نه سنگين هونديون آهن. ٻارن جي پڙهائيءَ جو لڳاتار خرچ. انهن جي شادين جا خرچ ڪپڙ. ٻيا اوجتاڪئين واڌو خرچ، انهن جي

شادين جا خرچ ڪپن، ٻيا اوچتا ڪئين واڌو خرچ ٿيو وڃن. هڪ ساليءَ جي شادي جو ٻه ٻار مون تي آهي، ارتقائي هڪ ساهي ۾ چوندو رهيو تنهن ڪي سائين توهان ميئر ٿيڻ کان پوءِ ڪجهه قرض ڪٽائڻ ۾ منهنجي مدد ڪجو ۽ پروموشن ۾ به هڪ گريڊ جو اضافو ضرور ڪرائجو.

زيد چيس: پر دوست ارتقائي آئون ميئر ٿيان ته سهي ....!

ارتقائي چوڻ لڳس: سائين مان ٻه رائيٽر آهيان، مون کي ڏسڻ ۾ اچي پيو ته هن دفعي جا ميئر اوهان ئي آهيو، اسين به توهان جا حمايتي آهيون ۽ دعاگو به آهيون ته توهان ئي هي اليڪشن کٽيندا...!!

زيد چنيسر جي چهري جي ويچارگي ڏسي چوڻ لڳس: خير دعا ڪجان، ائين ئي ٿئي، پوءِ تو واري ڪم کي به ڏسنداسين، زيد جي تسليءَ کان پوءِ چنيسر سائين مهرباني مهرباني چوندي ٻئي هٿ زيد سان ملائي موڪلائي وڃڻ لڳو، هن جي وڃڻ کان پوءِ زيد سوچڻ لڳو ته : اول ته ڪورٽ ۾ سيٺ دائود ميئر جا ڪارندا جيڪي ناجائز ضمانتن ڪرائڻ جي ڪوشش ۾ مصروف آهن ته انهن مجرمن کي آزاد ڪرائڻ ۾ ڪي خطرناڪ سازشون استعمال ڪيون ويندڀون انهن هٿان ......اهڙيون رپورٽون ۽ نشاندهيون ملڻ ۽ ڏسڻ کانپوءِ زيد پنهنجي شڪ کي پڪ ۾ تبديل ڪندي سيٺ دائود جي نظر ثاني خاص طور تي ڪرڻ جو سوچي ٿو ۽ اهو به سوچي ٿو ته : ۽ هي به ڪوشش ڪري ڏسان ته هن جا جرائم جي دنيا ۾ ڪهڙا ۽ ڪيترا واسطا آهن ۽ ان سان گڏ اليڪشن جي به ڀرپور تياري ۾ رهان جنهن ۾ باقي چند ڏينهن وڃي بچيا آهن.... پر ان کان وڌيڪ مون کي پنهنجي بچاءَ تي به خاص توجهه ڏيڻي آهي...!

# باب 14

زيد هن وقت پنهنجي گهر جي ڊارڪ روم وينل هو. زيد جڏهن به ڪجهه گهرو سوچيندو آهي ته پنهنجي هنڌاتي ڊارڪ روم ۾ اچي ويهندو آهي جتي ٻيو ڪوبه گهر جو ڀاتي به گهڻو ڪري اچي ڊسٽرب نه ڪندو آهي. هي حال نما چگو خاصو ڪشادو روم آهي. جنهن جا ٻنهي آمهون سامهون ڪنڌن ڪان دروازا ۽ ڇهه دريون هيون. ٻئي دروازي جي پويان گهر جي سنهي ۽ ڊگهي گهٽي هئي ۽ گهٽيءَ جي آخر ۾ گهر جو مئن گيٽ هو جتي پهريدار وينل رهندو هو. زيد هن ڪمري کي ذاتي ٽيلنٽ اڪيڊمي جي نالي سان به پڪاريندو هو. جنهن نالي مان هن جو مقصد هو ته : هي لائبريري روم ذاتي سوچن جي هڪ ڪوجنا آهي. جنهن ۾ سماجي زندگي ۽ دنيا جي حالاتي زندگيءَ جي مطالعن ڪانپوءِ موجوده مشاهدن جي حالتن جي سوچ ۾ سٺي ذهنيت پنهنجيون معنائون ۽ نتيجا ظاهر ڪري سماج کي زندگيءَ جو هڪ نئون ۽ اهڙو ڊانچو پيش ڪري ٿي جنهن ۾ رڳو عمل جو روح پوي ته هو ڪيترو به بگڙيل حالتن جي گهيري ۾ هجي. پر پختي سوچ ۽ قدمن سان هلڻ لڳي ٿي. جنهن کي دنيا جو هر پلو ۽ برو عمل چٽو نظر اچي ٿو. اهو دانشوري فڪرن جو ذاتي نچوڙ هوندو آهي. جيڪو گهري تحقيقن ڪان پوءِ هڪ دستاويز جي شڪل ۾ سماج اڳيان آڻي پيش ڪرڻو هوندو آهي. ان فرض ۽ امانت کي به ڪو دانشور سمجهي سگهندوآهي. جنهن کي دنيا جي سماجي زندگيءَ جي قدرن ۽ هلچل جو احترام هوندو ۽ پهرئين اعليٰ شخص ڪان وٺي آخري ٻي پهچ شخص جي مسئلن جو احترام هوندو. پر افسوس جو اسان جا اڪثر دانشور سماجي گرمائش ڪان خالي، پنهنجون سموريون معاشي

آسائشون ٺيڪ طور استعمال ڪري ۽ جنسي رغبت ۾ تڏا تي پوءِ ڪنهن جذبات جي تپش کان خالي آرام سان اچي لکڻ لڳندا آهن سماج تي. سچ پچو ته انهن وٽ تخليق ته هوندي آهي ، پر رڳو لکڻ جي عادت طور استعمال ڪندا آهن ان کي، پر پنهنجي سهولتن کان ٻاهر نڪري ٻي ڪا به قرباني ناهن ڏئي سگهندا. جنهن ۾ وجود جو ڪيلشيم سماج جي اعتبار تي خرچ ٿئي ...! اسين دنيا جي معمولي آزمائشن، الجهنن ۽ ڪرهتن کي برداشت نه ڪندي اعليٰ نتيجن جي حاصلات کان رهجي ويندا آهيون. پوري سماجي زندگي جي لاجواب قدرتي ٿڌي هوا کي قيد ۾ رکيو ويو آهي. هن لعنتي ميڙ کي ڪنهن طرح هٽائڻو آهي. تاڪ وري سماجي زندگيءَ ۾ نئين ردوبدل جي رونق پيدا ٿي پئي. جڏهن ته هي دور اتفاقي حادثن جو نه بلڪ سوچيل سمجهيل سازشن جو دور آهي. جن کي منهن ڏيڻ لاءِ اسان کي ڀرپور شعور کان ڪم وٺڻو پوندو. جو ته پختين پلاننگن کي استعمال ۾ آڻڻ جو هي دور آهي. دراصل انسانيت جي درسگاه اخلاق جي آدابن ۾آهي ۽ احسان فراموشي جي بدنيتي کان هٽي سڻي ڳالهه ته شي آهي جو پنهنجو به خير گهرو ۽ ترقي ڪريو پر ٻين لاءِ به احساس جا جذبات رکو! جو ته دنيا جو وڏي ۾ وڏو جرم اهو آهي ته ڪنهن ماڻهو جي صلاحيتن مان ڪم وٺي ان کي ماري ڇڏيو يا اپاهج بڻائي ڇڏيو بنيادي طور اها سوچ عالمي ٽيررسٽ حاوي ٽيل سوسائٽي جي آهي. جنهن جو اثر اسان وٽ جعلي پرست جاگيردار ذاڙيل سوچ جي عمل ۾ موجود آهي ۽ ڪجهه نظرياتي قوتون به اهو ساڳيو عمل ساڳي ڪڙي ٻنجي بار بار دهرائين پيون. اهي ڳالهيون ذهن ۾ ايندي ائين ٿو لڳي ته : هتي جو ميڙ به ڪن خفيه قوتن جو چيلو ته ناهي ؟ ۽ اشارن تي هلي اهڙا بي رحم عمل پيو ڪري. ڪٿي منهنجي دل گهر واري نصرت جو به خيال صحيح ته ناهي؟ جيڪا چوندي رهي تي ته مان سياست کان رخ ڦير يان ...! پر اهو ڪيئن ٿو ٿي سگهي اهڙين بگڙيل سماجي حالتن ۾ ! ۽ ٻئي طرف منهنجي نصيب ۾ اهائي شهرت لکيل آهي ته : مان سماج جي تقدير کي هڪلڻ جي واڳ سنڀاليان.تنهن ڪري جو ماڻ سازشي چڪرن جي خوفن ۾ پاڻ کي محسوس ڪيان. هي ته منهنجا وسوسا ۽ فڪر آهن جيڪي هر انسان جو فطري ورثو به آهن. پيو ته اهڙا وسوسا ۽ خدشا زوال جي دور ۾ جنم وٺندا آهن! هي شام جو وقت هو. هن وقت زيد سنڌي ليڪڪ چنيسر

ارتقائي جي باري ۾ سوچڻ لڳو. جنهن سان اڄ ڪورٽ جي اڪڻ تي ملاقات ٿي هئس، جنهن جي تخيل جي باري ۾ زيد سوچي ٿو ته : پوءِ به چنيسر ارتقائي ۾ ذات ۾ منادي جزن سان گڏ تخيل جا به پرپور جز موجود آهن ۽ هو واقعي به ڪنهن حد تائين مڪمل ليکڪ آهي پر اجان هن کي ڪلي طرح هڪ طرف ٿي پوڻ جي ضرورت اهي پر شايد ڪنهن خوف يا ذاتي گهرجن جي منافعي وارين مجبورين ڪري هو اجان شخصي طور ڊبيل ڪردار آهي ۽ بيو ته ان جي تخيل ۾ خاص ڳالهه خوش فهمي جو موت سنئون سڌو آهي جيڪو ڪنگال زندگين لاءِ انتها حاجيڪار آهي.جڏهن ته ادب قومي رهنمائي لاءِ آهي. پوءِ اهو بي حوصلو ادب ته رڳو ويچارگين ۽ ٻئي طرف ڪوڪلي جذباتن جي جنگ ٻنجي وجي ماٺهوءَ کي ديوارن ۾ ڏڪيندو ۽ انهن کي سبز باغن جي ڀهروپي جي بدظني ۾ آڻي جنهن ۾ آخر ڪا به حاصلات نه ٿيندي ته انهن کي نشائي بنائي،تنهائي جي خشڪ ۽ انفرادي گهٽين جا ڏڪا ڪارائيندي ...! چنيسر جي ڪهاڻين ۾ سرمائيداري جي خوشامد جو ڳاڙ زهر مڪس هوندو آهي، جنهن ۾ ذاتي انفرادي مفادن جي چوس هوندي آهي ۽ انهن اپريل عمارتن جي مالڪن ۾ مشهور ٿيڻ جي لڪل طرح جدوجهد اٿس. جنهن جي معنيٰ هي ٿي ته غريبن کان موٽ ۾ پنهنجي مشهوري جا نعرا هڻائي ۽ انهن جي هجوم مان نڪري وجي غرور پرست سرمائيدارن جي لاٽن ۾ ٻيهي اهو چئو ته : مون کي توهان جي لاٽن ۾ ئي اچڻو هو ۽ هاڻ آئون به اوهان جي لائق آهيان. پر هنن غريبن جي مطالبن ڪانسواءِ .... ! هي وڏو هڪ فريب آهي جو شوت ۽ سرمائي لاءِ انهن مفلسن به چاهنائن کي ڏاڪڻ بنائي پنهنجي منزل تلاش ڪجي. اعليٰ سوسائٽي ۾ ٻهڃن لاءِ حقيقت ۾ هن وقت به چنيسر معاشي طور تي پنهنجي پيرن تي هن وقت به بيٺل آهي پر هن کي حرص جو گهيرو جو ٿي چڪو آهي. جيڪو هڪ وابري نسل جي سوچ ۾ هوندو آهي ....! اجان زيد هنن خيالن ۾ هوندو آهي ته فون جي گهنٽي وڄڻ لڳندي آهي. رابطي ڪرڻ تي خبر پوي ٿي ته اهو فون شهر جي ميئر سيٺ دائود جو هوندي آهي جيڪو چوڻ لڳندو آهي ته : زيد صاحب ! توهان رانڪ وي تي ڪجهه تڪڙا پيا وجو .....!

زيد: مان توهان جي ڳالهه نه سمجهيم ميئر صاحب ...!

ميئر : منهنجو مقصد سادو آهي .... تون ڪجهه گهڻ رخي شخصيت ته تيڻ تو چاهين پر .... ! ٻئي جا پير ڪڍڻ واري تنهنجي ڳالهه مون لئه چيلنج بنجي وئي.

زيد: ميئر صاحب توهان کي شايد غلط فهمي ٿي آهي.

ميئر: معنيٰ آئون نلي ڳالهه پيو ڪيان. ۽ تنهنجو مون سامهون اليڪشن ۾ بيهڻ به مون لاءِ غلط فهمي آهي.

زيد: ان جو ته مان جمهوري حق ٿو رکان. جنهن سان عوام جي سامهون ٿي اچي، ان ڳالهه جو توهان کي دل ۾ نه ڪرڻ گهرجي.

ميئر: هنه ....! .... پر ڪورٽ مان منهنجي ماڻهن جي ضمانتن لاءِ تون رنڊڪون ڇا لاءِ پيو وجهين ....!؟

زيد: مان ايئن ڇو ڪندس ....! عدالتن جي پنهنجي ذاتي ۽ خوددار ۽ قانوني جوڙ توڙ هوندي آهي، مان اتي ڇا ٿو ڪري سگهان ....!

ميئر : پر تون ڪجهه خفيه چالون هلائي ضمانتن ۾ خدشا وجهين رهيو آهين،

زيد: پر سائين مان ته هڪ پرائيويٽ وڪيل آهيان. مون کي عدالت جي اندرئين صلاح مشورن جي ڪهڙي خبر،

ميئر: پر زيد توکي اها خبر هئڻ گهرجي ته جنهن ڪورٽ ۾ تون وڪيل آهين آئون ان ڪورٽ جي شهر جو اڳواڻ ميئر آهيان. سمجهه هي شهر في الحال منهنجو آهي ۽ تون اهو نه سمجهجان ته تون مون کان آساني سان اليڪشن کٽي ويندين...؟

ميئر جي چڙ ڏياريندڙ ڳالهه تي زيد بخيل ٿيندي چوڻ لڳو ته : ميئر صاحب شهر کي ته هنن ڏينهن ۾ توهان پنهنجو محسوس ڪري سگهو ٿا، پر عدالتن کي نه .....عدالتن کي قانوني طريقي سان پنهنجي پلي لاءِ عليحده نظرن سان ڏسي سگهو ٿا، اهو منهنجي طرفان توهان في سبيل الله مشورو سمجهندا. نه ته وڌن ماڻهن کان

مشوري جي في وٺندو آهيان. رهي ڳالهه اليڪشن جي تہ ان لاءِ توهان جي ڪلبن واري مصروفيت ۾ هٿ م ڪنيل بوتل واري وال پوسٽرن ۾ بين عوامي گدريل ڪارڪردگين ڪان ماڻهو خود واقف آهن جن جي هٿن ۾ سمنڊ ڪي لوڏڻ وارو فيصلو آهي. مان ڇا ٿو ڪري سگهان هڪ ادنيٰ شخص عوامي چونڊ اڳيان ......!

ميئر: مون وٽ پنهنجو طريقو آهي پنهنجي مخالفن سان ڊيل ڪرڻ جو.

ائين چئي ميئر فون رکي ڇڏيو ۽ پنهنجي عمارت جي پڪي ديوار ۾ نهاري ۾ شان شوڪت ڪي نظرن ۾ رکندي پوءِ جهڙو زيڊ تي سڙندو رهيو.

هيڏانهن زيڊ ميئر جي هن شڪي ۽ ڌمڪي واري فون جي پرواهہ ڪي ڪٽيندي بہ ڪن گهڙين سوچن ۾ داخل تي سوچڻ لڳي ٿو تہ : اسين هن وقت ميئر طرفان خدشن واري جهنجٽن جي لاپرواهين واري دور ۾ ناهيون. اسين ان مان هاڻ هر اها اميد رکون جيڪا هن لاءِ فائدي مند ۽ اسان لاءِ نقصان ده آهي ...! پر ميئر سيٺ دائود هر شئي کي هاڻ پنهنجي ملڪيت تصور ڪرڻ ڇو لڳو آهي !؟ پر حقيقتن جون هي بازارون ڪيڏو نہ وچڙندڙ هونديون آهن ! جنهن ۾ معتبر سمجهيا ويندڙ ڪردار بہ ڪيٿن نہ اوچتو ڪنهن بدحواس ياڪرندڙ ڪنهن شخص جي موڙي جهٽي ڪسڻ جي پرپور ۽ عوام ڪي نظر نہ ايندڙ ڪوشش ڪندا آهن! پر آئون ۽ ماڻهن جو لشڪر گڏجي اسين ڪندراتن جي تهن ۾ دفن ٿيل ويران محل ڪوٺي ڪيدناسين. جن محلاتن جي شاهي اڱڻن تي اسان جي وجودن جون ۽ اخلاقي قدرن م رهندڙ چرندڙ جيئندڙ ۽ ڊوڙندڙ سهڻيون محنتي محبتي ۽ سگهي هڏ وارين وفادار انهن عورتن جا ڪنهن طرح چڙوچڙ ٿي فوت ٿيل جسمن ج ڪلاين وارا هڏا ميڙي. جن ڪلاين کي سين هجت مان مروڙيندا هئاسين" تن ڪي گڏ ڪري انهن ڪي احترام جي حدن ۾ هڪ هنڌ چٽي نموني دفن ڪري انهن جو يادگار تعمير ڪرائيندا سين ۽ انهن جي سچائين واري وفائن ڪي عقيدت جا سلام پيش ڪنداسين ۽ ذميوار قومي غدارن تي لعنتون وجهنداسين. پر هڪ طرف تہ هي دبڙ ڏئونس ميئر آهي اسان سامهون. جيڪو ميئر جي ڪرسي کي ڇڏڻ روئڻ لاءِ بہ تيار آهي. جنهن ڪي هي پنهنجو روح سمجهي

چنيڙيو پيو آهي، جڏهن تہ هيڏانهن دنيا جون حيران ڪندڙ ڪجهہ شيون ۽ ڪردار هـي بہ آهن.جاهل ۽ چالاڪ ماڻهن جا اڳواڻ ،يعني جديد ۽ غير جديد!بيا جاسوس حيران ڪندڙ مسخرا ماڻهو، اهي مسخرا جاسوس پنهنجي محفلن ۾ ڏاڍو سيريز رهندا آهن ۽ پنهنجي محبوبہ سان ڊانس وقت بہ ٻين تي تيز ۽ شڪي نظر ڇمايو ويٺا هوندا آهن، ٻيو حيران ڪندڙ شيون هي آهن سرمايو. . وڏا جنگجو ذهن ماڻهو،غريب ڳوٺيلا ماڻهو، تقدير، ذخيره، اديب، ڪوجنا، لذت، هوا، پاڻي، ذاتي بچاءُ، تجرباتي شعور، فطري نظريا، آزادي، نرمي، عظيم تقدس جا نشان ۽ سماجي اعتبار!هنن شين مان ڪجهہ جي حاصلات لاءِ اسان ڪي پنهنجيون نيون ڪوششون ڪرڻيون آهن، جن سان سماج ڪي اونده مان ڪڍي ڇڻائي ۾ وني وجڻو آهي.

هن وقت زيدہ هلندڙ وقت جي سماجي زندگيءَ جي ڪچائين، ڪوتاهين ۽ ڪمزور ويچارگين ڪي ماضيءَ جي پيڻائبن ۾ جانچڻ لڳو: تہ لاپرواهين جي دربدريءَ واري ڇڙواڳين ۾ سچائيون منتشر ٿيو وجن، عظمت تي وار شروع ٿيو وڃن. ان وقت بنا گهرجن واري موضوعنجون تحريڪون هليو پون. جيڪي بنيادي طور تي رجحاني ۽ ڪوڪلا شوشا استعمال ۾ آڻي اصل مقصد جي سوچ ڪان هٽائڻ جي ڪوشش لاءِ هوندا آهن. ان دوران تاريخ ڪجهہ ڏوهہ بہ ڪري وجهندي آهي سماجي محرومين جي شڪار جي ضد ۾ اچي ۽ ڪڏهن اتفاق جي واڌو همدردين ۾ بہ اچي ۽ پوءِ عظيم ڪردارن ڪي شڪست ڏئي روئڻ بہ لڳندي آهي. اهو روئڻ ان شڪست جي حمايت ڪرڻ لڳندو آهي! ڏنو ويوآهي تہ اڪثر انساني زندگي ڪلائيندڙ ۽ حيران ڪندڙ بيوقوفين ۽ غلطين تي عمل ڪندڙهوندي آهي، تنهن ڪري اسان ڪي پنهنجي وقت جي عظيم گهڙين ۾ جيڪي وجودن جهڙيون هونديون آهن تن ڪي وڃائڻ بجاءِ ان وقت ٿي پنهنجي عظيم ڪردارن تي فڪر ڪرڻ جي رهنمائي لاءِ ڪم آڻڻ گهرجي. جنهن وقت چاهي سخت ۽ ڪيترين مشڪلاتن جو سامنو ٿي چو نہ هجي، پر افسوس ان عمل ۾ بہ سفر ڪندي شاهي چٺونڪن تي مون آواز دبجندي محسوس ڪيو ۽ دز ۾ لٽجندي ڏٺو. عظيم ۽ پراڻين ڪندر نما عمارتن ۾ وڏيڪ ڏار ڏٺا، اهڙي هالت ۾

خود مون پاڻ کي تصور جي شاندار ڪوجنائون ڪندي ائين محسوس ڪيو. جهڙوڪر اوچتو منهنجي وجود مٿان ان ڪندرات جي عمارت جا وزندار ٽڪر اچي ڪريا هجن ۽ آئون انهن ۾ دٻجڻ لڳو هجان. پر پوءِ به ان حيرت ۾ پيو اچيو وڃان ته منهنجو روح جسم مان نڪري نٿو ۽ آئون هر دفعي موت کان گسڪيو ان کي شڪست ڏيندو تو رهان. شايد اها شڪست. اندر ۾ رهندڙ روحاني فڪر جي مدد ڪري ڏيندو هجان. جيڪا دنيا کي ظاهري نظر نه ايندي آهي، فڪر ڪوجنا ڪندو آهي. شعور رستا ناهيندو آهي. ڪوجنا ارتقا ڪندي آهي ۽ ارتقا شڪست نه فتح هوندي آهي پوءِ چاهي اها روحاني هجي ياملادي. ان رستي عظيم معيار. عظيم تهذيبون ۽ عظيم خاندانن کي عظيم فڪري ذهن ناهيندا آهن. جن کي پويان ايندڙ عظيم ذهن ئي سنڀالي سگهندا آهن ۽ جڏهن ڪو دور اهڙا عظيم ذهن پئدا نٿو ڪري ته اهي شيون حيثيتون گهٽائي ڇڏينديون آهن. دنياجي انهن عظيم . اعليٰ ۽ خوبصورت شين جا ظاهر بادي وزن تي هلڪا هوندا آهن پر انهن جا بنيادي اثر. نتيجا ۽ حاصلات مضبوط بنياد وارا هوندا آهن. پوءِ چاهي اهي شيون تهه خانن ۾ دٻيل ڇو نه رهن. پر انهن کي رڳو ڪٽ چڙهڻ کان بچائڻ گهرجي ! پر اسان جي سائيڊ جي ٻئي طرف ميٽر سيٽ دائود جهڙيون سياسي دهشت گرد طاقتون آهن ۽ اندرون سنڌ به اڳواٽي ڪندڙ اڪثر ساڳيو ذهن آهن جيڪي وڏا فريبي ۽ حرصي آهن. دولت حاصل ڪرڻ ۽ گڏ ڪرڻ ۽ قابو ڪرڻ ته ڪو هنن کان سکي. اهي ڪي ٻيا نه بلڪ تاريخي جاهل ڊوڙ ڊوڙائيندڙ پراڻي مڪروه روايتن جا چنگل جاگيردار آهن. جن سامهون اٿاهه غريبن جو سمنڊ آهي. جيڪي غريب هر طرح سان هر قسم جي ڪمزور ۽ مشڪلاتن ۾ جڪڙيل نظر اچن ٿا.وڏي ماڻهو کي مستقبل ته پئدائشي ورثي ۾ مليو ته وڃي پر هيڪاندن غريبن جو شاندار مستقبل صدين کان پوءِ به خاڪ ۾ لٽيل نظر ايندو. انهن لاءِ شاندار نه ته مناسب زندگي جي هلچل به نه هوندي آهي سواءِ دٻيل ۽ ذليل حالتن جي . ان حل لاءِ هڪ آزاد دنيا وانگرهڪ فطري آزاد ۽ نئون نظريو پيش ڪرڻو پوندو. جيڪو اڳئين هن مڪروه فرسوده نظام جو ته مڪمل خاتمو ڪري، پر جيڪو نئين نظريئي کي

پيش ڪري اها گھٽ ماڻهن جي وڏي سوسائٽي تي مشتمل ڪا پارٽي هجي، جيڪا ڪنهن بہ لحاظ سان فرسوده مجبورين کان بہ پاڪ ۽ اُجي هجي، ڇو تہ ايستائين هي سماج امن، سڪون، سونهن ۽ ترقي ڪي حاصل ڇو نہ ڪري سگهيو آهي...!؟ شايد هي سماج بہ خود اخلاق ۽ قدرن ڪي اڃان سمجهڻ جي پختگي ۾ نہ آيو آهي !! جو ٽپهري ۾ سچ پويان انهن ماڻهن جي هڪ ننڍڙي سماجي زندگيءَ جي گذر سفر جي آستاني جا ڳجها پاڇا آهن، جيڪي پاڇا روزگار حاصل ڪرڻ لاءِ هوندا آهن .

پر افسوس اهي پاڇا سچ جي رخ بدلجڻ ڪري گم ٿيو وڃن ۽ ٻين جي هٿن جي قبضي ۾ اچيو وڃن، پر پوءِ بہ اڪثر ماڻهو اهڙي تتل وقت ۾ پيرين اگهاڙا هلڻ جا ۽ محنت ڪرڻ لاءِ مجبوري هلچل ۾ مصروف رهندا آهن، جيڪي وري بہ ڪجهہ ڳجهي تہ ڪجهہ ظاهري شئي ڳولهڻ جا آتا ۽ عادي هوندا آهن، پر ڪا هڪ معنيٰ ساڳئي وقت ڪيترين منزلون حاصل ڪندي آهي ۽ ڏسندي ئي ڏسندي وقت ان جي ڪنٽرول ۾ اچي ويندو آهي، جيڪا معنيٰ لڳاتار پنهنجي معيار جي سنڀال ڪي مضبوط رکيو ايندي آهي، تاريخ بہ عجيب شئي آهي، جنهن انسان ڪي عملي جبر ۽ ظلم جي استعمال جي اذيت جو خيال نما ڏئو ڏنو، ڇو تہ اهو ڏئو جنگجي خوف ۾ ضايع ٿي ويندو آهي، اندر جي حيوانيت ڪي تاريخ احساسي بي عمل سوچ ڏئي رکي آهي، خوني زهن ڪي تلوار ڪانپوءِ حفاظت جي ڍال ۾ لڪائي رکيو آهي، جسماني خالي ذڙ ڪي علمي ڇهري جو دلائلي ماسڪ ڏئي بچائي رکيو آهي، خون سان ر ڱيل جسم ڪي صفائي جو ڪيميڪل ڏئي هڪ تيز ۽ برداشت جي آڙ جي سائي ۾ سمائي رکيو آهي، سچ تہ تاريخ جرم ۽ ويچارگي ڪي هڪ ٻہ ڏي پناهہ تہ ڏئي رکي آهي پر جرم پوءِ بہ ذاتي مفادن ڪي تاريخ جي آڙ ۾ حاصل ڪندو رهيوآهي ....! اهڙو بداخلاقي واري زوال جو دور ان تاريخ جو ڏنڌلو بدترين دور هوندو آهي، جنهن ۾ احساسن قدرن ۽ ڪردارن جي سڄاڻپ ختم ٿيندي آهي، ڪڏهن ڪڏهن وحشتن جي ڪارڻ ذهن تي ائين حاوي ٿي ويندي آهيُجيڪا غلط عمل ڪرڻ تي آماده ڪندي آهي، ۽ سڀ ظابطا جهڙو ڪمزور لڳندا آهن، تنهن وقت بہ ائين لڳندو آهي جهڙو

اسين ان تاريڪي دور ۾ شامل هجون ۽ اهو بد دور اتفاق سان اسان جو دور هجي .....!! جنهن ۾ نامناسب رويا ۽ بگڙيل دستور به ان گذريل حالتن جي پيداوار مان هجن، جن کي اسين اهميت ڏيندا نسرجندڙ سڌريل حالتن کي نظر انداز ڪندا آهيون جي اڻين آهي ته اسين اهڙن نامناسب روين ۽ مونجهاري وارن دستورن کي اهميت ڪهڙي بنياد تي ۽ ڇو ٿا ڏيون!؟ جڏهن ته يورپي نسل جي پروپيگنڊا جو مرڪز هي هوندو آهي ته : ڪو به يورپي سرمائي ڪان سواءِ دنيا ۾ ڪنهن به حيثيت ۾ نٿو اڀري سگهي.تنهن ڪري هو هميشه سرمائيدار رهڻ گهرجي ۽ سگهي ۽ سکي زندگي ڀرپور سهولتن سان گذاري ۽ هو پنهنجي هرروزگاري محنت کي هڪ مقصد ۽ احتياطي ضرورت سمجهي، جنهن ۾ زبردست دلچسپي وٺي ان کي قابو ۾ رکي، ان بنياد تي اهو يورپي نسل هميشه دنيا ۾ اپريل رهي ۽ پيو سائنس ۽ ٽيڪنالاجي جا سمورا شعبا ۽ تجربا هنن جو ئي ورثو آهن، جيڪي عالمي دماغ جو تاج پڻ اُهن، ان سائنس ۽ ٽيڪنالاجي کي ڪڏهن به پنهنجي قوت ۽ حيثيت جي ڪلهن کان ٻاهر نه ڪيو.....!

اسان کي مٿين سوچ جي ڏيڻ ۾ ٻڏڻ نه گهرجي، ڇو ته اسين به اِرتقائي ذهن جي ڪردارن جي ساڳي سوچ جو اثر آهيون، فرق رڳو نئين وقت جي نئين تجربن کي اپنائڻجو آهي، پر ان ۾ اسان وٽ تضاد سرمائيدار ڪردارن جبري ۽ ڪند ذهن سوچ جو آهي جن غلام سماجن آڏو مختلف رنڊائيندڙ بند ڏئي رکيا اهن، جڏهن ته اسان کي پنهنجو ازم فڪر جي نئين عمارت ۾ داخل ڪري حاصلات جا نوان گس ڏيکاري سگهي ٿو.

# باب 15

اڄ اليڪشن جي آخري ميٽنگ هئي، جيڪا زيد جي پرسنل آفيس ۾ مقرر ٿيل هئي، ان کان پوءِ سرحد خان طرفان ڪورنگي ۾ ورڪ جو آخري جلسو به رکيل هو. هتي سيني ساٿين کي گڏ ٿيڻو هو پوءِ ڪورنگي وڃڻو هو. زيد آفيس ۾ سيني کان پهرين پهتل هو. ڪجهه ئي گهڙين ۾ سرحد خان ڪجهه ساٿين سان وڏي ناٽ سان اچي نڪ ڪيو جيڪو اڄ بي انتها خوش نظر اچي رهيو هو. سرحد خان سان هن وقت هن اليڪشن دوران نئون شخص امان صاحب به گڏ هو. جيڪو ڪوڪا ڪولا ڪمپنيءَ جو وڏو ڊيلر ۽ شيشي جو مشهور واپاري هو. جيڪو وڏو سرمائيدار شخص هو. هن جي مٿي جا وار ڳاڙها، جسم سنهڙو، قد جو ڊگهو، صاف چمڙي ۽ صحت مند شخص هو، جيڪو چالباز ۽ تيز نظرن جو عجيب ماڻهو نظر ايندو هو. هن وقت هن ڪي سنهڙو اوور ڪوٽ ۽ ڪارو چشمو پاتل هو. اليڪشن جي اعلان کان پوءِ هنن ويجهن ڏينهن ۾ اڪثر سرحد خان سان گڏ هلڻ لڳو هو. هن جي اڪثر ٻاهرئين ملڪن ۾ اچ وڃ رهندي هئي ان ڪري به بلڪل يورپي ذهن پئي لڳو. جنهن جو تعارف ڪرائيندي سرحد خان چيو ته : زيد صاحب هي امان صاحب پهرين ميٽر سيٽ دائود سان واسطن ۾ هو ۽ ڀرپور معاشي مدد ڪري حقيقت ۾ بلديه کي هي شخص ئي هلائيندو آيو آهي، پر هنن ڏينهن ۾ هنن جا پاڻ ۾ ذاتي اختلاف آهن پر پوءِ به هي شخص بلديه جي بنيادي ڍانچي ۾ هر دور ۾ خاص اهميت رکندڙ آهي. تنهن تي زيد حيراني مان چيو ته : پر مون ته اڳ هن کي ڏٺو ناهي! موٽ ۾ سرهد خان چيو: بس سائين هن کي

ٻُجهي سگهه سمجهو، جيڪو اڪثر ظاهر گهٽ رهندو آهي، سرهد خان جي ڳالهه ٻڌي زيد امان صاحب ڪي غور سان ڏسڻ لڳندو آهي ته امان زيد کان سوال ڪندو آهي ته : زيد صاحب توهان ڇا ٿا محسوس ڪريو ته ڇا اليڪشن توهان کٽيندئو؟ مطمئن انداز سان زيد وراڻيس ته : بلڪل ! امان صاحب پڪ سان اليڪشن اسين کٽينداسين. وري سوال ڪندي امان پڇيس ٿو ته : فرض ڪريو توهان کٽيو به ٿا ته پوءِ توهان پنهنجي منشور جي ڪهڙي نقطي ڪي وڏيڪ عمل ۾ آڻيندو ؟ تڪڙ ۾ زيد وراڻيس: غربت جي خاتمي واري نڪتي ڪي.

امان : جيڪڏهن توهان سموري غربت جو خاتمو آندو ته پوءِ هتي جي سمورن ماڻهن مان محنت جا جذبا ختم ٿي ويندا...!

زيد: جذبا ختم نه ٿيندا بلڪ هو بيا به واڌو جديد ڪم ڪري سگهندا، پر پهرين اڳيون غربت جو ڳڻ ته لهين گلي مان ۽ اهو ڳڻ لاهڻ ۾ به اسان ڪي ڪجهه عرصو ته لڳندو ۽ جڏهن به اسان اهو ظابطو آندو ۽ هتي نون مزدورن ۽ محنتي ماڻهن جي ضرورت پئي ته اسان پاسي وارين جاين مان ماڻهو آڻي انهن ڪي به روزگار ڏينداسين.

امان: پر سائين پوءِ توهان سمجهو ٿا ته پوءِ هتي سٺا سياسي رهنما ۽ سٺو ادب پئدا ٿي سگهندو ۽ ماڻهن ڪي ان شين جي ضرورت رهندي؟

زيد: بلڪل ضرورت رهندي، هي ته هڪ اهڙو سماجي فطري چرخو آهي جنهن ۾ هر نئ بلڻ واري ڪردار جي پنهنجي پنهنجي ضرورت رهندي آهي، بيو ته توهان ڏسندا ته وڏا رهنما ۽ اديب به اُسريل ملڪن جا مشهور آهن، جو ته هو غربت واري جڪڙ مان نڪري پوءِ ڪليل نموني جائزو وٺي ۽ هڪ طرف ٿي پنهنجو ڪم ڪن ٿا ته هو باقائده ان خوشحالي جي توانائي ۾ بهترين ڪم ڪندا آيا آهن، جڏهن ته نوبل انعام به سڌريل ملڪن جا ئي ماڻهو حاصل ڪن ٿا، جو ته انهن ڪي فقط ڪم ڪلئي نموني ڪرڻ جا موقع ۽ ماحول آهن ۽ اهي آهن معاشي سگهه ۾.

امان: پر سائين مجبوري ٿيئي رهندي ته ذاتي سلامتي جي اهميت به نظرانداز ٿيو وڃي.

زيد : اسين پنهنجي ذاتي نظر اندازي بجاءِ سماجي سرگرمي جي مصروفيت ٿا ڏسڻ چاهيون ۽ بيو ته تون مجبوري ڪي سماجي موت ٿو سمجهين يا گهرج؟ جنت

ڪان سواءِ تہ دنيا جي گهرجن ۾ مجبوري تہ هر ننڍي وڏي شخص کيآخر تائين رهندي آهي ۽ بيسو اهو ذهن ۾ رکجان تہ سماج . هر ڪردار ڪان فقط پنهنجو ئي ڪم پچندو، هاري ڪان هاريو. سائنسدان ڪان ڪوجنا جو، پر پوءِ ايترو ٿيندو تہ هاري پنهنجي ڪم ۾ ارتقا ڪري پوءِ ان ڪم جي تجربن جي تحقيق جو رڳو واڌو ڪم ڪندو ۽ ان رستي پنهنجا معيار بدلائيندو. باقي پنهنجي ماڻهن ۾ اسين سٽ ڪري انهن ڪان بدظن ٿو رهون ۽ اهڙا خدشا ٿو پيدا ڪريون جو اهين انهن کي اڳيان بہ اُٿڻ جي گنجائش نہ رکون تہ سياڻ هو بہ اسان کي نڪرائي ڇڏيندو، ٿو تہ اسين خود ان ڪُهي ان غفلت ۾ رکڻ ڇاهيون تا تہ سياڻ اسان جي قبر جي دز کي ڇنڊڻ بہ گوارا نہ ڪن ۽ سرحدي سنيال جي جذباتن ڪان بہ مانار ۾ رهن، اهو تڏهن ٿيندو جڏهن اسان ان جي ذاتي مجبوري کي ڪچليندا سين تہ باقي قومي جذبن جي مجبوري تہ اسين ان جي جذبن ۾ تہ ان کي وڌائيندا سين جيڪي هن کي اڳيانعاڻ ۾ آهن، نہ ئي ڪہ نظر انداز ڪرڻ سان، هونئن بہ مقابلي جو هي نئون دور پنهنجيون گهرجون پوريون ڪرڻ خود ڇاٽي ٿو. پر آئون في الحال انهن ماڻهن جي مدد ڪرڻ ٿو چاهيان جيڪي ايستائين زندگيءَ جي آخري مشڪل ۽ ڏکئي ڏاکي تي اٽڪيل آهن ۽ موت کي ويجها آهن..... هنن ڳالهين ۾ جهڙوامان صاحب زيد جو مني انٽرويو بہ ڪري ويو هجي، سرحد خان ڪلڻ لڳو. ايتري ۾ ڊان اخبار، عبرت اخبار جا نمائنده ۽ بي بي سي جو رپورٽر ۽ سي آءِ اي جو ڊيلر ٽپال خان وارا بہ اچي ويا ۽ مٿان زيد جو حجتي دوست ساٿي پير الستي، سردار صاحب ۽ چوڌري عنايت صاحب بہ اچي گڏ ٿيا خادم بلوچ ۽ شريف باڪسر ۽ زيد جي ملازم چانهہ ۽ بسڪٽن جو دور هلايو ۽ پوءِ ڪافي گپ شپ ڪان پوءِ سرحد خان چيو: سائين ڪورنگيءَ ۾ جلسي جو انتظام منهنجي ورڪرن مڪمل ڪري ڇڏيو آهي منهنجي خيال ۾ اوڏهين هلڻ گهرجي، موت ۾ زيد چيس: سائين اسين تہ بنا انتظام ۽ جلسي جي بہ وڃيو ماڻهن ۾ نڪرون، ٿو تہ اسين آهيون ئي سماجي ماڻهو، زيد جي هن ڳالهہ تي سڀ هلڪي کل ۾ پئجي ويا، زيد جي ڳالهہ تي ڪلندي وري سرحد خان چيو تہ : بس مڙئي ڪجهہ نہ ڪجهہ ڊسيپلين ۽ خرچ بہ ضروري آهي! آخر سڀ گڏجي اتي ورڪ جي آخري دوري تي ڪورنگي وڃڻ لڳندا آهن.

# باب 16

ڪورنگيءَ ۾ ورڪ جي آخري هن جلسي ۾ ماڻهن شرڪت جو ڀرپور مظاهرو ڪيو. جنهن ڪري ميئر سيٺ دائودڪان نفرت جو بہ چٽو اظهار نظر اچي رهيو هو. هن وقت سمورا اڳواڻ ماڻهن جي سماجي مسئلن جون لسٽون ۽ انهن کي حل ڪرڻ جا وعدا تقريرن ۾ دهرائي چڪا هئا. هن وقت آخر ۾ مائيڪ اڳيان زيد صاحب آيو. جنهن کي سرحدي ثقافتي لنگي قلاقند ۽ شال تحفي طور پارائي وئي. نارنگي ڪادي جي وڳي ۾ پرڪشش شخصيت جي مالڪ زيد جي صلاحيتن واري پرسنلٽي نکريل نظر اچي رهي هئي. زيد اچڻ شرط ماڻهن ۾ چاهہ ۽ همدردي جي سچي نظرن سان ڏسي مرڪي خوشيءَ مان خوش آمديد ڪندي پنهنجا هٿ مٿي ڪيا" زيد کي مائيڪ وٽ ڏسڻ شرط ماڻهن جي پيهہ مان اوچتو ماڻهن جي تاڙين ۽ نعرن جو اٿاهہ شور اڀري پيو. جيڪو لڳاتار ڪيتري دير هلندو رهيو. جنهن جو زيد ساڳي مسڪراهٽ سان ٻانهون لوڏي موٽ ڏيندو رهيو. ڪافي دير کان پوءِ ماڻهن جي شور جو سمند في الحال ماٺ ٿيو. ڪراچيءَ جي تاريخ ۾ اهڙو جلسو اڳ ڪڏهن نہ ٿيو هو. جنهن ۾ ڪنهن اڳواڻ جي رهنمائي کي قبول ڪندي ايترا ماڻهوجمع ٿيا هجن اهو بہ دل جي چاهہ سان! جنهن ۾ ماڻهن کي سچائي جو يقين هجي جنهن سان اعتباري ساٿ قائم ٿي وڃي.

هن وقت ماڻهن جا ماٺ ٿيل چهرا زيد ۾ احترامي نظرن سان اڪيلا هئا جيڪو هن وقت سنجيدگي ۾ اچي پنهنجي سماج جي مختلف ماڻهن سان خطاب ڪندي ڳالهائڻ لڳو: ساٿيو! مهربانو، منهنجا هم عمر، بزرگ، مائرون، ڀينرون ۽ جديد هنرن جي محنت ڪندڙ، سگهڙ نوجوان عورتون، جيڪي هن انڊسٽريل ايريا جي فيڪٽرين ۾ محنت ڪري پنهنجي مردن جو سهارو بنجي مشڪل زندگيءَ ڪي ڪجهه آسان ڪندڙ آهن ۽ ٻارڙو! جيڪي هن معاشري ۾ پنهنجي مستقبل لاءِ اتاولا ۽ هيران آهن .... پر محنتي آهن،

دوستو! مان توهان جو اڳواڻ ٿيو آهيان، پر پهرين مان سماجي وڪيل آهيان ۽ مان وٽ سماجي غريب پيڙهيل زندگيءَ جو ڪيس آهي، جيڪو توهان سان گڏجي ۽ توهان جي ساٿ سان مان فتح ۾ تبديل ڪندم، اسان جي تاريخ پنهنجي ذاتي بي پهچائين ڪري ۽ وقت جي مختصر ڪوشش هئڻ ڪري. هڪ اهڙو ته اٽانگو ۽ اڏورو سفر اسان لاءِ ڇڏي وئي آهي جنهن جي ڪري اسين ڪجهه تضادن ۾ ٻه آهيون ته مشڪلاتن ۾ به .....! غربت جي ڪک ۾ رهندڙ سماج جي غريب زندگي سڙي رهي آهي، اسانجو اونداهين ۾ رهڻ اسان جي مخالفن کي سنو ٿو لڳي.جڏهن ته اسين روشني کان پري رهڻ تي اهڙو هري ويا آهيون جهڙو ان ارتقا ڪندڙ روشني کي محدود اونداهه اسان کي محسوس ڪرائي وڃي هجي... جو هاڻ اسان کي جديد ترقي بدتر شئي محسوس ٿيڻ لڳي آهي. اهڙين خراب حالتن جو عادتي بنجي ماڻهو ڇا ڇا نٿو ڪري!پوءِ به غربت جي ڪنهڙي مان نڪرڻ لاءِ ڪيڏا ۽ ڪهڙا ڪهڙا نه ڏوهه ڪندو آهي ماڻهو غربت جي ان مجبورين کي مٽائڻ لاءِ!جڏهن ته ان ڏوهن ڪرڻ کان اڳ يا پوءِ به ڪو به معاشري جو نظر ايندڙ شريف ماڻهو اخلاقي طور تي انساني همدردي جي بنيادن تي ڪا به مدد ڪرڻ لاءِ تيار نه هوندو آهي، جو غريب ڏوهه ٿو ڪري وڃي ... هي سڀ مڪروهه عقيدي جي جاگيرداري بي رحم ۽ حرصي نتيجي جي سوچ جو اثر آهي. جو ته انهن جبري طبقاتي حالتن اسان کي وڏو تحفو هي ڏنو آهي ته ڪا به گهٽ ۽ مجبور حالت ڏسي ان ماڻهو سان همدردي ڪرڻ بجاءِ انکي ڌڪاريو ۽ ان جي وجود تي مسخري ڪريو ۽ ان جي پئدائش کي گهٽ خصيص سمجهو ۽ ان کي ٿوڪ سمجهو پنهنجي وجود تي،۽ پوءِ اجان به فرعوني غرور وڏيڪ ظاهر ڪندي آخر ان کي نڪرائي ڇڏيو، يا ان کي مفت جو غلام بنائي رکي ڇڏيو... انهن کي اهو احساس ئي

نٿو رهي تہ غربت هڪ باهہ آهي، جيڪا گهٽ آمدني وارن ماڻهن کي هن نئين دور ۾ ساڙيو خاڪ ڪيو ڇڏي، جيئن باهہ تي رکيل ڪنهن ٽڙڪندڙ ٽانو ۾ پاڻي گهٽ هوندو آهي تہ باهہ ان کي جلدي ساڙي سڪائي وجهندي آهي. پر وڏيڪ پاڻي هئڻ جي پريشر ڪري في الحال رڳو ان کي ٺهڪائي تي سگهي، ساڙي ۽ سڪائي ختم نٿي ڪري سگهي. هاڻ مڪروهہ عقيده پرست اهو ذهن ۾ رکن تہ هر غضب جي دور کان پوءِ ماڻهو ۾ ڪا نہ ڪا فقيري عمل ۾ ايندي آهي پر جي هو پڪو لڳاتار وحشي جرائيم پيشہ بنجي چڪو آهي'پوءِ ان کي سماجي انقلاب طرفان موت ملندي آهي!' ڪراچي جي موجوده ميئر بہ سرمائيداري جي روپ ۽ ترقي واري نعري جي فريب ۾ جديد بجاءِ پراڻي جاگيرداري جو هٿ بدل عمل شروع ڪري چڪو آهي ۽ ان عمل جي دلالي ڪري پنهنجو ذاتي سرمايو وڌائي رهيو آهي. زيد جذبات ۾ ايندي وڏيڪ چوڻ لڳو تہ : هي ميئر سيٺ دائود جيڪو پوري ڪاڇيءَ جي معيشيت تباهہ ڪري پنهنجي گهيري ۾ آڻي ڇڏي آهي ۽ ان عمل سان سنڌ ۽ ملڪ جي معاشي حالتن ۽ واپار تي بہ سخت اثر پيو آهي، جنهن ڪري پورو ملڪ بدحاليءَ جو شڪار ٿي چڪو آهي. تنهن ڪري هن نسل دشمن ميئر کي هڪدم هٽائڻو آهي. هن غير فطري نااهل ميئر کي برداشت ڪرڻو ناهي .... ! ماڻهو تاڙيون تا وڄائن. شور تا ڪن وري زيد چوڻ لڳو : مان فلاپ ۽ انتقامي دنيا نٿو اڏڻ چاهيان ....! جيڪڏهن "خدا عظيم" سرمائيداري جي بي رحم جهنجٽ کي زندگي ڏئي چڪو آهي تہ اسان جي غربت کي بہ ختم ڪري سگهي ٿو. جنهن جو اسين اخلاقي ۽ انساني حق رکون ٿا. جيڪا غربت انتها درجي جي مجبورين ۾ هن وقت دٻيل ۽ ذليل آهي، اچو تہ "خدا" جي سائي ۾ غربت ختم ڪرڻ جون نئيون ڪوششون ڪيون، جنهن جو اسين جمهوري حق رکون ٿا. آئون ضايع ٿيل اخلاق جي حقن جي حاصلات لاءِ آيو آهيان، جن ڦريل حقن جي مايوسي ۾ سماج جي ماڻهن جا بيزاري ۾ اخلاق وڪرجي ويا آهن. پر هاڻ طاقت جي گولين جا خوف بہ اسان ماڻهن کي هاڻ ڊيڄاري يا هيسائي نٿا سگهن. جڏهن تصورن جون اڏامون بہ ديوارن ۾ محسوس ٿينديون آهن تہ اسين وڏيڪ الجهنن جي ڪاهين ۾ دٻجي ويندا آهيون. اسان جو هي دور اخلاقي قدرن جي جنگجو بہ دور آهي تہ معاشي سنڌ ارن جي پاليسين جي حقن حاصل ڪرڻ جو بہ دور آهي. واڌو آدمشماري جي هساب سان اسان ک اجان بہ وڏيڪ صنعتن جي لڳائڻ جي ضرورت آهي. فولاد جون ! بندرگاهہ جون !

۽ ٻيون بہ جديد صنعتون، جنهن سان روزگار عام ٿئي ۽ ماڻهن کي اٿو. ڪپڙو گهر ۾ اهميت ملي، ماڻهو وري تاڙين جي شور ۾ ماحول کي وڌيڪ رونقي بنائي وجهن ٿا.

وري زيد ڳالهائڻ لڳو. جڏهن حالتون بدلبيون آهن تہ سوچون، عمل بہ ازخود تبديل ٿي وينديون آهن ۽ ماڻهو اهميت ۾ اچي ويندا آهن. انساني قدرن جي پيداوار ۾ سرگرم ڪردار عظمت وارو ڪم ڪندڙ هوندا آهن. جن سان قدرتي مهربانين جا سايہ ۽ همدرديون بہ گڏ هونديون آهن. پر هن وقت اسين زوال جي اهڙي دور ۾ داخل آهيون جو اسان جي مشهور ڪردارن جون ورسيون بہ زوالن ۾ آهن. تنهن ڪري جيسين سماج جا ماڻهو پاڻ کي بدلائڻ جي ڪوشش نہ ڪندا ۽ پاڻ سان گڏ پنهنجي گهر وارن ۽ آس پاس جي ماڻهن لاءِ احساس پيدا نہ ڪندا تہ سڌريل مسلم دنيائون بہ انهن لاءِ ڪجهہ بہ نہ ڪري سگهنديون ۽ نہ خراب ڪرتوتن ڪري لائق بہ سمجهنديون. ٻئي پاسي حريف ميٽر جي بہ هن ڳالهہ کي اسين رد ڪنداسين تہ جنهن ۾ هو چوندا آهن تہ : ترقي ۽ پاڪ صاف نيت ۽ گناهن جي نہ ڪرڻ سان پيدا ٿيندا آهن. پر اسين انهن کي چوندا آهيون تہ: مفادي نظريات ۽ رڳو فريب رکندڙو ٻڌو: زندگي جي هنن وهڪرن ۾ تہ سنا ۽ خراب عمل ماڻهو ڪندو رهندو آهي پر اهي ذاتي نيت جي حساب ڪتاب سان ٻڌل آهن. چو تہ اهي فطرت سان خدا سان تعلق رکندڙ آهن، پر هي تہ اسان جون قومي حالتون بگڙيل آهن٬ پر ساڳيو توهان نام نهاد جعلي اڳواڻ جاگيردارن کي ڏسو، هر برائي ۽ هر ظلم ڪندي بہ هو خوش ۽ چاڙهہ ۾ آهن ٻئي طرف توهان پنهنجي هم خيال جنسي برائيون ڪندڙ يورپين کي ڏسو، انهن وٽ دنيا جا سمورا گناهہ پلجندا آهن. پر پوءِ بہ هو معاشي طور تي ڪامياب ۽ ترقي ۾ آهن. ظاهر ٿيو اسان تي اڄان بہ اهي ٻيون هترادو حالتون حاوي آهن. جيڪي اسان ۾ خوشحالي کي جڪڙي وينيون آهن ۽ اسين انهن وٽ يرغمال آهيون ۽ اهي حالتون هن وقت موجوده ميٽر سيٽ دائود جي هٿن ۾ آهن .... ۽ ٻيو تہ اسان جي سماجي ماڻهن جي بہ غلطي آهي، جيڪي تاريخي زوالن م ويڙهيل رهڻ ڪري ۽ نفسياتي گهبراهٽن جي خوف واري اثرن ڪري خامخواهہ هڪ ٻئي کان پنهنجيون ننڍيون غلطيون، عيب ۽ الميا لڪائڻ جي ڪري هڪ ٻئي کان پنهنجو چهرو بہ لڪائي گمنام رهندا آهن. حالانڪ دنيا جو اڪثر هر ماڻهو غلطين، عيبن ۽ الميـن جي لڪل ۽ ظاهر ۾ ننڍين

وڏين چيڪلسن جي سلاخن واري ڪڙڪي ۾ اڳ وانگر رهندو تہ هو. پر هاڻ جديد دنيا جو ماڻهو ائين نٿو ڪري. هو سڀ ڪجھ ظاهر ڪري ان ڪي دنيا جو حصو سمجهي ٿو . رڳو پنهنجي وجود جو تعلق نٿو سمجهي، چاهيپوءِ اهي ان جي عمل جو ئي حصو ڇو نہ هجن. تنهن ڪري اسان خوامخواه ان وجودي وائڙپ واري رجحان ۾ رهڻ واري اهڙي نقصان واري عملڪان متي ۽ ڇتو رهڻ گهرجون. ڇو تہ ان عمل سان اسانجا وڏا قومي حق غضب نہ ٿيندا، بلڪ حاصل ٿيندا.

منهنجي سياست جيڪا شهري ۽ سماجي ليول تي هوندي انجو اهو هرگز مقصد نہ هوندو تہ : آئون تاريخ جي ڏنڌ مان حقيقتون ڳولهي، ميڙي وري هلندڙ دور جي جبري پيڙ جي ڏنڌ حوالي ڪري ڇڏيان .... جيڪڏهن مون سماج لاءِ اهو ڪجھ نہ ڪيو، جنهن تي آئون عمل پيرا ٿيڻ ٿو چاهيان. يعني معاشي سڌارا آڻڻ، ذهنن ۾ شعوري تبديليون آڻڻ ۽ پيدائشي اهميت م آڻڻ تہ منهنجو زهن مرڻ کان پوءِ بہ سوچن ۾ تڙپندو رهندو. انهن غريب اڻ سمجھ ماڻهن جي ننڍين معمولي پلاننگن ۽ گهٽ حاصلات جي سوچن تي؛ جن جي مجبوري خراب ۽ سستين حاصلاتن جي عمل ڪري ڪيڏي نہ مهدوديت ۾ مائل ٿي ضايع ٿيو وڃي ۽ آخر اعليٰ ۽ سگهي قدرن کان خالي رهجيو وڃي .

رهيل تقاضائون پوريون ڪرڻ لاءِ اسان کي ڀرپور ۽ هر قسم جا وسيلا ڪم آڻڻا پوندا ۽ اسان کي اهو ڏسڻو آهي تہ هوا ڪٿان پئي لڳي؟ اسان قاتل سماج کي اها هواجتان بہ پئي لڳي هاڻ اهوئي رخ ونڻو آهي. ڇو تہ هاڻ اسان لاءِ اهوئي رستو خالي آهي، باقي تہ سڀ رستا ديوارن وانگر اسان لاءِ بند آهن .... ۽ اسين ڪيستائين خوشفهمين ۽ غلطفهمين جي ڇنگل ۾ رهي خالي مٺي مان ڪجھ حاصلات جيڻاداني جي اميد ۾ پيا ڪڙهي مرنداسين. ان خالي مٺي مان تہ اسان کي فقط موت جي سواد کان سواءِ ڪجھ بہ حاصل ٿي نٿو سگهي، تنهن ڪري اسان کي ان دائري مان نڪرڻو پوندو.ساٿيو...! زندگيءَ جي ڪجھ ڪمن ڪارين ۽ مونجهارن کي نبيرڻ لاءِ ڪجھ فاصلو بہ ڏيو آهي.تاڪ ڪا سولائي اچي وڃي نظر ۾. تنهن ڪري توهان ڪنهن تڪڙي نتيجي بجاءِ ڪجھ انتظار بہ ڪجو. پر پوءِ بہ اسان جون سچائيون ۽ ڪوششون تڪڙيون رهنديون. ان لاءِ پنهنجي ٻارڻيءَ ۾ ڪٺ پتلا، بي رحم ۽ ڦورو

ماڻهو ناهن ڪنيا ۽ نہ اهڙن ماڻهن کي برداشت بہ ڪنداسين. جيڪي اسان پارٽي مٿان گناهن جو بوجهہ پئدا ڪن ۽ چٽو داغ ٿي بيهن ....!

اسان وٽ موجوده ميئر ميئر نہ ! بلڪ ذاتي حرص جو ديوتا آهي جيڪو غريبن جي خون جي محنت مان لٽ مار ڪري ڪيڏو بہ خزانو جمع ڪري، پر هي ميئر ڊاپيو نہ ....! ٻي ڳالهہ تہ هي ميئر وڏو چالاڪ ۽ شاطر قسم جو ماڻهو آهي، جيڪو پنهنجي شڪست ڪان پوءِ وڏي باهہ ٻاريندو اسان لاءِ پر اسان ظالم آڏو جهڪنداسين هرگز نہ ۽ ٻيو تہ آئون مخالفن طرفان پئدا ٿيل هر ڳالهہ پارٽي جي ساٿين کي ٻڌائڻ جو عادتي آهيان. تنهن ڪري آئون هن اسٽيج تي سمورن ساٿين کي ٻڌائيندو هلان تہ ميئر سيٺ دائود مون کي خطرناڪ ڌمڪين وارا فون ڪرڻ شروع ڪيا آهن. حالانڪ اسان جا ٻيا بہ دشمن آهن. پر اهو دشمن وڌيڪ خطرناڪ هوندو آهي، جيڪو ڏسڻ ۾ تہ مٺو اچي پر اندران ڪڙو هجي. پر اسين اهڙين ڌمڪين ۾ نہ ايندا سين. جيڪي اسان کي عوامي قيادت ڪان هٽائي رکن ۽ پنهنجو ڪارو غلبو ڄمائي رکن.

اڃان زيد تقرير ۾ هو تہ هڪ فائر ٿيو .... ۽ پوءِ يڪدم اسٽيج مٿان سڌي ۽ خطرناڪ لڳاتار فائرنگ شروع ٿي وئي، زيد جي آسپاس ڪان گوليون گسي اڪري ويون، يڪدم زيد جي دوست پير قربان الستي زيد کي ڪلهن ڪان پڪڙي هيٺ ويهاري ڇڏيو، پر زيد زوري پاڻ کي ڇڏائي وري مٿي ٿي مائيڪن تي آيو ۽ پنهنجو گريبان جذبات مان ڦاڙي چوڻ لڳو: بزدلو ....! اچو ....! ڪيڏانهن ڀڄي ويائو .... اچو نہ ....! گوليون هٽو اسان کي، تاريخ کي ماريو ...."! خدا جي پيغام کي دٻايو، روحاني تقدس جا جنازا ڪڍو ۽ پوءِ "خدا" جي غضب ۾ هميشہ لاءِ دٻجي وڃو ....! اچو ....! ڪيڏانهن ڀڄي ويا آهيو ....؟! اسين توهان کي خود گهرائيندا سين ۽ پوءِ وري بہ توهان آڏو پنهنجو سينو چاڪ ڪنداسين. ايتري ۾ سڀ پارٽي جا ساٿي ۽ دوست زيد کي وٺي ڳا ڏيءَ ۾ ويهاريو ۽ واپس وڃڻ لڳا..... هي حملو ۽ ان جي افراتفري اخبارن جو خاص موضوع بنجي ويا هئا. ۽ ڪيترا بحث عوام ۾ ڇڙي پيا هئا.

# باب 17

هي رات جو وقت هو. ميئر سيٺ دائود پنهنجي بنگلي جي خفيہ روم ۾ فرانسسي شراب جا هلڪا ڍڪ ڀري رهيو هو ۽ سگار جا دونهان اڏائيندي گهري سوچ ۾ غرق هو. هن وقت مختلف اڏن جا مختلف خطرناڪ غنڊا عرفان، سدني ۽ سوگاڙو هن وٽ وينل هئا. چهچ ڪلرن واري مهنگي ڊيڪوريٽيڊ ڪمري ۾ ڪافي دير جي خاموشي ڪان پوءِ سيٺ دائود ڳالهائيندي چيو: پر سدني هو بچيو ڇو ......!؟

ڏند گهڪيندي وچ ۾ سوگاڙو غنڊو چوي ٿو: ميئر صاحب گهبراءِ نہ هو خسرو هڪ دفعو تہ بچي ويو پر ٻئي دفعا هڪ ئي گولي هن جو موت بنجي هن کي بنا قيمت وارو لاوارث لاش بنائي ڇڏيندي، ڇو تہ اسان جي معاشري جا ماڻهو لاشکي گهڻو وقت سانڍي برداشت ناهن ڪندا، بيزار ٿيندا آهن، تنهنڪري جلدي دفن ڪري ڇڏيندا اهن.

ميئر : تون رڳو مرڻ کانپوءِ جون ڳالهيون ڪندو آهين، اهي بہ جذبات ۾ رهي،جڏهن تہ هو اجان زنده آهي ۽ خبر نہ اٿئي. هتي جا ماڻهو اهڙا لاش مزارن ۾ دفن ڪري خيالن ۾ محفوظ ڪري ڇڏيندا آهن! سو بہ اهو ماڻهو، جيڪو توهان جي گولين کان بچي ويو، مون کي هن جي مزار جي تہ پرواهہ نہ هئي، پر هن جي هاڻ

وڏيڪ حيثيت نهي وئي آهي ! ۽ اها حيثيت اليڪشن لاءِ خطرو آهي، جيڪا سياڻ ڇڏي پرهيين آهي ....! هاڻ تہ زيد سان ڪورنگي جا ماڻهو بہ گڏ تي ويا آهن. جيڪي هن جو گهيرو ناهي هن کي پناهہ ڏيڻ لڳا آهن.

ڪجهہ دير ماٺ تي وئي، وچڙي عرفان چيو: پر صديق جو نشانو تہ ڪڏهن بہ گسيو ناهي. ! پر الاءِ ڇو هن دفعي هن جو قدرتي چاڙهو هو...! سدبني چوڻ لڳو: پر اسان کي اهو ذهن ۾ رکڻ گهرجي تہ اسان ڪراچيءَ جا مشهور غندا آهيون ۽ ڪراچيءَ تي هر دور ۾ اسان جو راڄ رهيو آهي ۽ ٻيو تہ زيدبہ پويان پنهنجا ماڻهو بہ لڳل آهن.

ميئر : پر ڪراچيءَ جو غندو حنيف بہ آهي، جيڪو عالمي دهشت گرد تسليم خان جي ٺيڪ تي هتي ڪم ڪي مچايو ويٺو آهي ۽ تسليم خان سان پنهنجي دشمني آهي، پر هر بل ۾ نتو اچي، ڪڏهن ڪنهن ملڪ ۾ تہ ڪڏهن ڪنهن ملڪ ۾ وڏي سرمائي سان گڏ وڏي طاقت بہ رکي ٿو.

ان مان اسان کي خطرو بہ محسوس ڪرڻ گهرجي تہ ان جي يار حنيف تي بہ نظر رکڻ گهرجي ....! ۽ خبر اٿو تہ اهو بنا واسطي بہ زيدبہ ڏانهن نرم لهہ رکندڙ آهي .....! ميئر جي ڳالهہ جو جواب ڏيندي سوگاڙو چوڻ لڳو: پر زيدبہ اهڙن ماڻهن کي ويجهو اچڻ ڏي ۽ نہ تعاون بہ ڪندو آهي، ڇو تہ ڪورٽ ۾ بہ هن اهڙن غندا پارٽي جا ڪيس ڪڏهن بہ حمايت ۾ وڙهيا ناهن. موٺائي ڇڏيندو آهي.

..... ڪجهہ سوچيندي وري سوگاڙو چوڻ لڳو: باقي هڪ ڳالهہ آهي ! لڳي ٿو ڪرنل مشتاق جا بہ زيدبہ سان ذاتي واسطا آهن. ميئر جهڙو ڇرڪجي پيو هجي!: قاتل اکين سان مڙي سوگاڙي کي ڏسي چوڻ لڳو : اڇا....! يعني اها بہ نئين ڳالهہ سامهون اچي وئي ...! سوگاڙا .....! پر زيدبہ جو هن سان 'واسطو ڪيئن ٿيو ؟! تنهن تي سوگاڙو چوڻ لڳو! زيدبہ واسطن وڌائڻ جو ماهر آهي، ٻيو تہ هو سسٽم اهڙي ۾ ٿو رهي جنهن ڪري اهڙا واسطا تہ عام حيثيت ٿا رکن. يعني هڪ مشهور قانون دان وڪيل !.

ميئر: پر پوءِ بہ سوڳاڙا انهن واسطن کي نظر ۾ تہ رکڻو آهي نہ : آئون دشمن سان ڳالهائي خار ڪجھ جهڪي ڪيان. ائين چئي ميئر سيٺ دائود زيد کي فون ڪيو. ٻئي طرفان آواز آيو: زيد پيو ڳالهايان.

ميئر: او زيد صاحب اوهان! آئون سيٺ دائود پيو ڳالهايان.

زيد : کهڙي خدمت ٿو ڪري سگهان اوهان جي .

ميئر: لڳي ٿو ڏاڍا مصروف آهيو.

زيد: حق ۽ باطل جي آخري مورچي تي آهيان. ان جنگ جي رخ ڏسڻ جي بي چيني ۾ آهيان.

ميئر: اها بي چيني تہ مون کي هئڻ گهرجي. ڇو تہ ميئر تہ آئون آهيان ۽ پاڻ کان ڪجھ ڦرجي وڃڻ جو ڏک تہ مون کي ٿيندو.

زيد: صحيح آهي، پر تون هاڻ ميئر ناهين. بلڪ منهنجو حريف اميدوار آهين. ميئر تہ وري ڪڏهن ڪان پوءِ ٿيندين.

مرڪندي سيٺ دائود: اڇا,,,,,! اها بہ ڳالھ صحيح آهي... هاڻ پيومحسوس ڪيان ....! سيٺ دائود هن وقت نشو چڙهڻ ڪري رڪي رڪي ڳالهائي رهيو هو. تنهن تي زيد چيس تہ : مون وٽ ٿائيم ناهي.ڪجھ تڪڙو ڳالهاءِ تنهن تي وري بہ سيٺ دائود ڪل ۾ ويڙهجندي ڇوڻ لڳو تہ: اڇا....اها بہ ڳالھ صحيح آهي.... دراصل مون اوهان جي خيريت تي معلوم ڪرڻ چاهي. هن وقت تائين سيٺ دائود تي نشو حاوي ٿي چڪو هو.

زيد : اهو تہ آئون خيريت سان آهيان.

سيٺ دائود: زيد صاحب، مون ٻڌو تہ توتي فائرنگ ٿي آهي، پر .... اتفاقي طور تون بچي وئين! وري ڪِيڪ وانگر کلندي " يٺا صاحب .... قاتل بہ وڏا لعنتي آهن. جيڪي تو جهڙي ماڻهو کي ٿي ماريائون "کلندي" يعني تون آئون جيڪي ميئر جا ..... اميدوار آهيون سي موت جي خطري ۾ .... ! ۽ ٻيا ماڻهو وري خوش؛ توبنھ مون کي توهان جو ڏاڍو صدمو رسيو آهي. سابق ميئر تي نشو حاوي ٿي چڪو هو. موٽ ۾ زيد چيس! توهان اهي شخص آهيو جو دشمني سان گڏ ڏک جو بہ اظهار

ڪندا آهيو ۽ دنيا جي هر شئي پنهنجي مٺ ۾ آڻڻ لاءِ سڀ ڪجهه ڪرڻ لاءِ تيار هوندا آهيو.

غنودگي ۾ سيٺ دائود چوڻ لڳو اهو به سلو آواز سان : يعني تون .... اهو شڪ به .... مون تي ٿوڪرين ... پٽا .... پٽا .... سچ پچين ته ...... مون کي ڏاڍو صدمو رسيو آهي.

زيد غصي سان: وري هري هري ۽ رکي رکي پيو ڳالهائين ناهل...! نشائي، نشو چڙهي چڪو اٿئي پوءِ به آرام نه اٿئي، وڃي آرام ڪر پرهين ۽ اليڪشن جا نتيجا پاڻهي نشا ٿوڙيندئي، خدا حافظ. ايترو چئي زيد رسيور رکي ٿو ڇڏي. ته ڪمري کانٻاهرين بنگلي جي گهٽي وٽ ڦيهڙ حون آهٽون وڙهڻ جا آواز ٻڌي زيد ٻاهر نڪريو اچي، ڏسي ته شريف باڪسر ۽ خادم بلوچ گهر ۾ لڪ ڇپ ۾ گهڙي ايندڙ ٻن غنڊن سان وڙهي رهيا آهن ۽ انهن غنڊن جي هٿن ۾ خنجر آهن. جن کي اڪيلو شريف باڪسر ڏاڍو ڪٽي پيو. جيڪي آخر پڇي نڪري وڃن ٿا، خادم هلڪو سهڪندي زيد کي ڏسي پري کان چوڻ لڳو: سائين ديوار ٽپي آيا هئا، توهان جا دشمن هئا ۽ سيٺ دائود جا ماڻهو هئا. زيد خادم جي ڳالهه ٻڌي لائونج جي در تان واپس موٽي اندر ويو، جڏهن ته شريف باڪسر اندران بندوق ڪڍي ان ۾ ڪارتوس پرڻ لڳو. ——————

باب 18

هي صبح جو وقت هو، ڪراچي پريس ڪلب ٻاهران زيد پٽو جا ڪيترا حمايتي ۽ چاهيندڙ رش ڪيو بيٺا هئا، جڏهن ته زيد اليڪشن ورڪ دوران به دفعا قاتلاڻي حملي خلاف پريس ڪلب اندر تڪڙي پريس ڪانفرنس ڪري رهيو هو، جنهن ۾ هن جو چوڻ هو ته : اهي خوني حملا صرف سابقه ميئر سيٺ دائود طرفان ڪرايا ويا، ڇو ته هن کي پنهنجي شڪست سامهون نظر اچڻ لڳي آهي، جنهن کي برداشت نه ڪندي هن هي ڪريل حرڪت عمل ۾ آندي آهي، تنهن ڪري آئون سرڪار کي آگاهه ٿو ڪريان ته هو هن تي ڪارروائي ڪري ۽ ڪڙي نظر رکي، ڇو ته هو رڳو هڪ خراب شهري نه بلڪ دهشتگرد شخص به آهي ۽ ٿي سگهي ٿو ته هن جو مافيا گروپ سان ڪو تعلق هجي ۽ مون کي ڊفينس فراهم ڪيو وڃي. ۽ آئون سيٺ دائود کي چتاءُ ٿو ڏيان ته هو سنوت ۾ اچي ۽ ٻرڙ ۾ رهي بزدلن واريون حرڪتون ڇڏي ڏي ۽ اخلاقي

طور معافي وٺي چو تہ شڪست ۽ فتح خدا طرفان آهي، اهڙن عملن سان هن جا ڪرتوت وڌيڪ ظاهر پيا ٿين ۽ هن کي ياد رکڻ گهرجي تہ : اسين جڏهن بہ ظلم خلاف هٿ وڌائيندا آهيون تہ زمين لڏي ويندي آهي ۽ ڌرتيءَ ۾ ڏار پئجي ويندا آهن جمود حرڪت ۾ اچي ويندا آهن ۽ دقيانوس دهلجي ويندا آهن....!! ايترو چئي زيد خاموش ٿي ويندو آهي ۽ پاسي ۾ ويٺل سينيئر ساٿين سان سرگوشيون ڪرڻ لڳندو آهي ايتري ۾ هڪ نمائندو سوال ٿو ڪريس تہ : سائين اليڪشن کٽڻ کان پوءِ توهان کهڙي ڪم کي اهميت ڏيندا؟

زيد: مان سماجي زندگيءَ ۾ ردوبدل پئدا ڪندس ۽ انهن جي ترقي لاءِ ڪم ڪندس.

ٻيو نمائندو:پر سائين اهو نعرو تہ ٻيا اڳواڻ بہ هڻي ايندا آهن پر اجان نتيجا تہ سامهون نہ آيا آهن؟

زيد: اهي شخص ڪردار هئا آرام ڪرڻ ۽ ڦري ڪائڻ وارا، آئون باقائده عوام جو چونڊيل نمائندو هوندس، تنهن ڪري مان عوام جي اعتبار کي دوکو نہ ڏيندس.

ٽيون نمائندو: جئين تہ سائين اسان جي سماج ۾ مسئلا الاهي آهن. تہ خزاني جي ڪوٽ کي توهان ڪيئن پورو ڪندو!؟

زيد: آڪسيجن تي هلندڙ هن سماج لاءِ مان دنيا اڳيان جهول ڦهلائيندس، پر خدمت جي ڪرسيءَ جي اهميت پئدا ڪندس آئون ان کي ڪٽ چڙهڻ کان بچائڻ جي ڀرپور ڪوشش ڪندس.

ساڳيو نمائندو حيرت مان: تہ سائين توهان ائين ڪري ويندؤ؟

زيد: محترم ٻيو مان ڇا لاءِ ٻيو اچڻ چاهيان...! عوامي ڪردار بنجڻ ۽ انهن جو حق ادا ڪرڻ ٻيو اچڻ ڪو شخص پرستي لاءِ تہ نہ ٻيو اچان، جيڪا هاڻ زوال جي ڪنهڙي ۾ پهچي چڪي آهي...!

نمائندو: پوءِ بہ اڳيان شخص پرست اڳواڻ حيثيت رکن ٿا.توهان انهن سان نبري سگهندا؟

زيد: نبري ويندس هاڻ تڏهن ته به دفعا موت جي چنبن سان ... بچايو آهي، پر پوءِ به اسين ڪنهن به صورت ۾ بي دل ٿيڻ بجاءِ پنهنجي جدوجهد پارٽي ساٿين سان جاري رکنداسين ۽ وقت ڏسندو ته مان تاريخ جو رخ ڦيرائيندس ۽ مان شخص پرستي ۾ رهندڙ اڳواڻن کي شڪست ڏيندي عوامي سگهه جي بگرانتي قائم ڪرڻ جو رواج آڻيندس. ڇو ته هي دور شعوري فڪر جي فتح جو آهي ۽ شخص پرستي جي شڪست جو آهي.

نمائندو: ڇا! توهان پنهنجي فيملي کي به سياست ۾ آڻيندا؟

زيد: هرگز نه هو ان باري ۾ خودمختار آهن.

هن وقت پريس ڪلب ٻاهران زيد جي همدردن جو هجوم وڌي ويو هو جن اڳئين ميئر خلاف ۽ زيد جي حمايت ۾ نعرا هڻڻ شروع ڪيا. ايتري ۾ زيد ڪلب مان اندران نڪري يڪدم ساٿين سان گڏجي ٻاهر آيو ۽ ڪارڪن ساٿين کي چوڻ لڳو ته : جيئن ته اليڪشن جو ڏينهن سياڻ آهي تنهن ڪري اسان کي صبر تحمل کان ڪم وٺڻو آهي، دشمن پنهنجي نتيجن جو موت پاڻهي ڳولهي لهندا. ڇو ته اسان کي تضادن بجاءِ ترقيءَ تي ڌيان ڏيڻو آهي. تنهن ڪري اسان کي في الحال رڳو اهو ذهن ۾ آڻڻو آهي ته پنهنجي ووٽ جو صحيح استعمال ڪيئن ۽ ان ووٽ ڪ اهميت ۾ آڻي ان ڳالهه تي ڌيان ڏيون. تاڪ اسين ٻيهر دفعو به دشمن جي چال جو شڪار نه ٿيون ۽ پنهنجي گهر وارن کي به اها ڳالهه سمجهائي ڇڏجو ته اسان جو سرمايو ۽ شعور في الحال ووٽ ئي آهي! جنهن جو استعمال صحيح ڪرڻو آهي. ايتري ۾ ماڻهن مان آواز آيو ته : زيد ووٽ ته ڇا. اسان جي جان به تو لاءِ حاضر آهي. هاڻ اسان دوکي کي پرکي ورتو آهي، اسان جو رهنما هاڻ تون آهين! اهين چئي ماڻهن نعرا هڻڻ شروع ڪيا. جيئي پنو، سدا جيئي ....... ساٿين جي خاموش ٿيڻ تي زيد آخري الفاظ چوڻ لڳو ته : دوستو جديد دور ۾ رهندي به اسان کي جديد حالتن کان پري رکيو ويو آهي! جديد روزگار جديد گهرجن جي حق حاصل ڪرڻ جي هنن ڪوشش ۾ هلڻ ڪري نام نهاد بليڪ قوتن جي ايجنٽن هتي جي هن اڳئين ميئر جي ضمانتن تي آزاد ٿيل غنڊن سان گڏجي مون تي فائرنگ ڪرائي، جنهن ۾ مان معجزاتي طور تي بچي ويس پر اسان جو هڪ پيارو ساٿي اسپتال پهچڻ کان اڳ ۾ زخمي حالت ۾ فوت ٿي ويو!

هي منهنجو جان جگر ۽ قربانيون ڏيندڙ پير قربان السني صاحب، سردار صاحب، سرهد خان صاحب ۽ چوڏري عنايت صاحب به معجزانه طور بچي ويا.....! پر اسان جون ڪنهن به قسم جون قربانيون رائيگان نه وينديون ۽ نه اسين ڍرڻ وارا به آهيون، پنهنجا گريبان اسين پاڻ ته چاڪ ڪنداسين. پر اسان جا سينا هو چاڪ ڪري ته ڏسن .... ! تاريخ انهن کي ڪڏهن معاف نه ڪندي ۽ ايندڙ وقت اسان چند پرهيزگار ۽ سخي خونن ڪري انهن جي سمورن ڍڪيل جرمن تان پردا کڻندو ۽ انهن کي وڌيڪ من مستي ڪرڻ نه ڏيندو. انهن جا رستا روڪيندو. جو ته اسان ۾ حسينيت آهي، توهان ان تاريخ کي دهرائي ڏسجو، ته ائين ٿي ٿيو هو ......!

دوستو ساٿيو ..! توهان بلڪل نه گهٻرايو. اسان جا خون ايڏا سستا ناهن. جو هي چامڙا اهڙين چڙواڃين ۾ ڪامياب ٿيندا رهندا. هرگز نه. جو ته اسين خدا جي سائي ۾ رهندڙ آهيون ۽ اسان جو وڌيڪ فيصلو به خدا تي ۽ وقت تي آهي. اسين حق جي رستي تي هلڻ کان هرگز نه گهبرائينداسين اوهان جو رڳو ساٿ گهرجي ۽ بيو اسان کي اهو ذهن ۾ رکڻ گهرجي ته قومي زوال جي انتها موت نه. بلڪ ان انتها کان پوءِ نئين سلسلي جي ڪوشش جي ابتدا ٿيندي آهي. جو ته ان شاهي جهول جي قومي ڍانچي کي اجتماعيت جي سگهه جي آڌت جي حمايت حاصل هوندي آهي .... پر توهان کي گذارش ڪندس، ته اهڙن خاص موقعن تي توهان پلي اسان سان گڏ هجو. پربيو وقت پنهنجي گذر سفر جي ڪوشش ۾ گذاريندا ڪريو ۽ پنهنجن بارن گهر وارن جو خيال رکندا ڪريو ۽ پنچائيت جي صحيح اصولن ۽ رسمن سان نڀائيندا اچجو. خدا حافظ.

# باب 19

ڪراچيءَ جي سمنڊ جون موجون بہ عجيب آهن، هتي جي سمنڊ جولهو بہ پنهنجو آهي تہ چاڙهہ بہ پنهنجو آهي، سمنڊ جي ڪناري بيٺل ڊير رنگين لانچن جي جهڙي اڄ هڙتالهئي، ها البتہ ڪجهہ پيسنجر لانچون ڪيماڙي ڪان منوڙي اچي وڃي رهيون هيون، هنن لانچن کي اڪثر لياري جا مڪراني بلوچ هلائيندا آهن، انهن اڄ هئا خوشيءَ ۾ موڪل ڪئي هئي جو اڄ بلديہ جي اليڪشن هئي ۽ هي ماٺهو زيد جا ڪليا حمايتي هئا. ڪراچيءَ جي ڪجهہ علائقن جا اڄ ڪاروبار بہ بند هئا. پوري شهر اڄ ان سرگرميءَ بحث ۾ مصروف هو.نندين نندين گاڏين ۾ چڪار ووٽر ۽ پولنگ اسٽيشنن جا ورڪر هيڏانهن هوڏانهن اچي وڃي رهيا هئا. هي واحد اليڪشن هئي جنهن ۾ ماڻهو دل جان سان خوش ۽ جذبي ۾ هئا. اڳئين ميئر دائود جا تہ هينئر ئي پوسٽر ڦاڙي ماڻهن نفرت جو اظهارشروع ڪري ڇڏيو هو. جڏهن تہ زيد جا پوسٽر ۽ بينر جهنڊا هر جاءِ تي لڳل هئا.جن جي ماڻهو سانده جهڙي پاڻ ئي حفاظت ڪري رهياهئا. ۽ گڏ ڪٿي هلي رهيا هئا. اڳوڻي ميئر جا تہ ڪافي فوٽو پوسٽر اڏ ڪان ڦاٽل ديوارن تي لڳل هئا. ان اڌ ڦاٽل پوسٽرن مانميئر جي رڳو هڪ اک عينڪ جي هڪ شيشي مانںظر اچي رهي هئي!ڪافي پولنگن تي اڳئين ميئر جي ماڻهن ڏانڌلين ڪرڻ

جي ڪوشش به ڪئي پر ماڻهن جي ميڙ جي نعرن ۾ ئي هو دٻجي ٿي ويا ۽ مجبورن خاموش ٿي پئي ويا. عوام جي ان ئي دٻاءُ ڪري ووٽنگ صاف ٿي، جڏهن ووٽنگ ختم ٿي ته ڳڻپ جومرحلو هليو ۽ پوءِ نتيجي جو اعلان جنهن ۾ زيد وڏيڪ سيٽون حاصل ڪيون ۽ اعلان زيد جي ڪاميابي جو ڪيو ويو. زيد جي ڪاميابي جو اعلان ٿيندي ئي پوري ڪراچي ۾ ماڻهن جهمريون پائڻ شروع ڪيون. خوشيءَ مان ناچ گانا ڪرڻ لڳا، هڪ ٻئي کي مبارڪون ڏيڻ لڳا، مٺايون ورهائڻ ۽ کائڻ لڳا. سچ پڇو ته هي خوشي پاڪستان جي ورهاڱي جهڙي ٻي خوشي ته هئي پر هن ۾ اها ڪا به خونريزي نه ٿي جيڪا ورهاڱي وقت انگريزن ساز تهت ڪرائي هئي.ان ورهاڱي ۾ انگريزن جي ڏاري حڪومت ختم ٿي هئي جنهن ۾ اوپرائپ جو زنهو ۽ هن اليڪشن ۾ شخص پرستي جي هڪ هٿي جو زهر ختم ٿيو هو. جنهن ۾ ڳئين ميئر زيد هٿان بري طرح شڪست کاڌي هئي. اليڪشن کٽڻ جو هي ڏينهن جهڙو ماڻهن جي مرادن پوري ٿيڻ جو ڏينهن هو ...! ڪاميابيءَ جي هن خوشي ۾ ويچارگين جي سوڙهين ۽ بي ترتيب گهٽين م هلندي جتي رڳو حيرانين جون ڪاهيون ٿي نظر آيون سي به اڄ اميد جي خوشيءَ مان ٻهڪي رهيون هيون. قول بازار ۽ پڳڙا گهٽيءَ جون ته مهڪارون پنهنجيون هونديون آهن جيڪي من ۾ رچيو وڃن ۽ محنت ڪرڻ لاءِ همدرديون وڌيو وڃن. هتي پنجابي پورهيتن جي اڪثريت رهندي آهي، جيڪي دڪاندار ۽ پورهيت طبقي جڙوتا ۽ سماجي ماڻهو آهن. انهن جي سادي سودي فيملي ۽ ٻار هتي ننڍن ننڍن گهرن ۾ آباد آهن جن جي سماجي زندگي به ايڏي سنڌريل ناهي، هن علائقي ۾ پرچون جا دڪان.لسي جڙدڪان ۽ بيڪريون اڪثريت ۾ آهن، هننجون ڪجهه عورتون فيڪٽرين ۾ به سخت محنت ڪري پنهنجي مردن جو سهارو بنجنديون آهن.ڪجهه پريان پناڻ به اهڙي وچولي حالت م رهندا آهن جتي اڪثر سنڌي ماڻهو ڪجهه چڙا ته ڪجهه سگهرا نوڪرين وارا رهندا آهن، اهي به وچئين درجي جا پر مشڪل حالتن ۾ آهن جن ۾ اڪثريت ڪچين سنڌين جي آهي، جيڪي بنهه طبعيت ۾ به سادا آهن. ڪافي سنڌي ٻين مختلف علائقن ۾ به رهندا آهن، انهن مٿين مڙني ماڻهن پرپور ۽ جذبي تحت هن اليڪشن ۾ حصو ورتو ۽ ڪاميابي حاصل ڪري پنهنجن پنهنجن علائقن ۾ پنگڙا، هو جمالا ۽ ٻيا ناچ گانا شروع ڪري ڏنا هئا. هن وقت پوري

ڪراچيءَ جي ماڻهن تي خوشيءَ جي لهر ڇانيل هئي، لياري ۾ تہڀرپور زبردست نموني نوجوان ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون جشن ملهائيندا آهن، جنهن ۾ شريف باڪسر ۽ خادم بلوچ خاص ڪردار ادا ڪندا آهن ۽ سڄي رات شور شرابو هلندو رهندو آهي، پر هي ٽڪڻ وارا ٿي نہ هئا، هنن جا هڏ سچا هئا، خوشين جا اهڙا سلسلا تہ هميشہ هلندا رهن، هن اليڪشن ۾ اردو ڳالهائيندڙ دوستن بہ زيد جي حمايت ۾ ڀرپور حصو ورتو، هي ڏتڙيل دوست بہ هاڻ ڪجهہ نہ ڪجهہ پنهنجي پيرن تي بيٺل آهن ۽ شهري ڪاروبار هئڻ ڪري وچئين طبقي ۾ داخل آهن، هي دوست اڪثر ڪري تاريخي زوالن جي اوچتي حادثن ڪري ۽ خاص ڪري ورهاڱي وقت جي حالتن ۾ مختلف قومن طرفان ٿيل زيادتين ۽ مليل بي رحمين ڪري اڪثر خدشن، حيراني ۽ شڪ جي ڪيفيتن ۾ رهندا آهن، هي بہ دنيا جي ٻين ماڻهن وانگر فيملين وارا آهن ۽ پنهنجن ٻچڙن جي مستقبل جي فڪر ۾ رهندا آهن ۽ زيد جي اڳواڻي کي معجزاتي دور سمجهي رهيا هئا....!

ٻئي ڏينهن کان وٺي زيد کي گهر تي ماڻهو عورتون پارٽي ميمبر دوست عزيز مبارڪون ڏيڻ لاءِ اچڻ شروع ٿي ويندا آهن جيڪو سلسلو بہ طويل هلندو آهي، آخر زيد ميئر ٿيڻ جي صورت ۾ سمورن پارٽي عهديدارن ميمبرن ۽ سينيئر ساٿين سان گڏجي مزار قائد تي حاضري ڀرڻ ۽ سلامي پيش ڪرڻ ويندو آهي.

"جڏهن تہ ٻئي ڏينهن تقريب حلف برداري هوندي آهي"

# باب 20

هن وقت زيد بلديہ جي اليڪشن کٽي ڪانپوءِ ڪراچيءَ جي ميئر جي ڪرسي تي ويٺو هو ۽ آفيس جو رڪارڊ جانچڻ ۾ مصروف ٿي ويو هو پر هن وچ ۾ ملڪ جي وڏن شهرن مان دوستن جا فون اچڻ لڳس، جيڪي اليڪشن کٽڻ جون زيد کي مبارڪون ڏئي رهيا هئا. ان سان گڏ ڪافي ٻاهرئين ملڪن جي دوستن جا ساڳيا اهڙا فون زيد وٽ ڪجهہ ڏينهن تائين ايندا پئي رهيا، عرب امارات مان زيد جي هڪ حجتي دوست شيخ شهزادي حماس جو بہ فون آيو تنهن ڪي زيد جي ڪاميابي تي دل جان سان خوشي ٿي هئي تنهن ڪي زيد ڪراچي اچڻ جي دعوت بہ ڏني هئي، جنهن اچڻ جو وعدو بہ ڪيو هو.

اليڪشن کٽڻ ڪانپوءِ زيد پنهنجا باديءَ جا عهديدارمختلف جاين تي تہ ورهائي رکيا هئا پر آڏيٽ ڊپارٽمينٽ جا عهديدار ڪنهن طرح ساڳيا اڳوڻا تا رهن، جيڪي ڳاڙهي وارن واري يوربي زهن رکندڙ،مان جي چوڻ مطابق تہ: هي هتي مستقل رهندڙ آهن، تنهن ڪري هنن جي گروپ ۾ في الحال واڌ ڪرڻي ناهي" هن جي هن هڪ طرفي ۽ سخت ڳالهہ تي في الهال زيد بہ بحث نہ ڪيو، هن آڏيٽ گروپ ۾ جميل

متاثر ڪندڙ شخص هو، جنهن کي تجربو بہ ڪافي هو.تنهن کي زيد سيڪريٽري ڪري رکيو، پر زيد کي هي آڊيٽ گروپ وارا جيڪي روبوٽ وانگر هري هري چرپر ڪندڙ ۽ گهٽو ماٺ رهندڙ، جهڙو ڳجهيون قوتون رکندڙ لڳندا هئا!

هن وقت بلديہ جي آفيس ۾ ڪم جي مصروفيت دوران زيد کي اڳئين ميئر سيٺ دائود جو فون ٿو اچي، جيڪو چوڻ لڳندو آهي: زيد مون واري ڪرسي تي ويهي ڏاڍو سٺو محسوس ڪندو هوندين..؟

زيد: مون واري ڪرسي ...! دائود صاحب هي ڪرسي تنهنجي منهنجي ناهي...! هي عوام جي ڪرسي آهي، جنهن کي لائق ماڻهو جي ضرورت هوندي آهي، اچ سيٺ دائود سيريز ۽ پريشان نظر اچي رهيو هو چوڻ لڳو: زيد اها ڪرسي تو دوکي سان حاصل ڪئي آهي.

زيد : دوکي سان....! ميان اچ پيتل نہ اٿئي، تڏهن پيو پريشاني ۾ ٽڪڙو ڳالهائين، مون ڪهڙو دوکو ڪيو توسان ....!؟

ڏند ڪرٽيندي سيٺ دائود چوڻ لڳو: تو هر هنڌ منهنجي سڌي مخالفت ڪئي هئي ......!

زيد : مون تہ توکي اهو ڪو نہ چيو تہ تو مون تي سڌي فائرنگ ڪرائي هئي، پر هي ڳالهہ ڏيلنُ رک سابق ميئر ! مان قوم کي ڪليل ۽ هڪ طرفو پيغام ڏيڻ جو عادتي آهيان ....!

ڪجهہ دير سيٺ دائود ڳيتن ۾ ويچارن پئجي ويو. نيٺ رڪي رڪي چوڻ لڳو زيد: جنهن ڪرسي تي تون اچ ويٺو آهين ان جون پنهنجيون مجبوريون هونديون آهن .... جذبات ۾ اچي موجوده ميئر زيدُچوڻ لڳو: سماج ڪ انصاف گهرجي ۽ توهان پنهنجي جبر ۽ لٽ مار کي لڪائڻ لاءِ مجبوري جي ڳالهہ تا ڪريو.... توهان ميئر جي لائق تہ نهيو بلڪ شهر جي معزز واپاري رهڻ جي بہ هاڻ لائق ناهيو رهيا تون جلاد آهين....!

زيد جي جذبات ڪي نظر انداز ڪندي سيٺ دائود سمجهائڻ واري ٺڏي انداز سان چوڻ لڳو: زيد اچ تون مونواري عهدي تي آهين، سڀاڻ مون واريون مجبوريون

ڪنهن نہ ڪنهن شڪل ۾ تو آڏو اچيون آهن ! پوءِ پاڻهين سڀ ڪجهہ سمجهي وٺندين ....!!

زيد: مان انهن کي پاڻ نبرينداس، مان هر قرباني ڏئي ڇڏيندم.پر وري بہ هڪ ڳالهہ توکي ياد ڏيارين، نہ هڪ ميئر ۽ گاڏڙ اسمگلر ميئر ۾ فرق هوندو آهي ۽ هڪ ٻہ ڏينهن اڳ تنهنجي اسمگلر ماڻهن ۽ پوليس جي دوبدو فائرنگ بہ ٿي آهي، توهان تہ ان ڳالهہ کان واقف هوندا .....!! ۽ تنهنجو فائيل ڊي آءِ جي واري ڪرسي تي تيار رکيو آهي.

سيٺ دائود: پر مون کي ٿيندو ڪجهہ ڪو نہ، اها ڳالهہ ڏار ۽ معمولي آهي.

زيد: اهو تنهنجو ذاتي مسئلو ۽ عمل آهي، پر آئنده خامخواه فون ڪرڻ جي تڪليف نہ ڪجان. زيد رسيور رکي ڪجهہ سوچڻ لڳو ۽ پوءِ رٽيل پروگرام کي ذهن ۾ آڻيندي سيڪريٽري جميل کي گهرايائين ۽ ان کي چوڻ لڳو، مسٽر جميل، اڳئين ميئر جي ڏينهن کان شهر جا صفائي ڪندڙ عملي جا ڪجهہ ماڻهو بک هڙتالن تي ويٺل آهن هاڻ انهن کي اٿارڻ گهرجي ...؟

جميل: پر سائين ان عملي جو ٻن ٽن مهينن جو پگهار رهيل آهي ائين اٿندا ڪو نہ .

زيد: پگهار انهن کي ڏيڻي پوندي! اليڪشن کٽڻ کانپوءِ پهرين اهو مسئلو حل ڪرڻ آهي، ڇو تہ شهر گندگيءَ جي ور چڙهي خراب ٿي ويو آهي، تنهن ڪري اول ان جي صفائي جو خاص انتظام ڪرڻ ضروري آهي ۽ اهو انتظام تڏهن ٿيندو جڏهن صفائي ڪندڙن کي پگهارون ملنديون. جميل ڪجهہ دير خاموش رهي مصلحت جو مظاهرو ڪندي چوڻ لڳو: پر سائين ان لاءِ نوان فنڊ اچڻ پوءِ ان مسئلي کي ڏسنداسين ڇو تہ بلديہ جي اڳين جمع ٿيل رقم کي بچائڻو آهي. ڇو تہ اها رقم ٿوري بچيل آهي ...!

زيد: اها رقم نہ تنهنجي آهي نہ منهنجي.ٿوري آهي يا گهڻي عوام جي آهي، عوام جي مسئلن لاءِ استعمال پيا ڪريون، تنهن ڪري هلڻ جي تياري ڪر ڇو تہ انهن جو ڪرسمس بہ ويجهو آهي!جميل خاموش رهيو، پوءِ گڏجي سڌو پريس ڪلب

ٻاهران صفائي ڪندڙ ٻڪ هڙتالي عملي وٽ آيا، جن کي مطالبن مڃڻ جي يقين ڏهاني زيد ڪرائي گلن جا هار پارائي جوس ڀريل پياري پوءِ شهر جي صفائي ڪرڻ لاءِ ٻيو ٻه عملو سامان ۽ گاڏيون گهرايون ويون، تنهن تي زيد اعلان ڪندي چوڻ لڳو: اڄ کان نئين سر شهر جي صفائي جي ابتدا ۾ هن ٻهاري ۾ هٿ وجهي شروعات مان ڪندس، تنهنتي جميل چيس: سائين ڇا ٿا ڪيو!؟ ائين نه ڪيو توهان! موٽ ۾ زيد چيس: صفائي ڪندڙن جي ٻهاري ۾ مان پنهنجو هٿ نه وجهان...! هن ٻهاري ۾ جڏهن هڪ انسان پورهيت هٿ وجهندو آهي، تڏهن وڃي ڪا صفائي ٿيندي آهي، هن افتتاح ۾ ڀريون هٿ ٻهاري ۾ مان وجهندس، ائين چئي زيد ٻهاري ۾ هٿ وجهي رستي تي هٽندو آهي ۽ پوءِ سمورا صفائي ڪندڙ به في الحال مصروف ٿي ويندا آهن ڪم ۾ ، ڇو ته هنن کي اها به خوشي ٿيندي آهي ته اڳئين ميئر طرفان بند ٿيل پگهار زيد جي ميئر ٿيندي ئي هنن کي ملڻو ٿيو آهي، ٻيو ته زيد اسان جي عزت افزائي ڪئي آهي ۽ نرمي جو اظهار ڪيو آهي،جيڪو اڳئين ٻي رخي ميئر ۾ نه هو، ان خوشيءَ ۾ سمورا صفائي ڪندڙ زيد جي حمايت ۾ نعرا هڻڻ شروع ڪندا آهن ۽ وڏي شوق ۽ جذبي سان گٽرن جا لوهي ڍڪ کولي لڪڙا هڻڻ شروع ڪندا آهن ...!

باب 21

زيد صفائي ڪندڙ عملي کي خوش ڪري ساڻين سان گڏ معذورن جي هنري سکيا گهر جي ساليانه تقريب جي صدارتي دعوت ۾ ايندو آهي، هي تقريب سادي پر تماشانائتي نموني جي هئي.جنهن ۾ ڪافي معذورن شرڪت ڪئي هئي، جن ڪافي جديد سکيل هنرن جو مظاهرو ڪري ڏيکاريو ۽ متاثر ڪيو، هن تقريب ۾ ڪرنل مشتاق به خاص مهمانن ۾ شامل هو، جيڪو پڻ پير کان معذور هو، پر پوءِ به تجرباتي بنيادن تي فوج ۾ نوڪري ڪري رهيو هو، پير ۾فريڪچر هن کي 1967ع جي جنگ دوران ٿيو هو، پر هن جي همت اڄ به جوان ۽ ڪلمڪ هئي، زيد ۽ ڪرنل مشتاق هڪ ٻئي سان تمام سٺي گرمجوشي سان مليا ۽ پوءِ ويهي ڪچهري به ڪندا رهيا. ڪرنل مشتاق سلفي جو شوقين ۽ سادو ماڻهو هو، جنهن کي هن وقت به لباس سادو پاتل هو ، پر سٺي پرسنلٽي وارو فڪري ماڻهو، هن وقت رسمي ڳالهين جي گپ

شپ ۾ ٻئي خوش نظر اچي رهيا هئا. آخر ۾ زيد صدارتي تقرير ۾ معذور شخصن جي صلاحيتن ۽ هنرن جي واکاڻ ڪندي انهن جي همت افزائي ڪئي ۽ آخر ۾ معذورن جي اداري کي بلديہ طرفان هڪ لک روپيا امداد ڏيڻ جو اعلان ڪيو.

زيد جي هنن ٻن ڪمن يعني صفائي ڪندڙ عملي جي پگهار جو مسئلو حل ڪرڻ ۽ معذورن جي اداري کي هڪ لک روپيا امداد ڏيڻ واري عمل تي يورپي ذهن رکندڙ ڳاڙهن وارن واري امان مخالفت جو بحث بلديہ ۾ اچي ڇيڙي رکيو تہ : زيد بنا مشوري جي ائين ڇو ڪيو؟ ۽ اهو بہ اڃا شرط ۽ مون کي ٻڌايائين بہ نہ ! آخر آئون بہ اعزازي حيثيت رکندڙ شخص آهيان. تنهن ڪري هاڻ آئون ذاتي طور تي ڏيندڙ ڪي بہ فنڊ جاري نہ ڪندس ۽ اهي ڏيڻ بند ٿو ڪيان.

امان ج اوچتي هن غير سنجيده ۽ تڪڙي فيصلي تي زيد ۽ ان جي پوري ڪابينا حيران ٿي وئي ۽ پرواهہ بہ ان ڪري ڪرڻ لڳا جو هن شخص جي بزنس مئنن ۾ حيثيت نهيل هئي، ٻيو تہ وڏا فنڊ ڏيندڙ شخص هو. ٽيون تہ انهن فنڊن جي هن شروعاتي دور ۾ انتهائي ضرورت بہ هئي، جڏهن تہ هي ٻي حجتو شخص امان هنن جي آزاد پاليسي کان هٽي ٻيو رخ اختيار ڪري پنهنجي هلائڻ لڳو هو. جنهن جي پرواهہ جي هن وقت ضرورت بہ هئي! زيد اتڪ واري هن دور ۾ پاڻ کي عجيب مشڪلات جي سامهون محسوس ڪيو. زيد ڪ ڳو تہ : آئون هن وقت تاريخ جي عجيب دور جي دروازي تي بيٺو آهيان. هڪ طرف هن پراڻي بيٺل سسٽم ۾ ايجادي جديد گهرجن جي راهہ هموار ڪرڻي آهي، جنهن ۾ اسان جو مستقبل آهي، تہ ٻئي طرف ماضيءَ جي خراب نشانن ۽ ڪمزورين کي صاف ڪرڻ هو. پر هيڏانهن وري خوف ۽ رنڊڪ جا سايہ اسان سان گڏ سفر ڪري رهيا آهن ....! جڏهن تہ اسان کي ٻي خوفي ۽ سنجيده خوديءَ سان منهن مٿي ڪري هلڻو آهي. جنهن ڪري آزاد دنيا جي رش، هلچل ۽ طريقن کي آرام سان ڏسي سگهجي ٿو. ڇو تہ جنهن شئي کي لاغرضي مان اسين نظر انداز ٿا ڪيون ان مان ٻيا ماڻهو فائدا حاصل ڪيو وڃن. ان ۾ رڳو اسان جي توجهہ جي ڪوتاهي هوندي آهي. هونئن بہ زندگيءَ ۾ ڪا گهٽتائي ڪا ڪوتاهي تہ اونهہ ئي رهجي ويندي آهي ؛ پ اِسين ماضيءَ جي ڪچي دور تي واڻڙا نتا رهڻ چاهيون ۽ نہ ڪوتاهين جي اند دور جا ٻار بہ بنجڻ ٿا چاهيون...! ٻئي پاسي

هتي جا سادا سپاجها ماڻهو گهڻ ۾ گهڻ پنهنجون گهرجون ته رکن ٿا. هي ڪو جيت جڙا ته ناهن جو هنن جي گهرجن ۾ بيمارين کي نظر انداز ڪجي، هڪ ويلي جي ماني ڪائڻ کان پوءِ ٻئي ويلي مانيءَ جي ضرورت پوندي آهي، هي ماڻهو ٻين ترقين کان سواءِ في الحال بنيادي گهرجن جا ته حق ٿا رکن جو هنن جا پگهار روڪيا رهجن. هي ماڻهو آسان روزگار سازگار حالتن ڪري حاصل ڪري سگهن ٿا. اهي به هي انتهائي غريب ماڻهو ۽ ٻيا سفيد پوش ماڻهو: ڪيستائين پاڻ کي خوش فهمي جي حجاب ۾ ڍڪي رکندا! جن جي زندگيءَ جون لازوال گهڙيون غربتجي ديوار جي تيسي ۾ ڪٻمن ته سڙيو خاڪ ٿيو وڃن....! غربت جي هن هيڪاندي ڪاڻ ۾ موت جي بستري تي ليٽيل ۽ دوا کانسواءِ مرندڙ شخص جي مدد سماج جو معتبر محسوس ڪيو ويندڙ شخص به نه ڪندو آهي....! ذاتيات پرست اهو معتبر رڳو نشي جي بوتل ۽ پگهل گوشت ڪائڻ جي تسڪين ۽ غريب جو جسم حاصل ڪرڻ جي حرص ۾ غرق رهندو آهي....!

جڏهن ته اسان جهڙن ماڻهن جي شخصيت جو اثر به تڏهن واڌ ڪائي سگهي ٿو جڏهن سچائي سان گڏ صلاحيتون ماڻهن جي ڪم ۾ مصروف رهن، ته اهو سحر ماڻهن کي به گهيري رکي ٿو ۽ جڏهن ڪنهن ڪردار جي بنيادي همدردي واري ڪم مان دلچسپي يا لڪل پنهنجي منهن واري پرهيزگاري جي اثر جو عمل ختم ٿئي ٿو ته اهڙي شخص مان سحر ۽ اڏام ازخود ختم ٿي ويندي آهي ۽ گهيرو چمايل ساٿي پر اثر حالتن کي ضايع ٿيل مهسوس ڪري ٽڙپکڙ ٿي ويندا آهن....! وري اوچتو جهٽڪو ڪائي زيد کي ائين لڳو ته : هنن ڪوڙ ساريون اميدون ڏاري بلديه ۾ هن وڏي ۽ مشڪل ٽڪريءَ تي وڏي چاهه سان ٽڪي ٽٽي ته ڪاميابي جو جهندو اچي ڪوڙيو. پر هتي پهچي جانچي ڏسڻ کان پوءِ جهڙو هنن جي منهن تان في الحال پاڻي ڦيرجي ويو هجي جو ته اوچائي جي هن ٽڪريءَ تي نه رهائش جا آسائتا گهر نظر آيا نه اناج ۽ پاڻي جا ذخيرا نظر آيا ۽ نه ماڻهن جي سهاري لاءِ ڪي عملي پروگرام نظر آيا جو ماڻهو ان سهاري في الحال هتي رهي گذارو ڪرڻ جهڙو ٿي سگهي ها. زيد هن ڳالهه وارن واري شخص امان جي هي جبري آڪڙ ڏسي سوچي ٿو ته : جيڪڏهن مون کي اقتدار جي وڏي طاقت ملي ته هنن ڪارخانيدارن جو غرور ۽ ظلم ختم ڪرڻ لاءِ هنن

جي واڌو دولت ڪارخانہ هنن ڪان ڦري قومي خزاني ۾ جمع ڪرائي ڇڏيان پوءِ ان ملڪيت مان غريبن جا ڪم ڪيان. پر زيد بہ همت هارڻ وارو نہ هو سوچڻ لڳو: پر هي ڳاڙهي وارن وارو ميسٽو امان اعتراض ڪري ڇا تي پيو ؟ صفائي ڪندڙن جي جاري ٿيل پگهارن تي ...! يا معذورن جي امداد تي !!! هن ڪي اهو ذهن ۾ نٿو اچي تہ بدنصيبي جون بگڙيل نوڪرون ماڻهو ڪي رجيو الاءِ ڪٿي پهچائي رلائن ٿيون! ۽ هي ناخرو امان انهن غريبن جي ڪم ڪرڻ بجاءِ پيو رڪاوٽون وجهي !، اڄ هن سان هڪ هڪاٽي ڪرڻي آهي، ناهي مون ڪي اهڙن جي فندن مهيا ڪرڻ جي پرواهہ .... پر في الحال ڪو بيو رستو بہ نظر ۾ ناهي ...! پر تنهن هوندي بہ زيد جي جذباتن پڙڪو ڪاڏ و ۽ هن بيل وڃائي پنيوالي ڪي گهرائي امان ڪي گهرائڻ جو حڪم ڪيو. جنهن ان ڪي فون ڪيو تہ ڪجھ دير ۾ امان صاحب بہ اچي ويو. جنهن ڪي غور سان ڏسندي زيد چيو: مسٽر امان صاحب مان هتي جو ميئر ان ڪري نہ ٿيو آهيان جو منهنجي هٿ ۾ ڪي بہ اختيار نہ رهن ۽ مان ماڻهن جا ڪي بہ ڪم ڪري نہ سگهان ...!؟ هن عمل ڪي آئون پاڻ لاءِ ڪهڙو چڪر سمجهان ....؟ ڇو تہ جيڪڏهن اسان جا باهر وارا فند بند ڪيا ويا جيڪي تو جهڙن ڇگن ماڻهن طرفان مهيا ڪيا تا وڃن بيو تہ بلديہ جي بذات پنهنجي رقم جائز ڪمن ۾ استعمال ڪرڻ ۾ رڪاوٽ پئدا ڪئي وئي تہ ماڻهو اسان ڪان بدظن تي ويندا ۽ اهڙي فند جي رقم روڪڻ يا هڙپ ڪرڻ جي عادت اسان لاءِ ۽ اداري لاءِ سازش آهي ان ڪان بهتر آهي تہ مان هي ادارو ڇڏي ڏيان، ! ان لاءِ توکي گهرايو اٿم تہ جيئن گڏجي ڪو حل ڪڍي سگهون هن ڳالهہ جو ....!!

زيد جي ڳالهہ ٻڌي ڪجھ دير سوچي امان چوڻ لڳو: زيد صاحب، هتي جو اڳيون اصول اهو رهيو آهي تہ گڏجي ڪنهن ڳالهہ ڪي ڪٿبو آهي اهو بہ اڳہ جي رٿيل صلاح مشوري سان.توهان جي هن آزاد عملن تي ڪجھ ساتي اعتراض تا ڪن...!

زيد: پرآئون ڪو ٻاهريون رستو يا فالتو رستو تہ اختيار نہ پيو ڪيان،شهر جي صفائي ۽ معذورن جي همت افزائي لاءِ هلڪو ڦلڪو قدم ڪنيم سو خراب ٿيو ڇا..!؟

ڪافي دير جي بحث ڪان پوءِ يورپي ذهن رکندڙ ڌارين وارن وارو امان چپ ٿيو وڃي.نيٺ زيد ڄ ڳالهه مڃيندي چوي ٿو ته : نيڪ آ سائين آئون پنهنجا ذاتي فنڊ ۽ باهريان بحال ٿو ڪيان ۽ اداري ۾ رکيل رقم تي اوهان جي ڪابينه جي خودمختياري جي حمايت ٿو ڪيان، پر پوءِ به اسان کي شخصي اهميت ۾ رکي ڪجهه مشورا ڪندا ڪريو ته خوشي ٿيندي. هن جي ڳالهه ٻڌي زيد خوش لهجي ۾ وڌيڪ مطمئن ڪندي چيس ته :ادا جيڪڏهن مون کي ڪنهن واڌو مدد ڪرڻي پئي ته آئون پين هنڌان امدادون وٺڻ جي ڪوشش ڪري اهو ڪم ڪندس، باقي اداري سان لاڳاپيل خرچ جئين صفائي ڪندڙ عملي جو پگهار وغيره وارو دستوري عمل آهي سو ته هاڻ ب روڪ جاري رهندو. گهٽ ۾ گهٽ مان پنهنجي دور ۾ ته اها معمولي رڪاوٽ پيدا ٿيڻ نه ڏيندس تاڪه وڌاڪر ڪري سگهان. باقي ڪجهه رضاڪارانه ۽ ڪجهه ٽئڪس هاصل ڪرڻ وارا ڪم آهن ان مان اوهان اسان جا حمايتي تي رهو. اهو اسان لاءِ اعزاز آهي. هن ڳالهه کان پوءِ في الحال ٻئي مطمئن نظر اچڻ لڳا.

# باب 22

اڄ موڪل جو ڏينهن هو، هي صبح جو وقت هو، زيد پنهنجي گهر جي لائونج ۾ چهل قدمي سان گڏ ڪجهه ڳالهيون بہ سوچي رهيو هو ايتري ۾ اڳئين ميئر سيٺ دائود جو مخالف ۽ شهر جو مشهور غنڊو زيد سان ملاقات ڪرڻ لاءِ آيو، جيڪو پنهنجي منهن زيد لاءِ همدردي رکندو هو، چاڪليٽي رنگ جي حنيف جي چهري تي ڪاري عينڪ پاتل هئي، جيڪا اڪثر هن جيچهري تي پاتل ئي رهندي هئي، هٿ ملائڻ ڪانپوءِ ٻئي ڪرسين تي ويٺا تہ زيد چيس: معاف ڪجو مون توهان کي سڃاتو ڪو نہ ؟ موٽ ۾ حنيف هلڪو کلندي چيو: پر سائين آئون توهان کي تمام سٺي طرح سڃاڻان ، هونئن بہ اسان جوڪافي جاين تي آمنو سامنو بہ ٿيو آهي ۽ اوهان لاءِ اسان جي سوسائٽي تمام مهربان ۽ خوش هوندي آهي.

زيد: توهان جو تعارف ؟ هن وقت مرتضيٰ بہ اچي ڪرسي تي هنن سان ويهندو آهي.

حنيف: سائين توهان وڏا ماڻهو آهيو ان ڪري اسان جو تعلق بہ خاص ڪري وڏن سان پوندو رهندو آهي، ڇو تہ وڏن ماڻهنجو ڪم هر طبقي جي ماڻهن سان رهندو آهي ۽ هرماڻهو وٽ پنهنجو پنهنجو ڪم هوندو آهي. بنيادي طور تي منهنجو

واسطو جرم جي دنيا سان آهي. ۽ اسان جو ڪم سماج ۾ ڪڙو ڪم هوندو آهي، جڏهن ته هان غندي تسليم خان جي گروپ جوماڻهو آهيان. جنهن جون ڪجهه لانچون اڳئين ميئر پنهنجي دور ۾ پڪڙايون هيون ۽ پوءِ پنهنجي قبضي ۾ ڪيون هيون ۽ پوءِ تسليم خان اڳئين ميئر تي سڌو قاتلانه حملو به ڪرايو هو پر في الحال ٻچي ويو هو. پيشه ور غندي ڪلئي نموني زيد سان پنهنجو تعارف ڪرائي ڳالهيون ٻڌائيندي چوڻ لڳس ته : اسان جي توهان ۾ دلچسپي ان ڪري به آهي جو توهان اڳئين ميئر جا مخالف گروپ جا آهيو. تنهن تي زيد چوڻ لڳو: ادا اها ته اسان جي هڪ سياسي هلچل جي ڳالهه آهي پر هن باري ۾ مان توهان جي ڪهڙي خدمت ٿوڪري سگهان...؟

حنيف: سائين خدمت لاءِ ته اسين آهيون. منهنجو مقصد هو هن مشوري ڏيڻ جو ته : توهان سان اڳئين بدمعاش ميئر جي ڪنهن به صورت ۾ دشمني هلندي رهندي. تنهنڪري توهان پنهنجي بچاءُ لاءِ اسان جي خاص فورس جا ڪجهه ماڻهو مقرر ڪري رکو. تاڪ اهي توهان جي خاص هفاظت لاءِ رهن. تنهن تي زيد هن جي ڳالهه تي حيران ٿيندي جواب ۾ چيس ته : مان پنهنجي اردگرد جرم جي مرغي ته ڇا پر ان جا ڪنب به برداشت نٿو ڪرڻ چاهيان. وري حنيف زيد کي سمجهائيندي چوڻ لڳو: سائين هي اڳيون ميئر نه ماٺ ڪري ويهندو ۽ نه اوهان جو پيڇو به ڇڏيندو اوهان کي تنگ ڪندو رهندو. تنهن ڪري ان کي منهن توڙ جواب ڏيڻ لاءِ توهان کي پنهنجي بچاءُ جا ڪوڙ جهنگ اهن غندن جا ۽ بيو ته هي اڳتي لاءِ به توهان لاءِ خطرناڪ پروگرام ناهيندو رهندو. موٽ ۾ زيد سڌو جواب ڏيندي چيس ته. مهربان مون کي دهشتگردي جا جهنگ پنهنجي بچاءُ لاءِ نه ڪپن. اهي جهنگ بچاءُ جا مون لاءِ عوام آهي ۽ بس.

حنيف عينڪ لاهي صاف ڪندي مطمئن انداز سان چوڻ لڳو: سائين ڪنهن به ڳالهه جي تڪڙ ناهي ۽ بيو ته اهڙو ڪو به مرحلو اچي ته مونسان رابطو ڪجو.

عينڪ لاهڻ کان پوءِ زيد هن جي اکين ۾ ڏٺو ته انهن ۾ ڏاڍي وحشت ۽ جرم جا ڪيترا نشان سمايل هئا. پر زيد هن کي ڪجهه بيو چيو ڪو نه ايتري ۾ پريان خادم بلوچ پريشان حالت ۾ اچڻ پئي لڳو. جنهن کي ڏسي زيد اتي ان وٽ عليحده بيهي سبب پڇڻ لڳس. تنهن تي هو ٻڌائڻ لڳس ته : سائين هڪ نئون

انڪشاف ٿيو آهي تہ ڪيترا غريب بلوچ ماڻهو اڳواڻن ۽ سردارن وٽ قيد ۾ يرغمالي واري زندگي ڪاٽي رهيا آهن .!!! اهو بہ لڳاتار ڪافي زماني ڪان. انهن سردارن جون بلوچستان ۾ جاگيرون آهن، هتي پراپرٽيون آهن، اثر رسوخ اُهن. جيل پنهنجا آهن.

قانون سزائون پنهنجون آهن، سردارن انهن قيدين مان هڪ باغي قيديءَ کي لياري پوليس وٽ قابو ڪرائي رکيو آهي، اهو بہ گهڻي وقت ڪان جنهن جي هينئر حالت انتهائي بگڙي موت ويجهو پهچي چڪي آهي پر ان کي اسپتال داخل نٿا ڪرائين!

حيراني مان زيد چوڻ لڳو: پنچائت جو ڪو مسئلو هجي تہ بلديہ ۾ حل ڪرڻ جي ڪوشش ڪجي، پر هي تہ تمام ڳرو مسئلو پيو لڳي، موت ۾ بي چيني واري انداز مان خادم چوڻ لڳو: سائين اسين شڪ ۾ دشمن کي باهر ۽پري پري تائين ڳولهيندا آهيون پر اسان وٽ دشمن اسان جي گهر جا صدين ڪان اسان تي ڪڏهن سڌي ڪڏهن اڻ سڌي طرح هن حالت ۾ موجود آهن، جن تي اتفاق سان اسان جي توجهہ ئي نہ وڃي سگهي آهي ۽ جيڪڏهن توجهہ وئي بہ تہ هنن جي ظاهر مخالفت پر جيڪي وري اندران مليل خاندان جا ماڻهو هوندا آهن سي رخ ڦيرڻ لاءِ پراڻا نظرياتي نعرن سان ڏئي پڪيڙي ڇڏيندا اُهن، جنهن ۾ هنن جي خانداني سگهہ ۽ حاڪميت جو بچاءُ هوندو آهي.

زيد: تو هن قيدي کي ڇڏائڻ جي ڪوشش ڪئي؟

خادم: ها سائين! سادي طريقي سان مون اها ڪوشش ڪئي پر پوليس چيو هي سنڌ ۽ بلوچستان جو خطرناڪ سماجي ڏوهاري آهي، هن کي آزاد تہ ڇا علاج لاءِ بہ ٻاهر نہ آندو ويندو ...!!

زيد خادم کي وٺي سڌو پنهنجي ڊارڪ روم ۾ آيو، جتي ويهي هن ڪان وڌيڪ تفصيل وٺڻ لڳو. زيد شيشي جي دري مان ٻاهر ڏٺو تہ مرتضيٰ سان گڏ حنيف اڄان بہ ويٺو هو جيڪو مرتضيٰ سان فري ٿي ان کي پنهنجي ڳالهين ۾ اٽي بهلائي رهيو هو، جيڪو زيد کي تمام خراب لڳو تہ حنيف جهڙو ٽڙيل ماڻهو هن ٻار مرتضيٰ سان ويهي بگڙيل سوسائٽي جون ڳالهيون ڪري، پر هن پل زيد انتها مجبور هڪ سنجيده ۽ نئون ڪيس خادم واتان ٻڌي رهيو هو. جيڪو وڌيڪ چوڻ لڳو: سائين

سردارن جي جرم جا هتي ڪافي اڏا آهن لياري ۾ ڪجهه اهڙا وڏا هوٽل به آهن جن ۾ رڳو فحاشي، اسمگلنگ ۽ ڏوهاري ماڻهن جو اڏو نهيل آهي. بيو ته سردارن جون غريبن ڪان نفرت ڪندڙ شاهي محفلون ۽ وڏا نت روزانه جو معمول بنيل آهن. جن محفلن ڪان هاڻ غريب طبقي ڪي نفرت ۽ ڪاوڙ لڳندي آهي ۽ سائين بي به هڪ پڪي چاڻ ملي آهي ته ڪجهه سردارن جا اڳئين شيطاني ميٽر سيٺ دائود سان به گهاٽا واسطا آهن ۽ جرم پکيڙيندڙ انهن وڏين هوٽلن ۾ اڪثر ملاقاتون هلنديون رهنديون اٿن. جيڪي تي سگهي تو پاڻ لاءِ به ڪڏهن استعمال ٿين.

خادم بلوچ جون غور سان ڳالهيون ٻڌندي زيد فڪري لهجي ۾ آهسته سان چوڻ لڳو: انهن سردارن ۽ اڳئين ميٽر ڪي رڳو پنهنجي فلُڏي جي حاصلات جي اٽڪل ڪم نه ايندي، پاڻ ڪي معتبر سمجهن ٿا. ته ذميوار رهندي سماج جي ماڻهن جون مشڪلاتون حل ڪرڻيون آهن. نه ئي ڪه ظلم ڪرڻو آهي! هو سماج جي ڪنهن ڪمزور يا خراب شخصن ڪاننفرت ڇو ٿا ڪن ؟ اهي اجڙيل شخص انهن جي سماج ۾ رهندڙ آهن ۽ هنن جي سماج ۾ تباهه ٿيا آهن. ته انهن ڪي ڇو نٿا سڌارين، ! رڳو تباهه ٿيڻ تائين گڏ ٿا رهن. طبقاتي جبري نظام جي پيروي ڪندڙ آهن. يعني بيٺل جا دوست !. پر اسان ڪي الجهيل هن سماج جي اندرين حالت اجاڻ به ضرور جانچڻي آهي. ڇو ته تو واري نئين انڪشاف مان لڳي پيو ته سماجي حالتون اجان به انتهائي بگڙيل آهن ۽ انهن حالتن جو ذميوار سماج جو خود ڏوهاري اڳواڻ , خود سماج ئي آهي. جيستائين ڪات گوشت ۾ مڪمل هيٺ نٿو لهي تيسين نه گوشت جي صحيح ڪٽائي ٿيندي، نه هو ورهاست جي لائق ٿيندو ۽ نه ان جو اهو حق ادا به ٿيندو! اهڙي طرح جيسين ڪو اڳواڻ سماج ۾ هيٺ مڪمل نٿو لهي ۽ هو مٿيان مقصد حاصل نٿو ڪري ته هو سماج ڪي پنهنجا حق نٿو پهچائي سگهي ....! تنهن ڪري تو تمام سٺي ڪوجنا ڪئي. پر هاڻ پهرين ڪنهن طرح ان گرفتار ٿيل قيدي ڪي شخصي ضمانت تي آزاد ڪرايون. پوءِ پنهنجي منهن ان ڪان تفصيل گڏ ڪريون. پوءِ ڪو اهڙو عمل ڪريون جنهن مان انهن غريب ۽ قيد زندگي ڪاٽيندڙن ڪي آزادي جي هوا جا شور نصيب ٿين. تاڪه پاڻ ماڻهن ڪي موت سٺي ڏئي سگهون نه ته غريب ماڻهو پيو ڪيڏانهن ويندا!؟ تنهن ڪري پاڻ ڪي ڌيان ۾ اهو رکڻو آهي ته پنهنجي سامهون في

الحال هڪ قيدي ظاهر آهي ۽ ان پويان اهڙو نظام جوڙيل آهي جنهن ۾ سمورا غريب خاندان پنهنجي فيميلين سان گڏ قيد آهن ۽ ان نظام جي پراڻي غلبي ۾ آهن. جن کي قيد رکندڙ ڪوٽ قلعو ڍاهڻو آهي، هاڻ تون جلدي مون واري وڪيل تميزالدين کي وٺي ڊي ا۔ وٽ هليو وڃ ۽ ان کي ڇڏائڻ جي ڪوشش ڪر. سياڻ رپورٽ ٻڌائجان. زيد کان موڪلائي خادم هليو ويو ۽ زيد ٻاهر نڪري حنيف ۽ مرتضيٰ وٽ واپس آيو. زيد ڏٺو ته هن وقت حنيف کي عينڪ پاتل هئي، جيڪو مطمئن انداز ۾ مرتضيٰ سان ڳالهيون ڪري چڪو هو. جيڪو ٻاراڻو ذهن جهڙو هن مائل ٿين لڳو هو پر ڳالهيون ته الاءِ ڪهڙيون پئي ڪيون هن مرتضيٰ سان جيڪو زيد جي ايندي ئي اٿي بيٺو جون لڳ : زيد صاحب رڳو توهان سان موڪلائڻ جي انتظار ۾ هئس. آئون هاڻ هلان ٿو. ائين چئي زيد سان هٿ ملائي حنيف ويو هليو. جڏهن ته زيد مرتضيٰ کي غصي وارين اکين سان ڏسي هن ڪ سمجهائڻ لاءِ اندر ڪمري ۾ وٺي آيو. جتي هن کي سمجهائيندي چوڻ لڳو: پٽ مرتضيٰ ڇڙواڳ، غير ذميوار ۽ نون واسطيدارن سان ابتره ڪهاڻو ناهي ٿيو. خبر اٿئي هو ڪير هو؟ غندو! قانون جو ڏوهاري! پٽ دسمن ۾ خلاف قسمين جا هوندا آهن. انهن مان ڪجهه ڪلندا ايندا آهن ۽ ڪجهه نارمل نموني ڍڪي ... سان اچي ملي جلي ائين گهاٽا ٿي ويندا آهن جهڙو ٻچپن جا واسطيدار ۽ ... پنهنجو اصل ڏنگ ڏيکارڻ لڳندا آهن. ڪجهه دشمنيءَ جو ته ڪجهه حمايت جو. پر دشمنن اسين انهن کي پورو پرکي نٿا وجهون تيسين اسين احتياط ۾ رهڻ پسند ڪندا آهيون ۽ انهن کي هر اهڙي ماڻهو تي تيز نظر رکڻي پوي ٿي ۽ ان جي نشاندهي ڪرڻي پوي ٿي. انهن نشاندهين ۾ قربانين ۽ همدردين کان سواءِ واسطيدار انهن ... جون لڪل چالون به ڪوٺيون پونديون آهن ۽ خبر اٿئي ملڪن جون ۽ خاندانن جون خاميون ڪيئن بگڙيون آهن؟ ملڪ يا خاندان اندر رهندڙ ڦورو ئن هٿان! اهي ئي ذميوار هوندا آهن ان ڳالهه جا. جن کي ڪا همدردي ناهي هوندي، رڳو پنهنجي ذاتي مفادن ۽ ڦرماري سان مقصد هوندو اٿن! ايتري ۾ نصرت مٿان لهي اچي ٻڌائي ٿي ته اطلاع آيو آهي ته لاڙڪاڻي واري پنهنجي زمينن تي ڪنهن ڳالهه تان پاسي واري زميندارن حملو ڪري پنهنجا ڪجهه ماڻهو زخمي ڪيا آهن پر وري به اهي ماڻهو جهيڙي لاءِ تيار آهن ...! هن وقت گهر ۾ اهو بحث ڇڙي پيو ته : انهن اڳرائي ڪري

ڇو جهيڙو ڪيو؟ ڇا اهو محض سماجي اتفاق آهي يا ڪا سازش!؟ هن ڳالهہ ۾ مرتضيٰ جزباتي ٿي ويو. چوڻ لڳو تہ : آئون انهن ماڻهن کي نہ ڇڏيندس. تنهن تي زيد ڇڙٻ ڏيندي چيس: تون ماٺ ڪر. رڳو جزبات جومظاهرو! اڃي ويئي نہ دماغ ۾ اها ڳالهہ ! عقل ڪان ڪم وٺ ٻيو تہ تون پنهنجا دوست بدلاءِ مون کي انهنخلاق شڪايت آهي، ڇو تہ هو جهيڙاڪ ذهن جا آهن. زيد جي ڳالهہ کي هڪ طرف رکي مرتضيٰ وري بہ اهو ضد ڪيو تہ اسان سان ناانصافي ڇو ٿي؟ مان نہ ڇڏيندس.

سياري جي هن ٿڌن ڏينهن ۾ گهر جا سڀ ڀاتي سوچ ويچار ڪرڻ لڳندا آهن ۽ پنهنجي مسئلن تي ڳالهائيندا رهندا آهن. ان ڳالهين وچ ۾ سيٺ دائود جي ڳالهہ بہ هلندي آهي تہ : اهو دشمن عليحده خفيہ نموني ڪنهن جي سپورٽ ڪٿي اسان پنيان آهي ۽ هيڏانهن ظاهر دشمنن جو جهيڙو. وري مرتضيٰ چوڻ لڳو: اسان ڪ ذاتي ورثن جي سنڀال ۽ خاندان جي بچاءُ لاءِ اهڙن جاهل جاگيردارن ۽ ٻين سرڪش مخالفن ۽ ساڙوتن ۽ سياسي مخالفن لاءِ ڇاهي اهي ڪير بہ هجن تن لاءِ بندوبست ڪرڻ لاءِ ذاتي بچاءُ جو هڪ گروپ ناهڻو پوندو.

هن وقت پنڪي جون اکيون هلڪي غصي مان پرجڻ لڳيون. جنهن سمجهائيندي پهريون پيرو وڏن جي وچ ۾ جهيڙي جي ڪيس لاءِ چيو تہ : ڪير ڪجهہ بہ نہ ڪندو ! ۽ اسين بہ ڪجهہ نہ ڪنداسين ۽ نہ مرتضيٰ تون ...! هي فقط پوليس ڪيس آهي ۽ اسان کي رياست جي هدن جو احترام ڪرڻو آهي ۽ ٻيو تہ اڃان ڪا ڳالهہ ايڏو مٿي چڙهي بہ ناهي.لڳي ٿو ڇتڪو جهيڙو اتفاقي آهي، سڀ ڪجهہ ڪور ٿي ويندو. اهڙو ڪو انڌير تہ ناهي! ڪجهہ پشيمان نظر ايندڙ زيد چيو: ها ! آئون بہ تہ اهائي ڳالهہ ڪرڻ پيو چاهيان نہ ! آئون هينئر ئي ڪمشنر سڪر کي گهر فون ڪري ڪنٽرول ڪرڻ جو ٿو چوان. اهڙي ڪا ڪنهن جي ديده دليري هلندي ڇا.خوامخواه گهبرائڻ جي ڪا بہ ڳالهہ ناهي، ائين چئي زيد ريسٽ روم ۾ فون ڪرڻ هليو ويو. جڏهن تہ هن وقت گهر جا ڀاتي خاموش ٿي چڪا هئا.

# باب 23

هيڏانهن تاريخي اهميت واري سنڌ جي مشهور شهر خيرپور جي قديم بادشاهي دور وارين آباد ۽ شاداب گهٽين ۾ هن نئين دور جو ناول نگار ظفر خيرپوري، جيڪو اڄان پراڻي رسمن ۽ ماٺار واري حالتن جي مخالفت ۾ بيزار طبعيت جو ڪروڌي ڪردار بنيو پيو ڦرندو آهي، الجهيل ۽ بي معنائن جي بحثن ۽ ناڪامين جي تضادن جو ڇٽڪ ڍير گڏ ٿيل هجيس ۽ هي ان ڍير اڳيان ويٺل پوءِ بہ ان مان سبب ۽ ڪوجنائن جا ذرڙا تلاش ڪندو هجي، جنهن ڪي هي زندگيءَ جي ضرورت سڏيندو آهي، نہ تہ هن چواڻي: هي تضادن جو ڍير موت جي جنازن جو قبرستان بنجي رهجي ويندو! تنهنڪري ڪوجنا جي محنت جي رنگيني ضروري آهي ...! انگريزن واري دور جي حڪومتجا نقش هن جي ذهن تي چٽيل رهيل آهن جن جي باري ۾ چوندو آهي تہ : انگريز وڏا ڦوروهڻ ڪري انهن رڳومختلف قومن جي علاقائي ننڍين ڦوروئن تي ظابطو آڻي ماڻهن کي گهڻ ۾ گهڻ ساهہ کڻڻ لاءِ وڏو ميدان ڏنو ۽ انهن ماڻهن کي زمين مان لوهہ ۽ اهڙيون بيون شيون ڪڍي استعمال ۾ آڻڻ جا تجربا ۽جديد دور ڏنا، جنهن ۾ مختلف بحث ڪرڻ جي اجازت آهي، جڏهنتہ اڳ نہ جديديت هئي، نہ

ڪوجناهئي. نه ٿي بحث هئا. رڳوجعلي عقيدي اڳيان جهڪيل پر چار هو ۽ بيو رڳو ڳوناٺي زندگي ۽ ذاتي دشمنيون هيون ان عقيدي جي سازشن ۾ پليل! جنهنجو وڏي ۾ وڏو مثال ان وقت جو ڏاڙيل فيڪٽر آهي جنهن مان ظاهر ٿئي ٿو تہ ذاتيات پرست اهو منڌل ستم رڳو پنهنجي ٿي سماج کي کائي، ڦري، ماري ۽ هيسائي رهيو هو. ان وقت ڪو بہ ويجهڙ جو ٻاهرين دشمني جو ڪارنامو قائم ٿيل ناهي ۽ نہ ارتقائي عمل بہ آهي بلڪ ڪجھ حويلين طرفان رڳو اڏ اڪري جو جادو واسطيدارماڻهن تي ڦوڪي انهن کي نفسياتي طور بہ ويچارگين جي اپاهجين ۾ جڪڙي رکيو ويندو هو. ڪو ايڪڙ ٻيڪڙ ماڻهو ان ڳالھ کي سمجهي پوءِ ڪنهن مخالف گروھ کان ان جادو ڪاري جو توڙ ڪرائي جان آجي ڪرائيندو هو نہ تہ اڪثر اجان تائين ماڻهو ان اثر جي جڪڙ ۾ ويڳاڻا نظر ايندا...!

هي ناول نگار ظفر خيرپور عمر ۾ اڌڙوٽ پر هلڪو ڦلڪو سهڻو ۽ صفائي پسند نظر ايندڙ هو. هميشہ سوٽي ۽ ڏڌي رنگن وارا ڪپڙا پاتل سياري ۾ ڪوٽ ۽ سوٽي بن پڙن واري اجرڪ گلي ۾ ويڙهيل نظر ايندي هئس. جنهن جو هڳاءُ هن کي ڏاڍو وڻندڙ ۽ روح لياڻيندڙ محسوس ٿيندو آهي. اڪثر ڪري تعجب ۽ سوچ جا سايہ چهري تي ڇانيل رهندا اٿس. ماڻهن جي ڪرتوتن کان باغي ان ڪري انهن نامنهاد ايماندارن ۽ حرصين جي مقابلي ۾ جانورن ۽ پکين سان پيار ڪندو آهي. سماج جي ماڻهن جي ڇڙواڳ عملن واري هيواني گناهن، بي رخين ۽ بڇڙن ڪرتوتن جي وحشي عملن ڪري ۽ انهن گناهن جي بنياد ڪري ڪڏهن ڪڏهن "خدا" سان ڪروڌ ۽ حجت جي عجيب سرگوشين ۾ ٿو رهي ۽ پڻ اندرين سوچ سان ڪنهن وڏيڪ تلاش ۾ ٿو رهي، جنهن ڪري هن جا هميشہ مختلف ماڻهن سان سخت بحث ٿيندا رهن ٿا. ان کان سواءِ ڪافي معتبر دانائن سان بہ ملاقات رهيس ٿي، پر ايترو مطمئن نٿو رهي، پر هڪ دفعي هڪ اهڙي بہ معتبر داناءُ پر گمنام شخص سان ملاقات ٿي هئس جيڪو هن کي انساني رازن جي گمنامين جي تھہ ۾ وٺي ويوهو، جتي جي دنيا هن کي وڏيڪ رونقي ۽ ضروري لڳي هئي ۽ ان جي مقابلي ۾ هي دنيا هن کي اجڙيل ڪباڙو لڳي لڳي هئي جڏهن تہ هن اڪڙيل دنيا کي رڳو ناهہ نوھ جي ضرورت آهي جيڪا هر دور ۾ تجربن جي نئين دور ۽ ارتقائن ۾ قدم رکي ٿي ۽ پوءِ وري پراڻو ٿي

ويل آڪيرو ڏاهيءَ وري نئون اڏڻ ۾ لڳي وڃي ٿي، بس اهوئي آهي هن دنيا جي مصروفيت جو بهانو، جنهن بهاني هو فطري نظرين جي ڇان بين ۾ تمام تورڙي محنت جا عمل ڪري تمام معمولي فائده ۽ فيض حاصل ڪندي آهي باقي وقت جو گهڻو حصو دنيا داري جي آوارگين ۾ ضايع ڪيو آخر ۾ اپاهج ٿيو وڃي، ڇو تہ هو دنيا جي برابري واري مطمئن ڪندڙ نظام ۾ پورا حاصلات هٿ ڪري نہ سگهيو آهي ۽ نہ پاڻ بہ تنهن ڪري پوري ورهاست جا صحيح اصول سکي سگهيو آهي، پر پوءِ بہ ڪوشش جي سرگرمي هن ۾ ڪشش جا ذرات پيدا ڪري وجهندي آهي، تنهن ڪري هو مختلف ۽ اعليٰ ٿي پوندو آهي.

۽ اهو گمنام شخص هن ۾ دنيا جي گناهن ۽ برابري کان وڌيڪ سونهن انسانيءَ لاءِ ذهن ۾ پلائيءَ جي سهولتن جي حاصلات جي پيٽ ذهن ۾ ويهاريس ٿو، ان سڪتن ۾ داخل ٿيڻ کان پوءِ اهو شخص وري هن کي نہ مليو ۽ اڏ سمجهہ ۾ ايندڙ ڳالهہ جو خلل ذهن کي جهنجوڙڻ لڳس، برداشت ۽ ڪروڌ جي بہ واٽي جي اوچائي کي سمجهڻ لاءِ پر پوءِ هي ڪڏهن ڪڏهن ڪروڌ ۾ اچي ڇوڻ لڳندو آهي تہ پر اسين تہ رڳو خدا کي تسليم ڪندا آهيون! خدا پرستي ڪٿي ڪندا آهيون؟ اسان ۾ انهن عملن ۾ تہ ڪيڏو فاصلو آهي. خدا کي تسليم ڪرڻ کان پوءِ جي رهجي ويل پوئواري ڪرڻ لاءِ !! جيڪي عمل رڳو خدا کي تسليم ڪرڻ جيترا آهن....!! پر خدا جي پوئواري لاءِ عمل ڪندڙ ناهن ....!! هي سماج ان آڙ ۾ جرم جو پوئلڳ آهي ....!! او وجود جا پڙاڏا ....! پوءِ جنگين جا شڪار ٿيندڙ ۽ عظمت وڃائيندڙ او عظيم انساني سماج ....! ڇو ٿو خصيص ٿي وڃين..!؟ "سنڌ بہ اڄ تائين تعليم جي گهٽائي ڪري نہ ، بلڪ معاشي جبر ۾ رهڻ ڪري ڪنهن بہ سڌاري ۾ نہ اُٿي اُهي" پنهنجين ٿي حقيقي سوچن کي بہ بڪواسي ٿو سمجهي ....!! بس بدليل رستي جي ان ذري تان، تڙي ظفر خيرپوري ڪروڌ جي سرگوشين ۾ گم ٿيو وڃي، هن جي عجيب سرگوشين کي هينئين ۽ گهٽ عقل وارا عام ماڻهو تہ هن کي مايوس، اجايو ۽ خالي ذهن تسليم ڪندا آهن. جڏهن تہ انهن ڇڙواڳ زهن ۽ ڪو نہ ڪو معيار رکندڙ ماڻهن کي همدردي مان سمجهائڻ ۽ غلطين جا احساس ڏيارڻ جي تہ جهڙو ظفر جي عادت ٿي، وئي هجي ۽ پوءِ وري سوچڻ لڳندو آهي تہ آخر آئون انگريزي فلم "بن هر" ڏسڻ جو

عادتي ڇو ٿيو هئس ..!؟ جنهن ڪي آئون هميشہ وانگر اڄ بہ ڏسندو اچان ...! اهو بہ فقط ان ڪري تہ هن فلم ۾ ڏسان تہ استعمال ٿيل گهوڙا ڳَٽپ ۾ ڪيترا هئا ...!؟ پر مايوس هميشہ ان ڪري ٿيندو آهيان. فلم جي آخر تائين بہ اهي گهوڙا ڳڻڻ جو صحيح ڪاٿو نہ ڪري سگهندو آهيان! آخر انهيءَ ضد جو شڪار ٿي آئون هميشہ ان فلم ڏسڻ جو عادي ٿي ويس. پر ڪڏهن بہ روم جي غروري سلطنت تي نهيل ان فلم جا گهوڙا صحيح معنيٰ ۾ ڳڻي نہ سگهيس. جئين تہ ظفر هن فلم واري ڳالهہ جي ڪري بہ ڪجهہ خيرپور جي پڪين ۽ ڍگهين گهٽين جي حجتي ماڻهن ۾ مشهور هو. جنهن ڪري هڪ دفعي سندس دوست ڪميادان ڪاوڙ ۾ ايندي چيو هئس: تون انهيءَ فلم جا گهوا قيامت تائين صحيح معنيٰ ۾ ڳڻي تہ اونهہ ٿي نہ سگهندين ! پر تعجب هن ڳالهہ جو آهي تہ تون اجايو ۽ بڪواسي ڳالهہ جي پويان لڳي وقت وڃائڻ بجاءِ جيڪڏهن ڪنهن ڪيميا گريءَ جي هڪ بہ نسخي سکڻ پويان اهو وقت ڏين ها تہ تون ضرور ٿورو ڪجهہ حاصل ڪري ڇڪو هجين ها ...! يا سازشي فلم جي شهنشاهي ڪهاڻي جي فريب کي سمجهين سگهين ها.

تنهن تي ظفر چيو هئس: منهنجو بہ مقصد اهو ئي تہ آهي تہ ڪا بہ رياست بار بار ساڳي ڳَٽپ ۽ مونجهاري کي ڇو ورجائيندي آهي، آخر ڇو!؟

ان جواب جو تہ تلاشي آهيان. آئون اهوئي تہ سمجهڻ چاهيان ٿو تہ ان قديم بادشاهي دورجي آرميءَ جا گهوڙا ڪيترا هئا؟ ۽ اڄوڪي آرمين جون ملڪ ملڪ ۾ ٿينڪون ڪيتريون ۽ ڇو آهن ؟! جيڪي فقط پنهنجي بادشاهي جو ڇڙواڳ جاهہ جلال ڏيکاريندي رڳو پنهنجي ئي خانداني بادشاهي کي برقرار رکڻ چاهين ٿيون ۽ ماڻهن کي هيسائي هيٺ رکڻ چاهين ٿيون. رڳو ان طاقت جي نمائش ۾ ! بنا ڪنهن خدمت جي ....! تنهن تي ڪيميا دان دوست چيس: وري بہ تون پنهنجو ايمان پيو خراب ڪرين: هاڻ تہ توکي ادب جو معمولي انعام بہ نہ ملندو ...! موٽ ۾ ظفر خيرپور ۽ چيو هئس ...: معمولي ادبي انعام تہ ٺهيو پر مون کي ادب جي شاهي نوبل انعام جي بہ پرواهہ ناهي ميان ...! جو آئون وقت جي تقاضا مطابق اعلي کي اعليٰ ۽ ڪريل کي ڪريل پنهنجي ڪردار کي ساڳيا نالا نہ ڏيان..! ۽ نتيجي ۾ سماجي تضادن جي ور نہ چڙهان! مون کي اهڙن نتيجن جي پرواهہ نہ رکڻ گهرجي، ڇو تہ آئين

نہ ڪرڻ سان ۽ نوبل انعام جي ذاتي لالچ سان پورو سماج، فضيلت ۽ غير سنجيده ذميواري ۽ حرص جو هڪ گڏيل گٽر ٿي پوندو. پوءِ مان پنهنجي بہ سڄاٽپ وڃائي بس حر فلم ۾ گهوڙن کي ڏسندڙ رڳو تماشبينن وانگر بنجي رهجي ويندس پاڻ ڪڏهن بہ اعليٰ ۽ شاهڪار ۽ متاثر ڪندڙ ڪردار بنجي نہ سگهندس. رڳو بين کي وات پٽي ڏسي سگهندس ۽ مون کي ڪير بہ ڏسي نہ سگهندو. ڇو تہ تماشبينن جي آئي وئي. حيثيت هوندي آهي. ان ڪري انهن مخصوص اعليٰ ۽ عام ڪردارن کي پاڻ ۾ ورهائي رکڻ جي ذميواري وقت سارو لازم آهي ۽ بيو تہ هن دور ۾ نوبل انعام فقط جبري ڏر طرفان هڪ مخصوص طبقي کي ڏنو ويندو آهي ..... گهڻ ۾ گهڻ ان انتظار جي عادت تہ ختم ٿي! هاڻ ذاتي ڪشش پيدا ڪري بچائڻي آهي. ظفر خيرپوري کي ڊگهي عرصي جي ڪوجناڪان پوءِ پنهنجي سوال جو ڇٽڪ ڪجهہ جواب ملندي ئي جذبات مان وري بہ سڌو پنهنجي دوست ڪيميادان وٽ وڃڻ لڳو. جنهن جي بينڪ واري ڪوٺيءَ ۾ ويهي هن کي هيٺر تي چانهہ ناهي پيئڻي هئي، دراصل هن سادي ۽ درويش طبعيت ناول نگار ظفر خيرپوريءَ جو اهو ڪيميا دان هن جو دوست ڪو بيو نہ. بلڪ هن جو پنهنجو وجود هو. جنهن سان هي اڪثر سرگوشين ۾ ڳالهائڻ جو عادتي آهي، ۽ هي هڪ ننڍڙي ۽ پراڻي گهر ۾ رهندڙ آهي، جتي هي پوڙهي ماءُ ۽ زال سان غريب حالت ۾ گڏ رهندو آهي، اها غربت ڪنن مفلسي سان گڏ پنهنجي ڌرتيءَ تي اوپرائپ جي بہ آهي، تہ پنهنجي ماڻهن جي انفرادي حالت ۾ رهڻ ۽ اعليٰ ڪردارن کان بي قدري ۽ غرض پرستي جي ڪري بہ آهي.

جڏهن تہ بيو هن جي ڪيميادانی هن جي آچار ناهڻ جو نسخو آهي، جيڪو هي ۽ هن جي گهر وارا ناهي تيار ڪري شهر ۾ دڪاندارن وٽ سپلاءِ ڪري گذارو ڪندا آهن ۽ زندگي گذاريندا آهن ۽ ضرورت وقت جي پيروي ڪندي بن پيرن تي غربت جي زندگيءَ کي ڪٽي سنڌ جي زندگيءَ جو محدود سفر ڪري باقي دنيا جي جديديت ڏسڻ ۽ اپنائڻ لاءِ محرومي مان سوچيندا ۽ چلو لا ٿيندا رهندا آهن.

باب 24

انساني نسل جو هر ماڻهو حيثيت رکي ٿو، ڪير غريب آهي تہ ڇا هي! اهو ڪو بي جان هٿ جو ٺهيل مجسمو تہ ناهي، خدا جي پئدائش آهي ۽ هر ماڻهو پنهنجي پنهنجي بخت جي تلاش ۾ رهندو آهي، ڪير چاهيندو تہ محتاجي واري بدنصيبي مون تي حاوي رهي، ماڻهو زندگيءَ جون آسانيون حاصل ڪرڻ چاهيندو آهي، جيڪڏهن آسانيون ملي وڃن تہ سڀ مسئلا سولي نموني نبرجي وڃن، جيڪڏهن سڀ مسئلا آساني سان نبرجي وڃن تہ ماڻهو منتشر ٿي چو ڪنهن پڳل، ٺٺي پيل مجسمي وانگر وڪرجي وڃي .... ! ۽ اهڙين زندگيءَ جي مناسب حاصلاتن ۾ سرمايو اهم ڪردار ادا ڪندو آهي، جيڪو ماڻهو جو وڪيل بہ آهي، ضمانت دار بہ آهي، تہ ان جي سڄاڻپ بہ آهي، جياپي جي اهڙي زندگيءَ ڪي تمام ڏکيا ۽ ذميوار رستا حاصل ٿيندا آهن، فڪر، غم ۽ اختلاف تنهن ڪانسواءِ حصي ۾ ايندا آهن پر اهي ماڻهو جي پويان رهندا آهن ۽ ماڻهو ڪي ڪڏهن ڪڏهن پويان ڪان ڇڪيندا رهندا آهن. جيڪا ڳالهہ ماڻهوءَ ڪي رنگين دنيا ۾ بہ ويڳاڻپ ۾ في الحال آڻيو ڇڏي، جيستائين وري ڪا سخت ذميواري يا حادثو ۽ مشڪل سامهون نہ اچي، تيسين ذهن دٻيل ۽ سناٽن ۾ رهي ٿو ۽ مشڪلاتن جي انديشي ذهن چوڪس ۽ نئين حرڪت ۾ اچيو وڃي، جهڙو ڇڏيل زندگيءَ جو نئون آغاز شروع ٿيو وڃي، بس وقت بہ عظيم شئي آهي، ڪنهن ڪي جوڙي ٿو ڇڏي ڪنهن ڪي ٽوڙي ٿو ڇڏي.....!!

اسان جا گهڻا مثال زوال جو پاسو ڪڻندا آهن. ڇو اسين زوال ۾ رهندڙ غير جديد سنڌي ماڻهو آهيون ...!

پر پوءِ به وقت فڪري سيلا بي وهڪرن سان مٿين شئي ڪي هيٺ ۽ هيٺين شئي ڪي مٿي ڪندو آهي ۽ انفرادي مفادي عقيدن بجاءِ اجتماعي فائدن وارن جديد نظرين ڪي اهميت ۾ آڻيندو آهي. الجهيل زندگيءَ ڪي هلچل جي اصولن ۽ مصروفيتن جي ضرورت هوندي آهي. بين ڪاڻ جيئڻ ۽ بين لاءِ ڪم جي جذبن جي ضرورت هوندي آهي. ماڻهو جون اهي همدرديون سماجي زندگيءَ سان گڏ ذاتي زندگيءَ ۾ به نواڻ پيدا ڪنديون آهن. ڪنهن ڪنهن گهڻي صلاحيتن واري ماڻهو جي شخصيت اهڙي هوندي آهي، جهڙو هو مختلف شين نما سماجي شعور ڪي ٽسڪائيندڙ گرم هيٽر هجي. اهو وجود زيد جو به آهي. جيڪو هن وقت بلديه ۾ پنهنجي آفيس ۾ ويٺي پنهنجي ڪمن ڪي ڏيان ۾ آڻي ڪجهه سوچي رهيو هو ته ايتري ۾ فنڪارن جو هڪ گروپ اچي زيد سان ملاقات ڪري زيد ڪي اليڪشن کٽڻ جي مبارڪ ڏيندو آهي ۽ پوءِ چوندا آهن ته : سائين اسان ڪي فلمن ۾ کڻائڻ جي سفارش ڪريو ۽ شوبز ۾ اسان جي سگهه ڪي وڌايو...؟ تنهن تي زيد چوڻ لڳو: ادا مان ڪو ثقافتي منسٽر ته ناهيان. جو توهان ڪي فلمن ۾ کڻايان. توهان ۾ اڪثر ڪري پڪي طرح اهو ٽيلنٽ به برقرار ناهي رهندو آيو. جنهن ذريعي توهان اندر جي جذبي سان ان ڪردار سان نڀائي سگهو. جنهن جو نقل تا ڪيو. توهان ڪي پهرين انهن ڪردارن سان محبت ۽ همدردي ڪرڻ يا رکڻ گهرجي. پوءِ انهن جي محنتن جو مطالعو ڪري ان ڪي سمجهڻ گهرجي. پوءِ ان ڪردار جو نقل ڪرڻ لاءِ اسٽيج تي اچو. توهان ايسٽائين ڪهڙي ڪردارن ڪي اپنائي چڪا آهيو .....؟ موٽ ۾ هڪ فنڪار چيو: وڏيري ۽ ڏاڙيل جي ڪردار تي اسان ڪافي اسٽيج ڪيا آهن .....! تنهن تي زيد چيو : اهو به ته ابتڙ عمل آهي. جڏهن ته ڏاڙيل آهي ئي جاگيردار جو پيدا ڪيل ۽ پاليل جيڪو ان جي چراند تي سماج ۾ دهشت ڦهلائي انهن ڪي ئي ڌو لٽي ۽ ڪنگال ڪري تاڪ سنڌي معاشرو معاشي قوت ۾ ڦهلجي نه سگهي ۽ توهان وري ڏاڙيل ڪ جاگيردار جو دشمن ۽ سماج جو همدرد ڪري پيش ڪري ان دهشتگرد لاءِ وري سماج ۾ همدردي تا پيش ڪريو تاڪ نفسياتي طور تي اهو ڦورو ڪردار وڏيڪ زندگي ماڻي ۽ جاگيردار جي

مخالفت ڪري ان جاگيردار تان ڏاڙيل ڌاري رکن جو الزام هٽيل رهي ۽ سرڪاري حوالي سان ان تان قانون جي نظر هٽيل رهي تہ اهي ٻئي ڪردار ڏاڙيل ۽ جاگيردار هڪ ٻئي جا مخالف آهن! پر دراصل اهي ٻئي هڪ ٻئي جا خفيہ طور ڪمپرومائيز ڪردار آهن. جن جي بچاءَ لاءِ وري توهان وڪالت تا ڪريو. اهڙا ڊرامہ ناهي. البتہ ڏاڙيل جو مظلوم ڪردار انفرادي حيثيت ۾ تو اچي ۽ ڪو ڪو جاگيردار بہ شرافت جو ڪردار هجي ٿو. پر هتي اجتماعي ۽ نمائشي ڊرامن جي ڳالهہ ٿي سامهون اچي، جنهن ڪي دنيا ٿي ڏسي تہ انتقامي طور هڪ سنڌي ماڻهو رڳو وڃي ڏاڙيل رهزن ۽ شهرت يافتہ ٿي انتقام ٿو وٺي. ان ۾ اسان جي عزت ناهي جو اسين خوش ٿا ٿيون تہ اسان جو ڏاڙيل نالو ڪيائي اسان جي عزت پيو وڌائي. دراصل مخالف قومون ان ڳالهہ تي خوش ٿيون ٿين تہ پلي اهو ڏاڙيل فيڪٽر جو خوش فهم رجحان سنڌي ماڻهن ۾ رهي، تاڪہ هو ڪو بہ جديد ڪم ڪري سگهن ۽ نہ ان طرف رخ بہ رکن. حالانڪہ اسان جي سماج جي ماڻهن کي آبدوزن. راڪيٽ اڏائيندڙ ماهرن جي ضرورت آهي. توهان هتي جون فلمون ڏسو انڊين فلمون ڏسو انهن ۾ ڏسو تہ انهن ۾جديد طبقاتي نظام جي هڪ حصي جي آخري پساهن ۾ رهندڙ انهن حالتن کي ڏيکاريو ويندو آهي تہ : غريب ڇوڪرو شاهوڪار ڇوڪري سان محبت ڪري سگهي ٿو۽ ان طبقي جي شاهوڪار نوجوانن ۾ عياشي ڪري مرداني يا لچڻن جي ڪمي آهي، جنهن کي محسوس ڪندي اها نوجوان ڇوڪري ذات. رسمن ۽ بنگلن کي پنهنجي حقن آڏو حقير سمجهي پنهنجي تصور جي سادي ۽ آزاد دنيا جو آڪيرو وسائڻ چاهي ٿي، ان پنهنجي حق ڪري هڪ غريب نوجوان ڇوڪر کي بہ انساني حق جي حاصلات ۽ اهميت ۾ آندو ٿو وڃي تہ ان جي همت جرئت. مردانگي ۽ لچڻ جيڪي هڪ خانداني ورثي جا اصول آهن سي ان غريب نوجوان ۾ هئڻ ڪري ان کي ان اهميت لائق سمجهيو وڃي تہ ان کي ان شاهوڪار عورت جو رشتو ملي ۽ انسانيت قديم رشتن جي جوڙ جڪ ۾ برابر رهي ۽ تضاد جي ديوار ڪان بچي زوري جي خرابين ڪان صاف رهي ۽ پيو تہ هنن جديد فلمن ۾ ڪاروباري لاهن چاڙهن ۽ واپاري حرفتن. چالاڪين ۽ ڪوششن جي لڳاتار ۽ جديد ٽيڪنڪ کي اهميتي سرگرمي ڪري ڏيکاريو ويندو آهي. جنهن سان پراڻا لاڙا ازخود دبجي ۽ بي اهميت ٿي ويندا آهن. جيڪي سماج لاءِ نقصان ڪار يا غير

ضروري آهن ۽ اسٽوريون جيڪي جديد هڻ گهرجن سي توهان کي سنا ليڪ ٿي لکي ڏئي سگهن ٿا. جڏهن ته توهان اها به غلطي بار بار دهرائي اسٽوريون به پاڻ ٿا لکو...! اصل رائيٽرن جون سوچون، تجربا، مشاهدا، فڪر ۽ قدرتي تخيل جي انعامن کي نظر انداز ڪري، انهن جي بي قدري ڪري، رڳو ڏڻ جي رهنمائي ۾ ٿا هلڻ چاهيون ! اڪين واري ۽ شعور واري ڪوپڙي ڪان ڪٽجي رهجي ٿا وڃو! پوءِ توهان ڇا حاصل ڪندائو......؟! ۽ ڪيئن حاصل ڪندائو ؟ مفڪر عالم ۽ نج سماجي سائنٽان اديب توهان جي نظر ۾ ڪجهه به ناهن !؟ پراڻيون تهذيبون ڇو ختم ٿيون ...!؟

بادشاهيون ڇو ختم ٿيون ...! انهن مفڪرن جي نظرن اندازين ۽ انهن جي سچ کي قيد ۾ رکڻ ڪري ...! نهيل سلطنتون تباهه ٿي ويون توهان رڳو هڪ ثقافتي ادارو ٿا ناهڻ چاهيو ! جنهن ۾ توهان اديب ڪور ناهن ڪيا ۽ نه توهان سان گڏ آهن. توهان انهن جي رهنمائي کي قبول ڪريو، پر ان ڪان به پهرين توهان پنهنجي بنياد کي مصبوط ڪرڻ لاءِ معاشي طور سڌاري آڻڻ لاءِ پنهنجا ننڍا وڏا روزگار مضبوط ڪيو ۽ تعليم تي ڌيان ڏئي، سٺي ۽ سچي سوسائٽي کي جنم ڏئي ان کي همدردي سان وڌايو ۽ مضبوط ڪريو. پوءِ واڌو شوقيه يا مقصدي ڪمن ۾ پرفارمنس ڏيکاريو. پر ان ۾ هتي في الحال رڳو نلي شاباس ملندو معاوضا نه ...!

اها به ڳالهه زهن ۾ رکجو ڇو ته هتي جو شوبز ادارو اڃاڻ ڪمزور آهي يا ته وياجي واپارين جي قبضي ۾ آهي ...! زيد جي ڳالهه ٻڌي فنڪار دوست ڪافي دير خاموش ڪنهن سوچ ۾ رهيل هئا ۽ انهن کي پاڻ ۾ ڪافي ڪمزورين ۽ خال نظر آيا. پوءِ وري زيد هنن کي چوڻ لڳو. وقت جي انتظار لاءِ اسان لاءِ ضروري هوندو آهي ته اسين مايوس رهڻ بجاءِ فاصلي جي خال کي پريون ۽ ان کي طاقت ڏيون. گهبرائڻ جي ڳالهه ناهي، آئون توهان لاءِ وس سارو ڪوششون ڪندو رهندس. پر توهان فن ک سمجهڻ جو طور طريقو ۽ ڍنگ اپنايو. هن سلسلي ۾ توهان مونسان ملندا رهجو.

زيد طرفان آئت جو ٻڌي فنڪار دوست خوش ٿيا ۽ پوءِ زيد کان موڪلائي ويا هليا. ڪجهه ئي گهڙين ۾ زيد وٽ ٻيو ملاقاتي آيو. جيڪو سنڌيءَ جو سٺو اديب

هوندو آهي، جنهن جو زيد سنو آڌر ڀاءُ ڪندو آهي، ڇو تہ زيد اديبن ليکڪن ۾ سٺي دلچسپي اهي، ان ڪري انهن جي عزت ڪندو آهي، هن وقت ٻنهي جي ڳالهہ ٻولهہ هلڻ لڳي.

ليکڪ: سائين ڪهڙا حال اٿو؟ اليڪشن کٽڻ جي مبارڪ هجيو.

زيد: سائين خير مبارڪ، توهان ٻڌايو ڪيئن آهيو؟

ليکڪ: بس اوهان جون دعائون آهن.

زيد: سائين توهان تہ هڪ بهترين قسم جا سنجيده ۽ فڪري ليکڪ آهيو.

اهڙن دوستن سان تہ ويچار ونڊڻ ۽ خيالن جي ڏي وٺ ڪرڻ سٺي لڳندي آهي، ٻنهي جي ڳالهہ ٻولهہ گرم ٿيڻ کان پوءِ سنڌي ليکڪ زيد کي چوڻ لڳو تہ : سائين توهان ڪجهہ شاهوڪار ۽ ڪجهہ غريب سماجي ماڻهو پنهنجي پارٽي ۾ ڪٽي عهديداري ۾ آندا آهن، پر ڪجهہ نج اديب بہ اڳيان آڻي ميمبر بنائي عهديداري ۾ آڻيو ها، تنهن تي زيد چيس تہ : ادا اسان جا اڪثر سنڌي اديب رڳو عشقيہ سو بہ ان هڪ پهلو تي مايوس ويچارن ۾ بند ٿيل شاعري ڪندا آهن، اهي فلمي جنرل ذهن ۽ سماجي عالمي عملن ۽ هلچل وارا ذهين مڪمل رائيٽرن وانگر مختلف شعبن تي سين باءِ سين جي چينج ۽ ڀرپور اڏام سان تخيل وجود ۾ اجان آڻي نہ سگهيا آهن، ان دور ۾ داخل ٿين تہ هو هر ذهن ۽ شعبيجي ضرورت تي پوندا، پر انهن کي پنهنجي اڏام بجاءِ نج ادب جي قدرن جي حيثيت محنت، رتا بندي، گهرجن واري تحريڪي تحرير ۽ جديديت تي خاص ڌيان ڏيڻو پوندو، انهن مان ڪافي اديب مڪمل فڪري لائبريري ذهن ناهن ٿيا، ٻيو تہ لڳاتار سماجي هلچل کان ٻاهر ۽ خالي آهن، انهن جا جذبا بي برداشتي ذاتي تضادن ۽ ذاتي حاصلاتن ج۾مايوسي ڪري نريل آهن، ان ڪري پنهنجي تخيلن کي بہ اهميت ۾ ناهن آڻيندا، پنهنجي تخيلن آڏو ديوار محسوس ڪندا آهن، دٻائن واري حاوي دستورن کان گهبرائجي رهجي ويندا آهن. پوءِ نتيجي طور الجهنن جو شڪار ٿيندا آهن، وچان ٿيون معتبر ۽ صاف رستو بہ حاصل ناهن ڪري سگهندا، جنهن جي انهن کي ضرورت آهي، اهو آهي نسل واري نئين حريف ادبي ويليو سوسائٽي ناهڻ جو، جيڪا جديد محسوس ٿيندي پوءِ ان مقابلي ۾ جاندار ادب وجود ۾ ايندو...! معاف ڪجو ليکڪ صاحب آئون سمورن شاعرن اديب جي

ڳالهه نہ پيو ڪيان، ڇو تہ ان ڪري اسان وٽ اولڊ مئن اينڊ دي سي" جهڙا ناول لکجي ناهن سگهيا ...! جڏهن هنن ۾ آزاد ۽ مقابلي واري لکڻ جي اهميت پيدا ٿيندي ۽ ان لکڻ لاءِ بزرگي زهن. قدر ۽ معنيٰ مقصد نہ هوندا يا يرغمال ۽ بي اهميت هوندا تہ وجود ۾ اعليٰ شين جا خاڪا نهي نہ سگهندا. فقط ٻن سببن ڪري هڪ تہ اديب مٿين ڳالهہ جي ڪري دلچسپي گهٽ ڏئي ان ادب کي سنو ۽ ڀرپور وقت نٽو ڏي ۽ نہ پنهنجي فيملي وانگر ادب کي ان پنهنجائپ ۽ لازميت ۾ تو آڻي. اها اوپرائپ رڳو غير جديد جاگيرداري جبري قيادت واري سوسائٽي جي نسل ڪري اٿس. ڇو تہ اڻ سڏي طرح لکندڙن جي اڪثريت تي ان جاگيرداري ؍ارين منجهائي رکندڙ قوتن جو اڻ سڏو گهيرو آهي ....! تڏهن ئي ادب جا خاص قدر روايتن جي اعليٰ نشانن کي ڇهي نہ سگهيا آهن. اهي ڇهڻ وارا هٿ تمام دير سان پيدا ٿيندا اُهن. جيڪي پنهنجي منهن ئي واڌ ڪائيندا آهن ۽ پوءِ از خود اڀري ايندا آهن. اهي سوسائٽين جا محتاج ناهن هوندا. ؍وسائٽين ۾ تہ تخيلي هٿن جي رنگين سمنڊ کي بگاڙي اجايو خالي بحث جو ذهني جهنجٽ ڏنو ويندو اهي ...!! اپيلن جي بنياد تي زنده رهندڙ هن ڳوٺلي سماج لاءِ ڪو بہ همدرد اهو پڇڻ وارو ناهي تہ: ڇو هن سماج کي موت جهڙين خرابين ۾ ڌڪي رکيو ويو آهي ؟ ۽ پوءِ انهن جو حق غضب ڪيو ويو آهي ۽ ان سازش جو بيلنس قائم رکڻ لاءِ فقط مضبوط تضادن جا مختلف قلعا ڏئي نفسياتي سگهہ ختم ڪري سماج کي وائڙو ڪيو ويو آهي ...! ڪيستائين ان محدود آڪسيجن سي هي سماج هلندو! ۽ برداشت ڪندو سڪراتن جي سسڪين کي ٻيو تہ سنڌي اديب بہ اجان ذاتي مشڪلاتن برادري ڪلفتن جي ڪچائين ۽ ادبي سوسائٽي جي تضادن جي سوچ مان مٿي ناهن نڪتا جو بعد ۾ هو نبيرن کي پڇي سلجهائي سگهن! اهي اهڙي حالتن ۾ ڪٿي تا قومي هلچل ۾ ايري سگهن. اُن لاءِ وڏا معيار گهرجن. اهڙا معيار ڪجهہ توهان ۾ اهن ۽ شيخ اياز جهڙي معتبر ليکڪن ۾ آهن ۽ منهنجا شيخ اياز سان ذاتي سنا تعلقات بہ آهن ان ڪان سواءِ فيض احمد فيض بہ ادب جي بهترين ۽ ڏڪايل حيثيت وارو لاجواب ڪردار اهي ڪافي دير تائين زيدہ ۽ ليکڪ ٿئي خاموش ٿي ويا. جهڙو ڪنهن فڪر ۾ دٻجي ويا هجن ۽ ڪجهہ چوڻ بہ چاهيندا هجن. پر دل تي جهڙو تاريخي ڪٽ پتليءَ جي ناانصافي جا بند ٻڌجي پيا هجن هنن اڳيان ...!

نيٺ ماٺ جو بند ٽوڙيندي وري ليڪ چوڻ لڳو تہ : سائين آئون اڃان بہ ڪافي ڪجهہ ڪليل لکڻ چاهيان ٿو، پر ”مون کي تصورن ۾ پاڻ تي اوپرائپ طرفان دهشتگردي جي حملن ٿيڻ جو اڪثر خطرو محسوس ٿيڻ لڳندو آهي، پر پوءِ بہ آئون دنيا ۽ سماج جي لذتن ۽ رونقن جي حالتن کي جانچڻ ڏسڻ لاءِ ۽ ڪليل رستن تي پيدل هلڻ ۽ گهمڻ لاءِ نڪري پوندو آهيان ....! ۽ پيو تہ سماج جي بگڙيل ۽ گهيريل حالتن ڪري پاڻ کي گهٽ ۽ ويڳاڻو محسوس ڪندو آهيان! تنهن تي زيد چيس تہ : جئين تہ توهان رائيٽر آهيو ان ڪري توهان جي زهن ۾ جاسوسي مثل ڪوجنائي پوائنٽون يا اهڙي قسم جون سماج ۾ عمل ۾ ايندڙ واقعن ۽ حادثن جون پوائنٽون زهن ۾ هن طرح گردش ڪنديون هونديون تہ هنئين ڇو ٿيو؟ هونئن ٿئي ها، ويچار جا اهي تصور مختلف بنجي خاموش دنيا ٽوڙڻ چاهين ٿا، جنهن مان شيطان جي حرڪت ڪي اهو ليڪ جهڙو تصور ۾ تہ نيڪالي ڏئي ڇڪو هوندو آهي پر اصل ۾ تہ هو موجود رهندو آهي، جيڪو مانار ۾ شرواري حرڪت ڪندو رهندو آهي، ليڪ صاحب هڪ ڳالهہ آهي جيڪڏهن شيطان نہ هجي ها تہ دنيا مانار ۽ جدوجهد جي ڪوششن کان خالي رهجي وڃي ها، اها ڳالهہ زيد ڪلندي هن سان ڪندي وري چوڻ لڳو: سائين شر جي حقيقت تہ اسان وٽ رهندي ۽ ڏاهہ ڏوهہ رهندي ۽ سٺن ڪردارن طرفان پنهنجي فرض ۽ حيثيت سارو رڳو ڪوششن جا دٻاءَ رهندا. اصل ڳالهہ تي ايندي آئون چوندس تہ دهشگردي يا عشقيہ رمزن جون پوائنٽون اسان جي نفسيات تي اثر انداز ٿينديون رهنديون آهن، جيڪي اسان جي سوچ جي عمل ۾ رهنديون آهن پر توهان تہ فقط پنهنجو عمل لکڻ تائين محدود رکندا آهيو، اهڙا انتقامي گروپ ناهي تہ ڪو انتقامي يا سزا جاري ڪرڻ وارو عمل نہ ڪندا آهيو، تنهن ڪري توهان پاڻ تي اهڙا خطرا ذهن تي حاوي ڪري حقيقت نہ سمجهندا ڪريو، اهڙا خطرن جا حملا تہ سرهدن تي اڪثر ۽ بين مختلف جنگجو عملن جي ڪمن جي استعمالن ۾ رهندا آهن، موٽ ۾ ليڪ چوڻ لڳو تہ : زيد صاحب توهان کي هن ئي وقت سمجهڻ گهرجي تہ ڪڏهن سرحدي مس ٿيل آپريشن جي گسيل گولي جو رخ بہ اسان ڏانهن لهہ رکيو وڃهي ....! تنهنڪري در اصل اهڙا خطرا بہ اسان جي سوچن م هئڻ گهرجن، ڇو تہ هر اداري ۾ ڪجهہ سالم ذهن تہ ڪجهہ بگڙيل ذهن ماڻهو ديرو ڄمايو وينا هوندا آهن. ڇو تہ

جاگيرداري جي بنيادي اڳئين ۽ پوئين بينڪي راڄ جي استحصالي عملن جي سائي ۾ موجوده بيورو ڪريٽ جي نهيل پوئلڳ نوسر پاليسي جو عمل دخل ڪجهه ساڳيو رهيو آهي، فقط ايرندڙ اسان جي سڌرندڙ حالتن کي سيڙائڻ لاءِ ۽ ساڳي ڪنگال حالت ۾ رکڻ لاءِ ۽ پوءِ دٻائڻ لاءِ غير سالم ذهن ڪجهه موجود رهندا آهن. جئين اڳيون ميئر سيٺ دائود هو! ۽ هاڻ ته جاگيرداري جو نعم البدل بيورو ڪريٽ ظاهر تي غير جديد جاگيرداري اوطاق وارو سخت ۽ ڪليو مظاهرو پئي ڪري، اسان جي شعور کي نفسياتي طور ۽ منجهائيندڙ دهشتگردي جي خشڪ عمل سان ۽ معاشي ماس کي وڏيڪ خشڪ ڪرڻ لاءِ، جنهن تي سجاڳ طبقي جي تيز نظر هئڻ گهرجي

تيز نظر هئڻ گهرجي! سائين بي حس مڙدن واري هن قبرستان ۾ زندگي جي ڪا به اهميت ناهي رهي، جيڪا هن قبرستان کي سنڀالي تي رکي، سواءِ ڪنهن اعليٰ ڪردار جي، اها به رڳو مرڻ کانپوءِ جي مصنوعي اهميت واري خاڪ ۾ ...! تقدس جي سچي رکواليءَ ۾ نه .....!!

زيد: سائين اها سوير مون ڳالهه ڪئي هئي نه ته شر ته رهي ٿو، پوءِ ڪڏهن انفرادي حالت ۾ ڪڏهن اجتماعي حالت ۾، پر اسان کي ته پنهنجي ڪوشش ۾ رهڻو آهي سماجي زندگيءَ لاءِ ڪم ڪرڻ لاءِ ...! زندگي ته رواني جو نالو آهي بيٺل ڪنهن دٻي جو نه، جيڪو دٻو بيٺ خشڪ ٿيندو سڪندو سڪندو پوءِ ذرو به نه بچندو آهي، هر ڏاهه ڏوهه کانپوءِ تعميرات لاءِ ناهه نوهه جو عمل ضروري آهي. اسان جو هاڻوڪو ادب به هاڻ حالتن جي بن پڙن ۾ قاتل دور ۾ آهي، پهريون بي محسوس، پر آزاد ۽ ڪليو دور هن جو ويو، باقي ٽيون دور هن جي ساڃهه جو هوندو، جيڪڏهن ضروري تبديلي نه آندي وئي ته .....!

ليڪ: سائين سماجي زندگيءَ کي جعلي عقيدي جي قوتن پهرين جمود جو شڪار بنائي جديد حالتن ۾ پهچڻ کان اڳي شڪار سمجهه اڪيڙي رکي ڇڏيو آهي ...! وري ڪجهه دير خاموشي ٿي وئي، بي ذڙڪ ۽ خوشيءَ مان ڳالهائيندڙ ليڪ به هن وقت خاموشي ۾ مائل تي وڏيڪ سنجيدگي ۽ ڳنڀيرائي ۾ تبديل ٿي ڏکجون ڇانيل لڪيرون خلا ۾ حيرت سان گهوري رهيو هو ۽ پوءِ ڪنهن خيال ۾ ايندي چوڻ لڳو: معنيٰ کان خالي ۽ بنياد کان هٽيل رجحان، پويان هلندڙ ۽ حقن کان خالي رهندڙ

اسان جا ڪافي ماڻهو حقيقت جي هنرن کي بہ ناهن قبول ڪري سگهيا. جو تہ حقيقت سان ٽمٽار ۽ لازمي بنيادي اهي هنر هي ماڻهو اجا سکيل ئي ناهن. جن جو سکڻ هنن جي شخصيت کي پکو ڪري پڪو هوندو آهي. حالانڪہ گهرجن وارا اهي نوان هنر دنيا جون سموريون جديد قومون سکي استعمال ۾ آڻي چڪيون آهن. وڏي فکري ڳهر ۾ پرجندي ليکڪ چوڻ لڳو: بيو تہ اهو ضروري بہ ناهي تہ تصور کي عمل جي لازمي شکل ملڻ گهرجي ۽ ان کي ضروري حاصلات ۾ آڻڻ جي تسلي اميد ڪئي وڃي. البتہ ايتري ڪوشش ضروري ڪئي وڃي جو هڪ ڪڙي تہ ڪجھہ عرصي ۾ مڪمل ٿي وڃي. جنهن جو هڪ يادگار نشان قائم ٿي وڃي....! ادب بہ سڪل وڻ جي شاخن کي سائو ڪرڻ جي اخلاقي هڊن واري شعوري ڪوشش آهي ۽ بار بار ميرو ٿيندڙ زندگي ۽ دل جي شيشي کي صاف ڪرڻ جي ڪوشش آهي....! تڏهن تہ سهڙيا پون ٿا ماضيءَ جا غم دنيا جي غمن سان گڏ ...!! ليکڪ هن وقت غرض ۽ بي غرضيءَ جي ڏنڌلي بي يقيني جي بي اعتبارين جي ويچارگيءَ ۾ ويڙهجندي قرباني جي سخاوتي روشن هٿن کي ڇهڻ جي ڪوشش ۾ پاڻ کي قديم طويل غارن جي گهاٽي اونده ۾ ڳولهيندي محسوس ڪرڻ لڳو. جتي هن جي زندگيءَ جي هڪ حصي جي وراثتي ڪشش سخاوت وڃائجي وئي هئي. جيڪا ذاتي نيڪين جي عملن جي دائري ۾ رهندڙ ۽ اڳڻ آباد ڪندڙ هڪ عظيم ۽ آفاقي نعمت هئي. زندگيءَ جو نور هئي. جنهن جي ٿڪاوٽ شام جو موٽي ويندڙ گهر ۾ سڪون جي پناھہ ڏيندي هئي ...! اها سڪون جي پناھہ وڪرجي وئي آهي. خزانن ۽ عمارتن جا قبرستان وڏائڻ ڪري ...!! زيد ليکڪ کي غمزده ڪيفيت ۾ ڏسي چوڻ لڳو: مصنوعيت جو بي غرض خول ماڻهو کي آخر رڳو پٿر جو رنگين پر لهسيل مجسمو وڃي بنائي رکندو آهي. جيڪو خدمتڪان خالي فريب جو اهو مجسمو ڪنهن وقت بہ آخر شڳافن جو ويران منظر بنجي وڃي سگهي ٿو ۽ وجود کي اڪيڙيندڙ اهي ڏار ڪڏهن بہ ان کي سڀ ڪري ناهن سگهندا ...!! ڪجھہ دير رکي زيد پڇڻ لڳس: اوهان جي نظر ۾ ادب زندگيءَ لاءِ تنقيد ڇو آهي ...؟ جواب ۾ ليکڪ چوڻ لڳو تہ : ادب زندگيءَ لاءِ تنقيد ان ڪري بہ آهي، جنهن جو محور برداشت لاءِ آهي. وڏيل سماجي بي قدرين ۽

لاغرضين ڪري انتها پسند لفظن جو تخيل جي عملي صورت ۾ آڻڻ. جيڪا وقت جي گهرج مطابق نرمي آڻڻ جي پورائي ضروري به آهي.

ان لاءِ ننڍو مثال هي آهي ته : اسان ڄڻ مضبوط جسم ڪي جڏهن ڪا ننڍڙي ماڪوڙي چڪ هڻندي آهي ته اسين ان جي معمولي چڪ ڪي تڪڙي خوف جي جهٽڪي ڪري برداشت نه ڪندي پوري زور ۽ طاقت سان تڪڙي نموني جهٽ ۾ ان ماڪوڙي کي ماري وجهندا آهيون. دراصل اسان ڄ دل به ان ماڪوڙي جي وجود وانگر ته نازڪ آهي جو برداشت نه ڪندا آهيون ان جي معمولي رهنڊ ڪي، جنهن جي رهنڊ ڪري اسين اُن جي پوري وجود کي فوت ڪري وجهندا آهيون. اها بي برداشتي اسان کي رڳو پنهنجي پسند جي مزاج جي هڪ طرفي رخ جي طبقات ڏانهن مروڙي رکي ٿي ۽ جيڪي شيون ۽ ڳالهيون اسين برداشت نٿا ڪريون ته اسين انهن کي نظر انداز به ڪندا آهيون ته ماري به وجهندا آهيون دراصل اها فطرت سان نسل واري سوچ اسان کي عظيم اڳواٽي ڪان هٽائي رکندي آهي، پر وڏو الميو اهو به آهي ته ماڪوڙي "ڪيوڙي" جي ان اوچتي غصي واري موت جو ڏک ٿيندي به وري به اسين ساڳيو اهو عمل دهرائيندا رهندا آهيون. بداخلاقيءَ جي دور کي ورجائڻ جا وحشي جبلتي ڪردار ٿي پيا آهيون. جنهن جبلت تي نرمي جو ظابطو نه ڪري سگهيا آهيون. ان ڪوشش جي اُن تنقيدن ۾ زندگي کي تنقيد جي سخت صورت ۾ ننڍي ٿو. ان سوچ مطابق ساڳي صورت ۾ اڄوڪي سماج جو وڏي ڪان وني ننڍو مُلهو به واپاري سوچ جو هڪ رخو لالچي بدنيتي جو بي سوادو جسم بنجي بي احساس يهودي سوچ جو مفادي ۽ گنهگار ذهن ٿي ويو آهي ...! سماجي اعتبار ۾ جرڪندڙ اڳواڻ به اندر جو بکيو ۽ بي حس آهي، اهو بئي ڪمزور ماڻهو جي مشڪلاتن لاءِ احساس نٿو رکي سڀ ڪجهه هٿ ۾ ايندي به پاڻ کي مفلسي واري ڪمزور ڏينهن واري هلڪي طبعيت تي هيرائي رکي ٿو. سماج جو دشمن اهو سماجي ماڻهو ئي آهي، برادري جي مونجهارن جو زميوار عزيز ۽ دوست ئي آهي. ان ڪري ادب ۾ اهوئي لڳاتار موضوع ۽ سوچ جاڳرتا لاءِ ملائجي ٿي ۽ سماجي ذميوارن کي وائڪو ڪري احساس ڏياري ٿي ته : فقط ڊئو تائين ڪائو. وڏيڪ نه ! ڇو ته پوءِ اهو حرص آهي جيڪو توهان جي مرڻ سان پورو نه ٿيندو. ڇو ته اهو

پوئين نسل ۾ منتقل ٿيو وڃي، جيڪو حرص خود هڪ جرم آهي، جنهن جي پالنا ۽ واڌ ان جرم کي سانڍڻ جي ڏوهه ۾ اچي ٿي، جيڪو ئي سماج ۾ نفسياتي مضبوط بيمارين جو سبب بنجي پنهنجي ذات کي بہ نقصان پهچائڻ لڳندو آهي، ڇو تہ پوءِ سوچ مان نرمي ۽ نيڪي ضايع ٿي چڪي هوندي آهي، ان بي احساسين ڪري ۽ سڌريل چند خاندانن جي بي توجهي ڪري ماڻهن جي اڪثريت معاشي بدحاليءَ ۾ ليٽيل هن سماج جا ڪجهه فرد پنڻ جو پيشو اپنائي چڪا آهن، پر اهو گارنٽي سان نٿا اجان ڇئي سگهون تہ انهن سفيد پوش فردن جون پنندڙ عورتون پنڻ مهل هن ڳالهہ چوڻ جون يقيني ۽ ڪليل ڪردار بنجن تہ : اسين فقيراڻيون تہ آهيون پر جنسي پيشو اختيار ڪندڙ بلڪل ناهيون ...!! ليڪڪ جي موڙ ڪاڏل ڳالهہ ٻڌي زيد ڪجهه ساعتن جي خاموشي کان پوءِ همدرد لهجي ۾ چوڻ لڳو: الله شل ڏکن واري زندگي جي اداسيءَ واري سناٽن ۾ سڙڻ کان بچائي رکي ...!؟ پر قدرت جو سسٽم بہ بنيادي طور سماجي زندگيءَ جي سادي حالت جي لهہ وچڙ جهڙو تہ آهي، پر ان ۾ سستي قدرن جي ور چڙهيل هن سماج جا شاهوڪار فرد هتي جي اعليٰ شين کي بہ بي قدري ۾ ضايع ڪري ڇڏڻ جا عادتي ٿي ويا آهن، پر گناهن ۾ سڀ ڪجهه لٽائي ڇڏيندا آهن ...! جڏهن تہ سماج جي ان سڌاري جي باري ۾ منهنجيون هي ڪوششون شروع ٿينديون تہ : آئون سماج جي اهڙن غريبن لاءِ دنيا کان جهول ڪٽي پنندس ۽ سماج کي خود ڪفيل بنائڻ ۾ ڀرپور ڪردار ادا ڪندس، جنهن کي دنيا ڏسندي، ڪجهه دير جي ماٺ کان پوءِ ليڪڪ موڪلائيندي چوڻ لڳو: سائين خدا اوهان جي مدد ڪندو. آئون هاڻ موڪلائيندس، موٽ ۾ زيد، وري ملڻ جاري رهندو. ڇئي لکيڪ کي سٺي طريقي سان رخصت ڪيو، جنهن کي پنهنجي، ڪنهن پوسٽنگ جي نہ لالچ ۽ نہ سفارش جي ضرورت هئي رڳو زيد سان خيالن جي ڏي وٺ ۽ اليڪشن جي مبارڪ ڏيڻ جو اخلاص هو، ليڪڪ جي وڃڻ کان پوءِ زيد ڪجهه دير لاءِ سوچن ۾ غرق ٿي ويو هو ....!

# باب 25

هر دور جي پنهنجي هڪ معنيٰ هوندي آهي، هر دور پنهنجا رخ رکندو آهي ۽ نئين تاريخ کي جنم ڏيندو آهي، اهو جنم دنيا جي هلچل جي رنگيني ۾ اضافو ڪندو آهي، هن وقت زيد بلديه واري پنهنجي آفيس ۾ پنهنجي ڪم ۾ مصروف هو ته اينٽري ۾ ڳاڙهن وارن وارو شخص امان اچي نڪتو، جيڪو في الحال بلديه کي هلائڻ لاءِ معاشي مدد ڪندڙ وڏو ڪردار هو، جيڪو زيد کي ڏاڍو ڏکيو لڳندو هو، ڇو ته هي ڪڏهن ڪڏهن سخت حڪم هلائيندڙ طور ظاهر ٿي پريشان ڪري وجهندو هو، بنيادي طور هي اڳئين ميئر جو خاص مددگار هو، پر هاڻ مخالف آهي، ان ڪري به زيد وارا هن کي اهميت ڏيندا آهن، پر امان جو اچ نمونو ڪجهه بيو لڳي رهيو هو ۽ تمام ڳري شخصيت لڳي رهيو هو، جهڙو ڪو خاص مقصد ڪٺي آيو هجي، فڪري ۽ تيز نظرن سان دنيا جي نقشي کي گهوريندي چوڻ لڳو: زيد صاحب توهان سان ڪجهه بحث ڪرڻو آهي! هن جي لاپرواهه پر ڳوري انداز مان زيد کي ائين لڳو جهڙو اڄ سڌو وري به ڪو حڪم هلائيندو هجي،

موٽ ۾ زيد چيس: فرمايو...! سامهون ديوار تي دنيا جي نقشي مٿان لڳل گهڙيال کي ڏسي امان چوڻ لڳو: وقت تبديل ٿيڻ تو چاهي ... حيراني مان زيد چيو: اهو ڪيئن !؟

امان: سمجهايان ٿو ....! پر هڪڙي ڳالهه اسان کي زهن ۾ اول رکڻ گهرجي ته جيڪڏهن تبديل ٿيندڙ وقت جي اسان رهنمائي نه ڪنداسين ته اسين پوئتي

رهجي ويندا سين. جڏهن تہ وقت خود بخود تبديل ٿيڻ پيو چاهي ۽ هو تبديل ٿي ويندو، تنهن ڪري آئون چاهيان ٿو تہ ان ۾ ڪجهہ هٿ اسين بہ وجهون. تاڪہ جديد تحريڪ جي بانيڪارن ۾ شامل ٿي وڃون.

جديد تحريڪ جو نالو ٻڌي زيد ڪجهہ سرهائي نہ محسوس ڪئي، پر هن جي ڳالهہ نہ سمجهندي چوڻ لڳو: پر سائين مان ڪيئن سمجهان جيسين ڪلي ڳالهہ سامهون نہ ايندي.

ڪلي ڳالهہ ايندي سامهون! يڪدم سيٺ امان تڪڙ ۾ چوندي چيو: پهرين ڪجهہ هتان هتان جي ڪري وٺون، پر زهن ۾ رکجو اهو عمل اسان کي ڪرڻو بہ ضرور آهي پر ان کي خفيہ بہ رکڻو آهي، زيد هن کي تجسس جي نظرن سان جانچڻ لڳو. سگار ڪيڏي امان دکايو ۽ پوءِ چوڻ لڳو: غير جديد ۽ جبري طبقاتي پراڻي سسٽم جي باري ۾ توهان جو ڪهڙو خيال آهي!؟ موٽ ۾ زيد چوڻ لڳو: بلڪل مڪروه ..! لاغرض بي پرواه ! ذات پرست ....! تيسي بازي جي زمين تي ڪيسر هابيل آهي تہ ڪير قابيل آهي، هر ڪنهنجو پنهنجو ڪردار آهي، جيڪو اڳتي هلي ڪٿي نہ ڪٿي پنهنجي شڪل ظاهر ڪندو آهي ....! اهڙي ئي جاهل اڳئين ميئر کي اسان شعوري جنگ ۾ شڪست ڏئي جديد روپ جي نظريي کي ڪٺرائي ڏيکاريو آهي ۽ اسان جي اڄوڪي سماج جا ماڻهو بہ هوشيار آهن جن اسان جي جديد نظريي کي قبول ڪيو آهي.

امان: پر اسان کي زيد صاحب انتظاميائي رواجي حساب ڪان هٽي سماجي احتساب بہ ڪرڻو آهي جو تہ اصل قوتون تہ سماج جي شڪل ۾ رهندڙ سماجي پناهہ ۾ پلجندڙ سماجي صورتون ئي آهن، جيڪي هڪ طرف سماج کي حصن ۾ ورهائي جڪڙي وينيون اُهن تہ ٻئي طرف اهيئي قوتون حڪومتن ۽ شهري انتظامن کي ڪڏهن شڪست ڪڏهن فتح جو روپ ڏيکاري رڳو پنهنجي مفادن لاءِ چوويهہ ڪلاڪ ۽ پوري عمر سازشن ۾ سرگرم رهنديون آهن ۽ سماج کي موٽائي پاڻ ڏانهن راغب ڪري وجهنديون آهن ان ۾ اڳيون ميئر سيٺ دائود بہ اچي ٿو ...! پر في الحال سمجهہ اهو بستري تي ليٽيل آهي پر هو اهڙي اعتقادي سگهہ ناهي، پر هينئر تائين وڏي سگهہ ۽ مضبوط قوت ۾ رهندڙ هتي جو جعلي ۽ پرست غير جديد جاگيردار طبقو اٿئي.

جنهن ذهني طور تي هتي جي سماج کي وهمي ۽ مفلوج بنائي رکيو آهي ...! ان اڳواٽي ڪندڙ ڪردارن کي سماجي تڪليفن ۽ انسانيت سان پيار ناهي، بلڪ دولت حاصل ڪرڻ سان پيار آهي ۽ غرض رڳو پنهنجي سگهه ۽ سهولتون وڏائڻ سان آهي پر ظاهري طور اصل مذهب جي آڙ ۾ ملاوت ڪري ان کي به پنهنجي فائدن جي سگهه لاءِ استعمال ڪري پاڻ اڳيان سماج کي جهڪائي، ۽ ان ئي سماج کي ويڙهائي رونشي بازي جو مظاهرو ڪري رهيو آهي، تاڪ هو هميشه جي لاءِ ڪمزور سماج جو حاڪم رهي، ڇو ته واپاري ۽ مفادي ماڻهو ڪڏهن به لاجواب۽ مقدس شين سان پيار ناهن ڪندا، بلڪ انهن جو وکرو ڪندا آهن، ان مقدس شين ۾ مقدس رشتا به اچي وڃن ٿا، جن کي به وقت اچڻ تي کپائي ڇڏيندا آهن، تنهن ڪري هاڻ اسان کي اهڙن ماڻهن تي تيز نظر رکڻ کپي، ڇو ته ان ذريعي ملڪي حالتن جو ڍانچو ۽ بليڪ ٽيل پورٽريٽ صاف ڪرڻو آهي ۽ ان ۾ جان وجهڻي آهي، حيرت ۾ ٻڌندي زيد ڪجهه خاموش رهيو ۽ پوءِ چوڻ لڳو ته : پر جناب ان جعليت جو اڪثر گهڻو اثر ته اندرون سنڌ ۾ آهي...! پاڻ ته في الحال ڪراچي سان وابسته آهيون ...!؟

امان : ڪراچي کي تون ڇا ٿو سمجهين ...!؟ هي هڪ عالمي ڳڙهه اٿئي! جتي وڏيون وڏيون قوتون سرخ ۽ حرصي نظرون گهمائي وينيون هونديون آهن ۽ اهي قوتون ئي اصل سمنڊ اٿو زيد صاحب ...! اسين ته ان سمنڊ ۾ لڏندڙ رڳو لانچون آهيون ۽ اهي لانچون ڪڏهن به خراب ٿيون ته سمنڊ مان ٻاهر اڇلايون وڃن ٿيون، ويجهو ٿيندي سرگوشي ۾ سيٺ امان وڌيڪ چوڻ لڳو: زيد صاحب اهڙين ڪافي قوتن جا مرڪزي پر خفيه اڏا هن ڪراچيءَ ۾ ئي اٿو ....! ٻيو ته اسان هتان ڇرپر ڪنداسين ته ان جو اثر ازخود هر جاءِ تي پکيڙ ڪائيندو، توهان بي خوف تي مشوري تي عمل ڪندا رهو، باقي ٻيو سڀ ڪجهه آئون پاڻ سنڀالي وٺندس، ڇو ته ماڻهو اسان جو عمل ڏسڻ چاهين ٿا ۽ اسان انهن کي ڪم ڏيکارڻ چاهيون ٿا. ڇو ته اسان جو مُعرو آهي ئي نئين تبديلي جو ۽ اڀوجهه سماج کي نکارڻ جو ...!! يعني ٿوري عرصي ۾ اسان ٻيو به وڌيڪ ڪم ڪرڻ چاهيون ٿا! جنهن ۾ جعلي، پرستي ۽ سرداري نظام جو خاتمو به شامل هوندو ....! ٻيو جيڪا ڏر وڌيڪ طاقت ۾ ايندي آهي سا سرمائيدار ڏر کي ڏکي لڳندي آهي.... .! زيد ڪافي دير خاموش رهيو پوءِ

چوڻ لڳو : ڇا ! اڳئين طبقاتي نظام جهڙو هي سرمائيدار غريب دشمن شخص سيٺ دائود بہ سماجي زندگيءَ مان بک جي وحشت ۽ بيون بي معنائيون ۽ انهن جي نااميدي ضايع ڪري سگهيو هو ...!؟ البتہ هن تہ زندگيءَ کي سرمايي آڏو سستو ڪري ۽ ان جي آسري ۾ زندگيءَ کي مشڪلاتن جي نفرت ۾ اڻ وڻندڙ ڪري پر لاجواب محسوس بہ نہ ڪرائي سگهيو هو. سواءِ ذهني دباءُ ڏيڻ جي ۽ دٻائي جهڪائي رکڻ جي، ڇا ...! سماج جي اڪثريت هن نفسياتي طور يرغمال آسري تحت نيٺ ٿڪي ٽٽي خاموش ٿي ويندي ڇا؟ ۽ فطرت جي سادگيءَ جي اصليت ڏانهن موٽ ڪائي فقط ان ئي فطري ۽ غير ارتقائي واڌ جي آسري واري جمود ۾ گذارو ڪندي !؟ يا پنهنجي خوش فهم ۽ جذبات ۾ پريل تجربي کي پوئين ايندڙ نسل ڪان لڪائي ان کي بہ ان فطرت مائل ڏيکاءُ ۾ اٽڪائي رکندي ...!؟ حالانڪ اهي ناپائيدار تجربا ۽ شخصي دٻائن جا دوڪا بئي نسل جي ڪنن تائين پهچائي انهن جي شعور کي آواز ڏئي مضبوط ڪرڻ گهرجي. تاڪ اهي پراڻي دوڪن جي تجربن بجاءِ نئين واڌ جا تجربا حاصل ڪري سگهن ۽ منجهڻ ڪان بچي پون! بيو توهان ان دور ۾ تہ سيٺ دائود سان گڏ هئا. پوءِ توهان ان هٿان اهي ڪم ڇو نہ ڪرايا ...؟ جڏهن تہ منهنجو هي اقدام نئون هوندو ۽ جيڪڏهن ساڳي طرح منهنجي ڏور ڪٽي وئي اڳي وانگر تہ پوءِ مان تہ هنن هٿن جي ضد ۾ ڇپجي ويندس ...!!

سائين اٿين هرگز نہ ٿيندو. امان سمجهائيندي چوڻ لڳو: اڳيون سرمائيدار ميٺر تہ شرابي هو، اسان جي ڇئي مان نڪري رڳو پاڻ کي ناهڻ لڳو هو ڇا! هينئر توهان جيڪڏهن رڳو پاڻ کي ناهڻ چاهيو تہ پوءِ نيڪ آهي، پوءِ پنهنجي فائدي جي آڙ ۾ مزاحمت بجاءِ رڳو اخلاق جي پرچار ڪريو! موٽ ۾ زيد اخلاقي طور يقين ڏياريندي چيس تہ : مان پنهنجي مفادن جي آڙ ۾ رڳو اخلاقي پرچار تائين محدود ۽ فقط ويچارن ۾ ويڙهيل صوفي ٿيڻ نٿو چاهيان، بلڪ اعليٰ اقدام ڪرڻ ٿو چاهيان ۽ پنهنجي ذاتي ڪمن ۽ مفادن تي سماج جي ڏکن ۽ مجبورين کي ترجيح ڏيڻ ٿو چاهيان. بلڪ ان ڪان وڌيڪ جدوجهد ۾ اڇي اچان بہ مٿانهان ڪم ڪري سچ جو تاريخي ثبوت ٿو ڏيڻ چاهيان، جنهن ڪري زندگي جي سموري سرگرميجاري رهندي رهي ۽ سماجي زندگي جو هڏ سگهو رهي، اها آهي معاشي سگهہ واڌائڻ ۽ بيو

انتظاميه واري بچاءَ ڪي مضبوط ڪرڻ. پر جلدي زيد خاموش ٿي هن شخص امان جي استعمالي اشارتي دٻائن ڪي ڏسي پنهنجي خدشن ڪي سچ محسوس ڪندي سوچڻ لڳو: هي شخص امان اڄوڪي ڳالهه جي ڪم ٽيڻ ڪانپوءِ مون سان گڏ هوندو يا وري پنهنجي فائدي جو نئون گس ۽ نئون ماڻهو هٿ ڪندو!؟ ۽ هن ڪم ٽيڻ ڪانپوءِ وقت ڪهڙي رخ ڏانهن ويندو ۽ اهو رخ ڪيستائين هلندو !؟ زيد کي خاموش ڏسي وري امان چوڻ لڳو ! سائين ان ڪانسواءِ ٻيا به ڪافي مسئلا آهن. جيئن ٻاهرئين ملڪن جي وڏي قرضن جو خاتمو. جيڪو آخر ڪيئن ٿيندو ؟ اسان کي ان ڪوشش جو به حصو ٿيڻو پوندو ۽ ان حالتن لاءِ اهڙو وچيون رستو حاصل ڪجي جو سماج وڏيڪ ڪنگال پڻي جي سنائن ڪان بچي پوي نه ته رستا اڳتي هلي ويران ٿي ويندا. گودام خالي ٿي ويندا ذخيرا واپس لٽجي بند ٿي ويندا ۽ اسان وارو مٿيون هي طبقو ڏوڙ ٿي اليڪشن جي به حيثيت وڃائي ويهندو. آخر اهڙين ڳالهين کي به اسان کي ئي نظر ۾ رکڻو پوندو. جو ته هنيئر اسين انتظاميه حيثيت ۾ آهيون. توهان سدا ۽ مان اڻ سدو! تنهن ڪري اسان کي هنن پروگرامن جي مدد لاءِ لاجواب مشورا مٿين قيادت کي ميٽنگن ۾ ڏيڻا پوندا. توهان دنيا جون خبرون اخبارن ۾ ڏسي پڙهي سگهو ٿا ته ....

ڳالهه ڪٽيندي زيد چيو: اسين في الحال دنيا جون خبرون حاصل ڪرڻ جي تجسس بجاءِ پنهنجي بنيادي مقصدن تي توجهه ڏيون ۽ انهن جي حاصلاتن لاءِ مختلف رستا حاصل ڪيون ۽ پاڻ ۾ خود ڪفالت پيدا ڪريون ....!

امان : پر منهنجا سائين. خود ڪفالت سان گڏ اڳيان بيٺل ديوار ڍاهڻي آهي. جيڪا جعلي پرستي جي واڌو بوجهه جي آهي ...! اسان کي گهڻو ان ئي پنهنجي اصل ڳالهه تي اچڻ گهرجي. جنهن ۾ مذهبي انتها پسندن ۽ تقدس کي پنهنجي مفادن لاءِ استعمال ڪندڙن ۽ مذهب ۾ واڌو طريقا استعمال ڪري ان چند جعلي عقيدي جي پرچار ڪندڙ ۽ اضافي طاقت حاصل ڪري ويل انهن پراڻن ميسڻن. آڙڪاپ ۽ مڪير جاگيردارن کي ٻنجو ڏيڻو جي آهي ....!

ڇو ته هي طبقو ئي سرمائيدار جي جديد ۽ ڪليل بازار لاءِ رڪاوٽ آهي. ٻيو ته هن طبقي جي سادي ۽ شريف ماڻهن لاءِ اسان وٽ عزت هوندي. ٻيو ته بي تحاشه دولت ۽ غلبو حاصل ڪندڙ ۽ پوءِ به ٽيڪس ونڊڙ ۽ سچي سنڌ ۾

جعلي پرچار ڪي ڪاري جادو جي ٽيڪ ۾ آڻي سماج ڪي پنهنجي نفسياتي گرفتاري ۾ آڻيندڙ هن مختلف قسم جي جاگيرداري جو وڏو اثر ۽ عمل اهو آهي ته هتي جي سوچ کي پراڻو رکيو وڃي ۽ جاهلانه. آمرانه هن قانون تحت ماڻهن کي اڃان به وڌيڪ ڪٽي لنگڙو بنائي هيٺ جو هيٺ رکيو وڃي ۽ انهن کي محدود رکي هن ڇنگل جو ڪوٽ اڃان به وڌائيندو رهجي، تاڪ ان تي ڪير به نشانو ڇٽي نه سگهي، حالانڪ هن گهميل نظام جا ڪافي نوجوان نئين سوچ جي سحر جي خاموشي ۾ رهي به جديديت کي اهميت ڏيندي به پنهنجي پراڻي ۽ غلبي ڇمائيندڙ هترادو دستور کي هتي ڏئي رهيا آهن! پر ڪليل حمايت ۾ سچائي جو ثبوت نٿا ڏين، سواءِ چند جديد فڪر رکندڙ خاندانن جي ....!

بيو ته اسان جو هن ڳالهه تي يقين آهي ته دلير ۽ سچا اقدام بيشل زندگيءَ کي

هلچل ۾ آڻي ان کي جرڪائيندا آهن ۽ پٺي پاسي جيڪو سماج سان بنيادي همدردي نٿو ڪري اهو غير سماجي آهي، جڏهن ته زيد صاحب دنيا جي زنده حياتي جي واسطن جا به معتبر رخ هوندا آهن هڪ ۾ ماڻهو ذميوار ۽ تعلقن ۾ بدل رهندو آهي، اهو رخ گهاڻو به ۽ گهڻ طرفو هوندو آهي، جنهن کي قومي رخ چئبو آهي، باقي بيو رخ نندو، ڇڏو ۽ آزاد هوندو آهي، جيڪو انفرادي ۽ ذاتي حيثيت جو هوندو آهي، جنهن ۾ ماڻهو پنهنجي فيصلن، حقن ذميوارين ۾ آزاد هوندو آهي پر ان ذميواري ۾ نه خاص قابليت ۽ نه ڪنهن جي پرواهه جي ضرورت هوندي آهي، پر هڪ خاص ۽ حاڪم ڪردار ملڪ جي ڪنهن ڇٽيل نقشي وانگر هوندو آهي جنهن نقشي کي هزارين باريڪ ۽ ٿلهين لڪيرن ۽ دائرن جو گهيرو هوندو آهي ۽ انهن جي نشاندهين جو مرڪز هوندو آهي، تون به هڪ اهڙو ئي نقشو آهين، جيڪو وڏي پئماني تي ملڪي ۽ عالمي سطح حاوي ٿي سگهين ٿو، اها پيشنگوئي رڳو اسان جي سوسائٽي جي ناهي بلڪ وڏي پئماني تي سماجي سوسائٽي جي به آهي جنهن اڳئين ميٹر کي ڪيرائي اوهان کي اڳيان آندو، جن جي گهرج لاءِ اهڙن طبقن جي رڪاوٽن کي به هٽائڻ جي قرباني ڏيڻ جي ڪلي ڪوشش ڪرڻي پوندي ۽ توهان کي اهو ذهن ۾ رکڻ گهرجي ته توهان جي پارٽي هڪ نظريو ماڻهن کي ڏنو آهي، جنهن ۾ خانداني

طبقن جي اثرن ڪي اول زائل ڪرڻو آهي تڏهن سماج ڪي ڪليل آبهوا جي زندگي حاصل ٿيندي، جنهن جو ماڻهن کي انتظار رهندو ! جيئن ته تون هڪ قدرتي صلاحيتون حاصل ڪندڙ اصلي ۽ هوشيار شخصيت آهين ۽ وڏو تعليم يافته فڪري ذهن به آهين. ان ڪري هن تحريڪ ۾ اڳيان توکي رهڻو آهي، جو ته اهڙي فتح تون ئي حاصل ڪري سگهين ٿو ...! تنهن ڪري پنهنجي هن شخصيت کي گهڻ رخائي ۾ آڻڻو اٿئي...! زيد في الحال ائين محسوس ڪيو جهڙو ڪيترن پر بند دروازن واري ۽ گهبراهٽن واري شاندار شاهي حال ۾ هن جو اعليٰ ڪردار وجود بي چين ۽ تڙپندڙ ڪنهن سرخ باهه اڳيان اچي بيٺو هجي ۽ سڙڻ واري حالت ۾ سڙڻ جي احساس بجاءِ فطري جهنگ کي باهه جي رخ کان بچائڻ جو سوچيندو هجي، ان چپٽلنن جي تنهائين ۾ رهندي ذميوارين جا سمورا سامان بوجهه بنجي هن جي هٿن مان ڪرڻ لڳا هجن ۽ وضاحتن جي هنن طلبگارين ۾ سمورا روپ مثيل ڪردار منظرن جي صورت ۾ چٽا نظر ايندي ڏسندي به هن کي پنهنجي صفائي لاءِ ۽ نج سماج جي خدمت جي اقدام لاءِ ڪي به دلائل ڪارگر نه پانئجڻ لڳندا هجن ! الاءِ ڇو شڪ کي يقيني واري حالت ۾ جذب ٿيندو ڏسندي ۽ تبديلي کي طبقن جي پهاڙي ٽڪرين تي ويجهي کان لٽڪندو ڏسندي خدشن ويڙهيل زندگي ڪيڏو نه محدود لڳندي آهي، ۽ اعتقاد جي صدمن ۾ زندگيءَ جا ڊگها رستا به مختصر ٿي ويندا آهن جيڪي وري رستن جي بي حسي ۾ قاسي انسانيت کان به پاسي تي رهجي ويندا آهن ....!! هن وقت زيد مختصر امان کي چوڻ لڳو: پر اسين مٿين سطح تي اچڻ لاءِ وڏين ۽ غلبي ۾ آڻيندڙ قوتن جي فضول چاپلوسين جي رحم ۽ اهڙي ڪليل عمل ۾ في الحال ته نٽا اچي سگهون : ! امان: توهان کي وڏين قوتن جي چاپلوسين جي ته ضرورت ئي ناهي ...! پر پنهنجي عهم جي عمل ۾ ته اچڻو پوندو نه ...! زيد: پر هن ڪم جا ته ٻئي پاسا ساڳي ڳالهه تي وئي ...!

امان: پر سائين اهڙي ڳالهه ئي ناهي.

زيد: پر مان چاهيان ٿو ته معاشي ۽ انتظاميائي سسٽم ڪجهه سخت آهي، جن ڪ غريبن لاءِ نرم ڪرڻو آهي.

امان: خير انتظاميائي سسٽم تہ ڪجھ صحيح ٿي ويندو پر في الحال ان جون بہ ڪجھ مجبوريون آهن. جرم کي جڪڙڻ ۽ ان تائين پهچڻ لاءِ ڪجھہ تڪليف سماج کي پهچي وڃي ٿي، ڇو تہ بليڪ قوتون غريبن کي گهڻو استعمال ڪنديون آهن ۽ ان بليڪ قوتن ۾ جعلي پرست پهرين اچي ٿي، جنهن جي ڳالهہ آئون توسان ڪيان پيو ...! تنهن ڪري هاڻ پهرين توهان کي جعلي پرستي خلاف بحثي جدوجهد ڪرڻي پوندي. "ڇو تہ هاڻ اسان کي پنهنجي حاصل ڪيل نئين قوت لاءِ ان پراڻي قوت کي ٽوڙڻو پوندو." ان خلاف ڳالهائڻو پوندو ۽ اهو ڪم ڪرڻو پوندو ڇو تہ هن نظام وٽ اقتداري قوت ڪان بہ وڌيڪ حيثيت ان ڪري محسوس ٿئي ٿي جو هي سڀ ڪجھہ بنا محنت حاصل ڪري رڳو حڪم هلائي رهيا آهن ۽ جهنگ جي قانون کي اجان بہ سخت ڪري رهيا آهن. تنهن ڪري اسان ڪ ان جي ٽوڙ ڦوڙ لاءِ ڪم ڪرڻو آهي، ان لاءِ هر قسم جي مدد ڏيڻ لاءِ آئون تيار آهيان. ڇو تہ منهنجا رياستي ادارن ۾ سنا تعلق آهن ۽ بيو تہ اسان کي جيڪو پارٽي ظابطا حڪم ڪندا ۽ گڏ صلاح سان جيڪو راضپو ڏيکاريندا! اسان ان کي مڃڻ لاءِ مجبور بہ آهيون. نيٺ مجبور ٿي زيد چيس: تنهنجي ڳالھ تي آئون دل سان غور ڪندس. پر زيد کي امان جي ڳالهين خسڪين ۾ آٽي ڇڏيو ۽ هن کي ان جي صلاح بلڪل حڪم محسوس ٿي ۽ هي شخص امان صاحب زيد کي جهڙو پنهنجي پارٽي جي بہ ڪا خفيہ ۽ پوئين قوت لڳڻ لڳس ۽ زيد جهڙو هينئر ئي پاڻ کي فولادي هٿن ۾ اٽڪيل محسوس ڪري اڻ تڻ ۾ اچي ويو. ايتري ۾ وري امان چوڻ لڳو : توهان کي تہ خبر آهي تہ منهنجو پنهنجو هڪ عليحده حيثيت وارو گروپ آهي. اُئون چاهيان تہ اونهہ ئي ڪجهہ ڪري سگهان ٿو. پر اهو ڪريڊيٽ بہ آئون تنهنجي هٿن ۾ ڏسڻ چاهيا ن ٿو. ايتري ۾ مٿان امان صاحب جا وڏي رسائي وارا لاپرواھ قسم جا ڪجھ ساٿي اچي نڪرن ٿا. جيڪي زيد سان ڪلي ملن ٿا. جن کي ڳالهين دوران امان ٻڌائي ٿو تہ اسان جي ڳالهہ مڪمل ٿي وئي آهي!جنهن تي هو خوش ٿيندا آهن. زيد هنن جي خفيہ حالتن ۽ ڪيتري رخن واري ڪيڏائيندڙ گيم جي باري ۾ سوچي ٿو تہ اڄ جي پيدا ڪرائيندڙ دشمني جي ٻئي دور ۾ بہ هي گڏ رهندا يا پنهنجا ٿي رهندا يا مرهاڳو ٻاهر فنا ڪري اڄ جي پيدا ٿيندڙ دشمني جي حوالي ڪندا ؟ جيئن دشمن تاريخ انفرادي حيثيت ۾ رکڻ لاءِ اهڙا



اقدام ڪندي آهي ۽ صدين ڪي سوچ جو ويچار ڏئي خوشيءَ کان ڪنگال ڪري ويندي آهي ......!! هن حالتن جي گهيري ۾ رهندي مون تي عجيب سوچ حاوي ٿيندي ائين پيو محسوس ٿئي جهڙو جعلي پرستي ۽ ان خلاف سرمائيدار امان جهڙيون مخالف قوتون ۽ سماج ۾ ٿيندڙ سموري قسمن جي حرڪت قدرتي نيڪ عملن جو جبري نقل هجن. جن تي ڪڏهن ڪاوڙ به اچي ٿي ته ڪڏهن رحم به اچي ٿو. ڇو ته ڪڏهن ڪڏهن لڳندو آهي ڦ سمجهائڻ لاءِ دلائل به ڪم نٿا اچن. جهڙو بالغ عمر ۾ ٻاراڻي ڪچائي جي عادت پريل هجي. تنهن ڪري اهڙن غير سالم ذهنن کي سزا ڏيڻ ئي واجب محسوس ٿيڻ لڳندي آهي. ڇو ته قدرتي غلط عادت جو عمل به بالغ زهن تي واجب ناهي. ڇو ته اها غلطي قدرتي طرفان تخيل ٿيل آهي ته ان لاءِ سزا به قدرت طرفان مقرر ٿيل آهي. اهائي ته نفساني وجود جي آزمائش آهي نه ته سڌي طرح يا اتفاق واري سزا ته اونهه ئي ان لاءِ مقرر آهي...!

# باب 26

صبح جو سج ڪافي چڙهي آيو هو. بلديہ جي ٻاهر رستي تي ٽريفڪ زور شور سان جاري هئي. بلديہ جي آفيسن ۾ معمول جو ڪم سٺي سرگرمي سان هلي رهيو هو. ڪم ڪار وارا ڪافي ماڻهو اچي وڃي رهيا هئا جن جي گائيڊ ۽ ڪم آسان طرح ٿي رهيا هئا. ٽائيپ جون مشينون هٿن جي حرڪتن سان هلي رهيون هيون.

تاريخ پنهنجو نيڪ عمل تہ دهرائيندي آهي پر جذبات ۽ واڌو خواهشن جي ڇڙواڳ ۽ لاپرواهہ جذبات ان نيڪ عملن کي بگاڙي خراب شڪلہ ۾ پيش ڪندا آهن ۽ پوءِ احسان فراموشي جي گهٽين ۾ نيڪيون سڪتي ۾ اچي خاموش ٿي وينديون آهن پر پوءِ بہ بدي آخر شڪست کائي نيڪي جي سائي ۾ واپس اچي پناهہ حاصل ڪندي آهي .....!! جيڪا خاموش ٿي ويل نيڪي ڪنهن درويش فقير وانگر ڪنهن گهٽي ۾ ڪنهن گهر جي ٻاهرين ديوار کي ٽيڪ ڏئي سماج ۾ ويچارن ۾ ويڙهيل ويٺي هوندي آهي، جو تہ سادي زندگيءَ جي لذت ۾ سڪون ۽ اگهن روشن ۽ مچيل هوندا آهن. پر نہ حاصل ٿيندڙ واڌو ۽ ناجائز خواهشن جي ڪن ۾ پيل چغلي يا پڙڪو ماڻهو کي چرڪايو وجهي، جيئن موت جي بستري تي ساهہ جو ڏار ٽيڻ جسم کي چرڪائي وجهندو آهي. هن وقت زيد وٽ اردو ڳالهائيندڙ ڪجهہ نوجوانن جو هڪ گروپ اچي ملاقات ڪندو آهي. جيڪي چوڻ لڳندا آهن تہ : اسان ڄ ماڻهن کي بلديہ ۾ ۽ ڪجهہ

بين جاين تي ملازمتون ڏيو ۽ بيو تہ اسان جي ڪجھ ماڻهن جو خيال آهي تہ اسان کي بہ هڪ قوم جي حيثيت ۾ تسليم ڪري عليحده سڃاڻپ ڏيو. ڇو تہ توهان هڪ سٺا وڪيل بہ آهيو. تنهن تي زيد چوڻ لڳو: سائين منهنجي ٽيبل تي ڪوڙ مسئلن جو ڍير رکيل آهي. آئون نمبر وائيز سيني کي نبيرڻ جي ڪوشش ۾ مصروف آهيان. پر ادا اڃان اسان کي ڪجھ نهڻ تہ ڏيو ...! اڃان تہ اسان خود شروعاتي مرحلي ۾ آهيون ...! ۽ بيو تہ توهان پاڻ مان اهڙو ليڊر ڳولهيو ۽ چونڊيو جيڪو لياقت علي خان وانگر فڪري ذهن هجي. تہ پوءِ هيڪاري وڌيڪ ڪوششون وني سگهجن ٿيون. ڇو تہ ان سان هڪ نج رهنمائي عمل ۾ ايندي ۽ اسان جون ڪوششون ان کان سواءِ الڳ بہ هونديون. تنهن تي انهن چيو تہ : اهو بہ اسين هٿ ڪنداسين پر جنگجو اڳواڻ ! لياقت علي خان جهڙي کي تہ گوليو هنيون ويون. وچ ۾ ڪمو پائي چيو تہ : پر سائين في الحال تہ توهان کي ڪوششون وٺيون پونديون. ڇو تہ هر گهر ۽ خاندان جون پنهنجيون مجبوريون هونديون آهن. بيو تہ اسان ڄ اردو ٻولي ملڪ ۾ ميلاپ جي پل جي حيثيت پڻ رکي ٿي. تنهن تي زيد چيو: هي اردو ٻولي تہ پاڻ ملڪي تہ نهيو بلڪ عالمي ليول تي سمجهڻ ۽ سمجهائڻ لاءِ جهڙو ترجمان طور ڪم پئي ڪري. جنهن جي پنهنجي هڪ حيثيت آهي. بيو تہ ڪمو پائي توهان جي هتي اچڻ کان پوءِ ۽ شهرن ۾ آباد ٿيڻ ڪري ۽ نوان هنر آڻڻ ڪري ۽ جديد ٽيڪنالاجيون سکڻ ڪري ۽ نيون محنتون ڀرپور نموني ظاهر ۽ استعمال ڪرڻ ڪري اسان جي ماڻهن کي پاڻ فائدو پهچايو اهي. جيڪي هتي جا ماڻهو ڳوٺن کان شهرن ڄ ڪشش ڏانهن ڇڪجڻ شروع ٿيا اهن. نہ تہ هو هرايل عادت مطابق اتي ئي رهيل هجن ها ۽ ڪو بہ خاص ولولو حاصل نہ ڪن ها...! تنهن تي ڪمو پائي چيو : سائين انهن کي اڃان بہ وڌيڪ رهنمائي جي ضرورت آهي. بيو تہ هو مقامي ماڻهو اهن. زمينن واري پيشي سان واڳيل آهن ۽ هريا پيا آهن. جيڪڏهن هو شهرن جي ٻي رخي ۾ ڄمي نہ سگهيا تڏهن بہ مڙئي خير آهي. پر اسان کي تہ رڳو هنرن ۽ نوڪرين جي ٽيڪ ئي تہ آهي. زيد ڪجھ سوچي چوڻ لڳو: ادا مان توهان لاءِ تمام گهڻو ڪجھ ڪندس ۽ اهو ڪجھ ڪندس جيڪو بين لاءِ ڪريان پيو. بيو تہ توهان جا ڪجھ ماڻهو اسان جي پارٽي ۾ بہ آهن. اهي بہ ڪوششون وٺن پيا. هري هريءَ سڀ ڪجھ صحيح ٿي ويندو.

ايتري ۾ اتي واپس وڃڻ مهل ڪمو پائي وارا چوڻ لڳا: في الحال ته اسين وڃون ٿا، پر اسان ڪي اوهان جي ڪوشش جو انتظار رهندو. اهين چئي هي اردو ڳالهائيندڙ دوست واپس ويا هليا. هنن جي وڃڻ کان پوءِ زيد سوچڻ لڳو ته : تڪڙ جي پرمار ۾ اسان کان اصل رستا به وڃائجي ويندا آهن. پيو ته هر ماڻهو کي پنهنجي گهر کي روشن رکڻ لاءِ لاجواب روزگار جي ڏيئي جي ضرورت ته هوندي آهي پر هنن دوستن ڪ ۾مقامي ماڻهن کان به وڌيڪ ڪليم ۾ بنيادي سهولتون ۽ شهري ڪشادا روزگار ميسر ٿي چڪا آهن. پر پوءِ به ٿوري گهٽي ڪوشش سان رهيل گهرجون پوريون ٿي وينديون پر ڪنهن به بئي مذهب يا قوم جو ماڻهو چاهي ڪنهن به رنگ، نسل يا شڪل جو هجي ان وقت ڪيڏو نه سٺو ۽ سچو لڳندو آهي. جڏهن هو زندگيءَ جي ضرورتن جي حاصل لاءِ جائز محنت يا ڪوشش ڪندو آهي ۽ صبر جي ڳهر ۾ جئين تئين واري به زندگي گذاريندو آهي. پر انسانيت جي ناتي کان تڏهن ٿو بگڙيل ۽ خراب لڳي جڏهن هن ۾ خامخواهه اڻ سهپ، بيزاي بي احساسي ۽ ڪردارن کان لاغرضي ۽ مزهب جي سائي ۾ رهندي به نفرت جهڙيون وحشتون جنم وٺي ٿيون ويهن. جن سان همدرديءَ جا جذبا جهڙو خشڪ ٿيووڃن ۽ انهن جي منزل جهڙو خدشن ۾ ويڙهيل ٿي نظر اچي چو ته ڪي ماڻهو هٺرادو تاريخي ۽ ڏند ڪٿائي جڙتو قربانين کي پنهنجي واڌو مفاد لاءِ آڙ بنائن ٿا. ته ڪي وري منسوخ ٿيل، عارضي ذڪارڪي ذاتي بالادستي جي سانچي ۾ لاهي ويچارن ۽ فڪرن تي اٽڪل بازي ڪي حاوي ڪرڻ جا حامي ٿي پوندا آهن. ۽ زهن ۾ بت جهڙي مانار جي حمايت جو شڪ ٿي پوندا آهن. ۽ پاڻ رڳو همدردي جي ڍال پويان رهي آسائش ۾ رهڻ چاهين ٿا. پر ٻين کان لاغرض رهن ٿا...! خير اها سوچ يا عمل چند ابهري نوجوانن جو ٿي سگهي ٿو. سموري ماڻهن جا احساس سراسري ته نرم ۽ خير گهرڻ جهڙا مختلف هوندا آهن. جيئن تاريخ جا رنگ مختلف هوندا آهن. جنهن ۾ اڪثريت زندگيءَ کي ناهڻ جي محنت جي هوندي آهي. اردو ڳالهائيندڙ جي پوري نسل لاءِ منهنجو همدردانه ۽ احترامي سلام. جن کي سرحدن جي بي رحمين ۽ سازشن گهڻو ڪجهه سيکاريو شڪ ۽ خوف جو تحفو ڏياريو ! پر هاڻ ته اسان سيني جو مستقبل هتي ئي آهي. مقدر هتي آهي ۽ هتي جي تهذيب کي نئون رنگ ۽ نئين سگهه جي ايجادن ۾ تحريڪ جو لباس

ويڙهائٽو آهي، ڇو تہ ويڳاڻپ جي پراڻن سازن ۾ ويڙهيل هن سماج کي نئين ۽ تڪڙي سازن جي هنرن جي ضرورت آهي ...!!

اجان ڪجھ گهڙيون گذريون تہ خادم بلوچ پريشان حالت ۾ اچي ٻڌائي تہ زيد صاحب ! ڇپراوٽ وڪيل تميز الدين کي وني ويس پر پوليس قيدي کي آزاد ڪرڻ کان ٽال مٽول ڪري ڇڏي ...! ڏاڍو پريشان ڪري رکيو اٿن، سردارن جا اثر رسوخ انهن تي حاوي آهن...!!

زيد: ڇا ٿيو پوليس ...؟!

خادم: ڇون ٿا اسين مجبوري آهيون ۽ سردار جي وڏي هوٽل بہ هلي پئي، جتي رڳو جرم پيو هلي، اهو بہ ڪلم ڪلايو ...! هن وقت زيد خادم کي ڪجھ سمجهائي عدالت ۾ موڪلي ٿو ۽ جلدي اچڻ جي تاڪيد ڪريس ٿو، خادم جي وڃڻ کان پوءِ زيد قيدي کي ڇڏائڻ لاءِ نياريون شروع ڪري ڇڏيندو آهي.

هن وقت زيد، خادم بلوچ، ڳاڙهن وارنوارو امان صاحب، زيد جو پرسنل وڪيل تميز الدين ۽ سيڪريٽري جميل ۽ شريف باڪسر قيدي کي ڇڏائڻ لاءِ روانا ٿيندا آهن.

هن وقت سڀ جيل تي ايندا آهن ۽ ڇپرڪي عدالتي حڪم نامي جا ڪاغذات ڏيندا آهن، جيڪي ڇپروني چوڻ لڳو!

سائين! توهان پاڻ هلي آيا آهيو!؟ اهو بہ معمولي قيدي لاءِ ! رڳو فون ڪري ڇڏيو ها، زيد هن جي مٺاڃرائي واي اٽڪل سمجهندي چوڻ لڳو: آئون بنيادي طور هڪ سماجي اڳواڻ آهيان، تنهن ڪري منهنجو واسطو هوندو ئي عام ماڻهن سان آهي، تنهن ڪري انهن لاءِ آئون پاڻ جي ڪوشش ڪندو آهيان، تاڪ مان مطمئن رهان، زيد قيدي واري سردار طرفان جرم ۽ سازش جي وڏي ڳالھ لڪائيندي چوڻ لڳو تہ : ٻيو تہ منهنجي هي بہ ڪوشش هوندي آهي تہ ڪو بہ سماجي مسئلو هجي اهو پوليس کان اڳ شهر جي ميئر وٽ بلديہ ۾ اچي، پوءِ جيڪڏهن اهو مسئلو حل نہ ٿئي تہ پوءِ پوليس يا ڪورٽ ۾ پلي وڃي.

ڇپرڳيٽ ڏئي ڪنڌ کي هلڪولوڏڻ لڳو، ڇو تہ ان جي اندر ۾ ٻي ڳالھ هئي، جيڪو ڪجھ دير ترسي چوڻ لڳو: ڀلا سائين هيئن ڪريو، توهان

ڪجهه ٽائيم ڏيو تہ اسين قانوني ڪارروائي پوري ڪري قيدي کي توهان جي ويندي ئي ڇڏيون ٿا. تنهن تي امان صاحب چيو : اها وري ڪهڙي ڳالهہ ٿي! هاڻ ديگهہ نہ ٿيندي. قيدي کي هڪدم اسان حوالي ڪريو.

امان جو سختي وارو لهجو ٻڌي ڦيڙجي نرڙ تي پگهر اچي ويو ۽ اٿي اندر هليو ويو. ڪجهہ ئي دير ۾ هنن کي جيلر اندر پاڻ وٽ گهرايو ۽ چوڻ لڳو: سائين اسان جي مجبورين کي ڪجهہ سمجهو ...! موٽ ۾ زيد چيس: هڪ معمولي قيدي کي هيڏي وڏي جيل ۾ واڙي توهان قانون کي ڪمزور پيا محسوس ڪرايو. ڪاڏي جو بوجهہ ۽ بچاءُ جو خرچ پيا وڌايو. جنهن مان ڪنهن بہ قسم جو خوف يا خدشو ناهي. جنهن لاءِ عدالتي دلائل بلڪل صاف آهن. جيڪي هن حڪم نامي ۾ چٽائي سان لکيل آهن. توهان وري انهن کي غور سان ڏسو. پر پوءِ بہ زيد وارن طرفان مليل عدالتي حڪم نامي کي ٽال مٽول ۾ آڻيندي جيلر قيدي کي نہ ڇڏڻ جو بهانو تو ڪري ۽ چوي ٿو : سائين اچوڪي رڳومهلت ڏيو تہ چند ڇاڻ ڪري ونون. ڇو تہ سياڻ جيل ۾ قيدين تي آپريشن جو ڏينهن آهي ۽ پرهين قيدين ۾ پلاٽي جو ڏينهن آهي. اهي گذرن تہ اسين بلا شبہ قيدي اوهان وٽ پهچائينداسين.

ايتري ۾ جميل چيو: جيلر صاحب توهان اهو سوچيو پيا تہ توهان ڪنهن سان پيا ڳالهايو!؟ عوام جي چونڊيل نمائيندي سان پيا ڳالهايو. جيڪو هنيئر اقتداري دور ۾ آهي. اها بہ نتائڻ واري چال ۾. اها بہ سياڻ قيدين تي آپريشن ڪان پوءِ. آپريشن ڪان پوءِ توهان لاءِ ڪهڙو يقين آهي اسان وٽ تہ اهو قيدي تيسين زنده هوندو ...!

ايتري ۾ زيد غصي ۾ اچي چوڻ لڳو تہ : تون عدالتي حڪم نامي کي تہ ٺڪرائي سگهين ٿو پر عدالتي ڪارروائي کي هرگز نہ. مان اها هينئر جو هينئر ڪرائيندس ۽ پوءِ مان ڏسان تہ تو وٽ اهي پتا ۽ قول ڪيئن ٿا بچن....! اهو بہ ذهن ۾ رکجان تہ آئون ميئر سان گڏ هڪ وڪيل بہ آهيان. خوامخواهہ ڪٿي پوليس جي اداري کي اوهان ايڏو وڏيڪ مشهور ۽ سخت ڪيو آهي ماڻهن لاءِ! اهو بہ جبري صورت ۾ ...!! حالانڪ پوليس جي اداري وانگر ڪو نرم. سماجي ۽ خدمت ڪندڙ ڪو اين جي اوز جو ادارو ماڻهن ۾ مشهور ۽ معروف هئڻ گهرجي. ڇو تہ هتي جو

سماج رڳو مجرم ناهي، هو ڇوويهه ڪلاڪ محنتن جي ڪوشش ۾ پيڙهيل اٿر رهي ٿو. جو پوليس جي نندي ڪيبن جيتري موبائل کي خوف جو راڪاسي هٽلر بنايو ويو آهي، بلڪ هتي ته رڳو مجبور، مظلوم، بي پهچ، غريب، مصيبتن جي ستايل ۽ عالمي سرگوشين کان ڪٽيل محڪوم عوام ٿي رهي، جيڪا زراعت جي پورهئي ۽ مزدوري سان واڳيل آهي، جنهن کي مدد جي ضرورت آهي، سهاري ۽ سڌاري جي ضرورت آهي ...! ڇو ته اسان جو فرض آهي ته هتراڌو خرابين تي نظر رکڻ ۽ انهن کي ڪنهن به طرح سڌاري ۾ آڻڻ ۽ سماج کي محفوظ رکڻ جي ڪوشش ڪرڻ. باقي فطري حادثا ته "خدا" حوالي آهن جن لاءِ اسين بي وس آهيون. تنهن ڪري براءِ مهرباني توهان قيدي کي بنا دير گهرايو ...!! ڇو ته اسان کي رپورٽ ملي آهي ته هو زخمي ۽ بري حالت ۾ آهي.

اهو ته آهي ...! از خود جيلر واتان اهي لفظ نڪري ويا. تنهن تي زيد چيس: قيدي ڪنهن به حالت ۾ آهي بس توهان ان کي اسان جي حوالي ڪريو توهان تي ڪا به آنچ نه ايندي. نيٺ جيلر مجبور ٿي قيدي کي وٺي اچڻ جو حڪم ڏي ٿو. ڪجهه ئي گهڙين ۾ سپاهي قيدي کي وٺي آيا. جيڪو ڏاڍي هيٺي سڪل ۽ بتال حالت ۾ هو ! جنهن کي زيد ڏاڍي حيرت مان چيو: وچ ...!! هي قيدي ته مرڻ ۾ آهي ...!! هن حالت ۾ پوءِ به توهان هن کي اسپتال بجاءِ هت قيد ۾ رکيو ويٺا آهيو ...!!؟؟ ... سوچن ۾ ٻڏندي زيد سوچڻ لڳو: وچ ...! اهڙا قيدي ڪيڏي نه پوئين سازشن جو سخت شڪار هوندا آهن. جيڪا سازش پنهنجن ئي يقيني واسطيدار ڪردارن طرفان هوندي آهي. هاڻ نه رڳو وڃي رشتن ۽ واسطن جا ڪوڪلا تعلق رهيا آهن. باقي هڪ ٻئي کي سڌارڻ جي آسري وجود کي اندران ئي ٽڪرا ٽڪرا پيو ڪيو وڃي. همدردين جا ايمان ئي ختم ٿي ويا ...!!!

هن وقت زيد چيو: هن قيدي جي فائيل ڏيو. ڪجهه ئي ساعتن ۾ اها ڏني وئي، جنهن کي چيڪ ڪندي زيد چيو: جڏهن توهان کي گرفتار ڪيو هو تڏهن هن جي جسم جو وزن ڳرو هو پر هاڻ انتهائي هلڪو وزن اٿس! ۽ وجود ڍانچو ٿي چڪو اٿس ۽ ڏسڻ جي سماعت به ڪمزور ٿي وئي اٿس! جو غور سان جانچي ۽ سڃاڻڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهي ۽ نفسياتي ۽ جسماني تشدد ته ڪيڏو ڇتو پيو نظر اچي، جو

هن جو شعور ۽ خودداري جيل جي ٿلهن ۽ ويران ديوارن جي اٿرن ۾ دٻجي رهجي ويون اٿس، زيد قيدي کي مخاطب ٿي پڇيو ! بابا توهان ڪيئن آهيو ؟ پهرئين دفعا زيد جي پڇڻ تي قيدي جهڙوپڙاڏن جي سناٽن ۾ نهارڻ لڳو هجي !! ۽ غير يقين سان زيد ۾ تعجب سانڍهاري ڪا اميد ٿامڻ چاهيندو هجي، جنهن جي پلئه پوڻ جو يقين نه هجيس، وري ٻيو دفعو زيد ساڳيو سوال ورجايس ته : بابا توهان ڪيئن آهيو !؟ جي ....!! جي .....!! آئون، نيڪ ....! .... بابا ....! آئون ....! آئون.... جيئڻ ....ٿو ....! چاهيان ! گهٽيل آواز ۾ قيدي چيو.

خشڪ ۽ ريگستاني وجود جي گلي مان مس مس هي اکر نڪتس، زيد وري فائلن ۾ نهارڻ لڳو ۽ پوءِ جيلر کي ڏسي چوڻ لڳو: توهان هن تي ايڏو تشدد ڪيو آ ....! جيلر چوڻ لڳو : نه سائين بلڪل نه چو ته هي ايڏو وڏو قيدي ناهي.

زيد: توهان ٺا چئو ته هي ايڏو وڏو قيدي ناهي جو توهان ان تي سخت تشدد ۽ ٻي ڪارروائي نٿا ڪريو ۽ هي فائلون به ٻڌائين پيون ته نه هي قيدي ايڏو مجرم آهي ۽ نه ڪنهن ڏوهه ۾ گهربل به آهي پر حالتون ۽ هن قيدي جون دانهون ته ٻڌائين پيون ته اوهان هن سان جانورن کان وڌيڪ واريون واديون ڪري ڏکيا قيد ۽ اذيت ناڪ سزائون ڏئي انسانيت ۽ قانوني ضابطن کان هٽيل عمل ڪندا رهيا آهيو ....! دراصل توهان کان لاپرواهيءَ ۾ هي غلطي ٿي وئي جو هن قيدي لاءِ توهان فارملٽي طور ڪوڪوڙو ڪيس لکي نه رکيو آ، جنهن ڪري توهان کي هن وقت اشد ٿيندو ۽ پاڻ تي غصو چڙهندو هوندو، خير .... توهان پنهنجي ڪاغذي ڪارروائي ڪريو ته اسين وڃون جيئن ئي ڪارروائي مڪمل ڪئي ته زيد وارا وڃڻ لاءِ اٿيا ۽ قيدي کي گڏوني ويندي مهل زيد چوڻ لڳو: محترمو ....! اهو ياد رکجو ته هي عام قيدي نه بلڪ هاڻ هڪ سياسي ڪيس آهي....! جيلر غصي سان سڀني کي مڙي ڏسي وري هنن کي ويندو ڏسڻ لڳو ۽ ويٺ پيپر سان ويجهي کان ٽيبل تي ٺڪ ٺڪ به ڪري رهيو هو.

# باب 27

زيد هن وقت قيدي ڪي سڌو پنهنجي گهرجي دارڪ روم ۾ وٺي آيو، جنهنجي حالت هن وقت به اڻ سڌرندڙ هئي. حالانڪه هن جي علاج ۽ سٺي ڪاڏي جو هاڻ بندوبست به ٿيل هو، هن وقت روم ۾ ڳالهين وارن وارو سيٺ امان وڪيل تميز الدين خادم بلوچ ۽ ڪجهه ٻيا دوست موجود هئا. جن سيني اڳيان هن قيدي جو سردار خلاف صحيح بيان وٺڻو ۽ چاڻ حاصل ڪرڻي هئي.

هن وقت هنن جون بند ڳالهيون شروع ٿي چڪيون هيون، جنهن تي زيد جا ساٿين سان انهن ڳالهين تي بحث به هلندا رهيا.

بيان ختم ٿيڻ مهل آخر ۾ قيدي چوڻ لڳو: سائين جڏهن سردار طرفان اسان جي خاندان تي ۽ اسان جهڙن گهيريل ٻين ماڻهن تي لڳاتار ظلم جاري رهيا ته مون شور ڪيا، دانهون ڪيون ۽ انهن جي جبري سخت ڪم ڪرڻ کان انڪار ڪيو ته انهن مون تي باغي هئڻ جو الزام هڻي ماري ماري اڌ مئو ڪري ۽ ڪوڙا الزام هڻي پوليس حوالي ڪري يڪو بند ڪرائي ڇڏيو هو .....!! ۽ اسان جو پورو محلو اڄان ان ساڳي حالت ۾ قيد آهي .....!! هن وقت سڀ خاموش هئا. ڪجهه گهڙين کان پوءِ زيد چيو ! هنن غلام نما قيدين کي هاڻ آزاد زندگي گذارڻ جو حق حاصل هئڻ گهرجي.

سيٺ امان زيد ۾ نهاري کنڌ ها ۾ لوڏڻ لڳو. ايتري ۾ زيد سرحد خان کي فون ڪري آفتاب خلجي وٽ هلڻ لاءِ چيو. آفتاب خلجي هڪ بهترين ماڻهو هو. زيد کي ڪراچيءَ ۾ سنو دوست آفتاب خلجي مليو هو ۽ اتر سنڌ خيرپور ۾ رفيق شاهه جنهن جي طبعيت ۾ آڪڙ نه هئي ۽ غريبن سان همدردي رکندڙ هو. آفتاب خلجي سان زيد جي پهرين ملاقات ڪراچي ۾ برنس روڊ جي هڪ اهڙي هوٽل تي ٿي هئي جتي جا ڪباب ۽ پڳل ڪوفتا تمام مشهور هئا ۽ اتي جي چٽڻي ۽ نان به لذيذ ۽ اعليٰ ته هئا. پر فائيو اسٽار هوٽلن وانگر مهنگا نه هئا. حالانڪ اهڙا لذيذ ڪباب ۽ ڪوفتا اهڙين وڏين فائيو اسٽار هوٽلن تي به نه هوندا آهن.

ڪلڻو ۽ خوش طبع ماڻهو آفتاب خلجي ۽ زيد ٻئي طبعيت جا ڪليل ۽ همدرد انسان هئا. اتفاق سان ان ڏينهن ساڳي هوٽل تي ٻنهي جون ٽيبلون به گڏ هيون ته توجهي ڳالهيون به ساڳيون ۽ ٿهڪن واريون هيون. جيڪي ٻئي هڪ ٻئي جون دلچسپ ڳالهيون ٻڌندي ۽ پوءِ هڪ ٻئي کي سنو محسوس ڪندي ۽ وقفي وقفي سان هڪ ٻئي ۾ نهاريندي نيٺ هڪ ٻئي سان سنڌو ۽ دوستانه ڳالهائڻ لڳا هئا ۽ ان ڳالهائڻ دوران زيد هن سادي ۽ ڪشادي هوٽل جي ڪبابن ۽ ڪوفتن جي تعريف شروع ڪئي هئي: ته يار اهڙا سنا ۽ چهرا ڪباب جيڪڏهن يورپ ۾ هجن ته ايشيائي سياحن جا کيسا جهٽ خالي ڪرڻ لاءِ هو اهڙيون شيون ڀرپور طرح مهنگيون ڏيڻ ۾ ڪا به ڪسر نه ڇڏين. پر يورپ کان سواءِ هاڻ ته هتي وارين وڏين هوٽلن وارا به نالي مشهور هئڻ ڪري اهڙين ڪاڏي جي شين جا بل به وڏا ٿا وٺن ...! پوءِ ٻئي ٿهڪن ۾ ۽ هڪ ٻئي ۾ ٿهڪن دوران دلچسپي سان نهارڻ ۾ ٻڌجي ويا هئا. بس پوءِ ته ٻنهي ڇڻن جون ڪچهريون هميشه لاءِ وسيع واسطن ۾ پڪڙجي ويون. سچ به ته زيد سنو ۽ انسان دوست هئڻ سان گڏ پنهنجين اهڙين شين ۽ هينين ماڻهن کي سني اهميت ۾ آڻي انهن کي مٽي ڪرڻ جا جزبات رکندڙ بهترين شخص آهي. هن وقت زيد، سرحد خان ۽ سرحد خان جو ڊرائيور ڪشمير خان آفتاب خلجيءَ وٽ خوشگوار موڊ ۾ ويٺل هئا. زيد سرحد خان جي ڊرائيور ڪشمير خان کي تمام گهڻو پسائيندو هو. هن وقت هي خلجيءَ وٽ قيدي ماڻهن جو مسئلو ڪٽي آيا هئا. ان باري ۾ زيد آفتاب کي چوڻ

لڳو تہ : مون توهان کي ان مسئلي جي باري ۾ فون تي بہ آگاهہ ڪيو هو. تنهن تي خلجي چيو: مون ڊي آءِ جي صاحب کي چٺي ڇڏيو آهي.

زيد: هي طبعيت جا ڪليا، خوددار، ظاهري طور جذباتي نظر ايندڙ ۽ محنتن جي مشڪلاتن ڪري بيزار نظر ايندڙ ماڻهو جن تي اسان کي پنهنجي سفيد پوشي ڪري ڪڏهن غصو بہ اچي ويندو آهي، پر هي اندران درويش طبعيت ۽ سماج جي پوري سخت پيڙ جي برداشت رکندڙ هڪ انمول خدائي طبقو آهن، جيڪي وري متان واڌو عقوبتون بہ سهڻ ۾ حيران ۽ بند!، ڪنهن بہ ملڪي ۽ عالمي اداري آڏو اچي احتجاج بہ نٿا ڪن.

رڳو پنهنجي نام نهاد اڳواڻن جي مصنوعي پٽڪي بچائڻ لاءِ .....!! ۽ گهري پاڻي ۾ ٻڏڻ وقت بہ ايڏا شعور جا ڪچا جو مضبوط ڪنهن وڻ يا رسي ۾ هٿ وجهڻ بجاءِ بي خودي ۾ ڪنهن ڪچي ول ۾ هٿ وجهي غرق بہ ٿيو وڃن، هنن جي موت کي سستو سمجهي هنن جا اڪثر اڳواڻ هنن جي جنازن ۾ بہ شرڪت ناهن ڪندا .....! هنن عجيب ۽ دنيا جي سمورين جديديتن کان خالي ماڻهن جون هاڻ اسين اهڙيون ويچارگيءَ واريون حالتون نٿا ڏسي سگهون ...! حالانڪہ گهرجن جي اچوڪي سخت مشڪلاتن ۾ ڪير بہ ڪنهن جو پائيوار يا همدرد نہ رهيو آهي، اچوڪو اخلاق کان خالي هي دور ڪيئن پيو هلي ! جنهن جي ڏندلاهٽ انساني تخيل جي حيثيت ختم ڪري رکي آهي، جڏهن تہ عظيم تخيل انسان جي آهي ۽ انسان ۾ سٺي ۾ سٺي شئي احساس، همدردي ۽ قرباني جي آهي ۽ ٻيو تہ خلجي صاحب اسان کي اهو ذهن ۾ رکڻ گهرجي تہ گهٽي بک، لڳاتار تشدد ۽ گهٽو ڊو جرم ڪرائيندا آهن ۽ نااهل اڳواڻن جو غرور ۽ پيٽ پرائي جو سٺي تڪليف واريسزا جي گرمائش سان خشڪ ٿيندو آهي، پوءِ وڃي ڪا ڳالهہ سنوت ۾ ايندي آهي! هن وقت هنن جي ڳالهين جا بحث ۽ دلائل فڪري پيڙا جي تهن ۾ داخل ٿيڻ لڳا ۽ پوئين تاريخ جي ايلازين کي جانچڻ ۽ ننڊڻ لڳا ۽ سچ چڙهڻ شروع ٿيو، جيڪو ظلم جي انتها کي شعور جي چٽائي ڏيکارڻ لڳو ۽ پنهنجي تپش کي هر اونده تي حاوي ڪرڻ لڳو.

جيئن تہ تاريخي جبر جي باهہ ۾ هي بلوچ ڏسڻ ۾ تہ آڪرُيل نظر ايندا اُهن، پر اندر جي هنن سادن ۽ تعليمي شعوري، معاشي، سائنسي، سماجي ۽

ٽيڪنالاجي طور تي ڪمزور ۽ غريب هنن بلوچن کي تنگ به سندن قوم جا پوزيشن وارا ڪجھ اڳواڻ طبقي جا ماڻهو ڪندا هئا. جن کي سزا ڏيڻ لاءِ زيد جو همدرد طبعيت دوست آفتاب خلجي مدد ڪندو آهي. جيڪو سرڪاري ادارن ۾ سٺن واسطن هئڻ ڪري مشهور هوندو آهي. جيڪو بلوچن جون انتها بگڙيل حالتون ڏسي زيد جو سٺو مددگار ثابت ٿيندو آهي. جيڪو ڊي آءِ جي کي تفصيل ٻڌائي ۽ قيدي ماڻهن جون لڪتون ڏئي ڪجھ نام نهاد جبري اڳواڻن تي ڪجھ پوليس موبائلن ۽ بڪتر بند گاڏين جو هلڪو آپريشن ڪرائيندو آهي ۽ انهن جي جرم گاهن تي ڇاپا هڻائڻ لڳندو آهي ۽ مختلف اڏن تي نشي ۽ اسلحي جا ناجائز گودام ۽ ڪجھ خانگي جيل سيل ڪرائي ٿو ڇڏي. جنهن ڪري اهي نام نهاد معتبر اڳواڻ بوکلاٽجي وري زيد جي مخالفت ۾ انهن ئي آزاريل ماڻهن کي برغلائڻ لاءِ ڪوششون ڪرڻ لڳا ته هاڻ وڏي آزادي لاءِ تا ڪوشش ڪريون پر هي جيڪي خود اڳ هنن جي ظلم جا شڪار هئا. پر هاڻ اهي ماڻهو بلڪل الڳ ۽ آزاد هئا ۽ اهي غريب اڳ ايڏي مصيبت ۾ رهيا پيا هئا پر ڪنهن به باهرئين ماڻهو کي عرصن تائين اها خبر نه پئجي سگهي هئي ته هتي اردگرد ۾ به ايڏو ظلم ۽ جرم پلجي رهيو آهي ۽ محلي جا غريب ماڻهو پنهنجن ئي جاهل ۽ حرصي اڳواڻن جو شڪار ٿي رهيا آهن ۽ انهن جي جبر ۾ پيسجي رهيا آهن. پر هاڻ هي مظلومن جو محلو آجو ٿي چڪو هو. پر هاڻ نام نهاد انهن اڳواڻن جي مخالفت ڪرڻ جي باوجود به زيد سان ڪافي غريب بلوچ همدردي رکندا آهن ۽ خادم بلوچ ۽ ان جو مائٽ نوجوان باڪسر شريف به زيد سان ساڳيو گڏ رهندا آهن. پيو ته زيد کي اهڙن مخالف اڳواڻن جي ڪا به پرواھ نه رهندي آهي.

ٻئي ڏينهن خادم اچي ٻڌائيس ته : هاڻ انهن جبري اڳواڻن جون عياشي جون محفلون به بند ٿي چڪيون آهن ۽ هاڻ انهن جي اها ڳالھ نه رهي آهي. پيو ته محلي ۾ هلندڙ جرم جو هوٽل به بند ٿي چڪو آهي.

# باب 28

غريب بلوچن جي مظلوم ۽ قيدي محلي جي رهواسين کي آزاد ڪرائڻ جي خوشيءَ ۾ اڄ لياري ۾ ننڍو جلسو هو، جنهن ۾ لسٻيلي جا بہ ڪافي نوجوان شامل هئا، هي رات جو وقت هو مائيڪ تي زيد اچي چوڻ لڳو: منهنجا، عزت لائق ۽ همدرد دوستو، جيئن تاريخ، هڪ مڙيل ڏِرِ ۾ داخل ٿي چڪي آهي، تاريخ زيد گي کي اهميت ڏي ٿي، زندگي! حرڪت جو نالو آهي، زندگي جدوجهد جو نالو آهي، زندگي، گڏ گذارڻ جو نالو آهي، زندگي، محبت جو نالو آهي، زندگي، پنهنجي بچاءُ لاءِ قيد بہ برداشت ڪري ٿي، زندگي فطري رسمن ڪيوتہ قبول ڪري ٿي، پر جبري زنجيرن جي شوخي کي هرگز نہ ....! وقت محبتن سان گڏ گذاريا آهن، ڪلفتن سان نہ . جڏهن بہ جبري ۽ آزاد مرضيءَ جي نظرين جو ٽڪر ٿيو آهي، تہ ان جنگ جي شور تاريخ ۽ وقت کي ڪجھ نہ ڪجھ ضرور ڏنو آهي، پنهنجي مدد پاڻ ڪرڻ جي همت جي عمل تحت جيڪڏهن ڪو مضبوط ۽ پريل جسم بہ شخص نفسياتي طور منڌل ويڳاڻو، خاموشي ۽ ساعت ٿيو وينو هوندو تہ ان کي مکيون بہ حملو ڪري تنگ ڪرڻ لڳنديون، پرجيڪڏهن ان جي متبادل رڳو ضعيف جسم شخص بہ پنهنجا هٿ

حرڪت ۾ آڻي ٿو تہ مکيون ان جي جسم کي تنگ نہ ڪنديون. سواءِ اردگرد ۾ پون پون ڪرڻ جي ...!

اسان جي پارٽي پنهنجي ذاتي مفادن لاءِ ڪنهن کي بہ استعمال جو اوزار بڻائڻ نٿي چاهي. اڄ وري توهان کي مفاد پرست نئون گهيرو پيا ڪرڻ چاهين ۽ آزادي جا جوش پيا ڏين. توهان کي مارائڻ ۽ پنهنجو مال وڌائڻ لاءِ ...! آزادي جي نعري هٿندڙن کان پڇو تہ توهان اڳ ۾ غريب ماڻهن کي پنهنجي ذاتي غلامي جي شڪنجي ۾ ڇو ڦاسائي رکيو هو ....؟ جو سرڪار کي اوهان جا اهي غير سرڪاري جيل ۽ ڪوڙا غير فطري زنجير ٽوڙڻا پيا ۽ ماڻهو اوهان کان پڇي نڪتا. هاڻ رڳو پنهنجي بچاءُ لاءِ ٿا نعرا هڻو. تہ انقلاب ايندو. اڳ توهان ماڻهن کي ڇا ڏنو هو ؟ ۽ هاڻ ڇا ڏنو اٿو؟ ۽ ڪهڙي پاڳي پائيواري جو يقين ۽ عزت ڏني اٿو هنن غريب ماڻهن کي ..."!؟ توهان وري ساڳين ماڻهن کي نون ماڻهن سان بہ گڏ جڪڙڻ ٿا چاهيو. پنهنجي خانداني حيثيت جاهہ جلال، غرور ۽ ڦرلٽ قائم ڪرڻ لاءِ. توهان وٽ غريبن لاءِ خدمت ناهي، رڳو غنڊن جا اڏا آهن. جن هٿان توهان ماڻهن کي ڌمڪائي يرغمال بنائڻ جي پاليسي بنائي رکي آهي. پيو ڇا هي توهان وٽ ؟ نہ جديد نظريا ! نہ جديد هنر! نہ جديد عمل. رڳو نعرن جو زور اٿو ....! جنهن جي شور ۾ ابوجهہ ماڻهن کي ٻوڙڻ چاهيو ٿا ۽ پنهنجيون حويليون بچائڻ چاهيو ٿا. نئين نسل جا ڪونڌر ڪهائي موت ۾ نظر اندا از ڪري غرور جا سامان وڌايو ٿا. ظاهري طور پراڻيون حويليون. سادا ڪپڙا ۽ غريبن اڳيان منهن تي ڦڪي مرڪ ڏيکي ڏيڻ لاءِ ۽ پويان اوهان جون بڻنڪون پريون پيون آهن. پنهنجي منهن عياشي جون محفلون جاري آهن. توهان رڳو پنهنجي گهر ۽ خاندان لاءِ آهيو. قومي ذهن بلڪل ناهيو. توهان رڳو خانداني سردار آهيو. قومي سوچ جو نرم ۽ بلند پلائي ڪندڙ آواز ۽ ڪردار ناهيو! هاڻ تہ انهن وٽ فقط هڪ ئي ميدان بچيل آهي تہ شرافت سان ماڻهن کي سني زندگي گذارڻ جو آزاد حق ڏين ۽ انهن جي سماجي مشڪلاتن ۾ مدد ڪن ڇو تہ هاڻ ماڻهن ۾ شعور اچي چڪو آهي. تنهن ڪري هاڻ پاڻ کي اهي وڏ يڪ خوار ٿيڻ کان بچائي رکن ۽ ماٺ ڪري ويهي رهن پر دوست توهان هنن مان ڪا بہ سني اميد نہ رکجو ...! ڇو تہ ڪالهہ تائين هنن کي اها پرواهہ نہ هئي تہ سماج سان ڪهڙي ويڌن آهي. ڪو بہ

ذميوار پڇڻ وارو نه هو ...!؟ جو نه اهڙا مفاد پرست ...! وقت پرست ...! ڪڏهن به سچا ناهن ٿيندا. تنهنڪري ڏار سمجهو انهن کي سماجي واسطن کان. جيڪي جبر پرست آهن. جن وٽ ڪا به انسانيت ڪانهي. جو نه دنيا جي سونهن ۽ همدردي گهٽ ۾ گهٽ اها آهي ته ٻئي ڪنهن لاءِ همدردي جو اخلاق بچائي رکجي. پر جيڪي ماڻهن تي فريب جو خول چاڙهي حاوي ٿيڻ ۾ خوش ٿا ٿين. نه ئي اسان کي انهن ڪا پرواهه رکڻي!

دوستو! هاڻ توهان جي نئين روزگار جو اسين بندوبست ڪنداسين ۽ محنت جي همت توهان کي ڪرڻي پوندي. سماجي زندگي زنده باد. سماجي محبت زنده باد. سماجي خوشحالي زنده باد عظيم رهنمائي زنده باد. عظيم ملڪ زنده باد. پاڪستان زنده باد. خدا حافظ.

هن وقت زيد جي تقرير ختم ٿيڻ کان پوءِ ماڻهن تاڙيون وڄايون. خوشيءَ مان وڏا نعرا هنيا ۽ زيد کي دعائون ڏنيون.

هن وقت زيد ۽ ان جا ڪجهه ساٿي دوست هن جلسي مان فارغ ٿي سڌو شريف باڪسر جي ڳوٺ ۾ آيا. جتي شريف جي پنهنجي پسنديده ڇوڪري سان اڄ شادي هئي. زيد جي گهر واري نصرت. پنهنجي ۽ ڪجهه دوست عورتون اڳ ئي اچي چڪيون هيون. مختلف قسم جا سنئوڻ ساڻ هلي رهيا هئا. بنيادي طور تي شادي سادي طريقي سان ڪئي پئي وئي. پر هنن خوش طبع ۽ زنده دل ماڻهن جو شور شرابو. ناچ گانا ۽ محبت جا ٽهڪ هن مهفل کي گرمائي ويٺا هئا. زيد ۽ خادم بلوچ شريف باڪسر کي هار پارايا ۽ ڪجهه سوکڙيون ڏنيون ۽ پوءِ ڪافي دير ويهي نڪاح ۾ شرڪت ڪري دعوت کائي روانا ٿي ويا. هن مهفل جو رنگين شور شرابو سڄي رات جاري هو ۽ شريف بلوچ ازدواجي زندگي ۾ داخل ٿي چڪو هو.

# باب 29

هي رات جو پوين ۾ ٽئين پهر هو. هن تاثير تي فطرت اجان به ڪجهه پڪڙجي رهي هئي ۽ پنهنجي سونهن ۾ اضافا ڪري رهي هئي. سماج اجان به ڪجهه بگاڙي رهيو ۽ پنهنجي بي رونقي ۾ اضافا ڪري سوڙهو ٿي رهيو هو. سناٽيل زندگي جي دائرن ۾ رهندڙ ناول نگار ظفر خيرپوري هن پرسڪون پهر جاڳي رهيو هو. هن کي پنهنجو ڪندراتي ۽ نندو گهر پرڪشش ته لڳندو هو. پر گهرجن جي بي حاصلاتي ۽ سماج جي اخلاق جي نور کان خالي قدرن تي ويچار رهندو هو. پشيماني جي انهن اثرن ۾ لکندي هي پنهنجي لکڻين ۾ سدائين تضاد جوشڪار رهيو ۽ تجربن جي ناڪامين جي اثرن ۾ پاڻ کي مهسوس ڪندي هن جي زندگي جهڙو ڪوڪلاڻپ جو شڪار بنجي رهجي وئي هجي. هن جي نظر ۾ برادري ۽ سماج جرم پاليندڙ طبقا آهن. جيڪي بار بار عجيب قسم جا جرم ڪري ۽ پوءِ توبهن مسڪرائي ڪندا آهن! نتيجي ۾ وري به بار بار گناهه دهرائيندا خوشي ۽ فتح محسوس ڪندا آهن. ذرو به خاص پشيمان ناهن ٿيندا. ڪوڪلاڻپ جو مظاهرو ڪندي! سماج جا ڪوڪلا شاعر. شاعري پڙهن ۽ ٻڌن مهل نمائشي طور روئيندا آهن ۽ پنهنجي ماڻهن جي احساسن کان خالي. ماڻهن جي غلطين. ڪچائين ۽ مجبورين کان نفرت ڪندا آهن. ڪنهن سان به دلي طور برداشت جو احساس ناهن رکندا. نتيجي ۾ پاڻ گناهن ۾ مائل ٿي ويندا آهن......!!!



## ناول اڪيلا ناهيون

هي ناول نگار ظفر خيرپوري جيڪو بنيادي طور تنها پسند. مشڪلاتن جي زندگي گذاريندڙ، سماجي تلخين، برائين ۽ ذاتي مفادن جي جنگ ۾ ڊوڙندڙ ماڻهن کان بيزار رهندڙ آهي. جيڪي اجائي رسمن ڪري اوپرائپ پيدا ڪندڙ، تضادن کي پکيڙيندڙ ۽ غلط رجحاني اصول اپنائيندڙ آهن. انهن جي اهڙين حالتن کان پري رهندڙ ۽ انهن خلاف ڳالهائيندڙ. شهر جي خالي گهٽين ۽ شهر جي ڪنارن تي آزاد گهمندڙ ظفر جيڪو خيالن کي گڏ ڪٺي هلندڙ، جن خيالن مان خلا جي سناٽن ۽ هوائن مان سماجي ذلالتن کي ختم ڪرڻ جا صحيح اصول ڳولهڻ جي ڪوشش ڪندڙ ۽ انهن ئي خيالن جي وسعتن ۾ ٽڪندڙ ۽ گم رهندڙ ظفر پنهنجي صحت ۽ حاصلاتن جي مشڪل جهنجٽ ۾ به ڪڏهن ڪڏهن غور ڪري پاڻ کي وڪريل ۽ قاتل محسوس ڪندو آهي، غربت ۽ جسم جي بيماري به زندگي ڳاريو ڇڏي! عجيب سوچن جي وسوسن ۾ رهي اسين سڪڙجي ويندا آهيون. مفادن جي جديد لابي به سماج دشمن رويا اختيار ڪري پوءِ به پنهنجي قبر کي ۽ پنهنجي تاريخ کي اهميت ۾ آڻي نه سگهي آهي ...! غريبن سان ناانصافي ڪرڻ ۽ انهن کي تباهه ڪرڻ لاءِ انهن خلاف رهڻ، جڻ مقدس رشتن سان زنا ڪرڻ برابر آهي ...! ان جديد لابي کان اڳ اسان کي اڳ ئي غير جديد جاگيردار نظام جڪڙيو وينو آهي، جبري ڏاڙيل فيڪٽر قائم ڪيو وينو آهي اهو به غير جديد ۽ غريب سماج ۾ ! اسين نيڪ ذهن ماڻهن جي عزت ڪريون ٿا، پر انهن درويشن جي آڙ ۾ هنن پوين جي مجرمانه غلامي ۽ جبر جي آڪڙ ۾ رهڻ بجاءِ آزاد ۽ خودمختار ۽ خالص جديد رهڻ چاهيون ٿا. جعلي ذهن وارا هاڻ ته رڳو سر ملهيو گڏ ڪرڻ ۽ وڏائڻ کي ايمان ٿا سمجهن. انهن پنهنجن وڏن جي سادگي ۽ وراثتي درويشائي ۽ نيڪ عملن کي خير باد چئي ڇڏيو آهي...!

غير ارتقائي عمل جو سماج تي اثر انداز ٿيل رواجي جبر ته ڏسو! جنهن ۾ مذهب جي آڙ ۾ سنڌي ماڻهن کي واڌو خوف ڏئي ڪمزور رکڻ ۽ پنهنجا ناجائز فائدا حاصل ڪرڻ لاءِ هنن سنڌي عورتن کي زنده لاش وانگر گهر جي قبرن ۾ زنده دفن ڪري رکايو آهي، ڇا عورتون فرشتا آهن ...؟ يا جنڙيون ! جو انهن کي ڪليل سماج جي گهماگهمي کان ڏار ۽ گم ڪري رکيو ويو آهي !!؟

ظفر يڪو پنهنجي منهن ڳالهائيندو ۽ پنهنجي منهن سوچيندو رهيو.



مصر بہ اسلامي ملڪ آهي، اتي جا بہ رواج ۽ عجوبا عجيب هئا.جتي قديم دور ۾ عورتن کي مرڻ کان پوءِ بہ ممين جي صورت ۾ محفوظ رکيو ويندو هو. پر اسان جي سماج ۾ اجان تائين جيئري ئي عورتن کي گهٽ ۽ شڪي ٿياس تي ٽنگي بي جان مجسمو بنايو ويندو آهي. اسان جي طبقاتي معاشري جا نڪرايل عجيب ماڻهو پاڻ کي ناهي معاشي طورمضبوط ڪري يا شهرت ۾ آڻي وري واپس جبري طبقاتي شخصي اثرن وٽ حاضر ٿي چوندا آهن ! اسان پاڻ کي اوهان لاءِ ناهيو ۽ سندوُريو آهي، سڀ محنتون اسان جون توهان جي بي رخي طبقي لاءِ هيون. تنهن ڪري اسان کي رڳو عزت جي نگاهہ سان ڏسو ۽ پنهنجي جبري سگهہ ۾ جڳهہ ڏيو! جهڙو هي ماڻهو ان مخصوص طبقي جي مصنوعي عزت ۽ خوشي کي سڀ ڪجهہ سمجهندي پاڻ کي پوءِ سماجي عام ماڻهن کان بہ پري ۽ محدود رکندا هجن. جن غريبن کي ڏاڪڻ بنائي هي مٿي پهچندا آهن. محرومين جي ان بڪي باهہ ۾ پاڻ کي سڙندڙ محسوس ڪندڙ دراصل اهي پاڻ بہ اندر جا اذيت پسند ۽ عام ماڻهن کان پاڻ کي منفرد سمجهڻ لڳندا آهن ۽ انهن کان نفرت ڪرڻ لڳندا آهن. تڏهن تہ جبري طبقي جي آخر وجيو پيروڪاري ڪرڻ کي ترجيح ڏيندا آهن. اهڙي ماڻهن جي سماج ۾ عورتن، ٻارن ۽ ٻين ڏتڙيل ماڻهن جي ڇا حالت هوندي ....!؟ ڇا اهميت هوندي ....! جتي اڳواٽي ڪرڻ جي لائق ٿي ۽ مشهور ٿي هينين طبقي جي سنئين سڌي واهيات ڪم ظرف ۽ وقت پرست سوچ ۽ عمل کي اهميت ڏيندڙ هجي ۽ قديم هٺرادو روايتن ڏانهن موٽ ڪاڏي وڃي. الائي ڪيئن ماڻهو هن جبري طبقاتي مخصوص طبقي کان آجو رهڻ لڳندا ... ؟ ۽ الاءِ ڪڏهن شخص پرسني جي هن طبقي جي سوچ کان منفرد ٿي ۽ ڪچائين جي هي ڳاهي اڪري پاڻ کي ذهني طور مٿيرو ڪندا....! بس دنيا ۾ جيڪو بہ مشڪل مرحلو اچي سمجهو ان کي سلجهائڻ ئي زندگي آهي، پر اپاهجي جي پنهنجي تاريخ اسين ڪهڙي معنيٰ ۾ تہ آڻڻ چاهيون ...! تحقيقي سچائي جي مختصر شعوري معنيٰ ۾ يا وحشت جي دور جي جذباتي نفرت ۾ ....! جنهن سان نفسياتي تنهائي واري ۽جسماني جنگ بہ ڇڙي سگهي ٿي تہ فلسفي فڪر جو هڪ دور بہ جنم وٺي سوچ جي عمارت بنجي نهي سگهي ٿو. جنهن جي زندگي ڏکهي هوندي آهي، پر جنگ جي زندگي مختصر، جيڪا ٻين زندگين کي بہ جوش ۾ آڻي

بوڙي ڇڏي ....! ۽ ان جديد فڪر جي بڌڻ ڪانپوءِ وري ساڳيو جعلي پرستي جو جهڪائيندڙ انسانيت جي نسل کي پيرين پوائيندڙ ساڳيو جاهل دور موٽ ڪائيندو. جنهن جعلي جي عمل ۾ ڦاسڻ ڪري اسين دنيا جي بحث ۽ حاصلاتن کان رهجي ويا آهيون. جديد ملڪن ۾ اها غلامي واري مريدي ڪانهي ۽ نه عرب رياستن ۾ آهي، جتان اسان لاءِ نج اسلام آيو. پر سنڌ ۾ حضرت ابراهيم عه " جي قوم وانگر اسان ڪافي خدا پاڻ لاءِ ٺاهي ورتا آهن ڪو رزق جو، ڪو زندگيءَ جو، ڪو اولاد ڏيڻ جو، ڪو زندگي جو ڪو موت جو ! پر سنڌ کي سڌاريندڙ اڄ تائين ڪو بہ مصنوعي اڳواڻ ڪم نہ آيو ۽ نہ اسان جي غلبي ۾ آيل حقيقت کي آجو ڪرائي سگهيو. جيڪو اسان کي معاشي سگهہ، جديديت جون گهرجون، امن ۽ انصاف ڏياري ها. لڳي ٿو اسان ارتقا جو صحيح اڳواڻ هٿ ڪري نہ سگهياسين. جيڪو اسان کي منجهائي رکڻ بجاءِ آزاد، ڪليل ۽ دڪشادا خوشحال رنگين ۽ قومي هڏي وارا رستا سمجهائي ها. جنهن ۾ ذاتي لالچن جي ڪا بہ سازش شامل نہ هجي ها، اسان کي تباهہ رکڻ جي .....!!

تون ڇو جعلي جي بنياد تي سموري هن سماج کي سستو ۽ اپاهجي جي ذلالت ۾ رکيو وينو آهين .....!؟ رڳو پنهنجي ذات کي معتبر ۽ مٿي رکڻ لاءِ ....! خدا جي مخلوق سان خدا جي دين جي آڙ ۾ تو مذاق ڪرين جعلي ....!! ظفر خيرپوري جبري تصوري طبقن سان ڳالهائيندي چيو .......!

هن وقت فجر جو وقت ٿي چڪو هو. ظفر کي تذڪار جو احساس ٿيو. پر ائين ئي بي ست ليٽيو رهيو. هن وقت بلڪل خاموش هو. ايتري ۾ خيرپور جي رات وارين خالي گهٽين مان هڪ نوجوان فلمي گانا ڳائيندو هن جي گهر اڳيان اچي لنگهيو. جنهن ڏانهن ظفر نهاري گهرجي ديوار ڏي منهن ڪري چوڻ لڳو! اڙي..! فجر جي پهر گانا ڳائي رهيو آهين، زنده اوليائن جي عبادت واري وقت ...! اهو بہ ايڏو زور دار آواز سان ! وري ظفر پنهنجي منهن چوڻ لڳو ! صفا ڪو عشق جو ستايل اهي. جو ايڏو سر سان ڳائيندو پئي ويو. وري پنهنجي منهن مرڪي پيو. بانگ اچي وئي. يڪدم ۾ اٿي گهر کان ٻاهر نڪري آيو. خالي ۽ اداس گهٽي جي تذڪار ۾ هلڻ لڳو. قديم ۽ سرخ عمارتن واري گهٽيءَ مان اڪري درگاهہ واري گهٽيءَ ۾ آيو ۽

لنگهندي هڪ غريب ٻهراڙي واري شخص کي قبر جي مٽي کائيندي ڏٺائين، پوءِ پڇيائينس: ڇو ....! قبر جي مٽي پيو کائين وڏڙا ..!؟ ظفر جهنجهوڙ ۽ تعجب ۾ ايندي چوڻ لڳو : شفا لاءِ ....! پوءِ دوا وات ۾ وجهه، مقدس قرآن اندر ۾ اوت وڏڙا ....!! قبر جي مٽي وات ۾ ٿو وجهين ....!! مٽي ٿو وات ۾ وجهين ....! قبر جي مٽي ته نه يهودي وات ۾ وجهن نه عيسائي کائين ! تون ٿوکائين قبرن جي مٽي، مسلمان ! جيڪا مٽي عقيدي جي بنياد تي پيغمبر جي قبر تان به کڻڻ منع ۽ ڏوهه آهي.....!! وري پنهنجي منهن ظفر چوڻ لڳو: هي سماج نه سڌرندو، هي غير فطري سماج آهي، جنهن جو هڪ طبقو قبر پرست آهي، ٻيو طبقو ڪنگال آهي ٽيون طبقو هم جنس پرست آهي، چوٿون طبقو گهڻيئر بداخلاق آهي ۽ نوانويهون طبقو سماج جو سماج دشمن واري رويي تي عمل ڪندي پنهنجي ئي نسل جو ويري ۽ ورهايل آهي ٽڪڙن ٽڪڙن ۾ ....!

هن وقت ظفر پنهنجي اندر جي ڪيمياگر سان ڳالهائڻ لڳو! ننڍي ۽ سوڙهي زندگي جي راهدارين ۾ هلندي ازخود ماڻهو پاڻ کي گهٽيل محسوس ڪندو ته آهي، پر پاڻ کي پوءِ ماڻهو به محسوس ناهي ڪندو، يا ته سماج جي هيڪاندي گڏيل ۽ سانڍيل گناهن جو پاڻ کي حصو سمجهندو آهي يا ته پاڻ کي ناجائز نسل جي شڪي پيدائش تصور ڪندو آهي، اهي تصور هن سماج ۾ هلندڙ ڍير گناهن جي عملن جي اثرن مان ڪڏهن سڌو ڪڏهن اڻ سڌو پنهنجي هٿن ۾ رهيل محسوس ڪري وٺندو آهي ....! وري پنهنجي منهن پڙڪڻ لڳو! پر قبرن جي مٽي شفا ته ناهي ، اها ته تسلي آهي، جيڪا تسلي هڪ حد تائين صحيح آهي پر عادت جي حد تائين ته هڪ فريب آهي ....!!! اها ڪنگالي پٽي جي دور جي تسلي جيڪا وجود جي جاهليت ۽ غير محدود سهولتن جي اثرن جي بي وسي جي زماني تائين هئي، جيڪا هاڻ رڳو مثال آهي ۽ گذري ويندڙ ويران حالتن جي ڪوجنائن جي خالي ۽ ويران ڪونين ۾ گهاريل زندگي جي بوساٽن جي محدود انڌيرن جي رهيل ويراني آهي، سچ جي پناهن ۾ رهندڙ اسين ڪهڙيون اميدون ٿا سانڍي سگهون ويچار ۾ سڙندڙ الجهنن جون ....! فريب جي اڏاوت ۾ پلجندڙ سنڌ جي شهادتن جا موت اسين بار بار ٿڪل ۽ ڇڪيل ڪلهن تي کڻڻ جا عادتي جو ٿيا آهيون ....! موت واري سناٽن ۾ وڃائجي ويل ماضيءَ

جون يادون الاءِ کهڙي سبب ڪري ڏنڌليون ٿي ويون آهن، جن ۾ رونقن جون ڪهڪشائون هيون .... هاڻ رت سان پنهنجا پراڻا ڪپڙا ڇو ٿو خراب ڪرين ٻيڙا ... !! جو پنهنجي ئي وجود کي ٿو رهڙين پيو ...! پر فريب جي هن ڇانو ۾ ۽ ماٽ ۾ رهندي بہ ڪڏهن نہ ڪڏهن عروج تي توکي بہ اچڻو آهي. پر قبرن مان توهان کي ويراڳي ملندي حشمت نہ. جنهن ڪري توهان جي زندگي مستقل واڌ جي سرگرمين ۾ مصروف ۽ ارڏي رهي، اها توهان پنهنجيخودي مان پاڻ هٽ ڪيو. جنهن خودي کي لڪائي هيسائي رکيو اٿو. ذهني جهنجٽن جي هن اونداهي واري شهر ۾ اسان کي پنهنجا وچايل مستقبل هاڻ ڏنڌلا بہ نظر ڪو نہ ٿا اچن اسان جي نظر ميراجهڙي ٿي وئي آهي يا اسان لاءِ انصاف گم ڪيو ويو آهي. اسان جا آسرا جهڙو ڪرِ گودامن ۾ لاڪ ڪري يرغمال بنائي ڇڏيا ويا هجن ...! هن وقت ظفر واپس گهر ڏانهن ويندي ڪروڌ مان چوندو ويو : سنڌي سماج جي غريب ۽ سستي زندگي بنائيندڙ، او جعلي غير جديد جاهل جاگيردار ...! جو تو اسانکي عجيب ۽ مختلف گناهن سان ٽمٽار بنائي جاهل تاريخ جي جاهل دور ۾ موٽائي قيد ڪري رکيو آهي، تون اسان جي سمورين خرابين جو محور آهين ...! توکي سماجي اخلاق کان وڌيڪ رڳو پنهنجي گڏ ٿيل دولت سان پيار آهي، تنهنڪري تنهنجا ايمان کان خالي نرم ٻول فريبي دلاسا نہ گهرجن. اسين ماضيءَ جي شڪستن ۾ ڪوتاهي واري قبرن مان نڪرڻ ٿا چاهيون ....! ۽ تنهنجي گناهن جي وحشتن کي نڪرائڻ ٿا چاهيون، تنهنجي بد ڪرداري جو شخصي اثر حاصل ڪرڻ کان بهتر آهي تہ اسين پنهنجي ڇهري تي مقدس مٽي هٽي ڇڏيون، جنهن جي آسائش اسان کي ڏٺو ۽ آسائش ڏيندي آهي، اها ڌرتيءَ جي حسن جي مٽي آهي . . او سنڌ ...! تون منهنجي مقدس مٽي آهين، تون يقيني تقدس ڀري شاهي گود آهين، تون منهنجي پناهہ آهين، مقدس تصور جو احترام آهين ۽ تقدس جي حقيقت جي هڪ حيران ڪندڙ دنيا آهين. او منهنجي سنڌ امڙ مان تنهنجو وجود آهيان، مان سنڌي آهيان ....! تنهن ڪري دل جاءِ ڪرِهونئن بہ تون عظيم سيتا آهين، وهندڙ ڏکهي تاريخ جي برداشت جو شاهہ جي جگر رکندڙ امن واري پناهہ آهين، رڳو مان اهڙو آهيان، ڪوڪلو، ڪروڌي، بي همت ۽ بي ڏيانو ...! تڏهن تہ مان بار بار پنهنجي وکريل سوچ جي شڪست کي چوندو آهيان تہ : پگهل شيشا ڇو ٿي ميڙين ۽

ڳولهين ....! مون کي موت جيَ ڳجهو ڇو ٿيڪرين. ايجو من، نـ خوشي برداشت ڪري ۽ نـ غم. بس جو ڪجهہ ٿئي پيو هلڻ ڏي، هيران نـ ٿئي ....!ڙان جي تقدير جو ٻيڙو نيٺ وجي ڪنهن ڪناري ضروري لنگر ڪندو. جتي سانت هوندي ۽ پاڻي بـ ماٺو هوندو.

ظفر هن وقت پنهنجي گهر پهچي چوڻ لڳو: او سنڌ ....! تون سنگهرن جي سوچ ۾ رهندڙ هڪ غم آهين. پر ايترو پشيمان نـ ٿيءُ. مون کي رڳو ڪروڙي نـ سمجهہ. مان اجڙيل بهارن جي هن سانت مد ۾ زندگي ڇڙهيل تنهنجي وجود جي مجسمن کي سلهاڙڻ جي ڪوشش ڪندس. آئون توتي مڙهيل هن غير فطري حالتن جي دز ضرور لاهيندس ۽ سناٽي ۾ ويڙهيل پنهنجي هن ننـڍڙي ۽ پراڻي گهر جي خاموش ۽ پراڻين ديوارن کي مسڪرائڻ ضرور سيکاريندس ۽ دهلان جي هن پيل پائي کي مينار جي حيثيت ۾ تبديل ڪندس ....! ڪجهہ دير خاموش رهڻ کان پوءِ پنهنجومنهن موڙي، گهٽيءَ طرف نهارڻ لڳو. جتان قدمن جي هلڻ جا آواز پئي آيا. تن کي ٻڌي ناول نگار ظفر گرجدار آواز ۾ چوڻ لڳو: پنهنجي ذات ۽ مطلب لاءِ ڇا اجرا سوال ڪٽي هلندڙ...!! او خدا جي پويان ڊوڙندڙ نمازي ، ڪجهہ ميرو ۽ پيرو جي سار لهہ. تـ خدا بـ توکي سانتيڪو ڪري.ۦ ماڳ رسائي ...!! هن وقت ظفر کٽ تي ليٽي پيو ۽ خاموش ٿي ويو جيئن تاريخ خاموش ٿي ويندي آهي. پر جيڪا پوءِ بـ ڪنهن چبوتري هينان نهيل ڪنهن ليڪ، ڪنهن شاعر جي قبر وانگر، سيني ۾ ڪيترا راز سانديي رکيو ويني هوندي آهي.

# باب 30

بلديہ جي عمارت ۾ سرحد خان کي سندس ڊرائيور ڪشمير خان ڇڏي اچي بلديہ جي ٻاهر فٽ پاٿ جي ڇپري واري هوٽل تي چانهہ ۽ پراٺو کائڻ لڳو. پناڻ جي هن هوٽل تي صبح مهل تمام سٺي رش رهندي آهي، نوڪرين تي ۽ ٻين مختلف ڪمن ۽ فيڪٽرين ۾ ويڻ وارا شهر جا اڪثر ماڻهو اهڙين هوٽلن تي ويهي ناشتو ڪندا آهن. هونئن بہ شهرن ۾ سٺا روزگار ۽ سرمايو هئڻ ڪري اڪثر عادت ۾ بہ ماڻهو هوٽل جي رخ ۾ دلچسپي رکندا آهن. هن وقت ڊرائيور ڪشمير خان کي هڪ حجتي پارسي پڇيس: ميان اڄڪلهہ ڏاڍيون اليڪشنون پيو ڪٽين. ڪهڙا انقلاب آڻيندين ...؟ تنهن تي ڪشمير خان وراڻيس: محترم پنهنجو نظريو آهي ئي انقلاب ۽ نعرو آهي ٻي رحم شاهوڪار ۽ جابر حرامين کان نفرت. غريبن لاءِ انقلاب سان محبت. ڇو تہ هنن حالتن ۾ غربت خراب شئي آهي ...!

ايتري ۾ زيد جي گاڏي اچي بلديہ جي عمارت ۾ داخل ٿيڻ لڳي، جنهن کي پريان کان ڏسي ڪشمير خان زيد جي احترام ۾ اٿي بيٺو. هونئن بہ زيد بہ هن کي حد کان وڌيڪ پائيندو آهي. تڏهن پر پٺ بہ عزت ڪندو هو.

اڄ بلديہ جي عمارت رنگن ۽ رنگين مختلف جهندن ۽ سڪيورٽي گارڊن سان سينگاريل نظر اچي رهي هئي، ڇو تہ اڄ ٻاهر جا ڪجهہ مهمان سفير زي سان ملاقات لاءِ اچي رهيا هئا

زيد گاڏيءَ مان لهي پهرين سي آءِ اي ڊيلر ٽپال خان کي ڏسندي چيو: ميان ڪٿي آهين ٻن ڏينهن کان !؟ تنهن تي ٽپال خان چيس : سائين آئون نہ هوندي بہ هتي ئي هوندو آهيان پر ڪڏهن ڪڏهن غائب رهڻو ٿو پوي.

زيد: پاڻ ڪ تہ هڪ ٻئي آڏو چٽو بہ ۽ ضروري بہ رهڻو آهي جناب ! ائين چئي زيد اندر هليو ويو تہ اتي سرحد خان، سردار صاحب پير قربان الستي ۽ چوڌري عنايت، يعني چارئي هن جا مرڪزي دوست اڳواڻ اڳ ئي موجود هئا. جن سان ملندي زيد چوڻ لڳ: اوهو ...! واه .....! اڄ تہ توهان ٽائيم جي حساب سان تہ مون کان بہ گوءِ کڻي ويا ...! تنهن تي هڪ دوست چيو : سائين توهان کان گوءِ ڪير کڻندو. بس ڪڏهنڪڏهن اسان جي بہ ازالي جو ڏينهن اچيو نڪ ڪري، جنهن ج ڪرتاهي ڪري مهمان نوازي جو شرف حاصل ٿيو وڃي، سڀ گڏجي هلڪو ٽهڪ ڏيندا آهن، کلندي زيد چوڻ لڳو: اڄ سنا مهمان اچڻا آهن، اجان هي آفيس جي ٻاهر دهلان ۾ بيٺل هئا تہ هارن وڄڻ شروع ٿيا. ڪجھ گاڏيون عمارت ۾ داخل ٿيون جن ۾ امريڪي سفير اچي چڪو هو. زيد ۽ دوست گڏجي ان جو بهترين آڌر ڀاءُ ڪيو ۽ امريڪي سفير کي اجرڪ پارائي آفيس ۾ اندر وٺي آيا. جتي نارمل آس پاس جون سنهيون ٽليون ڳالهيون ڪرڻ لڳا ۽ خوشگوار موڊ ۾ هڪ ٻ؟ي ۾ پربور دلچسپي وٺي رهيا هئا. ايتري ۾ سفير چيو : اڄڪلھ سمنڊ ۾ ڏاڍو چاڙھ آهي ۽ هتي جي موسم بہ خوشگوار ٿي چڪي آهي. زيد: مٿيون مهينو اجان بہ وڌيڪ بهتر ثابت ٿيندو.

سفير: توهان جي ڪاميابي کان پوءِ شهر هڪ نئين ۽ بدليل ڏيک ۾ پيو نظر اچي.

زيد: شهر ج صفائي ۽ امن جو بہ وڏو مسئلو هو. جيڪو هاڻ صحيح آهي.

سفير: توهان جا هاڻ ٻيا ڪهڙا پروگرام آهن ؟

زيد: اسان جي منشور جو مرڪزي نڪتو آهي غريبن لاءِ ڪوشش ڪرڻ.

مرڪندي سفير: توهان طبقن جي جنگ ۾ تا اڄڻ چاهيو ٿا ...!؟

زيد: بلڪل، سماجي بي احساسي جي خشڪ قدرن جي جنگ جاري رکنداسين جيڪا انساني سماج جي تهذيب جي لهسيل بي حسي کي چٽو ڪري سچائپ جي تعجب ۾ آڻي ۽ شعوري قدرن ۾ رنگن ۾ نکارڻ لڳي.

ٺهڪ ڏيندي سفير: يعني توهان جي جنگ غريب ۽ شاهوڪار طبقات جي چٽي جنگ هوندي، پوءِ اها ته ٻين رخن کان به ارتقا ڪري سگهي ٿي ...!؟

زيد: نه سائين، فقط هن سماج ۽ ان حالت تائين رهندي، جو ته اسان جي سماج کي هن نئي نظريات جي گهرجن ۾ ضرورت آهي جو ته ايستائين حالتون تبديلين تائين پهتل آهن. جيڪي هاڻ عمل ۾ نه آيون ته جرم واڌ ڪائيندو، جيڪو ذاتي جنگ کان ٻاهر نڪري نواڻ رخ اختيارڪندو. تنهن ڪري اسان جون هي ٿڌيون ڪوششون سماج جي لوچ پوچ ۽ جهنجوڙ لاءِ ضروري آهن. پر ٻين رخن کان اسين ارتقا جي ڪا به ڪوشش نٿا ونڻ چاهيون ۽ نه وٺنداسين ته طبقن جي تعمير کان ٻاهر اچي اسين بلاڪن ۾ هيٺ مٿاهين تي نظر رکون ۽ ڪنهن خوش فهميءَ جو شڪار ٿيون، صدين ۾ ان تعمير ۽ مضبوطيءَ ۾ اسين تمام مختلف ۽ مختصر عمل رکڻ چاهيون ٿا ۽ پاڻ کي مناسب پٺماني تي بهتر سمجهون ٿا اهو به فقط سماجي حوالي سان، تنهن جو آئون پنهنجي پارٽي ۽ خاندان طرفان يقين ڏياريان ٿو ڪرايان ته اسين هن شهر ۾ ڪنهن خلاف به ڪو اڏو يا ڪا ڪئمپ قائم نه ڪنداسين. بس اڳئين ميڻ هارايو، اسان ڪٿيو ۽ هاڻ اسان حيثيت سارو اڳيون رهيل ۽ ضرورت جو ڪم آهسته آهسته نبيرڻ چاهيون ٿا. حالانڪ اسان جا اڳئين ميڻ سان ڪجهه ذاتي تعلقات به هئا پر انهن تعلقاتن تي اسين سماج کي اهميت ڏيڻ چاهيون ٿا. هونئن به اسين رشتن جي پرواهه ۾ سماج جي موت جهڙين مجبورين کي نظر انداز نٿا ڪري سگهون.

ڪجهه سوچيندي سفير چيو: خير، اسين پنهنجي بلاڪ جي نظريات جي حمايت ۾ رهڻ کي پسند ڪريون ٿا.

زيد: سائين اهائي ڳالهه اٺون ڀيرين ڪري چڪس ته: اسين بلاڪن جي چيڙ چاڙ واري حد کان ٻاهر آهيون، اسين صدين جي ڪوٽ ۾ آهيون، تنهن ڪري اسين رڳو بلاڪن جي رنگيني هلچل ۾ پري کان دلچسپي رکي سگهون ٿا.

مطمئن رهندي سفير: ٻيو نہ تہ سنن ذهنن کي ان ڇيڙ ڇاڙ جي بحث ۾ تہ اچڻ گهرجي، تاڪہ ان بحث ذريعي نظريات پنهنجي سچائپ ۾ رهن ۽ ٻيو تہ اسين مختلف سماجن جي ٻارڙن ۾ رانڌ، تعليم ۽ صحت کي بہ وڏي اهميت ڏيندا آهيون، تاڪہ ٻارڙن جي نسُو نما ۽ زندگي جي رنگ عمل ۾ جاري رهي، ان ڪري اسين هيٺين طبقن کي هميشہ امدادي اسڪيمون ڏيندا آهيون.

زيد خاموش رهيو: ايتري ۾ چوڌري عنايت چيو! اسين سماجي انتظامي ذميواري ۾ تازه آيا آهيون، تنهن ڪري هن شروعاتي دور ۾ سڌارن لاءِ ڪجهہ معاشي گهرجن جي ضرورت آهي.

تنهن تي سفير چيو: آئون اها ڳالهہ متين سوسائٽي جي عمارت ۾ پهچائيندس ۽ ضرور اوهان لاءِ ڪجهہ ڪنداسين جيئن اڳ بہ اسان هِنشهر لاءِ ڪيو هو، پر اڳئين اڳواٽي هڙپ ڪري وئي. پارٽيون تہ پلي هجن پر صحيح رخ واريون حالتون پيدا ڪندڙ هئڻ گهرجن، اهي سنيون ٿيون لڳن.

زيد. سائين اسين اڳ ئي خود مقامي پارٽين جي ڪوڙي نيتن جي ساڙ ۾ قاتل آهيون، جن سماج کي خوامخواه هڪ ٻئي لاءِ نفرتي بحث ڏئي معاشي ارتقا کان روڪي رکيو آهي ۽ اهوئي روڪڻ انهن پارٽين جو مقصد آهي، تاڪہ ان جبر ذريعي رڳو اهي حاوي رهن.

زيد: آئون توهان جي پارٽي مان مطمئن آهيان ۽ اوهان جي سوچ جي حمايت ٿو ڪريان، اميد وري خوشگوار موڊ ۾ ملنداسين، ايترو چئي سفير خاموش ٿي ويو.

متين سوسائٽين ۾ حساب ڪتاب جا سوال جواب اهميت رکندا آهن، هيٺين سوسائٽين ۾ نہ، جو تہ متين سوسائٽين وٽ ڪم، معيار، ذميواريون ۽ سچائپون اهميتون رکندا آهن، جتي حوصلي سان گڏ دٻائڻ جي وڏي پيڙ کي برداشت ڪرڻو پوي ٿو.

هن وقت سڀ دلچسپ موڊ ۾ ڪاڏي واري هال ۾ آيا، جتي عزت لائق انداز سان ڀرپور لائق خدمت ڪئي وئي ۽ پوءِ آخر رخصتي وقت امريڪي سفير کي سڀئي چاهہ سان خدا حافظ ڪيو ويو.

ڪجھ دير کان پوءِ رٿيل ملاقات لاءِ چين جو سفير آيو.

جنهن جو بہ زيد ۽ سندس دوستن گڏيل سنو آذر ياءُ ڪيو ۽ اجرڪ پارائي وئي ۽ پوءِ گڏجي وٺي آفيس ۾ اچي ويٺا ۽ خوشگوار موڊ ۾ ڳالهيون ڪرڻ لڳا.

چيني سفير چوڻ لڳو: لڳي ٿو حالتون معمول تي آهن ..؟

زيد: ها سائين، هاڻ ڪجھ سڌاري ۾ اچي رهيون آهن.

سفير: سوچيم توهان کان ڪجھ گھڙيون ملي وڃان، ان ڪري توهان جو وڏيڪ ٽائيم نہ وٺندس،ڇو تہ ڄاڻنا سمنڊ، واچ ۽ امن ڪي اهميت ڏيندو آهي،

ايتري ۾ سرحد خان چيو تہ: نہ سائين توهان جون وڏيون مهربانيون آهن. جو بہ قدم پري هلي آيائو، اوهان جهڙي دوستن جو سات رهيو تہ پاڻ سنپالي وٺنداسين.

سفير: اسان جون همدرديون هميشہ پاڙيسرين سان گڏ آهن.

زيد: سائين ڪجھ نظريا جنگجو انقلاب جو درس ڏيندا آهن.

سفير: توهان انهن کان پڇو تہ، انقلابي زندگيءَ جو طريقو سکيا آهيو ! تہ انقلاب ۾ جنگجو قدم ڪاٿين نمبر تي ايندو آهي؟ يا رڳو پاڻ کي آخري شعوزُ هنر سمجهي بين کي گهٽ درجي جي دٻائڻ ۾ ئا رکڻ چاهيو!، يا انقلابي قدرن کي جنازي بجاءِ زندگيءَ جو تابوت سمجهڻ لڳا آهيو. انقلاب زندگيءَ جي اهميت وڌائيندا آهن، بزدل موت جي تابوت جي نہ، جنهن ۾ پلاننگ، دور انديشي ۽ مقصد کان خالي لاش پيل هجي، يا اهي نظريا رڳو طبعيت ڏيکارڻ ٿا چاهين، پروپيگندا جي خيالن ۾ اڏامڻ جي، جيڪي مفادي ذاتيات پرست بين لاءِ ڪم گهٽ ڪندا آهن. بيو تہ بندوقن جا قبضا خود خوف ۾ رهند هوندا اُهن، جيڪي ڪنهن بہ خاص مشن کي مڪمل ناهن ڪرائي سگهندا، بلڪ هو جاهل تاريخ جي تباهي جو رواج وجهندا آهن ۽ پوءِ ڪنهن بہ تاريخ کي پنهنجي معنيٰ ڏيڻ لاءِ صحيح ترجمان ناهن ٿي سگهندا. بلڪ هو جذبات جي تصورن واري خوش فهمي ۾ رهندي ۽ بنيادي ڪم ۾ مهذب ڪم جي محنت نہ ڪندي ۽ هڪ ٻئي کي توڙيندا خود ٽٽندا رهندا آهن ۽ پوءِ تعمير جي تاريخ تي هڪ اهڙو جمودي غلبو حاوي ٿي ويندو آهي جنهن جي حيراني صدين تائين ذهن تي طاري ٿي ويندي اُهي. جيڪا خود ڪنهن غلبي ۾ اچڻ جي ضد جي ٽارگيٽ تي هوندي

آهي، جنهن سان ٽين عالمي جنگ کي جنم ملي سگهي ٿو. سڻي پرسنلٽي رکندڙ چيني سفير جي آخري لفظن کي ورجائيندي زيد يڪدم ۾ سوال ڪيس ته : ڇا ! ٽين عالمي جنگ لاءِ حالات نهي رهيا آهن ڇا ....!؟

سفير: ٻيو ته آئون نٿو چاهيان پر ساڳئي جذباتن جيڏي رخين فڪر کان خالي خوش فهمين ۽ تنگ دلي جي بند ٿيل ساڳين مٿين سوالن جي ڳوڄائن ۾ ڏسنداسين ته پلاننگ ۽ ذاتي ورثن کان سواءِ جذبات جي ڪمزور ڪوپڙي ۽ گهميل انساني گوشت جي ٻوٽي ڪڏهن وڏي نتيجي جي ڳالهه کي به نظر انداز ڪري معمولي حاصلات جي حرص جي ضديل ڳالهه تي جذبات کائي جبلن ۾ ڏار پيدا ڪرائي انساني زندگيءَ کي بگاڙي بي اهميت ۽ منتشر ڪري سگهي ٿي، تنهن ڪري اهڙي تبديلي جي خدشن کان اڳ اسان کي ان صغير جذباتن ڪه نظر ۾ رکي انهن تي ئي ڪنٽرول ڪرڻو آهي، ڇو ته اهڙا ئي معمولي جذبات جنون جي ڳري سگهه ۾ اچي سگهن ٿا، جڏهن ته سرمائي جي حرص جي سگهه ته انهن وٽ اڳ ئي هوندي آهي ۽ پوءِ ماڪوڙي " ڪيوڙي" جي ڇڪ سان هاٿي جو موت ٿي سگهي ٿو ۽ هاٿي جي ڇپ سان ڪيوڙي جوموت ٿي سگهي ٿو تنهن ڪري جزبات جي پيٽ ۾ مرندڙ اڪثر انساني تاريخ کي نظر ۾ رکندي اسين ننڍي جذبات ۾ اچڻ جي اول تنبيهه ڪنداسين، ڇو ته سمورن انتقامن، زوالن ۽ آسائش جي اميدن جي تصورن کي جزبات جي ديوار جي ٽيڪ هوندي آهي، جنهن ديوار جي ٽيڪ تي صديون نه بلڪ ڪجهه ساعتون يا ڪجهه عرصا گذاري سگهبا آهن، تنهن ڪري اهڙي ضد ۾ ايندڙ ننڍي يا وڏي جاندار شين جي حقن جي حفاظت ۾ انهن کي مايوسي ۽ تضاد کان پري رکڻ جي ڪوشش ۽ ذميواري ۾ سنجيده رهڻ گهرجي ۽ ان سان گڏ فتح کان سواءِ شڪست کي به نظر ۾ رکڻ گهرجي ....! زيد ڪجهه ساعتن کان پوءِ وري فڪر مند لهجي ۾ چوڻ لڳو! هن وقت سماج ۽ اخلاق کي اڪيڙڻ وارا رجحان وڌي ويا آهن، جنهن جا رخ ڏاڍا نوڪدار نظر اچي رهيا آهن؟

سفير: اسين جبر کان نفرت ڪندي ۽ مهزب پرستي جي قدرن ۾ رهندي تاريخ کي پنهنجا حصي جا حق ڏيڻ جي حمايت ۾ رهڻ جا حمايتي آهيون ۽ تهذيبن جي پس گردائي ۾ ڊنل نشانن کي ڇنڻو ڪيو وڃڻ گهرجي، تاڪه ان جي پنهنجي

سادگي به برقرار رهي، جنهن سادگي سان ان تهذيب جا ماڻهو واڳيل به آهن ته ان سادگي کي چاهيندڙ به آهن، جيڪا فطري حصي جو هڪ اهم ڪردار آهي. تنهن کي ٿوري ديکه ڀال ۽ جياپي جي نظر ثاني ۾ رکڻو رکڻ گهرجي ۽ "هن ايشيا جي عورت جي ويچارگي ۽ ذلالتن جي رڪيائن واري تصوير جي پورٽريٽ کي جديد ۽ مصروف ۽ خود ڪفيل شاهراه جي اعليٰ ۽ شاهي پل تي آٽي ويليو ۾ تبديل ڪجي" ۽ " مذهبن جي آزادي ۾ ڪو به تضاد يا گهيرو پڪيڙڻ نه گهرجي" تنهن ڪري اسين خدمت ۽ رضاڪاري جي جذبن کي نئون رخ ڏئي تازگي ڏيڻ چاهيون ٿا، جو ته ڪپڙا ته هر ماڻهو کي پاڻل هوندا آهن. اگهاڙو ته ڪير به نه هلندو آهي، پر بنيادي طور ان ماڻهو جي گهر ۾ مجبوري ڪهڙي آهي، گهرج ڪهڙي آهي؟ ان ڳالهه کي نظر ۾ رکي احساس ڪرڻو آهي، تڏهن زندگيءَ جي اونداهين غارن ۾ زندگيءَ جون رونقون ڪوٺي ڪيندا سين، جيئن سچائيءَ جا هٽ مٽيءَ جي تهن مان ذخيرا ڪوٺي ڪيندا آهن.

تڏهن اسين وڏي غربت ڪان اعليٰ شهرت ۽ معاشي حاصلات جي سگهه تائين پهچنداسين، جيئن چائنا اڄ هڪ منزل طئه ڪري خلا ۾ اپڙڻ لڳو آهي.

هن وقت مڪمل خاموشي ڇانيل هئي، ڪافي پهر گذري چڪا هئا. سناٽن جي رستن ۽ گهٽين ۾ پورهيتن ڄ قدمن جا پڙاڏا گونجڻ لڳا هئا. ٽائيم پورو ٿيڻ ڪانپوءِ بلديه جا پٽيوالا وڏا گيٽ بند ڪري لاڪ لڳائي رهيا هئا زيد هن وقت پنهنجي گهر ڄ ڊارڪ روم ۾ ڪيترين سوچن ۾ غرق هو، جنهن ۾ ڪيترين سوچن سان گڏ هي به سوچ ذهن ۾ تري آيس ته : اسان جي وچٽري نظريات جي پيروي ۾ اڳتي هلي هڪ ڪردار ايندو، جيڪو مستقل سماجي اثرن ۾ هاوي رهندو.

جيڪو پئداوار نه، بلڪ قدرتي تخيل جو اظهار هوندو، تنهن ڪري ان کي بچاءَ لاءِ قدرتي سايو ويڙهيل رهندو، ان کي ڪڏهن به ڪير نقصان پهچائڻ جي ڪوشش ڪندو ته اهو قدرتي جڪڙن ۾ جڪڙجي ويندو ۽ ان جي دور تائين خاص ڪري پوين وقتن تائين سماج جي سوسائٽي شعوري طور هڪ بدليل دور جي صاف حالتن ۽ نتيجن جي سوچ ۾ داخل هوندي، جنهندؤر ۾ ماڻهن جا جزبات ۽ حالتون برداشت جي انتها تي از خود پهتل هونديون، جيڪڏهن انهن تي ايستائين سختي ۽ جبر کي جاري رکيو ويو ۽ شراڪت ۾ اٽڻ بجاءِ مختلف طريقن سان رڳو لٽيو ويو ته

پوءِ ڪنهن به وقت هڪ ئي جهٽڪي ۾ اڳئين ميٺر جهڙا ۽ جبري جاگيرداري ڪردارن جهڙا شوخيل شخصي ڪردار ناس ٿي ويندا ۽ انهن جي مڪمل حيثيت ختم ٿي ويندي پر ! جيڪڏهن نرمي ۽ رعايت ۽ برداشت کان ڪم ورتو ويو ته پوءِ نئين صديءَ ۾ به وري حالتون ڏيون ۽ مطمئن ڪندڙ رهي سگهن ٿيون.

اسان جي نظريات جي پيروي ڪندڙ اهو ڪردار اسان جي پارٽي يا خاندان مان به ٿي سگهي ٿو. جنهن جي شهرت جا ٿي مرحلا مون خواب ۾ ڏنا آهن. جيڪي خواب ۾ ته تمام ننڍي پئماني جا نمونا هئا پر حاصلات، ڪشش ۽ نتيجن جي تبديلين جي موڙ ڪائنات جي ڀرپور معنيٰ رکندڙ هئا.

انهن مان پهرين شروعات هي هئي: دشوارين جي راهن تي هلندي ۽ ڪيترين سرڪشين ۽ سختين جي ڏکي وقتن کي برداشت ڪندي ۽ وري سماجي احساسن جي فڪري جنگ ۾ رهڻ ڪري هينين حالتن کي سهڻو ٿي پيو، جنهن نتيجي ۾ نيچ پاين جي جهنجٽي بحثن ۾ ڦاسندي وري نڪرندي، وري شڪست ئي شڪستن ۾ ڌڄندي ۽ وري واپس اچي معيارن ج سوچن ۾ رهندي، هڪ اوچتي انعامي روشن ڏينهن پرڪشش شاهي ۽ اڏ ي پر مختلف عمارتن ۽ ڪشادي رستن واري هڪ شاهراهه تي عظيم مينار نما هڪ فولادي وڻندڙ راڌ جهڙي شڪل ۾ شهرت ملي چڪي هئي، جيڪا ڏيگهه ۾ يارهن هزار فوٽ بلند ڏگهي ۽ بسڪٽي ڪلر جي پرڪشش ۽ آسمان کي ڇهندڙ ۽ دل کي ڇڪيندڙ ۽ ڏڙڪائيندڙ اها راڌ نصيب ۾ اچي چڪي هئي، جنهن کي پنهنجي مقدر جو حصو سمجهي ۽ ان کي حيرت مان ڏسندي زيڊ يڪدم محرومين جي پوئين واسطن ک ياد ڪرڻ لڳو: ته هن کي پوئين وقت جي ڪجهه گهاٽن واسطيدارن جي حسد ۽ نفرت جو سلوڪ ياد اچي ويو، جنهن ۾ اهي واسطيدار ظاهري طور خوش مزاجي ڏيکاريندڙ ۽ ٺهڪ ڏيندڙ ته هئا، پر اندران انهن جي اها پڪي چال هوندي هئي ته زيڊ جو رخ ڦيرڻ گهرجي ۽ هن کي وس سارو ڪن اپاهجين ۾ رکڻ گهرجي تاڪ هي وڏيڪ اپري نه سگهي ۽ اتي ئي رهجي وڃي، ان ڳالهه لاءِ انهن ڪيڏا نه خفيه پڇت سارو هيلا هلايا هئا ۽ ڪيترا دنعا نه محسوس ٿيندڙ طريقن سان جهنجوڙي به چڪا هئا ۽ ڪيترا دفعا ته جهڙو ڪيرائڻ ۽ موت جهڙين شڪستن لاءِ ڪامياب به ٿيا ٿي، پر هن کي خدا جو سايو بچائي وينو هو ۽ پوءِ

ڪيتري مدت گڏ رهڻ ڪان پوءِ زيد انهن هيٺين سطح جي تعصبي طبعيت، گڏ رهندڙ ۽ ڪلڪن واسطيدارن ڪان ڪنهن طرح هٽي ويو. جيڪي هن جا ظاهري چند دوستن مان هئا ...! زيد هن وقت ڏک سان پرجي ٿو وڃي، ڇو ته سک جي پڪ اها هوندي آهي ته خراب وقت اچڻ تي ڪير سنن تعلقن ۽ رشتن لاءِ عملي ڪم نه ڪري "...! ۽ پوءِ زيد پنهنجي نصيب جي حصي جي شهرت ۽ معيار جي پرڪشش انعامي راڌ ڏي متي نهاري ان عمارتن جو سوچي ٿو. جيڪي هن وقت هن جي انتظار ۾ هيون ۽ انهن پوين واسطيدارن جو به سوچي ٿو. ته منهنجي هن منزل تائين پهچڻ لاءِ ۽ مون سان رڳو ملڻ لاءِ به ڪيتريون منزلون انهن ڪي طئي ڪرڻيون پونديون. پوءِ به ڦڪي منهن سان، ڪهڙو! ۽ ڇا اچي ملندا غرض ۽ شهرت پرست ...!!

هر سچي آرٽسٽ نگار جي تيز ڊوڙندڙ ۽ سامهون ڏسندڙ نظر دراصل پنهنجي ئي اندر ج فن تي موٽي ٽڪي بيٺل رهندي آهي جتان اندر مان فن نڪرندو آهي، جنهن کي نظرن جي تيزي جي هلچل سان سنواريندو رهندو آهي. هٿ ته ظاهري طور هلندا ۽ حرڪت ڪندا رهندا آهن. پر فن اصل ۾ نظر جي گهرائپ ۽ توجهه چاهيندا آهن. پر ڪوڙا آرٽي رڳو بين جي سچائين تي ساڙ ڪائي ان جي وجود جي چوري ڪرڻ چاهيندا آهن. جيڪي ڪڏهن به اهڙي اعليٰ معيار جي شهرت تي ناهن پهچي سگهندا. انهن کي ڪهڙي خبر ته شهرت ڇا آهي ؟ جيڪا هٿ جي پروپئگنڊا سان نه. بلڪ خير جي نيت ڪاڻ دل سان عزت ڪرائيندي آهي. مصنوعيت ڪان ڏار رهي! ڪم ته سمورا ڪم اُهن. پر ڪجهه وڏا ڪم اعليٰ حيثيت حاصل ڪري ڪارنامه تي پوندا آهن ۽ شهرت جو مينار بنجي ويندا آهن. انهن طبعيتن ۾ پيغمبري خوبيون هونديون اُهن. جيڪي اپنائڻ ڏکيون هونديون آهن. پر اهي قدرتي اپنائجي وينديون آهن. جيڪي اندر جي صدمن جي براشت، گناهن ڪان بچڻ ۽ مادي لالچن جي حرص ۾ خرابين ڪان بچڻ ڪري ۽ اندر جي نيڪ ۽ نصيب واري اهڙن انسانن کي عطا ٿينديون اُهن. جن وٽ سماج لاءِ خير هوندو آهي. نيڪ صلاحون هونديون آهن. امن هوندو آهي. پرهيزگاري هوندي آهي ۽ خزانن ڪان خالي هٿ جن ۾ روحاني شفا جي روشني هوندي آهي.

ٻئي دفعا جي خواب ۾ زيد ڏٺو تہ : خفيہ نموني زيد کي چپيندڙ ۽ نقصان پهچائيندڙ ڪيڏا وڏا وڏا خاندان ايستائين وقت جي بگڙيل تجربن جي پيڙ ۾ چپجي شهرت ۽ حيثيت کان خالي نارمل ۽ سستي زندگي ۾ داخل ٿي چڪا هئا ۽ اڳين طبقاتي آڪڙ ڪري پاڻ کي سڀ ڪجهہ ۽ مٿانهون سمجهندا هئا پر اڄ محدود ۽ بي رونق زندگي ۾ ڪيڏا تہ بند ۽ زهني طور منتشر آهن پر زيد کي ائين لڳو: جهڙو هي هڪ نئين ۽ ڏڙڪندڙ خوشين واري دور ۾ داخل ٿي ويو هجي ۽ هتي بہ شهرت جون چمڪندڙ پر ڪشش جديد عمارتون هجن، جن مٿان زيد اڏامي انهن کي غور سان جانچي ۽ حيران ٿي رهيو آهي، پنهنجي اڏام واري تبديلي تي ! جتي هي پاڻ کي ٻين کان وڌيڪ ذميوار پيو سمجهي، جنهن ۾ انساني قدرن جي مشڪلاتن جي خدمت ڪرڻي هئي ۽ هتي انهن ماڻهن جي بہ خدمت ڪرڻي هئي جيڪو اڄ جو سرڪش تہ آهي پر هن يقين سان تہ سياڻ اهو بہ شخص ڪنهن نہ ڪنهن مشڪلات ۾ گهيرجندو ! تنهن ڪري سياڻ ان سان بہ همدردي رکڻي آهي، جڏهن هو مشڪلات ۾ گهيرجي ٿو وڃي ...! ٽئين دفعا زيد خواب ۾ ڏٺو تہ : اجان بہ اعليٰ ۽ خوبصورت صاف سٿري عمارتن جي مٿان مٿان هلي هڪ اهڙو سرور حاصل ڪري رهيو آهي جو خوشيءَ مان هنجي دل جهڙو اچلجي رهي آهي ۽ هي دل کي پڪڙڻ پيو چاهي خوشيءَ جي اچلن کان! ۽ ٻيو هي بہ محسوس ڪري رهيو آهي تہ اهڙين منزلن تي تمام گهٽ ڪردار پهچندا آهن ۽ اهو بہ تمام دير دير سان ۽ پوءِ زيد محسوس ڪيو تہ هن جا ٿئي انعامي صلاحيتي اثر سندس نظريات جي ايندڙ ڪردار ۾ منتقل ٿي ويندا. پر پوءِ وري يڪدم ڏک سان اهو سوچڻ لڳي ٿو تہ : ان ڪردار کي بہ مشڪلاتن ۽ پيڙائن جا ڏاڍا ڏکيا مرحلا طئي ڪرڻا پوندا جيڪي آئون ڪري چڪو آهيان "اهو ڪردار هن دور ۾ اسان کي بي نظر ۾ نظر ايندو!" ڪيتري دير جي ويچارن کان پوءِ زيد شهرت جي جديد ان عمارتن جي مٿان اڏامڻ وانگر هلندي، پر ڪنهن فڪر م رهندي وڏي واڪ چوڻ لڳو: تاريخ منهنجي گواهي ڏيندي! تہ مان طبقن کان وڏي وڏي ۽ صدين جي ڪنهن اڻ کٽ ۽ ٻڳري ۽ هيبتناڪ انساني امن دشمن ڪنهن بہ جنگ جو ڪو معمولي بہ ڪردار نٿو ٿيڻ چاهيان ۽ نہ دلچسپي رکندڙ ڪردار بہ ٿيڻ ٿو چاهيان، جنهن جي ڪري مون کي ۽ اسان جي ايندڙ اعليٰ ڪردارن کي ڪو شڪ جي نگاهہ سان ڏسي.



باقي سماجي مشڪلاتن جي همدردي جي ڪم ڪرڻ جي مون ۾ فطري چاهه ۽ عادتون، خوبي آهي ۽ پنهنجي سماج ۾ هيٺئين طبقي لاءِ مخصوص ڪم ڪرڻجو جذبو آهي.

شفاف ۽ لاجواب عمارتن جون رونقي ۽ پرهيزگار گهٽيون بلڪل خالي ۽ خاموش هيون. جيئن هن وقت زيد جون بي چين اکيون خاموش هيون. جيڪو اعليٰ رونقي ۽ وڻندڙ هنن عمارتن مٿان بيهي شهرت جي رنگين پردن مان، دنيا جي چهڪيل ۽ غير معياري هلچل تي ڪجهه سوچي رهيو هو ....!! ۽ اندر ۾ ڪڙهندي جهڙو چئي رهيو هجي ته : اسين خدمتن جي جذبن کي جنسي گناهن جي خرابين ۾ ڏٺو ۽ خراب نتا ڏسڻ چاهيون ۽ اسين پنهنجي اڻ مڪمل ڪم لاءِ ٻئي دور جو انتظار ته ڪنداسين، پر هرص جي بي برداشتي ۾ تسل جي شروعات نٿا ڪرڻ چاهيون ....! پر هي سڀ ڪجهه مان ڇو پيو سوچيان ...!؟ شايد ان لاءِ ته احساسن تي حاوي تي سمورا قدر ضايع، سڀ ستا ۽ غرض کان عليحده ڪري ڇڏيندو ....!! ۽ پوءِ ڇا بچندو ڪجهه ڪرڻ لاءِ ؟ ڇا بچندو !!؟ جڏهن غرض.ڪردار ۽ عورت جي اعتبار جهڙا جذبا نه رهندا ...!! تڏهن سڀ تميزون ختم تي ويندين نئين اوسر تائين ...!!



# باب 31

اڄ پورهيتن ج ڏينهن جي موڪل هئي، صبح جي هن مهل زيدِ لان ۾ چبوتري هيٺان چانهه پيئندي اخبار ڏسي رهيو هو تہ ايتري ۾ عرب رياست جو هڪ شهزادو حماس زيدِ وٽ گهمڻ ۽ ملڻ لاءِ ايندو آهي، شزادي حماس جي خاندان ۽ زيدبہ جي خاندان جا واسطا تمام پراڻا هئا، هنن جا فيملي ناتا تمام گهاٽا ۽ بي حجاب هئا.

عرب سرزمين جي سخت ۽ پٿريلي رياستن جا ماڻهو آفاقي مذهبي حوالي سان نرم اصول اپنائيندڙ ۽ خوشنصيب آهن، احساسي ماڻهن جي علائقي مان ايندڙ شهزادو حماس سرڪاري دوري کان سواءِ ذاتي طور تي ڪراچي عارضي وقت لاءِ گهمڻ ۾ آيو هو، جيڪو ڏاڍو ڪلڻو ملڻو ۽ ڪشادي طبعيت جو ماڻهو هو، زيدبہ لاءِ تمام بهترين ۽ ڪافي اعليٰ سوکڙيون کڻي آيو هو. تنهن تي زيدبہ چيس: ايڏا سوکڙين جا بنڊل ....!!و تڪليف ڪيو ...!!

حماس : نہ سائين اهڙي ڳالهہ ناهي، آئون تہ توهان وٽ جڏهن ايندو آهيان. اهڙي هالت ۾ ايندو آهيان.

زيدبہ: اوچتو آيائو ! اطلاع تہ ڪريو ها .."!

حماس: بس اوچتو واندڪائي ٿي ۽ نڪري پيس.



زيد مخصوص لهجي ۾ : ڏاڍو سٺو ٿيو جو آيائو. مون کي ڏاڍي خوشي ٿي.

زيد خاندان جي خير عافيت پڇيس ۽ ٻئي هتان هُتان جون ڳالهيون ڪرڻ لڳا. هن جي رهائش جو بندوبست زيد هوٽل بجاءِ پنهنجي بنگلي جي هڪ حصي ۾ ڪيو. حجتي ۽ بي تڪلف حماس کي زيد هن وقت ڪجهه آرام ڪرڻ لاءِ ۽ فريش ٿيڻ لاءِ چيو. جيڪو پنهنجي رهائش واري جاءِ ۾ نوڪر سان گڏ ويو هليو.

زيد هن وقت شهزادي حماس کي ڪراچي شهر گهمائڻ لاءِ نڪرندو آهي ۽ ڪار ۾ چڙهي مختلف جاين تان ٿيندا گهمندا هلندا رهندا آهن ۽ ڪن ڪن جاين جي زيد گائيڊ ڪندي معلومات به ڏيندو رهيس ٿو. حماس کي ڪراچي شهر گهمائيندي زيد هتي جون مشهور ۽ ساديون شيون ڪارايون، جنهن ۾ بندو خان جا ڪباب ۽ تڪ ڪارايا، برنس روڊ جي ملائي واري لسي پيارايائين، رامسوامي ۾ جليبيون ۽ قيمي جا سموسه ڪارايا ۽ گهر ۾ رکيل درياءَ جي آني وارا پلا ۽ پلاءِ ڪارائي ڇڪو هو. اهي پلا زيد ڄامشوري مان گهرائي گهر جي فريزر ۾ اسٽاڪ ڪري رکندو آهي.

هن قوت زيد شهزادي حماس کي طائيز ڪراٽي ڪلب ۾ گهمائڻ لاءِ و ٺي ئو اچيس، جتي ڪراٽي جو فنڪشن هلي رهيو هو. جنهن کي ٿوري دير ڏسن ٿا، جنهن کي ڏسي حماس ڏاڍو خوش ٿئي ٿو. هن وقت هي ناز، نشاط ۽ پرنس سينما ڪان گاڏي ۾ لنگهيا ته شهزادو حماس ڇرڪجي نشاط سينما وٽ گاڏي بيهاري اتي ڪم ڪندڙ گيٽ ڪيپرن ۽ ٻاهر ٽڪيٽ وڪرو ڪندڙ مڪرانين کي ڏسڻ لڳو. جيڪي ٻاڊي بلڊر پهلوانن وانگر ٿلا، ڪم جا سچا ۽ جامڙد، ڏئونر سگها، صحت مند ۽ جذباتي طبعيت جا هئا. جن جي باري ۾ هن پڇيو ته : اهي شخص هتي ڇا ڪندا آهن؟ تنهن تي زيد چيس: اهي ماٺهو مزدور قسم جا آهن ۽ اٺ سو يا هزار روپيا پگهار تي آهن. موٽ ۾ حماس حيران ٿيندي چيو: تمام ٿورو پگهار آهي ۽ پيو ته اهڙن ماڻهن جي ڪم ڪار لاءِ اسان کي اشد گهرج آهي ۽ هنن کي اتي پگهارون به سٺيون ۽ وڏيون وٺي ڏيندس، تنهن تي زيد چيس ته : لياري ۽ ڪجهه ٻين علائقن مان عنقريب بندوبست ڪري تو ڏي موڪليندس.

تنهن تي شهزادي چيس: انهن ماڻهن جي بندبست ڪان اڳ پهرين تون اسان وٽ گهمڻ اچ، جنهن جي توکي خاص دعوت سان گڏ خاص تنبيهه به آهي، جنهن دعوت کي زيد خوش اسلوبي سان قبول ڪندي عنقريب چند ڏينهن ۾ اچڻ جو وعدو ڪيو.

هن وقت هي گڏجي قائد جي مزار تي اچي، ڪجهه گهڙيون ترسن ٿا ۽ گل چاڙهين ٿا ۽ دعا جا قل پڙهي موٽي وڃن ٿا. عرب شهزادو زيد وٽ به ڏينهن رهي ۽ زيد طرفان ڏنل ڪجهه تحفا کڻي موٽي وڃي ٿو.

حماس جي واپس موٽي وڃڻ کان پوءِ ڪجهه ڏينهن ترسي زيد جڏهن هنن وٽ گهمڻ دعوت جي ٽائيم تي ويندو آهي ته اتي گهمڻ وقت اتي جي فالتو حالت ۾ پيل قدرتي ذاتن جا اعليٰ جبل ۽ذخائر ڏسي انهن تي غور ڪرڻ جو احساس ٿو ڏيارڻ لڳين، جن کي تجربن ۽ ڪم ۾ آڻڻ لاءِ صلاح ٿو ڏئين ته هتي پلانٽ لڳارايو ڇو ته هنن ذاتن جي ٿهيل شين جي بين الاقوامي مارڪيٽ ۾ وڪري جي ويليو آهي، تنهن تي انهن چيو ته : هن ڪم لاءِ اسان وٽ ماڻهن جي به کوٽ آهي، تنهن ڪري تون پنهنجي گارنٽي تي ڪجهه ماڻهو موڪل، پوءِ زيد واپس اچي بندوبست ڪري عرب رياست ۾ ڪم ڪار لاءِ لياري ۽ ٻين علائقن جا ڪيترا ماڻهو موڪليندو آهي تيسين اتي به پلانٽن لڳڻ جو ڪم شروع ٿي چڪو هوندو آهي ۽ پوءِ ٻين به مختلف علائقن جا ڪافي ماڻهو زيد اتي روزگار لاءِ موڪليندو رهندو آهي جن جا معاشي حالات ۽ پوزيشن سڌرڻ لڳندا آهن.

# باب 32

ماڻهو زندگيءَ ۾ نقصان تڏهن ڏسڻ چاهيندو آهي جڏهن ان جا هٿنيڪي ڪان خالي رهجي ويندا آهن. گناهن جي بيهڪ ڪان پوءِ حادثن جاخدشا ۽ مظاهرا مختلف شڪلين ۾ ظاهر ٿي چئو طرف ڪان ڇرڪائڻ لڳي ويندا آهن.

شهر جي اڳئين ميئر سيٺ دائود جي ڪراچي ۾ رهائش واري پئلس نما هي شاهي عمارت تمام خوبصورت ۽ وڏي پڪيڙ ۾ لاجواب سيٽنگ سان نهيل آهي، جنهن کـ لنگهندڙ ماڻهو ڏاڍي چاهه ۽ رشڪ سان ڏسندا آهن.

هي اڳيون ميئر تمام وڏي فيملي وارو شخص آهي جنهن جي گهر جا فرد تمام گهڻا آهن، پر ڪنهن ڳالهه تي اڄ ٿهر ۾ ڪافي دير ڪان هنگامو متل هو. جنهن ڪري گهر جاسمورا ننڍا وڏا ياتي هڪ هنڌ گڏ ٿي ويا هئا.-سندس وڏي پٽ جواهو ضد هو تـ مون کي ملڪيت جو هڪ وڏو حصو ڏنو وڃي.تاڪ آئون ڪجهه ڪاروباري زميواريون شروع ڪيان. جنهن ڪاروبار کي آئون وڏي سگهه ۾ آڻي عالمي بزنس جي سوسائٽي جو ميعبرتيان. جڏهن تـ پڻس سيٺ دائود جو چوڻ هئس تـ : تو نـ اڳ ڪاروبار سڃي نموني سنياليا ۽ نـ بچايا جن کي تو اڏائي ڇڏيو ۽ بيو تـ تو سياست

۾ بہ منهنجي خاص مدد نہ ڪئي ۽ نہ ان ۾ ايـري سگهئين، جنهـن ڪـان بيـزاري ڏيکاريندي پٽس چوڻ لڳو: ان کي تنهنجي واڌو تئڪسن ۽ ڌاڙن جي ڦرڦران هٽي ختم ڪري رکيو آهي، جنهنڪان شهري بدظن ٿي چڪا آهن بيو تہ هاڻ آئون اهڙي سياست کان هٽي فقط بزنس ڪرڻ ٿو چاهيان.

غصي سان نهاريندي دائود چيس: بزنس .....! يا عياشي ٿو ڪرڻ چاهين ....!؟ پٽس: چا بہ ڪيان! بس مون کي پنهنجو الڳ حصو ڏئي ڇڏ.

دائود: اهو تڏهن جڏهن تون عياشي مان هڪ طرف ٿين.

هي سڀ ڪجهہ محنت سان نهيو آهي ڪو مفت ۾ تہ نہ آيو آهي ....!! جڏهن تہ توکي پنهنجي خوبصورت زال آهي ۽ ننڍڙا ٻار بہ آهن.

پٽس: انهن جي مستقبل جو مان پاڻ ذميوار آهيان تون ناهين! دائود ڪجهہ سوچيندي: پر هي محل نما شاهي عمارتون شوروم، اسٽئنڊر وارا ائير ڪنڊيشنڊ ريسٽورنٽ، پلازائون ۽ انهن جا تهہ خانا جن ۾ ذخيرن جا گودام آهن، سڀ ڪجهہ آخر تنهنجا تہ آهن.

پٽس: پر آئون چاهيان ٿو ذهنيئر کان مون کي بہ ڪجهہ الڳ ذميواريون گهرجن ۽ منهنجا هٿ پرجن تاڪہ آئون پنهنجي خيال سان ڪجهہ ڪري سگهان ۽ سوسائٽي ۾ الڳ نالو ناهي سگهان...!

نيٺ وڏيڪ مجبور ٿي اڳيون هي ميئر سيٺ دائود پٽ ۾ ڪجهہ ساعتون غور سان نهاري ۽ لفظن کي غصي سان جهڙو چباڙيندي چوڻ لڳس: جيئن ڪجهہ ئي ڏينهن اڳ لال بازار جي خوبرو ۽ مشهور ناچڻي کي نشي جي حالت ۾ رڳو هڪ رات جا ٿي لک روپيا ڏئي نچڻ جي بولي لاهڻ لاءِ حاصل ڪيئي ۽ پوءِ پوليس جي ڇاپي ۾ فليٽ بہ سيل ڪرائيئي ۽ ياد هجئي گهرجنئي تہ تون هن وقت منهنجي شخصي ضمانت تي آزاد آهين...! ۽ اهڙي افعالن هوندي آئون توکي ڪا بہ ذميواري ڏيڻ لاءِ تيار ناهيان ....!!!

دائود جي هن ڳالهہ تي جيڪا ناچڻي ۽ فليٽ سيل ڪرائڻ واري هئي تنهن تي گهر جاسمورا فرد جهڙو حيرت واري سوچ جي سڪتي ۾ اچي ويا ۽ هڪ ٻئي ۾ نهارڻ لڳا پر في الحال ڪير بہ هن ڳالهہ تي ڪجي نہ سگهيو، ايتري ۾ دائود سيٺ



جو پٽ غضب ۽ غصي ۾ پرچي ويجهو اچي پيءُ جي ڪوٽ جي اڳئين ڪيسي مان پڪڙي ڇڪڻ لڳس تہ ان هٽ پائي ۾ پٽس جي ڪوٽ جو اڳيون ڪيسو ڦاٽيو پويس ٿو، جنهن تان پٽس پٽ ۾ هيرت ۽ غصي سان خاموشي مان نهارڻ لڳندو آهي تہ ايتري ۾ پٽس چويس ٿو تہ : رڳوتون اڪيلو گهيروڪيو ويٺو هوندين ڇا ايڏي سرمائي تي ....!؟ اسان اولاد جو حق ناهي ڇا ...!؟ اسين تنهنجو نسل ناهيون ڇا ...؟ يا هن خاندان جو حصو ناهيون ڇا ؟ جو رڳو بهانا پيو ناهين ! آئون تنهنجو جائز اولاد اُهيان، تنهن ڪري سڌو رستو اچان اختيار ڪيو پيو اچان.

ايتري ۾ موٽ ۾ پٽس سيٺ دائود چيس‌تو .."! اڄ پيءُ جو ڪيسو ڦاڙي مون کي ڇڪيو آهي ....!!

جذبات مان پٽس رڙيون ڪندي چوڻ لڳو: هاها ڪيسو نہ ڦاڙيندس تہ‌پئسا ڪٿان ايندا ....!!

ايتري ۾ وچ ۾ سيٺ دائود جي نندي ڌيءَ چيو : ادا بابا کي ڪٿن تہ ذليل ڪرڻ لڳو آهي ...!

سيٺ دائود جي گهر ناني چيو: ادا ڏاڍي ناانصافي ڪري رهيو آهي جو پيءُ سامهون دشمن وانگر ٿي بيٺو آهي.

سيٺ دائود جي وڏي ۽ بيواهہ ڀيڻ چيو ! هاءِ الا ! پٽ اڄ پي جو گريبان بہ پڪڙي ورتو ...!

ايتري ۾ سندس ماءُ هن ويجهو اچي پري لپاٽ متان لپاٽ هڻيس تي ۽ پوءِ چويس ٿي تہ : بدبخت ...! رڳو بدنيتي جا ۽ احترام جا ليڪا لتاڙيندو پيو وڃين...! رڳو پيو پاڻ کي بگاڙين ۽ رلائين ...! نياڳا .."! هاڻ اسان کي بہ تو پريشان ڪري ٽڪڙا ٽڪڙا ڪرڻ جي رسم تو وجهين ...!! جيستائين رستي تي نہ ايندين، ڇٽي ۾ نہ ايندين، پيءُ جو مددگار نہ ٿيندين، تيسين ائين صحيح آهين. تون تہ ان ڏينهن بہ وڏي خال کي بہ آڪسيجن واري حالت ۾ اسپتال ۾ ڇڏي هليو ويو هئين نہ ...! لڳو آ فقيرون ڪرڻ ذميواري جون ...!!

ماءُ جي لپاٽ ۽ طعنن اڳيان نہ ڪچندي ۽ غصو ڪائيندي ۽ وڏا ساهہ ڪٽندي نيٺ هي مات ڪري تڪڙي قدمن سان ٻاهر هليو ويو، هن وقت هال ۾ ڪجهہ

مات ڇانئجي وئي، سيٺ دائود پنهنجي گهر واري ۾ نهاري ۽ پوءِ ڪوٽ بدلائي سڌو ٻاهر لائونج ۾ آيو ۽ پوءِ اتان پاسي وڏي بنگلي واري بيٺڪ ۾ آيو، جتي پروگرام تحت ڪجهه غنڊا ساٿي هن جو انتظار ڪري رهيا هئا. جن ۾ سوگاڙو، عرفان ۽ سڌبني هئا. جن تي ايندي ئي اڳيون ميئر سيٺ دائود ڪڙڪجي پيو ۽ هنن کي ذليل ڪندي چوڻ ٿو لڳي ته : اڃان تائين زيد کي ڪو به نقصان نه پهچايو ويو آهي ! اهڙي طاقت هو تي ويو آهي ڇا !؟ جڏهن ته پنهنجي حيثيت هو ڏينهون ڏينهن وڌائيندو پيو وڃي. ڪيترا معزز هن سان ملي چڪا آهن..."!

هن وقت دائود غنڊي سوگاڙي کي ڏاڍو ذليل ٿو ڪري ۽ ٻه چار ڌڪ ٻه هنيو ڪڍيس ۽ چويس ٿو ته : تو ته دعوا ڪئي هئي نه منٽ ۾ نقصان پهچائڻ جي ڪم جي، پر هو ذميوارين مٿان ذميواريون نڀائيندو سنڀاليندو مٿي چڙهندو وڃي ...!

ايتري ۾ غنڊو سڌبني چوي ٿو ته : پنهنجي حمايتي ۽ شهر جي وڏن ۽ خطرناڪ غنڊن جي جلد ميٽنگ گهرايون ٿا ۽ پوءِ هن ڳالهه جو بندوبست ڪيون ٿا، تنهن تي سيٺ دائود ڪجهه مطمئن ٿي چوي ٿو ته : واقعي اهي غنڊا ڪو ڪم ڪري ڏيکاري سگهن ٿا ۽ ياد رکجو ته هي ميٽنگ خاص اهميت واري هوندي ۽ پڻ خفيه. وري ساٿين ۾ نهاري چوڻ لڳو: جيڪو به زيد کي نقصان پهچائيندو ان کي وڏي ڪلب جو اڌو انعام ۾ ڏيندس ۽ ٻيو به گهڻو ڪجهه ڏيندس ...!

هن وقت سيٺ دائود جي اکين ۾ غصو، وحشت ۽ غضب هوندو آهي جڏهن ته غنڊو سوگاڙو سيٺ دائود جي دٻائڻ ۽ زليل ڪرڻ ڪري ٻاهه ۾ وڃي ڪلب ۾ ڏڙا ڏڙ شراب پئندو آهي ۽ چرس جا وڏا وڏا سوٽن مٿان سوٽا هڻڻ لڳندو آهي ۽ وڪلڻ لڳندو آهي ۽ مختلف ماڻهن سان ٽڪرائجندي بڪواس ڪندي گاريون ڏيڻ لڳندو آهي ۽ پوءِ ان ئي حالت ۾ ڪلب مان ٻاهر نڪرندي ئي سامهون اسڪوٽر تي ايندڙ شريف باڪسر سان ٽڪرائجيو وڃي، جنهن ڪري ٻانهن ۾ اسڪوٽر جا ڌڪ ٿا لڳنس پر نشي ۾ برداشت ڪندي ۽ ٻي خودي جي حالت ڪري شريف کي ٻه گهٽ وڌ ڳالهائڻ لڳندو آهي، تنهن تي شريف ڪاوڙ ۾ پرجي اسڪوٽر تان لهي سوگاڙي نشي ۾ دت غنڊي کي ٺڦرون وهائي ٿو ڪڍيس ته سوگاڙو مات ٿيو وڃي ۽ غور سان شريف باڪسر کي جانچڻ لڳندو آهي گهبراهٽ مان! ايتري ۾ شريف باڪسر اسڪوٽر تي

چڙهي هليو ٿو وجي تہ پويان سوڳاڙو غندو ويچارگي ڇهري تي آٽي چوي ٿو تہ : لڳي ٿو قسمت ڦٽي وئي، برو دور ملڻ وارو آهي...! پر سيٺ دائود جو ڪم ضرور ڪندس ۽ پنهنجي عزت بحال ڪرائيندس، آئون زيد کي ضرور نقصان پهچائيندس ان کي ضرور قتل ڪندس ۽ سيٺ دائود جو حڪم پورو ڪري ان کي خوش ڪندس، تاڪہ هو وري ميٽر تي وجي ۽ مون کي بہ تہ ڪلب انعام ۾ ملندو. دولت ملندي ۽ پوءِ منهنجا بہ ڏينهن بدلجي ويندا ۽ ڏوهہ جرم جو بازار وڏيڪ گرم رکندس ۽ پوءِ رڳو حڪم هلائڻ وارو ٿي ويندس ...!!

# باب 33

هنن ڏينهن ۾ زيد پنهنجي فيملي سان لاڙڪاڻي گهمڻ وڃڻ لاءِ سموريون تياريون مڪمل ڪري چڪو هوندو آهي. اهو به ڪافي عرصي کان پوءِ.جو ته ذميوارين جون مصروفيتون ماڻهو کي جڪڙي رکنديون آهن. نفيس ۽ لذيذ ۽ سادي زندگيءَ جي رشتن، واسطن، حجتن ۽ ٻچپن جي تعلقاتن ۽ يادگيرين کان ماڻهو جهڙو پريَ ٿيو وڃي.

هن وقت پوريَ فيملي جا ماڻهو سامان سوڌو تيار هئا. بنگلي جو انتظام ٻين نوڪرن ۽ خادم بلوچ حوالي هو.جيڪي هن وقت بنگلي جي لان ۾ هنن کان موڪلائڻ لاءِ بيٺا هئا. جڏهن ته شريف باڪسر زيد سان گڏ وڃڻ لاءِ تيار بيٺو هو. هن وقت هي سيئي جڻا هڪ وڏي گاڏي ۾ چڙهي خادم بلوچ کي خدا حافظ چئي حيدرآباد رستي کان لاڙڪاڻي لاءِ روانا ٿي ويا. جو ته هنن کي حيدرآباد ۾ ڪجهه سئي واسطيدارن سان ملڻو هو.

سير هاءِ وي جو ٻن ڪلاڪن جو مختصر سفر پورو ڪري هي حيدرآباد پهچي پهرين سڌو قاضي عبدالمجيد عابد جي گهر اچي ڪجهه دير لاءِ ان فيملي وٽ ترسيا. بيگم نصرت ۽ پنڪي ۽ قاضين جي گهر وارن سڀ هڪ ٻئي سان ملي ڏاڍا

خوش ٿيا ۽ هڪ ٻئي کي حال احوال ڏيڻ ۽ ڪجهه ڪجهه ذاتي ۽ ننڍيون حجت واريون شڪايتون ڪرڻ لڳا ۽ پوءِ ٺهڪ ڏيڻ لڳا. ڪافي دير تائين چيقلشن کان سواءِ خيالن جي ڏي وٺ ۾ سٺي گفتگو ٿي وئي، جنهن ۾ قاضي برادران پاران پنهنجو فيملي جي سٺي عزت ۽ خدمت ڪئي وئي ۽ پوءِ خوشي خوشي ٺهڪن ۾ هتان موڪلائي نڪتا.

هي جهڙو ميلا مچائڻ جو اتڪ وارو دور هو، جنهن ۾ چيقلشون ۽ تضاد پکڙي نه سگهيا هئا، چو ته رونقن ۽ امن جي سازشن جا ماهر دشمن اڃان سائيڊ تي هئا.

هن وقت زيد وارا نامياري، بي باڪ صحافي ۽ آفتاب اخبار جي باني شيخ علي محمد جي گهر پروگرام تحت آيا، جيڪي به هنن جي اچڻ تي مناسب تياريون ڪيو وينا هئا ۽ انهن سٺو آڌر ڀاءُ ڪيو. تمام گهڻين ڪليل ۽ مزاجي ڳالهين ڪانپوءِ عزت ۽ مان وني زيد وارا موڪلائي سڌو مير رسول بخش ٽالپر جي رهائش گاهه تي آيا، جتي ڪافي دير سياست ۽ سماجي حالتن تي ڳالهيون هلڻ لڳيون. زيد کي هنن ٺنهي واسطيدارن خاص هي صلاح ڏني ته توهان وڏي اليڪشن لاءِ تياري ڪري ان ۾ بيهو ڇو ته توهان هاڻ تائين ڇڳا خاصا مشهور ٿي چڪا آهيو ۽ ان ڪم لاءِ اسين توهان سان گڏ آهيون. جڏهن ته زيد چيو : آئون هن ڳالهه تي غور سان سوچيندس ۽ پوءِ هي گڏجي شهري دوستن طرفان هڪ آجياڻي جي ڪارنر ميٽنگ ۾ شريڪ ٿيا، جيڪا صدر ۾ ڪوٺائي وئي هئي، جتي ڏاڍيل ۽ هيٺئين طبقي جي ۽ وچئين طبقي جا سماجي زندگي سان تعلق رکندڙ ڪافي عورتون ۽ مرد اچي ڪٺي ٿيا هئا، جن جي دلچسپي ۽ جوش جو به مقصد اهو هو ته زيد وڏي اليڪشن لاءِ ميدان ۾ اچي ۽ ماڻهن جي خدمت ڪري، جتي زيد واعدو ڪيو ته حالات سازگار رهيا ته توهان پارٽين ۽ پينرن سان گڏجي مان اهو به مشڪل ڪم ضرور ڪندس. ڇو ته اسان کي جنهن شئي ۽ تبديلي جي ضرورت آهي اسان به ان لاءِ ئي ايترا بي چين ٿي رهيا آهيون، ڇو ته وقت اڳين نظرياتي غير جديد قيادتن مان بيزار ٿي انقلاب جو سوچي رهيو آهي، جڏهن ته اهو انقلاب ڇڙواڳ قسم جو هوندو جيڪو هڪ وڏي نقصان جو ازالو اسان کي ڏئي سگهي ٿو، تنهن ڪري اسين باقائده هڪ شڪل بنجي ماڻهن جي مناسب رهنمائي ڪري انهن کي جديد نظريات جي گهرجن ۾ آڻي انهنجون مشڪلاتون هٽائڻ

جي ڪوشش ڪنداسين ۽ اسان وٽ جيڪڏهن جسماني ورزش جي رننگ ناهي ۽ ڪا مجبوري آهي تہ اها آهي معاشي سڌارن جي مجبوري، جنهن ۾ محنتي ۽ پورهيت ڪجھ ڪرڻ چاهين ٿا، ان لاءِ معاشي، سماجي ۽ زندگيءَ جي رننگ جي هلچل تمام ضروري هئڻ گهرجي ۽ اهائي اسان جي زندگي آهي ڇو تہ بيمار جسم کان بيمار معاشي زندگي بدتر شئي آهي ....! زيد جي مختصر ڳالهين کان پوءِ ڪارڪن نما ڪافي ٻيا بہ ماڻهو زيد سان خوشي ۽ چاھ سان هٿ ملائڻ لڳا ۽ زيد جي حمايت ۾ نعرا هڻڻ لڳا، زيد هنن سڀني دوستن کان هن وقت موڪلائي حيدرآباد مان نڪري ويو.

هن وقت پنو فيملي پروگرام مطابق هالا شهر ۾ آئي، مخدوم خاندان وٽ ملاقات ڪرڻ، مخدوم هائوس واري گهٽيءَ جي رستي کي سينگاريو ويو هو، جتي اَجيان لاءِ ڪجھ مخدوم خاندان جا فرد ۽ ڪجھ ٻيا ساٿي دوست بيٺل هئا، جن هنن جي اچڻ جي خوشيءَ ۾ هنن جو وڏو آڌر ڀاءُ ڪيو ۽ عزت جي نگاھ سان ڏٺو. هن وقت پوري حويلي ۽ اردگرد ۾ جوش ولولو نظر اچي رهيو هو ۽ پوءِ واسطن جي رواجي حالتن جون ڳالهيون خوشيون، بحث ۽ ٽهڪ جاري ٿي ويا، جيڪي ڪافي دير تائين جاري رهيا، پراڻي ۽ وسيع تعلقن جون رونقون ۽ هدون بہ پنهنجون هونديون آهن. حجتون ۽ قدر پنهنجا هوندا آهن لذتون ۽ سرور پنهنجا هوندا آهن. سنڌ جا هي ٻئي مستقل خاندان سنڌي سماج جي سوسائٽي جو مضبوط هڏ آهن ۽ گڏ جيئڻ مرڻ جو مستقبل ۽ فڪر آهن، سماجي زندگيءَ جي حيثيت ۽ ضمانت آهن، جدوجهد جي تاريخن جو هڪ بهترين اثر آهن، هتي تمام گهڻي دير گذارڻ ۽ خدمت حاصل ڪرڻ کانپوءِ زيد ۽ گهر وارا سڀني چاھ ۽ محبت سان موڪلائي مخدوم هائوس کان روانا ٿي هالا شهر مان نڪري لاڙڪاڻي ڏي روانا ٿي ويا، هي سڀ سنڌ جا شهر ڳوٺ رستا، واهڻ وستيون هڪ ٻئي سان مليا پيا آهن، هڪ ٻئي کي ويجها آهن ۽ هڪ ٻئي جا پنهنجا تہ آهن پر هر شهر هر ڳوٺ ۽ هر ماڻهو جا ڪردار جا احساس، اسرار ۽ اثر پنهنجا پنهنجا آهن، جيڪي پنهنجي علائقن کي دنيائن ۾ تبديل ڪندا آهن، تن جون ۽ تن لاءِ ڪوجنائون پنهنجيون آهن.

لاڙڪاڻي پهچي زيد وارن سفر جي ٿڪاوٽ ڪري پهريون سڄو ٽائيم آرام ۾ گذاريو. گهرجي ڀين ڀاتين ۽ خاندان وارن سان ملاقاتون ڪيون پوءِ ٻئي ڏينهن دوستن يارن سان ملڻ لاءِ نڪري ويو ۽ شهر گهمڻ لڳي ويو.

شام جي وقت زيد سان ٻه ڪافي دوست ۽ ٻيا ساٿي همدرد ملڻ آيا. انهن ۾ هڪ عورت حيثيت خاتون ٻه هئي، جيڪا ذات جي ملاح ۽ سماجي تنظيم جي اڳواڻ هئي. جيڪا ڳالهائڻ جي ڪليل ۽ دلير هئي، خاص ڪري عورتن جي حقن لاءِ ڀرپور جاکوڙ ۾ رهندي هئي، جنهن جا زيد وارن سان پراڻا تعلقات هئا ۽ نظرياتي طور هڪ ٻئي کي ويجها هئا. تنهن اچي زيد کي بي تڪلف ٿي چيو: پٽا تون ڏاڍو چمڪين پيو آهين! وڪالت جي پيشي مان سياست ۾ مشهور ٿئين ۽ پوءِ ڪراچيءَ جي اڳئين جابر ميئر کي مڙسيءَ سان شڪست ڏئي سوڀارو ٿي وئين ...!؟

زيد: بس ڀيڻ حيثيت خاتون، مان آهيان ئي سماج جو حصو، تنهن سماج ئي مڙسي ڪري مون کي مٿي ڪڍي ورتو آهي.

حيثيت خاتون: مون ٻڌو آهي تہ تو وارومخالف اڳيون ميئر ڏاڍو خراب ماڻهو ۽ غندي قسم جو آهي ..."!

زيد: اسان هونئن بہ دهشتگرد ذهنن جي مخالفت ۾ صحيح اصولن جي حمايت جاري رکي آهي، جيڪا ئي اسان جي ڪاميابي آهي ۽ انهن جي ناڪامي.تنهن ڪري آئون اهڙن نيت جي ناڪامن جو خوف اندر ۾ رکڻ ئي ڪو نہ. ڪجهہ ساعتن کان پوءِ حيثيت خاتون چيس: ڀلا هاڻ تون هتان جا ڪجهہ ماڻهو اوڏهين ڪم سان لڳاءِ ...!! اهي بي روزگار ڇوڪرا ڪم سان لڳي ويندا تہ معاشي پريشاني هٽي ويندن.

زيد: ها ڇو نہ... تون موڪل ڪراچي ۾ ڇوڪرا موڪل تہ ڪجهہ اتي لڳايان ۽ ڪجهہ عرب رياستن ۾ ... اهو منهنجو توسان وعدو آهي.

هن وقت پروگرام تحت ٻئي ڄڻا اٿي ٻاهر دالان ۾ آيا جتي ڪافي لاچار قسم جا ماڻهو گڏ ٿيل هئا. جن ۾ روزمره گهرجن جي سيڌي جي شين جهڙوڪ تيلين جا ڪيترا بنڊل ورهائڻ جي تقريب رکيل هئي، جيڪو ڪم زيد اڪثر عادت مطابق ذاتي طور تي ڪندو رهندو هو. جيئن هيٺئر گهرج جي شين جا پاڪيٽ غريبن ۾ ورهائي

رهيو هو. جڏهن ته ٻئي ڏينهن صبح جو زيد کي ٻچپن جي دوست رفيق شاهه وٽ خيرپور وڃي ملڻو هئس.

صبح ٿيندي ئي زيد ناشتو ڪري سڌو خيرپور هليو آيو جتي اچي رفيق شاهه سان مليو. جيڪو زيد سان ملي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ پوءِ هتان هتان جون ڳالهيون ڪندي خوشي محسوس ڪرڻ لڳا. خيرپور جو هي رفيق تمام بهترين ماڻهو ۽ زيد جو ٻچپن جو دوست جيڪو نه ايڏو وڏو زميندار ۽ نه سرمائيدار هو، پر سماجي جذبا رکندڙ ۽ پاڻ کي عوامي سڏائيندڙ هڪ همدرد ماڻهو هو، هونئن به هننجي خاندان سان پيڙهين کان واسطا هلندڙ هئا زيد جي خاندان جا.

هن وقت زيد چوڻ لڳس: رفيق شاهه صاحب بدليل هن وقت توهان جديد حالتن ۾ اچي ته ويا آهيو، پر اجاڻ ڪجهه رهيل آهيو..."!

رفيق: سائين اسان جو خاندان جديد حالتن جي زميوارين کي محسوس ڪندي اپنائي چڪو آهي ۽ هتي استعمال ٿيندڙ وڏين پاليسين تي نظر رکي غور به ڪريو رهيو آهي.

زيد: تمام خوشيءَ جي ڳالهه آهي، پر تون پنهنجي فيمليءَ سان ڪراچيءَ ۾ شفٽ ٿي ۽ پنهنجي ٻارن کي اتي پڙهاءِ ۽ رهاءِ اها منهنجي آخري رڪيسٽ اٿئي.

زيد جي ڳالهه ٻڌي رفيق شاهه غور سان ڪجهه سوچي چوي ٿو ته : آئون هن ڳالهه تي عمل ڪرڻ جي ڪوشش ڪندس، موٽ ۾ رفيق شاهه به زيد کي صلاح ڏيندي چوي ٿو ته : توهان هاڻ ملڪي اليڪشن وڙهڻ لاءِ تياري ڪريو، ڇو ته پنهنجو ملڪ به هاڻ مختلف طبقن هڪ دنيا آهي. ان لاءِ هن حالتن ۾ توهان جهڙو ڪردار ضروري آهي ۽ توهان جو اڳيان اچڻ اسان جهڙن لاءِ هڪ اتساهه ۽ ملڪي سماجي قلعي ۾ داخل ٿيڻ جي چابي ثابت ٿيندي، جتي وڏي پيماني تي ۽ سٺي طرح سماجي خدمتن جا جذبا نيائي سگهجن ٿا.

تنهن تي زيد چوي ٿو: مون کي ڪافي دوستن اهي مشورا ڏنا آهن. هاڻ ان تي غور سان سوچبو.

هن وقت رفيق شاهه زيد کي چوي ٿو ته : هل توکي هڪ دلچسپ دوست ناول نگار ظفر خيرپوري سان ملايان، تنهن تي زيد چيو ته : مون ان جو ناول پڙهيو

هو. جيڪو تمام بهترين هو. آئون ان ڪي سڄاڻان، جڏهن ته ان جي ناول تمام سني شهرت ماڻي هئي. هن وقت ٻئي گڏجي ڏوهين وارو پاڙو اڪري سڌو ظفر جي گهر ڏا اچن، جتي هن سان ملاقات ڪري پاڙي واري هڪ بينڪ ۾ ويهي ڪچهري ڪرڻ لڳن ٿا.

هن وقت ظفر ڪي موڱيي رنگ جو سوئيٽر پاتلهو. سليٽي رنگ جا سلوار قميض پر هن ڪي پاتل اڪثر ڪپڙا ميرا هوندا هئا، پر اهي بدبو دار نه هوندا هئا، شايد خرابين ڪي ويجهو اچڻ نه ڏيندو هو ۽ نه پاڻ انهن ڪچراين جي ويجهو ويندو هو ۽ پيو ته سادي طبعيت هئڻ ڪري ناهه ئوهه ڪان لاپرواهه رهندو هو. هن جو ويچارگي ۾ ويڙهيل چهرو عجيب لڳندو هو. ائين لڳندو هو جهڙو زندگي جون ڪافي صدماتي حالتونبرداشت ڪري اندر ۾ اوتي چڪو هجي، تنهن ڪري حاصلاتن واري خواهش جي اهڙي ڪنهن ڳالهه جو غرض نه رهيو هجيس، پر ڪنهن وقت ڪنهن ڳالهه تي ڇرڪندي نهاريندو هو ته لڳندو هو ته دنيا ۾ اجان به دلچسپي اٿس، ڪو انتظار اٿس ۽ پنهنجي تخيل ڪان ٻاهر به مختلف دريافتن جي اهميت ۽ حيرت اندر ۾ رهيل اٿس، ايتري ۾ زيد پڇيس دوست پورو نالو ڇا اٿئي؟ نارمل انداز سان چيائين: ناول نگار ظفر خيرپوري !

تنهن تي زيد مسڪرائيندي چوڻ لڳس: توڪي پنهنجي ڪموارو لفظ ناول نگار شايد وڻي ٿو، ان ڪري تون ان نالي سان پاڻ ڪي متعارف ڪرائيندو آهين ۽ خوشي محسوس ڪندو آهين ...!

زيد جي هن چوڻ تي چيائين: سڃاڻپ جي حجت ۾ ته ماڻهو رهجي به ويندو آهي پر پنهنجي نظرن ۾ وڃائجي نه ويندو آهي.

زيد مطمئن ٿيندي چيو: اڇا ...! پر توهان نمايان ڪردارن مان مطمئن ناهيو ڇا ...!؟

جيڪي سماج ۾ ڪليل نموني هلندا به آهن، جيئندا به آهن تهمسئلن جي نبيرن جون ڪوشسئون به ڪندا آهن ۽ رڳو دل جو ڏي رکندا آهن.

ظفر ڪنڌ ها ۾ لوڏي زيد ۾ غور سان نهاريو ۽ پوءِ چيو: اهڙا اڏول ۽ سچا ماڻهو هن سماج ۾ اپري پون ته پوءِ رڳو نبيرن جا دستور قائم ٿي پون، باقي

سينگاريل پر نلا مورتين جهڙا ڪردار ڇا ڪندا ...! هتي تہ ڇرپر ۾ قربانين وارا پرهيزگار ڪردار گهرجن...!! جيڪي دل جي آڌر وارو ذهني عمل ڪن.

ڪجهہ ساعتون خاموش رهي وري زيد چيس: ظفر ! تو فقط هڪ لاجواب ناول لکيو ۽پوءِ ڏکهو عرصومات تي وئين سو ڇو ...!؟

ظفر خوش اسلوب موڊ سان زيد ڪي جواب ۾ چوڻ لڳو! ان ڪري جو مون ڪي هڪ بئي پر اهڙي ناول جي تلاش آهي جنهن جا خيال مون وٽ اُهن پر اهي منتشر ٿا رهن، اهي معنيٰ مقصد هڪ هنڌ سميٽجي نٿا سگهن اجان. پيو تہ ڪردار بہ آهن پر اهي ضبط جي اصولن ۾ نہ رهي سگهن پيا. ٿيون تہ سبب ۾ رواني ۾ ٽريجڊي بہ آهي ناول لاءِ پر نتيجي نہ پيو سمجهي سگهان اجان. تنهن ڪري اجان انهن فڪرن ۾ وچايل رهندو پيو اچان ۾ ڪوجنائن جي حاصلات لاءِ ڪڏهن ڪڏهن گهڻين مان لنگهندي ديوارن سان بہ ڳالهائڻو ٿو پوي. پر ان ڳالهہ ڪري خيرپوري ماڻهو سمجهندا آهن تہ آئون اڌ دماغ آهيان! بيڪار تلاش جي پنڌ ۾ آهيان .."! سائين هونئن بہ سنو ناول هري هري ٿيڻ وارو ڪم آهي. تصور جي مدي ۾ يا يڪدم ۾ نهي پوڻ وارو ڪم ناهي ...! ڇو تہ بخت جي چمڪندڙ سفيد چهري واري ديوي اوڇتو ۾ پنهنجي خيال سان ايندي آهي. جنهن جي چهري جي نرمي، معصوميت جيڪو سچ ۾ فڪر هوندو آهي. پنهنجي بچاءَ جي پناهہ لاءِ حيرت هوندي آهي. تہ جن هٿن ۾ اچان سي سنڀالي سگهندا ان طرح ؟ جنهن طرح معجزن ۾ اوڇتي انعامن جي بخت جي خزانن جا عڪس نظر ۾ اچي وري گم ٿيو وڃن...! اهو بخت هڪ عڪس آهي. جنهن جي سنڀال جي اهميت لاءِ عرصن جا عرصا ان سوچ جي قيد ۾ فڪر ۾ رهڻو ٿو پوي. اهو بہ پرهيزگاري اصولن جي حالت ۾ ...! پر اسان جو اڄوڪو سماج نالي جي پروپئگنڊا واري بدديانتي جي بي رونقي ۾ رهي الاءِ ڇا ٿو حاصل ڪرڻ چاهي .....!؟

شايد اهو ڪجهہ جيڪو اسان کان سڪون، اعتبار ۾ اوسطا تو ڪسي ورتي ...! ۾ اسان کي ڦرلٽ جي بازار جو ميمبر بنائي تو ڇڏي، بدروين ۾ بدقدرن جي ويران رڻ پٽ ۾ اسين ڪٿي ڪٿي دربدر ٿيو وڃون ! اسان جي سماج جا بي حس ذميوار شخص جهڙوڪر اسان جي سماج جي ماڻهن لاءِ بي احساسي جي سزا هجن. ڇو

تہ اهڙا ماڻهو نمائشي ۽ جنسي عياشين ۾ بداخلاقي ڏيکاريندي تہ وڏا خرچ ڪندا آهن. پرڪنهن مجبور ۽ فاقہ ڪش سادي وجود لاءِ بلڪل بددل ۽ بدنيت نظر ايندا آهن !! جو تہ عيوضي جي همدردي اها ناهي هوندي تہ ڪنهن عورت جي مجبوري هٽائڻ لاءِ معاشي مدد ڪري پوءِ ان جي عزت جهٽجي ...! يا ڪا ٻي اميد رکجي، هن وقت زيد ظفرکي ڪجھ جذبات جي جنون ۾ محسوسڪري ۽ ڳالھ بدلائي چوڻ لڳو: تو تہ ٻڌو هوندو ظفر تہ مون هڪ بدنام ۽ سرمائيدار ميئر کي اليڪشن ۾ شڪست ڏئي ڪيرائي ڇڏيو، جيڪو شهنشاھ ٿيڻ جا خواب ڏسڻ لڳو هو...!

مرڪندي ظفر زيد ۾ نهاري چوڻ لڳو: ها مون کي خبر آهي ۽ اها بہ خبر آهي تہ ڪراچيءَ جو هاڻ ميئر تون آهين. اها تمام خوشيءَ جي ڳالھ آهي. توهان کي ان جي مبارڪ هجي، پر مون اهو بہ ٻڌو آهي تہ ان اڳئين ميئر مان توهان کي خطرو آهي، جيڪو دشمن بنجي اوهان پويان لڳو آهي...!

موٽ ۾ زيد جذبات سان چيو: مون کي جيڪو بہ سسٽم نقصان پهچائيندو يا قتل ڪرائيندو تہ خدا جو سڄو غضب ان سسٽم تي نازل ٿي ان کي ڇڙوڇڙ ڪري تباھ برباد ڪري ڇڏيندو ....! تنهن ڪري اهڙي سنڀال جو بار بہ خدا تي آهي، باقي مون کي ناهي پرواھ اهڙي ڪنهن دشمن جي ...!

ظفر: خير! ڪراچيءَ جي لڙڪڙايل هڪ دشمن غندي کي تہ نظر ۾ رکون ٿا، جنهن جي اڳواٽي غير جديد جاهل جاگيردار سوچ جي ڄميل جهالت واري تہ ناهي، جو هو جمودي شهنشاھ ٿي وڃي ها. جو تہ ڪراچي جا جديد ماڻهو ائين ٿيڻ نہ ڏين ها. پر اندرون سنڌ ۾ فرعوني ڪوٽ قلعا ڇپي ڇپي تي آهن، جتي هڪ بجاءِ ڪيترا مستقل غير جديد شهنشاھ ٿا رهن.

جيڪي غرور ۽ ڏاڙي ۽ بنا مقابلي واري ڪامياب اليڪشنن جا باني ٿيا وينا آهن. جيڪي مفت خور بنا محنت واريون طاقتور سگهون بنيل آهن. جن اڳيان جهڪيل ۽ هٽ ٻڌي بيهندڙ سماج جون عزتون، تقدستي رشتا، خودداريون، تصور، جزبات، تخيلون، ايجادون، جدوجهدون، نظريات، اعتماد، گهرجون ۽ اهڙيون ٻيون ڪئين عظيم شيون يرغمال ۽ موت جي ضد ۾ آهن!تون رڳو انهن جبري غير ارتقائي شهنشاهن مان هڪ ظالم ۽ جاهلشهنشاھ کي اليڪشن ۾ ڪيرائي ڇڻ ماري وجهين

تہ سماج لاءِ هڪ نئون ڪليل رستو نهي پوندو. جيڪو رستو جدوجهد جو درياهہ بنجي سرسبز مستقبل جي منزل تي پهچائي اسان کي تصورن جي اعتبار جي حقيقتن تي آڻي بيهاريندو. ان سان سماج ۾ هلچل جو وسطو پيدا ٿي پوندو ۽ "خدا جي پيغمبر" جي هڪ ئي مرشدي وارو يرغمال ٿيل مقدس قائدو بحال ٿي ويندو. ڇو تہ هتي گهٽا انڌا ٿا هيئڻ ڪري ڪو ڪنهن جو مريد ڪو ڪنهن جو ۽ گهر جن جا عقيدا بہ الڳ. جيئن حضرت ابراهيم جي قوم جا اڳ الاهي خدا ۽ ڏيڻ وارا عقيدا هوندا هئا. هن سماج جا اهڙا اڳواڻ مفادن جا فريب اُهن ۽ هتي جا مضبوط ۽ هيڪاندا شهنشاهہ اُهن. جيڪي جديديت جا نہ بلڪہ جهالت جا شهنشاهہ اُهن ...! ظفر جي ڳالهہ ٻڌي زيد چيو: اسين اهڙن سماجي اڳواڻن جي ڪنهن بہ منافق مصلحتن کي قبول نہ ڪنداسين. جيڪي جٿيت سارو ڪنهن ٻي پهچ ۽ مجبور زندگيءَ جي مدد ڪندا هجن ۽ انهن جي دل تان قربانيءَ جي همدردي جو رس نہ نڪرندو هجي. سي پاڻ کي معتبر سڏائڻ ۽ اڳواڻي ڪرڻ کان اپاهج سمجهن ...! مان اهڙن دستورن ۾ چينج آڻڻ جي ڪوشش ڪندس ۽ يرغمال ٿيل سماج کي آجو ڪرائيندس ۽ ان سرڪش خاندانن جي جديد نوجوانن کي پاڻ سان شامل ڪندس!

ظفر: سائين زيد صاحب ! جرم جي شروعات بہ هي آهي تہ وڏي ۾ وڏو جرم بہ هي آهي تہ ڪنهن سماج کي يا ماڻهو کي خواهمخواهہ جذبات سان دٻائي ذهني اذيت جي دٻائن ۾ مستقل رکي ان کي نفسياتي طور مفلوج بنائي رکجي. اها اڻ سڌي دهشتگردي غير جديد جاگيرداري جي شروع واري دور کان وٺي هن سماج تي جاري آهي. جنهن جي سکيا جو نقل بہ بدقسمتي سان هن سماج جي فردن ۾ اڪثر عام جام ٿي چڪو آهي. گهرائي سان ڏ سنداڻو تہ وحشتن جي اهڙي چنگل ۾ قاتل هن سماج کي جذبات ۽ مفاد واري نااهل جعلي جهيڙاڪ غلامي مان ڪڏي مهذب سوچ ۾ آڻڻو آهي ۽ زندگي جو احساس ڏيارڻو آهي. توهان ٻي احساسين جي محرومين ۾ سڙندڙ هن سماج تي ڏيان ڏيو. جنهن سماج جو اڃوڪو ٻار بہ وڏن وانگر پريشان آهي ۽ توهان ڪڏهن بہ هن سماج کمايوس حالت ۾ ڇڏي هليا نہ وڃجو. ڇو تہ جڏهن بہ عظيم رائيٽر ۽ اهڙا اڳواڻ هڪ اهڙي ننڍي غلطي ڪندا آهن ۽ پوءِ واپس اچي قوم کي ڏسندا آهن تہ قوم هزارين غلطيون ۽ ڪرتوت ڪري چڪي

هوندي آهي، تڏهن ته خدا حضرت يونس کي قوم کي ڇڏڻ واري اهڙي غلطي جي سزا ۾ مڇي جي پيٽ ۾ ڳهائي ڇڏيو هو، ڇو ته ان هڪ غلطيءَ جي ڪري ۽ پيغمبر کان سواءِ پويان قوم ظابطي مان نڪري ڇڙوڇڙ ٿي واپس بگڙڻ لڳندي آهي، جنهن حالت جو سڄو وبال موجوده ان اڳواڻ تي هوندو آهي، ڇو ته هو ماڻهن ۾ زمين تي جبلن وانگر هوندا آهن، جڏهن ته حضرت يونس خدا جي حڪم کان اڳ پنهنجي قوم کان مايوس ٿي پنهنجي مرضيءَ سان نڪرڻ لڳو هو ۽ سڀ اڳواڻ به قوم ۾ ائين هوندا آهن، جن تي فرض آهي رڳو ڪم ڪندا رهن ۽ ماڻهن جي ڪجهه غلطين کي نظر ۾ رکي مايوس ٿي نه ويهن ۽ نه ڪيڏانهن نڪري به وڃن، نه ته قوم جا ماڻهو وڏيڪ تباهين ۽ بربادين ۾ غرق ٿي ويندا ! تنهن تي زيد چيو ! آئون ته اهڙو ڪجهه سوچي به نٿو سگهان، البته مون کي هٽائڻ جي ڪوشش ڪرڻ جي ڪوشش ڪري قوم کي هڪ لاجواب ڪردار کان خالي ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ان جو نور وڃائڻ چاهين ته تنهن ڪيهمرت جو سبق وقت سيکاري ڇڏيندو، ڇو ته ايري آيلهڪ عظيم ڪردار جي اثر ڪري قوم بجاءِ بلڪ مختلف قومون پاڻٽکي سڌارڻ ۽ تبديل ڪرڻ لڳنديون آهن، جڏهن ته دشمن اول ڪم ئي بگاڙڻ جو شروع ڪرڻ لڳندو آهي ۽ پوءِ غلبي ۾ رکڻ جو حرص چاهيندو آهي ....!! پر مون کي اڳئين ميٺر جهڙي ڪنهن به دشمن يا موت جي پرواهه ناهي، بس پرواهه يا خوف اهو آهي ته آئون سماج جي ڪم لاءِ پنهنجو مقصد رڳو مڪمل حاصل ڪري وڃان ....!

هن وقت ڪجهه خاموشي ٿي وئي ته ايتري ۾ زيد ظفر ۾ نهاري سوچڻ لڳو ته : بگڙيل حالاتن جي خوف ۾ رهندڙ ۽ معاشي مجبورين جي ڪن ۾ قاتل ڪن ڪردارن ۾ چڱيون خاصيون صلاحيتون هونديون آهن، "جيڪڏهن انهن کي ڪو وڏو ڪم سونپيو وڃي ته " هو فقط گهبراهٽ جي ڪري وڏي ڪم کي به بگڙيل حالت ۾ مڪمل ڪندا آهن ۽ ڪڏهن صحيح حالت ۾ به مڪمل ڪري وٺندا آهن، حالانڪ جيڪڏهن انهن جو اهو خوف دور ڪجي يا ڪا کوٽ پوري ڪجي ته اهڙا صلاحيتن وارا ماڻهو وڏيڪ ڪارنامه سرانجام ڪري سگهن ٿا، ڇو ته هو بگڙيل ۽ ڪمزور حالتن هوندي به صلاحيتن وارا ڪردار جو نهي ڇڪا هوندا آهن ....!! ٠

ايتري ۾ زيد ظفر کي چوڻ لڳو: ظفر تون ڪراچي اچ ته توکي ڪا ذميواري ڏيان ....!

ظفر: نه سائين آئون هتي صحيح آهيان، ڏتڙيل سماج جي ويجهو رهي،

زيد: پر سائين تون جيڪڏهن ڪنهن پوزيشن ۾ آئين ته سماج لاءِ ڪجهه نه ڪجهه ته ڪري سگهين ٿو. جيڪڏهن سماج لاءِ جذبو اٿئي ته باقي هتي ۽ هن حالت ۾ ته تون رڳو ڪڙهين سگهين ٿو ۽ ڪروڌ ڪري سگهين ٿو. باقي سگهه ۾ اچڻ کان پوءِ تون عملي طور ماڻهن جون خدمتون ڪري سگهين ٿو.

زيد جي ڳالهه تي هن کي به ذهن ۾ ڪجهه ويٺو ۽ پوءِ چوڻ لڳو: سائين ڪوشش ڪندس توهان ڏي اچڻ جي.

موٽ ۾ زيد پوڳ ۾ چيس: گهر ڇڏڻ ڏکيو لڳندئي ڇا؟ فيملي کي به اتي شفٽ ڪجان ...! تنهن تي ظفر ڪلندي چيو : نه سائين اهڙي ته ڳالهه ناهي.

پر پوڳ واري هي ڳالهه ڪرڻ کان پوءِ زيد سوچڻ لڳو: دنيا جي لذتن جي انتها جنسي محبت جي اصل سرور محبوبه زال سان واڳيل هوندو آهي. پر پوءِ به وري زيد کي ٻيا سوال سجهي اچن ٿا ذهن تي ته : سماجي ذميواريون، معاشي گهرجون ۽ ٻين لاءِ احساس پر پوءِ به گڏوگڏ محبت ...! زندگي آ زندگي ...!! جيڪا خود هڪ سوال به آهي ته خود جواب به آهي ...! هو پنهنجو تجربو پاڻ آهي. واهه محبت تنهنجي نرمي ۽ ارڏائي ...!! زيد هن وقت نصرت کي گهرائي سان ياد ڪرڻ لڳو.پر هن وقت ناول نگار ظفر خيرپوري پهچ سارو رواجي خدمت ۾ هنن لاءِ چانهه بسڪٽ گهران کڻي آيو. جن کي زيد ۽ رفيق شاهه دلچسپي سان کائڻ ۽ چانهه پيئڻ لڳا. جنهن مان واندو ٿي زيد هنن ٻنهي دوستن کان موڪلائي لاڙڪاڻي ويو هليو.

# باب 34

زيد هتان اليڪشن هارائيندڙ اڳيون ميئر سيٺ دائود آخر هن نتيجي تي پهچي زيد کي پڪي نموني قتل ڪرائڻ پنيان لڳي پوندو آهي، ڇو ته سيٺ دائود کي اهو خطرو هوندو آهي ته زيد اليڪشن کٽڻ کانپوءِ جيڪا پريس ڪانفرنس ڪئي هئي تنهن ۾ هن واعدو ڪيو هو ته : آئون تاريخ جو رخ ڦيرڻ جو ارادو رکان ٿو. آئون تاريخ جو رخ ڦيرڻ ڪندس" ان رخ ڦيرڻ جو مقصد اهو هو ته پوءِ مون جهڙا خاندان اقتدار ۾ نه اچي سگهندا ۽ پوءِ سان جا اثر رسوخ ماڻهن جي گهرجن ۽ مصروفيتن ۾ گم ٿي رهجي ويندا. پوءِ رڳو هاصلاتون هونديون جديد هنر. ڪم ۽ صلاحيتون هونديون. اجايا خانداني عقيدا ۽ محدوديتون ماڻهن کي منجهائڻ لاءِ نه رهنديون . . . .!

نيٺ سيٺ دائود هن نتيجي تي پهچي هي رستو اختيار ٿو ڪري جنهن ۾ هي ڪجهه بين حمايتي غندن کي لالچ ۾ آڻي زيد پويان لڳڻ لاءِ ڪيو ڇڏي پر جيسين زيد هٿ چڙهي تيسين ان کان اڳ زيد کي ڌمڪائڻ. هيسائڻ ۽ ماڻهن کي سزا ڏيڻ لاءِ ڪراچي ۾ سيٺ دائود جي پلاننگ ۾ سندس حمايتي اسمگلر قوتون ترقي جو رخ ڦيرڻ ۽ زيد جي ڪمن کي رنڊائڻ لاءِ ۽ ان کي دٻاءَ ۾ رکڻ لاءِ ۽ گڏوگڏ پنهنجا ڪارا مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ شهر ۾ دهشت گردي شروع ڪرايو وجهن. جنهن ۾

اوچتو فليٽن ۾ گهڙي ماڻهو مارڻ، صدر ۽ بولٽن مارڪيٽ ۾ بمن جا خطرناڪ ڌماڪا ڪرائڻ، رستن تي فائرنگ ۾ ماڻهو مارڻ جا واقعا عام ٿيڻ لڳا. هڪ ٽرين کي ڪيرايو ويندو آهي، هرطرف دهشت پکڙجي ويندي آهي، ماڻهو گهرن ۾ بند ٿي رهجي ويندا آهن، هن ڪارروائين ڪري سرڪاري ادارا ۽ فورسون چوڪس ٿي وينديون آهن ۽ گشت ڪرڻ ۾ لڳي وينديون آهن، شهر جي سموري سماجي زندگي دربدر ۽ حيران ٿي ويندي آهي، ڪيترا لاش ايمبولنسن جي انتظار ۾ رستن تي ڪيتري دير وڪريا پيا رهندا آهن. سيٺ دائود اهڙي دهشتگردي ڪرائي شهر کي وڏو جاني ۽ مالي نقصان پهچائي ڇڏيو هو، هن ڳالهه جي خبر زيد کي لاڙڪاڻي ۾ فون ذريعي پير قربان الستي ٻڌائي، جنهن تي زيد جنون جي حد تائين پريشان ٿي صدمي ۾ اچي ويندو آهي ! جڏهن هن دهشتگردي دوران سيٺ دائود حمايتي اڳواڻ غنڊن کي اجان به شيطاني ڳالهيون ٻڌائي زيد خلاف وڌيڪ چوڪس ڪندو آهي، ان کان علاوه ٻيون به خفيه ۽ خطرناڪ ڳالهيون سرگوشي ۾ جاري رکندو آهي، جنهن مان ائين ٿو لڳي ته : هن جا اجان به ڪي وڏا خطرناڪ منصوبه اُهن. جيڪي اجان ظاهر نه ٿيا هئا. پر ڏسندي ئي ڏسندي بيڪ ان وقت جنهن وقت شهر ۾ اجان به دهشتگردي جي ڇڪتاڻ هئي ته ايتري ۾ سرحدن تي به تيز ۽ خطرناڪ فائرنگ شروع ٿي وئي، فورسون هلچل ۾ اچي ويون بچاءُ جي ٽينشن جي ڊڪ ڊوڙ شروع ٿي وئي، خزان جي لڪ وانگي سڄي ملڪ جي ماڻهن جا چهرا خوف ۾ وڪوڙجي ويا. هرطرف احساسن جي بوجهه جو سناٽو ڇانئجي ويو. اخبارن تي رش وڌي وئي ماڻهو وري نئين بحث ۾ لڳي ويا. جنگ جي صورت ۾ وڌندڙ خطري ڪري تيز گرمي ۾ مورچي ۾ ويٺل سپاهي دوربيني سان چئو طرف پوزيشن جانچڻ لڳا. پر چند ڏينهن ۾ ڪنٽرول ٿي ويو ۽ حالات نارمل ۾ ته اچي ويا پر پوءِ به ڪافيمالي نقصان ٿيو. جيڪو هن وقت ملڪ جي برداشت کان ٻاهر هو، جنهن لاءِ ڪجهه نه ڪجهه بندوبست جي ضرورت هئي.

ڪراچي ۾ دهشتگردي ۽ ان سان گڏوگڏ سرحدن تي سخت ٽينشن واري ڇڪتاڻ کان پوءِ زيد وزير داخله سان فون تي رابطو ڪندي چوي ٿو ته : سائين نوٽ ڪجو. هڪ وقت ٻن جاين تي ساڳيا خوني حملا جاري ٿيا. جنهنجو خدشو اسين پنهنجي ملڪ ۾ رهندڙ دشمن قوتن تان نٽا هٿائي سگهون ۽ ان ۾ اسين هتي جي



ماڻهن جي ملوث هئڻ ڪي نظر انداز نٿا ڪري سگهون. جنهن ڪي توهين پاڻ سمجهي سگهو ٿا. ٻيو تہ ڏاڍو ڏک جو مقام آهي تہ سرحدي نظام لاءِ ڪو خاص ڪنٽرول نٿو ڪرايو وڃي ..."! حالانڪ اقوام متحده جون ڪافي ڪوششون بہ رهيون آهن.

موٽ ۾ وزير ڳنڀير لهجي ۾ چوڻ لڳو: زيد صاحب ڇا ڪجي. ڪافي نهراءُ پاس ٿيا آهن. پر پوءِ بہ موٽ ۾ ڌماڪا جاري رهندا آهن. ساڳيو توهان ڪراچيءَ جي حالتن ڪي ڏسو. جنهن ۾ پنهنجا ماڻهو شامل آهن. ٻين ڪي ڪهڙي معيار ڏيون.

زيد : پوءِ بہ سائين مٿي تہ ڪجهہ چوڻ گهرجي .."!؟

وزير: سائين اسين خود ڪمند آهيون. هيٺين مٿين مشين ۾ رکو پيڙهجون پيا. وڏيڪ ڪجهہ چئون ٿا تہ واپار ٿا بند ٿين. قرض نٿا ملن ان ڪري اسين پنهنجي زبان ڪان ايترو ڪم في الحال نٿا وٺي سگهون.

زيد: سائين آئون گهرجن جي ڪجهہ پورائي لاءِ اردگرد مان ڪجهہ چندي گڏ ڪرڻ جو عنقريب عمل شروع ڪندس. جنهن لاءِ پروگرام تيار آهي.

موٽ ۾ وزير : ٿئنڪ يو چئي خوشي مان چوي ٿو: اهو عمل وقت ئتو آهي. توهان جي جذبي جي مهرباني اسان ڪي انتظار رهندو.

زيد: پر سائين ڪجهہ سازشون اسان ڪي ترقي ڪان روڪڻ لاءِ رڪاوٽون بنجڻ چاهين ٿيون.

وزير: اسان جانهن تي بہ نظر رهندي.

زيد: چڱو سائين خدا حافظ.

وزير : خداحافظ

هونئن بہ زيد جي پراڻي عادت رهي آهي تہ : منسٽرن سان سامهون يا فون تي ڳالهائڻ ۾ ڪا هٻڪ محسوس نہ ڪندو آهي. اهو بہ بنيادي ڪمن لاءِ ۽ اهو بہ سچائيءَ سان ....! هن وقت زيد يڪدم لاڙڪاڻي مان سڌو ڪراچي اچي حالتن جو جائزو وٺڻ لاءِ شهر جي ڪيترن علائقن جو دورو ڪو ڪري ۽ ماڻهن سان روبرو ملي حالات ۽ واقعات پڇي ٿو ۽ پوءِ حوصلي ۾ رهڻ لاءِ ماڻهن ڪي تسليون ڏيندو آهي ۽



زخمين جي اسپتالن ۾ عيادت ڪندو آهي، ايتري ۾ ايجنسيون بہ ڪنٽرول ڪري ڪافي گرفتاريون ڪري ڇپا ڇاپا شروع ڪري چڪيون هونديون آهن.

هن وقت زيدِ ملڪ جي ۽ آرمي جي معاشي مدد، مجبور ۽ بي چيني واري زندگي جي ضرورتن لاءِ چندو مهم ساٿين سان گڏجي شروع ڪري ڏيندو آهي، جيڪو هي وڏن عهديدارن اعليٰ سرڪاري عهديدارن، منسٽرن، وڏين پرائيويٽ ڪمپنين ۽ بين سني پوزيشن واري ماڻهن ڪانسواءِ سڏو عرب رياست وجي شهزادي حماس هٿان ڪافي هنڌان وڏي تعداد ۾ چندو گڏ ڪري اچي فوجي ميجر مشتاق ۽ ان جي ساٿين حوالي ڪندو آهي، تنهن تي معذور جسم ميجر مشتاق زيد جو شڪريو اداڪندي چوندو آهي تہ ! تو اسان لاءِ ماڻهن ۾ احساس پيدا ڪيو، پريس ۾ اسان جي حمايت جا اعلان ڪيا ۽ وڏي ليول تي اسان کي مدد ڏيارڻ لاءِ ڪوششون ڪيون ۽ جهولي جهلي امداد جمع ڪري اسان کي ۽ سماج کي نئون موڙ ڏنو، جو تہ ملڪ تي مشڪل وقت هو، جو تو اهڙي وقت ساٿ ڏئي اسان کي سرخرو ڪيو آهي، تنهن ڪري آئون توهان کي ذاتي طور سان پيش ڪش ڪندس تہ : تون اسان جي اداري ۾ اچي ڪم ڪرين تہ تمام بهتر ٿيندو ...؟

تنهن تي زيد چويس ٿو تہ : نہ سائين، مهرباني،چو تہ بنيادي طور تي مان سماجي ماهر آهيان ۽ اتي ئي نهان تو ۽ توهان سرحدي ماهر آهيو، يعني اسان جي شعبن ۾ فرق آهي، بس هر ڪنهن ي پنهنجي حصي جو ڪم ڪرڻ جو منفرد مقام حاصل آهي ميجر زيد جي ڳالھ تي کلڻ لڳندو آهي.

پوءِ زيد ميجر کان موڪلائي سڌو بلديہ جي آفيس ۾ اچي ڪم سنڀالڻ لڳندو آهي.

# باب 35

هاڻ شهرجا حالات معمول تي هئا. زيد بلديه ۾ پنهنجي آفيس ۾ ڪم ۾ مصروف هو ته شهر جي هڪ بيواهه اڌڙوٽ ڪرسچن عورت ايندي آهي. جيڪا شهر جي صفائي ڪندڙ پيشي سان وابسته هئي جنهن جي هٿ ۾هن وقت به ڪچري ڪڻڻ وارو خالي ٽين دٻو ۽ ٻهارو هٿ ۾ جهليل هو. ان دٻي ۾ شهر جي گهٽين جو ڪچرو ڪٺندي هئي. اهو ٽين دٻو ۽ ٻهارو هن جي ڌنڌي جا اوزار به هئا ته روزگار به هئا ۽ ٻيو ته زيد وٽ صفائي ڪندڙ عملي جا پورهيت ماڻهو آفيس ۾ ائين ئي انهي حالت ۾ يعني اهڙوسامان هٿ ۾ ڪنيل سان هلبا ايندا هئا جنهن جي زيد طرفان هنن کي اجازت هوندي هئي. هن وقت به هي عورت هڏ جي سگهي وٽندڙ ۽ نمڪين چهري واري هئي.

هن ڪرسچن عورت گذارش ڪندي اچي ڏانهيو ته : حادثي ۾ فوت ٿيل منهنجو مڙس هڪ سرڪاري اداري ۾ صفائي واري پيشي سان وابسته ملازم هو. پر هاڻ نه ان جو جي پي فنڊ پاس ٿو ٿئي ۽ نه پينشن جو بل پاس ٿو ٿئي. ان لاءِ توهان وٽ آيس ته ان باري ۾ ڪجهه مدد ڪريو ته اسان جا ڏينهن ڪجهه بدلجن. آئون ته آفيس جا چڪر ڪاٽي ڪاٽي ٿڪي پئي آهيان.

همدردي مان زيد چيو: گهبرايو نہ تسلي رکو مان توهان جو اهو ڪم ضرور ڪرائيندس، توهان رڳو ڪاغذات مون کي ڏئي وڃو. تنهن تي ان ڪرسچن عورت پاتل ساڙهي جي پيٽ واري ور مان ڪاغذات ڪڍي زيد کي ڏنا جيڪي زيد وٺي فائل ۾ رکيا ۽ پوءِ عورت موٽي وئي.

اجان ڪجهہ ئي دير مس گذري تہ اڳئين ميڙ سيٺ دائود جو زيد کي فون آيو. جيڪو چوڻ لڳو: زيد صاحب شهر ۾ ڏاڍي دهشتگردي ٿي، اهو بہ تنهنجي دور ۾ ...! توکي تہ ڏاڍي خوشي ٿي هوندي ...!

هلڪو غصو ڪائيندي زيد چوڻ لڳو: بغضي.."! حاسد .."! مون تي تنقيد ڪرڻجو مقصد ..!

سيٺ دائود : اهو تہ ظاهر آهي تہ چالبازي ڪري دهشتگردي بہ تو ڪرائي تہ حڪومت ۾ ماڻهن لاءِ چندا بہ تو گڏ ڪيا تاڪ ماڻهو تنهنجو اهڙو احساس ڪن جو تون هميشہ لاءِ اقتدار ۾ رهين ...! اها چال گهڻ آهي ...!!؟

زيد: مان هڪ نيڪ سماجي احساس رکندڙ شخص آهيان. تو وانگر غرور پرست، بي احساس ۽ ظالم ناهيان ....! .... البتہ ٽيررسٽ گروپن جي پالنا ڪندڙ بہ تون آهين، جنهن جا نتيجا ڪڏهن نہ ڪڏهن تہ سامهون اچڻا آهن. خوش ٿي نہ ويهہ سرڪار جي عقابي نظرن ۾ ضرور هوندين ...! ائين چئي زيد غصي مان رسيور رکي ڇڏيو ۽ پوءِ سوچڻ لڳو تہ : هي اڳيون ميئر تہ وڏو وحشي ۽ بدڪردار آهي. اهڙي وحشي کي وري بہ ڪو اهڙو وحشي نبري، باقي آئون تہ هن سان قانوني جنگ بہ نٿو وڙهي سگهان. جنهن لاءِ ظاهر نشان سامهون ناهن ...! ۽ لڳي ٿو تہ شهر ۾ ٿيل دهشتگردي ۾ هن جو خاص هٿ آهي ۽ هن شڪ کي اجايو نٿو سمجهي سگهجي ڇو تہ هن جي تنقيدي ۽ ٽوڪ ۾ مون تي مڙهڻ واري الزام مان اهوئي ٿو سمجهہ ۾ اچي. اهو خيال ذهن ۾ ايندي زيد پڪي نموني ان ڳالهہ تي سوچڻ لڳو. پر اجان ڪجهہ دير مس گذري وري هڪ بيو گمنام فون آيو. جنهن ۾ چيو ويو تہ زيد صاحب چوڏهين آگسٽ ويجهي آهي. تيارين ۾ هوندين... ؟ پرياد رکجان تون چوڏهين آگسٽ تي مزار قائد تي پرچم لهرائي نہ سگهندين.....!!!!!!

ڪجھ دير کان پوءِ وري بيو پوءِ ٽيون اهڙي قسم جو پر مختلف آواز ۾ فون آيو. تنهن تي زيد ڪجھ بڏ تر ۾ اچي ٿو وجي پوءِ پنهنجي خاص اڱواڻ دوستن پير قربان الستي چوڌري عنايت، سرحد خان ۽ سردار صاحب کي گهرائي هن ڳالھ کان آگاھ ٿو ڪري، جنهن تي سرحد خان چوي ٿو تہ : اسان کي اهڙن لڪل بزدلن جي پرواھ نہ ڪرڻ گهرجي. تنهن تي زيد چوي ٿو : پرواھ تہ مون کي بہ ناهي اهڙن ناڪام ماڻهن جي! پر اسان کي اهڙي ڳالھ ذهن ۾ تہ رکڻي آهي ...! خير ڪا ڳالھ ناهي، پر اسان کي ڪجھ چوڪس ھاڻ رهڻو پوندو ۽ بيو تہ چوڏهين آگسٽ جي پروگرام لاءِ بہ اسان کي ڀرپور تياريون شروع ڪرڻ گهرجن. هن وقت زيد ڪجھ پريشان حالت ۾ پنهنجي گهر اچي ڊارڪ روم ۾ سوچڻ لڳي ٿو ۽ سيٺ دائود واري ڳالھ ۽ خفيہ فونن واري ڳالھ تي ۽ اهي خفيہ فون بہ لازمن سيٺ دائود جي گروپ طرفان هئا! جنهن جي مزاحمت جي جذبات ۾ اچي زيد سوچي ٿو تہ : اسين بہ ميٺر سان مهاڏو اٽڪائينداسين ۽ وڙهنداسين ! پر اوچتو زيد کي رات جو خواب ۾ ٿو اچي تہ : خود زيد هڪ کي شخص کي ڪاوڙ ۾ اچي خنجر ٿو هڻي، جيڪو شخص سمجهائڻ باوجود صحيح ڳالھ سمجهندڙ نہ هو ۽ زيد جو قاتل دشمن هو، تہ ان ردعمل ۾ زيد کي بہ هڪ دفعي هڪ شخص خنجر ٿو هڻي، جڏهن تہ ان خوني اڳيان زيد پاڻ کي صحيح سمجهندو آهي، پر خوني هن کي غلط فهمي ڪري غلط سمجهندو آهي، پوءِ خواب مان جاڳڻ کانپوءِ زيد سوچي ٿو تہ : جيڪي چند بگڙيل ماڻهو ڪنهن صحيح ڳالھ تي نٿا اچي سگهن ۽ اهي بي اصول لاپرواهين جي اندر رهڻ ٿا چاهين تہ انهن کي خوامخواھ زوري شعور جي ڊسيپلين ۾ نٿو آڻي سگهجي تہ انهن کي رڳو دلائلي جنگ جي بحث سان گڏ آزاد ڇڏي ڏيڻ گهرجي، پنهنجا نتيجا ڏسڻ لاءِ! جو تہ وڌيڪ سختي ۽ تشدد وارو رستو اذيت پسندي جي رواج ۾ ٿو اچي، جيڪو فقط ٽيررسٽ زهنن لاءِ هوندو آهي نہ ئي ڪ مون جهڙن اڱواڻ ماڻهن لاءِ ......!

ٽيررسٽي جو ذهن ۾ ايندي زيد سوچڻ لڳو! اسين ٽيررسٽ جي پالنا ڪندڙن جي نشاندهي ڪندي انهن کي چونداسين تہ اسان جو پاسو ڇڏيو تہ اسان جو پاسو نہ ڇڏيندا، بلڪ وڌيڪ تنگ ڪندا ۽ نہ دهشتگردي ڪرائڻ کان مڙندا. اهڙيون قوتون صفا بي شرم ۽ وحشت جي سگھ قائم رکڻ لاءِ عمل جون پڪيون هونديون



آهن، جن جا پاليل دهشتگرد بہ مڙڻ وارا ناهن هوندا. جيڪي انهن جا تابع هوندا آهن، چو تہ انهن کي بقائده لڳاتار ٽريننگ، پريڪٽس ۽ سموريون گهرجون ۽ خرچن جا معاوضا ادا ڪيا وڃن ٿا، تہ هو پوءِ اهڙو خطرناڪ عمل ڪندي مڙن بہ ڪو نہ ٿا، چو تہ انهن پويان گوليءَ واري موت جي قبر جو قبرستان بہ جئيري ئي خاص آستانو هوندو آهي !

اهڙيون جيڪي قوتون ٽرينون تباهہ ڪرائينديون آهن ۽ جهاز هاءِ جيڪ ڪرائينديون آهن ۽ اهڙن ٽيررسٽن کي پناهہ ۾ رکندڙ سيٽ دائود جهڙا سفيد پوش سفاڪن وٽ سماجي اوگهڙ جو ملهہ ڪجهہ بہ ناهي هوندو يا چند رپيا نظر ايندو ...! تڏهن تہ هو سماج جو اجان بہ ماس ڳارڻ چاهين ٿا. جڏهن تہ هن سماج جو اندر تہ اڳ ئي رونبي پٽي خاڪ ڪري ڇڏيو آهي، پر اجان بہ مڙن نٿا سماج جو وجود ڇڏڻ لاءِ ...!

اسان جي سماج ۾ پهرين ننديا ننديا اڳواڻ آيا. جيڪي محدود راڄائتي نموني جا هئا ۽ صابرين طبعيت وارا پر وسيع تجربا ۽ علم انهن وٽ نہ هئا ۽ نہ ان وقت اُجوڪا وڏا مسئلا هئا ۽ نہ وحشتون هيون ايتريون. انهن کان پوءِ فڪري ذهن آيا، جن وٽ سمورا تاريخي تجربا ۽ مشاهدا هئا. ان سان گڏ انهن وٽ محروم ۽ مفلس ماڻهن لاءِ همدرديون ۽ انهن لاءِ ڪم ڪرڻ جا پربور جزبا هئا. جن ماڻهن کي ناهڻ لاءِ ڪجهہ ڪم ڪيو، پوءِ وري خال پئدا ٿي ويو ...! ۽ ماحول سوڳوار ٿي ويو ۽ سماج وري غريب ٿي ويو. هونئن بہ غربت جي ڪنهڙي ۾ ڦاسڻ کان پوءِ نيڪ هٿن کي سناٽا، تنهائيون، تخيلون ۽ ماڻهن جون همدرديون نصيب ٿينديون آهن. عظيم بحثن جي فڪرن جي تجسس ۾ اسانکي رهن گهرجي، پر ڇڙواڳي ۽ وقت وڃائيندڙ بي معيارين جي ويچارگين ۾ نہ رهڻ گهرجي. اسين خلا جي گوڙ جي وڙ وڪڙن ۾ پنهنجي سستائي جي شور جو هو ڪو تہ ڏيڻ لڳندا آهيون، پر پنهنجا معيار وڌائڻ لاءِ تحقيقي تجربا ناهيون ڪندا ...! اسين شڪايت جي موڙ تي پهچي بي وجود شڪايتن کي وجود جي اهميت ڏيندا آهيون ۽ وجود جي رشتن کي خال ۽ بي وجودي جي ختم ٿيندڙ اهميت ڏيندا آهيون ...! اها هڪ اڻ کٽ جنگ آهي، جيڪا در اصل بيزار شين جي ناتن جي اهميت ۽ احساسن کي برقرار رکندي آهي، چو تہ اسين

ڪيوڙي جي ننڍي ڇڪ جي وڏي خوف ۾ ان جو وجود ناس ڪري وجهڻ جا بيزاري وجود آهيون. مرده پسند رواجن واري خول ۾ رهندي اسين ويچارگين ۾پاڻ فريبي جذبن ۾ مارٽواري مايوسي پراڻي تيڪنڪ ۾ غير جديد حالت ۾ رهي فقط پاڻ قرباني جا سستا ۽ دبيل ڪردار بنجي پنهنجي وجود ۽حيثيت کي داءُ تي لڳائي پاڻ کي قربانيءَ جي اجائي ۽ بي قيمت قربان گاهه تي ليٽائي ڇڏيندا آهيون ...! اجان اهڙو ڪجهه زيد سوچي رهيو هو ته هن اوچتو ويجهو پهچندڙ دبيل قدمن جو آواز ٻڌو. جنهن تي ڇرڪجي هن يڪدم پويان وري ڏٺو ته شهر جو مشهرو غندو حنيف هو. جيڪو ڪنهن طرح زيد جي هن ذاتي ڪمري ۾ گهڙي آيو هو..! جنهن کي پاڻ ويجهو عجيب نموني بيٺل ڏسي زيد گهبرائجي ويو هو: حالانڪ هن ڪمري ۾ نه گهر وارا ۽ نه زيد جا پرسنل ملازم به اجازت کانسواءِ ايندا آهن. بيو ته ڪمري جا در دريون به بند هئا. پر زيد ڏٺو اتفاق سان هڪ دري ڪليل هئي جنهن مان هي اڪري آيو هو.

پرهن طرح اندر اچڻ جو هن جو ڪهڙو مقصد ٿي سگهي ٿو...!؟ زيد سوچڻ لڳو: هي ساڳيو شخص ڪجهه وقت اڳ مون سان ملڻ آيو هو ته ان وقت هن گهر جو سچو نقشو پنهنجي ذهن ۾ اتاري ڇڏيو هو. هي حنف غندو آهي! جيڪو اڳئين ميئر سيٺ دائود خلاف گروپ جو فرد آهي. جيڪو پاڻ ته بدمعاش آهي پر شريف ماڻهن کي تنگ نه ڪندو آهي. ايستائين جو ان دفعي مون کي به صلاح ڏني هئائين ته پنهنجي حفاظت لاءِ ڪجهه ماڻهو مون طرفان رک ۽ مون کي ان جو معاوضو ڏي. جڏهن مون هن کي شرافت ڏانهن مائل ٿيڻ لاءِ سمجهايو هو. پر منهنجي اهڙي مشوري کي هن فضول سمجهيو هو. بلڪ مون کي هن ڳالهه تي مائل ڪرڻ جي ڪيائين پئي ته : ءَ ين کي بچاءُ لاءِ مخصوص فورس جي ضرورت آهي ته جيئن حفاظت ۾ رهي سگهان. هي مشورو هن مون کي مون تي فائرنگ ٿيڻ کانپوءِ ڏنو هو. پر مون انڪار ڪيو هو. بحرڪيف هي مون سان همدردي ڪرڻ آيو هو. ان وقت ...! پر هن وقت ڇا لاءِ آيو آهي ...!!؟

ايتري ۾ حنيف زيد کي ويجهو پهچي چيو ته : سائين گستاخي معاف ڪجو. منهنجو هن طرح اچڻ جو مقصد هي هو توهان کي ٻڌائڻ جو ته : جرم ڏسو ڪٿئن نه ۽ ڪهڙي طرح سان مٿان پهچيو وڃي. منهنجي اوچتي ۽ هن طرح اچڻ

وانگر! تنهن لاءِ ئي مون اوهان کي چيو هو تہ : اسان جي تربيت وارا ماڻهو پنهنجي حفاظت لاءِ رکو، ڇو تہ هاڻ توهان کي اڳئين ميئر سيٺ دائود مان پڪو خطرو آهي، اهو عنقريب اوهان کي قتل ڪرائڻ جومنصوبو ٺاهي چڪو آهي، ۽ اها ڳالهہ اسان جي خفيہ معلومات جي رپورٽ مان آهي، جنهن ۾ اسان جا ذاتي اثر رسوخ هوندا آهن تہ جرم ڪندڙن جون خاص ۽ ڳجهيون ڳالهيون حاصل ڪيون.تاڪہ اهي اسان خلاف نہ هجن ...!

زيد هن جي ڳالهہ ٻڌي سوچڻ لڳو تہ : واقعي بہ مون کي اهڙا خطرناڪ فون آفيس ۾ آيا هئا.

هن وقت ڪمري جي دري مان شريف باڪسر بہ ظاهر ٿيندوآهي، جنهن جي هٿ ۾ گن هوندي آهي، جيڪو شروع کان حنيف جي پيڇي ڪرڻ کان پوءِ تاڙ ۾ ويٺو هو، پر هن وقت دري ٽپي اندر داخل ٿي آيو، جنهن کي حنيف مڙي ٿو ڏسي.

ايتري ۾ زيد حنيف جو شڪريو ادا ڪندي چوي ٿو تہ : تنهنجي مهرباني جو تو همدردي جي بنياد تي مون کي سيٺ دائود جي شيطاني چال کان آگاهہ ڪيو. هاڻ آئون پنهنجي بچاءَ لاءِ وڏيڪ سنجيده رهندي ڪجهہ وڏيڪ ذاتي گارڊ مقرر ڪندس "ڪلندي" پر تو واري لائين جا نہ ۽ هونئن بہ مون جهڙي وڏي ڪم واري ماڻهن کي پنهنجي حفاظت ۾ لاپرواهي نہ ڪرڻ گهرجي ۽ ايڏو سادو نہ رهڻ گهرجي، ڇو تہ دشمن تہ دشمن هوندو آهي جيڪو هر وقت چوڪس ٿيو ڦڻ ڪڍيو ويٺو هوندو آهي.

موٽ ۾ حنيف چيو: بس سائين منهنجو رڳو ايترو فرض هو تہ توهان کي آگاهي ڏيان پوءِ خوش اسلوبي سان حنيف زيد کان موڪلائي وڃڻ لڳندو آهي تہ وري شريف باڪسر ۾ نهاري خوشي مان ڪلندو آهي تہ هي محافظ سنو آهي. حنيف جي هن ڳالهہ تي زيد سوچي ٿو تہ : ڪي ڪي غندا ماڻهو بہ ڪيڏو نہ سنا ۽ سچا هوندا آهن ...!

هن وقت جيئن حنيف ٻاهر نڪردو آهي تہ شريف باڪسر بہ ٻاهر ٿو وڃي تہ حنيف بنگلي کان ٻاهر هليو ٿو وڃي پر گيٽ خالي هوندو آهي. ايتري ۾ اوچتو شريف کي بوٽن جي جهڳٽن مان چرپر جو آواز ٿو ٻڌڻ ۾ اچي. شريف بہ لڪي لڪي ويجهو وڃي ٿو ڏسي تہ سيٺ دائود جو غندو سوگاڙو هوندو آهي، جنهن کيدائود

ايستائين بلڪل نظر انداز ڪري چڪو هوندو آهي ۽ هي به وڏو نشائي بنجي چڪو هوندو آهي پر ان جي پوءِ به چمچاگيري ۾ رهندي زيد جو پيچو نه پيو ڇڏيندو آهي، هن وقت به هي ڪمزور ۽ نشي جي حالت ۾ هوندو آهي ۽ هٿ ۾ خنجر هوندو آهيس، جنهن کي اوچتو شريف باڪسر پڪڙي مارڻ شروع ڪندو آهي، جيڪو پوءِ و ٺيو رڙيون ڪري، نيٺ شريف هن کي ڏاڍي ڪٽ ڪري سهڪايو ڊوڙايو پڇايو ڪري. جڏهن ته زيد ڪليل دري مان اهو سموري ڇڪتاڻ ڏسي آخر دري بند ڪري پنهنجي سوچ واري ڪم ۾ مشغول ٿي ويندو آهي.



# باب 36

هي صبح جو ٽڏو وقت هو. اجان موسم جهڙالو هو. رات چڱي خاصي برسات وسي چڪي هئي. ان ڪري اجان رستا آلا ۽ ماحول وڻندڙ هو.

زيد هن وقت خادم بلوچ، شريف باڪسر ۽ بن بين گارڊن سان گاڏي ۾ گذري جي علائقي ۾ هڪ دوست سان ملڻ ڪانپوءِ واپسي مهل ڪجهه ڇهل قدمي ڪندي بنگلن جي ٻاهران لڳل دنيا ڀر جا مختلف بوٽا، گل وڻ ۽ انهن سان واڳيل نظارا ڏسڻ لڳندو آهي جيڪي راتوڪي برسات ڪري تمام وڻندڙ لڳي رهيا هئا، جن جا رنگ ڪيڏا نه چٽا ٿي پيا هئا، اجا به وڻن تان راتوڪي برسات جو پاڻي ڪري رهيو هو. مهڪندڙ هن منليائتي ماحول ۾ هوا به تمام ٿڌي ۽ تيز لڳي رهي هئي، ڪنهن ڪنهن هيناهين رستن تي پاڻيءَ جا دٻا تيز هوا ۾ جر جر ڪري لڏي رهيا هئا.

هي نظارو ڏسندي زيد خادم کي چوڻ لڳو: اهڙي سٺي موسم، گل ٻار ۽ اندر جي معصوميت ۽ آباد اڱڻ منهنجي دل کي ڇهي وٺندا آهن ۽ برباد ٿيل اڱڻن لاءِ اڏما مچندا اُهن اندر ۾،تاڪ انهن کي آباد ڪرڻ لاءِ ڪوششون ڪيان ....! دل پئي چوي ته اڄ هي رنگين نظارو سڄو ڏينهن گهمان پر اڄ ڪرسچن عورت جو جي پي فنڊ ۽ پينشن جو مسئلو حل ڪرائڻو آهي تنهن ڪري هلو ته اڏهين هلون. هن وقت سڀ چڙهي گاڏيءَ ۾ چڙهي جيئن ڪلفٽن واري رستي اوريان پهتا ته پويان پيڇو ڪندڙ هڪڪار ۽ هڪ موٽر سائيڪل هنن کي ڪراس ڪندي فائرنگ ڪري ڏني، اها به اڻاڌنڌ. زيد



وارن گاڏي بيهاري ڇڏي رستي تي ۽ ڪجهه اڳيان هو ته گاڏي ۾ اسڪوٽربيهي گوليون هلائڻ لڳا هتان شريف باڪسر ۽ ٻن ٻين باڊي گارڊن به انڌا ڌنڌ ۽ تيز فائرنگ ڪري ڏني، ڪجهه دير اها ڏي وٺ هلي پوءِ هو غنڊا ڀڄي ويا. زيد وارا معجزاتي طور بچي ويا، پر شريف باڪسر کي ٻانهن ۾ گولي لڳي چڪي هئي. جنهن ڪري هنن يڪدم اسپتال ۾ داخل ڪرايو ۽ پوءِ زيد چيو هلو ٿاڻي تي فرياد داخل ڪرائي ڇڏيون، تنهن تي خادم چيو: اسين فرياد داخل نه ڪرائينداسين سيٺ دائود ڪان بدلو وٺنداسين.

تنهن تي موٽ ۾ زيد سمجهائيندي چيو: هي غنڊا ته نامعلوم هئا ته فرياد به اهائي داخل ڪرائينداسين ۽ ٿاڻي تي هلڻو آهي. ڇو ته ... اهڙن غنڊن سان وڙهڻ ڇاهيندا آهن اهي ٿاڻي تي ويندا آهن ۽ اسين ڪنهن به سڌي دشمني ۾ نٿا اچڻ چاهيون ڇو ته مهذب شهري آهيون. ٻيو ته جرم ۽ گناهه ٻئي عارضي هوندا آهن. جيڪي عارضي ساٿ ڏيڻ ڪانسواءِ ڪڏهن به مستقل ٽڪي ناهن ٻيهندا. ڇو ته انهن جي مهذب دنيا ۾ ڪا به اهميت نه هوندي آهي، جيڪي خود خفيه طور مهذب دنيا ۾ پنهنجي ذات لاءِ پناهه تلاش ڪندا رهندا اهن.

ايتري ۾ زيد جا سمورا دوست ساٿي ۽ پوليس اسپتال پهچي چڪا هئا. پريشاني مان سرحد خان چيو: هي تمام خطرناڪ حملو هو، اسان ان کي ڪڏهن به ويساري نٿا سگهون...!

موٽ ۾ زيد چيو: اهڙين وڏين ڪرسين جون مشڪلاتون ۽ آزمائشون به پنهنجيون هونديون اهن.

ايتري ۾ ڪاوڙ مان سردار صاحب چيو: اسين هن ناخوشگوار ۽ نظر انداز نه ڪندڙ واقعي ۾ مفت خور ۽ شيطان اڳئين ميئر کي ۽ ان جي ڪرتوتن کي نٿا وساري سگهون، جنهن کي سيڪٽ ان کي پنهنجا ڪرتوت ۽ وقت ڏيندو.

پوليس پنهنجي ڪارروائي جي رپورٽ ناهڻ ۾ مصروف هئي. نمائندا ۽ ڪجهه ٻيا ماڻهو خود هن ڄاڻ حاصل ڪرڻ ۾ سنجيده دلچسپي ۾ نظر اچي رهيا هئا. هن وقت آفيسن جو ٽائيم ختم ٿي چڪو هو. شام ٿيڻ واري هئي، زيد کي ڪرسچن صفائي ڪندڙ عورت جو مسئلو وري اٿل کائي ڪٽڪڻ لڳو. شريف باڪسر جي حالت به نارمل هئي. زيد هن وقت پنهنجي سمورن دوست ساٿين سان گڏ اسپتال

مان ٻاهر ڏانهن واپس وڃڻ لڳو. پوءِ هي سڀ ٽن گاڏين ۾ چڙهي وڃڻ لڳا ته هڪ هنڌ رستي جي هڪ رهائشي گهٽي جي منهن وٽ زيد هنن سڀني دوست ساٿين کي بيهاري فائيل هٿ ۾ ڪٽي برسات جي پاڻي سان ان آلي گهٽي ۾ ڪجهه آهسته سان اندر وڃڻ لڳو. جهڙو شايد صبح واري حملي جوڙهن تي ٽينشن هئس. زيد کي پنيرو ۽ ڳنڀير حالت ۾ انهي انداز سان ويندو ڏسي خادم کي تصور ۾ ائين لڳو: جهڙو زيد طبقن جي بي مروتي ۽ سرڪشين ڪري غريبن لاءِ شروع ڪيل شعوري ۽جدوجهدي جنگ هارائي برنس روڊ جي پرائڻن ۽ ڊگهين عمارتن جي وچان گذري برسات جي پاڻي سان آلي هن گهٽي واري رستي کان ڪيڏانهن مايوسي ۽ ٿڪل قدمن سان اڪيلو ڪنهن گمنامي ۾ وڃي رهيو آهي. جيڪو جهڙو هرطرح کان دل برداشته ٿي چڪو هو؛جڏهن ته وقت خوش مزاجي تيز سرگرمين۽ چارمنگ جو هوندو آهي. مايوسي، ناڪامي ۽ دل برداشتي جو نه ....! هن وقت اجان به جهڙالي موسم ڇانيل هئي، پر شام ٿائين وري برسات نه پئي هئي، پر هن وقت به خاموش ماحول ۾ ٿڌ ڪار ڇانيل هئي، هن وقت ويچار ۽ تصور جا خيال خادم جا ان وقت ٿيا، جيڪو رڳو اهڙو خيال ان ڪري ويچاري رهيو هو ته، جيڪڏهن ائين هجي ها ته ....!

پر ائين حقيقت ۾ نه هو. خيالن مان ڇرڪجي خادم ڏٺو ته جنهن وقت زيد اتاهه گهٽيءَ جي گهر مان واسطيدار آفيسر سان ملي موٽيو هو، جيڪو ساڳيو مطمئن ۽ تڪڙي نموني فائيل ڪٽي موٽي رهيو هو،پر سوير آرام آرام سان ان ڪري پئي ويو ته فائل کولي غور سان ڏسندو پئي ويو. جيڪو اڏڙوٽ ڪرسچن عورت جو حادثي ۾ گذاري ويندڙ مڙس جي جي پي فنڊ ۽ پينشن واري معاملي جو هو، جنهن کي زيد پنهنجي ڪوشش جي حمايتي فيصلي ۾ ڪٽي ٻاهر اچي رهيو هو ۽ رستي جي منهن وٽ بيٺل خادم بلوچ ۽ گڏ آيل ۽ انتظار ۾ بيٺل ساٿين کي پري کان کلندي وڪٽري جو نشان ڏيکارڻ لڳو. پوءِ ويجهو اچي هنن کي ڪرسچن عورت جي مسئلي جي ڪاميابي جو ٻڌائيندي چوڻ لڳو: هي مسئلو سخت ۽ ٻڏي ويل هو، جنهن ۾ ڪجهه رڪاوٽون هيون پر ڪنهن طرح حل ٿي ويو. تنهن تي خادم خوشي مان سوچڻ لڳو: زيد جو ستارو اڪثر رڳو ڪاميابين وارو آهي ...!

هن وقت ٻيا دوست ساٿي خوش ٿي زيد کي مبارڪون ڏيڻ لڳا. پوءِ سرگوشي ۾ ڪجهه گفتگو ڪندا بيٺل پنهنجين گاڏين ۾ چڙهي روانا ٿي ويا.



# باب 37

اڄوڪو ڏينهن ڏاڍو نکريل هو. ڪالهوڪو جهڙ ختم ٿي چڪو هو. اڄ موسم بدليل ۽ صاف هئي. سج جا تڏا ڪرڻا ماحول کي جرڪائي رهيا هئا. ڪراچيءَ جي سرگرمي ساڳي اوج تي پرپور پيڙ ۾ روان دوان هئي.

زيد جو حريف ۽ بلديہ جو اڳيون بداعمال ميئر سيٺ دائود جيڪو ايستائين غلط سوسائٽي جي اثرن ڪري ڪافي دشمنين جي ضد جي وچ ۾ اٽڪيل هو. جيڪو هن وقت بہ ڪاغزن جي ڪمپني جي مالڪ سان ان جي پنهنجي آفيس مان ان سان ان ڪري وڙهي نڪتو هو. جنهن کي چيائين تہ : تو واري سڄي ڪمپني ۾ منهنجو اڌ شيئر ملاءِ جنهن تي هو جواب ٿو ڏيس. چو بہ سيٺ دائود اهڙي طرح شيئر ڪري پوءِ مڪمل ڪاروبار تي قبضي ڪرڻ جو مشهور ماهر هو.

هن وقت سيٺ دائود غصي سان ڀريل هو. جنهن کي ڪجهہ بہ نہ پيو سجهيس تہ هاڻ ڪيڏانهن وڃان. ڪنهن وقت ڊرائيور کي چوي ڪار هيڏانهن ڪاهي هل. ڪنهن وقت چويس هيڏانهن ڪاهي هل ۽ پاڻ رڳو وچڙيل بحث جا لفظ استعمال ڪري ڪار ۾ گڏ ويٺل پنهنجي حمايتي غنڊي سڏني کي ٻڌائي رهيو هو. هنن سان هڪ ٻيو بہ باڊي گارڊ هڪ جديد گن سان موجود هو.

ڳالهيون ڪندا هن وقت هي اڃي نمائش واري علائقي ۾ پهتا تہ هنن تي هڪ ننڍي ڪار مان فائر ٿو ٿئي، تہ سڏني ۽ سيٺ دائود هڪ ٻئي ۾ حيرت مان

نهاريندا آهن ۽ پوءِ ڪار جي دري مان ٻاهر تا ڏسن ته پاسي ڪان هلندڙ ساڳي ننڍي ڪار مان اڻاڌنڌ فائرنگ ٿي ٿئين. جنهن فائرنگ ڪان پاڻ کي بچائيندي هيٺ ٿي ويندا آهن. ايتري ۾ پاڻ بچائيندي هنن جو باڊي گارڊ به انڪار تي فائرنگ ڪيو ڏي. جيڪا ڪار سائيڊ واري رستي ڏانهن هليوٿي وڃي. اڃان هي پاڻ کي سنڀالي اردگرد جو هيراني مان جائزو وٺندا آهن ته ٻئي پاسي ڪان ڪراس ڪندڙ هڪ وڏي ڪار ڌڙا ڌڙ فائرنگ ڪريو ٿي ڏي ۽ هي وري پاڻ بچائي هيٺ ٿيو وڃن. موٽ ۾ هنن جو باڊي گارڊ به فائرنگ ڪندو آهي ته اها ڪار هتي گم ٿيو وڃي. هن وقت اوچتو ٻن ڪارن جو آس پاس ڪان حملو ٿو ٿئين. جنهن ڪري هي وڏيڪ بوکلائجيو وڃن ۽ صفا ششدر ٿي هلڪا زخمي ٿيو پون. جڏهن ته هنن جو باڊي گارڊ ڪوپڙي ۾ گوليون لڳڻ ڪري وڃيو سڌني جي جهول ۾ ڪري،جيڪو پڻ ڪجهه زخمي حالت ۾ اڃان پاڻ کي به سنڀالي نه سگهندو آهي، هن وقت هڪ وڏي پيجارو اچيو هنن کي سائي پاسي ڪان ڪراس ڪري. جنهن جا سائيڊ وارا ٽئي شيشا هيٺ هوندا آهن. سيٺ دائود ڏسندو آهي ته اڳين سيٽ تي ڪاري عينڪ پاتل سرخ رنگ بين الاقوامي اسمگلر تسليم خان هوندو آهي، جنهن جي هٿ ۾ خطرناڪ آٽوميٽڪ جديد گن هوندي آهي ۽پوئين درين مان به جديد گنن سان خراب شڪلين وارا خطرناڪ غنڊا هنن تي پڪو نشانو چٽي چڪا هوندا آهن. هي اهو تسليم خان هو جنهن جون سون ۽ ٻئي اعليٰ اسمگلنگ جي سامان جون لانچون سيٺ دائود پنهنجي ميٽر واري وقت ۾ ڪوسٽ گارڊ عملي هٿان ڇاپا هڻائي اڌ پنهنجي قبضي ۾ ڪيون هيون ۽ هي وڏي ڪان وڏو مالدار ٿي ويو هو. حالانڪ ان وقت سيٺ دائود مٿاڇري ناهه لاءِ ڪوششون به ڪيون هيون پر تسليم خان خاموش رهيو هو. جنهن انتقامي طور اڄ خطرناڪ حملو ڪيو هئس. جنهن کي ڏسي سيٺ دائود جون اکيون قاتل جون قاتل رهجي ويون. ايتري ۾ تسليم خان وارن آٽوميٽڪ اسلحي سان ڀرپور ۽ لڳاتار حملي ۾ فائر ڪري ڏنو ۽ ڏسندي ئي ڏسندي چند گهڙين ۾ ڊرائيور. غنڊو سڌني ۽ سيٺ دائود کي چلني ڪري ويا هليا. هنن جي ڪار وڃي هڪ فٽ پاٿ جي ڪناري اٽڪي بيهي رهي، ڪجهه ئي دير ۾ پوليس جون ڪافي گاڏيون، ايمبولنسون ۽ صحافي گڏ ٿي ويا ۽ اردگرد ڪيترا ماڻهو جمع ٿي الاءِ ڪهڙا ڪهڙا ويچار ونڊڻ لڳا ۽ڪافي پهلوئن ڪان بحث ڪري حيران ٿي رهيا هئا.

# باب 38-

اڄ چوڏهين آگسٽ ملهائڻ جي تقريب جو ڏينهن هو. قائد مزار تي جهنڊو ڦڙڪائڻ جي تقريب جو پروگرام هوندو آهي. ڪافي گروپ ايندا آهن مزار تي گل چاڙهڻ ۽ تقريب ملهائڻ.زيڊ ۽ ساٿين ۽ دوستن جو گروپ تہ اڳ ئي موجود هوندو آهي. سڄي پارڪ ۾ ڪيترا ماڻهو وڏي جوش خروش سان موجود هوندا آهن. ڪيترن اسڪولن جا شاگرد ۽ شاگرديائين جا جٿا پهچي چڪا هئا ۽ ٻيا جٿا پويان اچي رهيا هئا. پوري ملڪ مان ماڻهو اچي رهيا هئا. لياري جا بہ ڪيترا مڪراني اچي چڪا هئا. جيڪي نغارا وڄائي ناچ گانو پيا ڪندا آهن. هر طرف خوش ۽ رنگين ماحول جو وڻندڙ منظر نظر ايندو آهي.

ڀئي پاسي ميڊم نورجهان جو گانو ميريا وطن ڪي نوجوان، وطن ڪي گيت گائي جا.وڄي رهيو هو. جنهن گاني کي صدارتي ايوارڊ مليل هو. هيڏانهن وري سنڌ جو مشهور ۽ دادلو فنڪار ڪلاڪار محمد يوسف جا قومي گيت جشن ۾ جان وجهي رهيا هئا.

هر طرف هن وقت وڻندڙ نظارا ئي نظارا هئا. رنگ برنگي جهنڊيون، يڪجهتي جا بينر لڳل هئا.

جهنڊي ڦڙڪائڻ جي هن تقريب ۾ اڳئين ميئر سيٺ دائود جو غنڊو سوگاڙو بہ ور ۾ خنجر ڪٽي اچيو نڪري، پر هن وقت تہ هيڪاري بري حالت واري ڪمزوري ۽

نشي جي حالت ۾ هوندو آهي، جنهن ڪي زيد تي ٻه دفعا ڪيل حملن ڪري شريف باڪسر ڏاڍا موچڙا هڻي ڇڪو هوندو آهي. سيٺ دائود جي ٺوڪڻ تي اڳ واعدو ڪيو هئائين ته : اُئون زيد ڪي ضرور قتل ڪندس! پر هن جا افعال ڏسي انهن ئي ڏينهن ۾ سيٺ دائود هن کي نظر انداز ڪري ڇڏيو هو. پر هي هو سو رڳو پويان رهندڙ ۽ حڪم مڃيندڙ. اڄان به پنهنجي محسن سيٺ دائود جي قبر ڪي سرخرو ڪرڻ لاءِ آتو هو. جيڪو هن وقت به بدنيتي سان ور ۾ ڇرولڪايو پري کان ئي زيد ڪي جانچڻ پيو لڳندو آهي، اهو به هن ذليل ۽ ڪمزور هالت ۾ ٿاٻڙجندو نڍهال حالت ۾ ڇيٻن اڇڻ پيو لڳندو آهي ته ايتري ۾ اوچتو هڪ بس مان لهندڙ ٻارن جو هڪ جٿو ڊوڙڻ لڳندو آهي ته هن غنڊي سوگاڙي سان ٽڪرائجيو وڃن ۽ هي مٿان ٿيو گلن جي ڪونڊين تي ڪريو وڃيو سيمنٽ جي ٿلي سان ٽڪرائجي، جنهن ڪري مٿي ۾ ڪلهن وارا ڏاڍا ڌڪ ٿا لڳنس ۽ ڪيرو ٿيو وڃي، هن وقت اتيئي ڪوندين وٽ ٻي ست ٽيڪ لڳايو پيو رهندو ۽ڪراهيندي چوڻ لڳندو آهي! اڄ منهنجو مڪمل زوال اچي ويو ! سيٺ دائود به مري ويو. اڄ اُئون بلڪل برباد آهيان ! جو نه مالڪ رهيو ۽ نه اهو عروج ....! ايتري ۾ ڪجهه سڪيورٽي وارا ڦريو اچنس ۽ اچي چيڪنگ ڪري ڇرو هٿ ڪري پوليس جي حوالي ڪندا اٿس.

هن وقت سڄو پارڪ ماڻهن جي رش سان ٽمٽار هوندو آهي، ڪيترا ماڻهو سلامي ڏئي ڊسيپلين ۾ بيهي رهندا آهن، ڪيترا شهري هن سات ۾ شريڪ هوندا آهن، هن وقت وڏي ٻڳري ميوزڪن ۾ پاڪستان جو قومي ترانو وڃڻ لڳي ٿو. سڀ ماڻهو احترامن خاموش هوندا آهن. تراني ختم ٿيڻ ڪانپوءِ زيد جهنڊي جي ڏوري ڇڪڻ لڳندو آهي ۽ ان ڪي مٿي ڪڻندو آهي. جيڪو خاموش شور ڪندڙ هوا ۾ ۽ لهرن جي خلا ۾ پنهنجي مستي سان ڦڙڪڻ لڳندو آهي. جڏهن ته هيٺ ماڻهن جو هجوم خوشين ۾ ٻهڪي رهيو هوندو آهي.

اختتام

حصو پهريون




# عظمت جي تاريخ زنده رهندي آهي

عالمي سياست جي معتبر ڪردار ذوالفقار علي ڀٽو تي
لکيل پهريون سنڌي ناول

تاريخي ورثن ۽ تهذيبن جي رکوال وفادارن کي سرخ سلام
تقدير جي سگهه واري حقن جي بخت کي نکارڻ لاءِ مهذب هٿن،
قومن ۽ دانائي کي سلام

**دعا:** قوم جا نظر انداز ٿيل طبقا، جديد سياست، جمهوريت ۽ خوشحالي واري نڪريل ۽ سنهري دوُر ۾ داخل ٿين.

**بينظير ڀٽو**
چيئر پرسن: پ پ پ





Rs. 200

# پڙهندڙ نسُل . پ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڄُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙ، ياڙي، ڪاڙُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڏڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعويٰ ڪري ٿـو تہ پَڪَ ڄاڻو تـہ اُهـو ڪُـوڙو آهـي. نـہ ئـي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪـڏهن ڪـو اهـڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بِہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، پَرندڙ ۽ پڙهنـدڙ، سُسـت ۽ پڙهنـدڙ يا وِڙهنـدڙ ۽ پڙهنـدڙ بـہ ٿـي سـگهن ٿـا. ٻيـن لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ ٽالي لَڳل ڪِلَب Club Exclusive نـہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَـنَ جا سڀ ڪَـم ڪـار سَـهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پـر ممڪـن آهـي تـہ ڪـي ڪـم اُجرتـي بنيـادن تـي بـہ ٿِيـن. اهـڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مـدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي -non commercial رهنـدا. پَنَـن پـاران ڪتـابن کـي ڊِجيٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪـو بـہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيـو اهـم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مـان جيڪـڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڪاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني‎ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۾ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻچاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)